# ڀڳوان پُٽ

(ليک جي مول مرهٽي پستڪ جو انواد)

ليکڪ:

ڌرمانند ڪوسمبي

Prof Narain Das Ratanmal Malkani

انوادڪ:

پروفيسر نارائڻداس رتنمل ملڪاڻي M.P

ايم. پي.





ساهتيه اڪادميءَ پاران پڌرو ڪيل

# فهرست

ساهتيه اڪادمي، نئين دهلي

پهريون سنڌي ڇاپو: نومبر ١٩٥٦



جلد مٿان ڏنل چٽ ميرپورخاص سنڌ پرسان ڪاهوءِ
جي دڙي مان ڪوٺيل ڀڳوان ٻڌ جي مورتيءَ جو آهي.
فوٽو: پرنس آف ويلس ميوزم، بمبئي جي مهربانيءَ سان.



قيمت ٣ روپيه



*Printed by Mansing Chuhermal at the Navrashtra press, 23 Hamam Street, Fort, Bombay–1 and published by K. R. Kripalani, Secretary, Sahitya Akademi, Theatre Communication buildings, Connaught Circus, New Delhi.*

# ڏرمانند ڪوسمبي - ڀڳت ۽ ودوان

هن ڪتاب جو ليکڪ شري ڏرمانند ڪوسمبي پالي ٻولي ۽ ساهتيه جو وڏو ودوان هو. ٻڌ ڌرم جي سڄي اصولڪي ساهتيه جو گهرو ابياس ڪري هن انتر راشٽري ناماچار حاصل ڪيو. پر سندس سڄي محنت رڳو ودوان تيڻ جي نه هئي. هو ٻڌ ڀڳوان جو اَنوکو ڀڳت هو. انهيڪري جيڪي هن حاصل ڪيو، جيڪي هن ڪيو ۽ ساهتيه ڏواران جيڪي ڏنو، سو سڀ گهڻن جي ڀلي ۽ گهڻن جي سک ڪاتر هو.

سندس لکيل هي ٻڌ جو جيون چرتر هر طرح مؤل ۽ اصلي پستڪ آهي. پستڪ پڙهڻ سان اسانکي ڀڳوان ٻڌ بنسبت سڄي، ورنائتي ساکيات ڄاڻ ٿيي ٿي.

اڄ ڪالهه ڀڳوان ٻڌ بابت جيڪي ڪجهه اسانکي پڙهڻ لاءِ ملي ٿو، سو انگريزي ليکڪن جي پستڪن جو ٿورو ڪي گهڻو نهور ٿيي ٿو. سر ايڊون آرنولڊ '*Light of Asia*' نالي هڪ ڪاويه رچيو ۽ تنهن ۾ ڀڳوان ٻڌ جي پراڻ ڪٿا دنيا اڳيان رکيائين. سا اهڙي سندر هئي جو سندس پرڀاو يورپ ۽ ايشيا ۾ پڙهيلن تي خوب ۽ گهرو پيو. انهيءَ ڪاويه لاءِ سڄي دنيا ايڊون آرنولڊ

۽ آوليون ليهان ٿي آوليو ن لڳن.

پارسي ورش جا ماڻهو ڀڳ ڀڳوان کي وساري ويٺا آهن. ڀڳ جي ڪليان ڪاري ڏرم بابت ودوانن ۽ پنڊتن جا ويچار به منجهيل سنجهيل آهن. سو ڏسي ڪري ڏرمانند پنهنجي ساري ايهاس جو نچور لوڪن لاءِ سولي مرهاٺي ٻوليءَ ۾ ڏنو آهي. ڪتاب جو گجراتي آنواد مهاتما گانڌيءَ جي گجرات وديا پيٺ پرڪاشت ڪيو هو.

ڏرمانند ڪوسمبي سن ١٨٧٦ ۾ گوئا جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ جنم ورتو. گوئا ۾ سرڪار طرفان تعليم جو ڪوبه بندوبست نه هو. سو هن خانگيءَ طرح ڪجهه مرهٽي ۽ ۽ ڪجهه سنسڪرت سکي ورتي، ۽ باقي ڳچ وقت نه پنهنجي باغ ۾ ناريل جي وڻن کي پاڻي پيارڻ ۾ ڏيندو هو. انهيءَ عرصي ۾ هن "بال بوڌ" نالي هڪ ٻارڙو مرهٽي رسالو ڀڳ ڀڳوان بابت پڙهيو. سو پڙهي ايتري قدر موهت ٿيو جو پيو سيءِ جڏي ڀڳ ڏرم جو گيان حاصل ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌائين. پنهنجي جيون چرتر ۾ لکيو اٿس ته، "دل ۾ آيم نه ڪهڙا به سنڪٽ پون، تڪليفون سهڻيون پون، پر جي ڀڳ جي اپديش جو گيان پراپت ڪيم ته منهنجو جيون سڦلو ٿيندو."

ڪتني تڪليف ڪري ڏرمانندهيءَ جي من ۾ گرهست آشرم جا بندن هلڪا هوا ۽ ٢٢ ورهين جي عمر ۾ گهر ڇڏي نڪتو. بمبئي ۾ پرارٿنا سماج جي دفتر

جي سدائين احسانمند رهندي. پر سندس چئو ته هڪ ڪويءَ جو هو. پال ڪيرس (*Paul Carus*) به اهڙو ئي سندر ڪتاب انگريزي گديه ۾ لکيو. انهن ڪانپوءِ ٻين ڪيترن ودوانن ڪوجنائون ڪري ٻڌ چرتر لکيا آهن. پر ڌرمانند ڪوسمبيءَ جوئي شايد ٻڌ چرتر آهي جو هڪ ڀارتيه ليکڪ مؤل پاليءَ ۾ "ترپٽڪ" ۽ ٻيا بنيادي گرنٿ پڙهي، من ولوڙي، انهن جي آڌار تي ڪتاب لکيو آهي. ايڏي وڏي پراچين مال مان به اهو حصو چونڊي ڪڍيائين جو عقل قبول ڪري. پراڻن جون ڪرامتون ۽ ناممڪن ڳالهيون ڇڏي ڏنائين. جيڪي ورتائين تنهن بابت هر هنڌ مؤل پرماڻ به ڏنائين. ساڳي طرح ٻڌ ۽ جين ساهتيه منجهان تنهن سمي بابت جيڪا سماجڪ، ڌارمڪ ۽ راڄنيتڪ ڄاڻ ملي سگهيس، تنهن جو لاڀ ورتائين ۽ ٻڌ ڀڳوان جي سمي جي حالتن تي روشني وڌائين.

ٻڌ ڀڳوان ۾ بيحد نشٺو هوندي به ڌرمانند جي ٻي مثل سچائي ۽ نرپيڪشتا سان جو ڪيس صحيح معلوم ٿيو سوئي لکيو اٿس ۽ جيئن ته عام جي ڀلي لاءِ لکيو هوس، انهيڪري نه رڳو هي پر ٻيا ڪتاب به سڌيءَ سرل ٻوليءَ ۾ لکيا اٿس.

پالي ڀاشا تي سندس اهڙو ضابطو هو ۽ اهڙو سولائي سان لکندو هو جيئن ڪو پنهنجيءَ مادر ڀاشا ۾ لکي. ٻڌ گرنٿن تي جيڪي پالي ٽيڪائون لکيون اٿس تن ۾ پنهنجي ودوتا ائين نه ڏيکاري اٿس جو سوليون ڳالهيون اوليون

پتا سمجهن ٿا ته ٻڍو سڄو ٿيڻ سان ئي جوان کي سڀ کان اُتم ڀڪشو ڌرم جي ديڪشا ڏيڻ سندن فرض آهي. پوءِ جي پٽ کي آزمودي مان معلوم ٿئي ته هي اوچو پد مون لاءِ نه آهي ته پاڻمرادو موٽي هيٺ لهي سگهي ٿو. ٻڌ ڌرم جو رواج آهي ته پرتگيا وٺڻ کانپوءِ ڪنهن کي موٽي گرهست آشرم ۾ گهڙڻ جي خواهش ٿئي ته گروءَ جي آگيا سان ائين ڪري سگهي ٿو. ڌرمانند به ائين ئي ڪيو.

پاڙهه ۾ موٽڻ کانپوءِ ٻڌ ڌرم جي ڄاڻ پاڙيواسين ۾ ڦهلائڻ لاءِ ڌرمانند جيءَ ڪلڪتي جي يونيورسٽيءَ جو عهدو ورتو. اُتي ڪجهه ڪم ڪرڻ کانپوءِ هو ٻڙودي جي مهاراجا شري سياجي راو گائڪواڙ سان وڃي مليو. هن سندس کاڌي پيتي ۽ رهڻ جو اهڙو بندوبست ڪيو جيئن هو اوني پنا پنهنجو ڪم ڪندو رهي. پوني ۾ اچڻ سان ڊاڪٽر ڀنڊارڪر جي مدد سان بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پالي ڀاشا جي اڀياس جو بندوبست ڪيائين.

انهن ڏينهن ۾ آمريڪا جي هارورڊ يونيورسٽيءَ جو ڊاڪٽر جيمس وڊس (*Dr. James Woods*) هندستان ۾ آيل هو. سندس خواهش هئي ته ڪنهن لائق ودوان جي مدد سان پاليءَ جا وسد مگ جهڙا پيا ڏکيا گرنٿ هارورڊ يونيورسٽيءَ ۾ سمپادن ڪيا وڃن. پروفيسر وڊس جي آگرهه سان ڌرمانند جي آمريڪا ويو. اُتي ڪن تڪليفن ڪري اهو ڪم ڇڏي، پنهنجي سؤمان

۾ رهي ڪري ڪجھ اڀياس ڪيائين. ھوني ۾ وچي اُتي تنھن وقت وڏي ودوان ڊاڪٽر ڀنڊارڪر سان مليو. پوءِ گواليار ۽ بنارس وچي سنسڪرت جو گھرو اڀياس ڪيائين. آخر، اڳين سنڪلپ موجب، ٻڌ ڌرم جي پوري ڄاڻ لاءِ ھو پھرين نيپال ويو، جو جو اھا ٻڌ ڀڳوان جي جنم ڀومي آھي. اُتان پوءِ ٻڌ گيا ويو. ٻڌ گيا ۾ خبر پيس تہ ٻڌ شاسترن يعني ترپٽڪن ۽ ٻين پستڪن جو اڀياس تہ لنڪا ۾ ئي سگھندو.

نوجوان ڌرمانند ٻنا ڪنھن مدد جي، ٽڪليفون سھندي لنڪا وچي پھتو. اُتي ٻڌ ڌرم جي ديکشا وٺي مھاستور سمنگلاچاريہ وٽ رھي پالي گرنٿن جو گھرو اڀياس ڪيائين. تنھن کانپوءِ برما (برھم ديس) وچي اُتي ڌيان مارگ جو اڀياس ڪري ڀارت ڏي موٽيو. ڌرم جگياسا ڪارڻ جا ھن ديس ديسانتر ۾ ھيڏي ساري جالرا ڪئي تنھن جو ورنن بہ عجيب ڪٿا آھي.

سناتن ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم ۾ ھڪ وڏو فرق ھي آھي تہ سناتن ڌرم ۾ برھمچريہ، گرھست، وانپرست ۽ سنياس جو سلسلو ھڪ ٻئي پٺيان رکيو ويو آھي. ھڪ آشرم مان ھڪ قدم اڳتي ٻئي آشرم ۾ وڃي ٿو. پنھنجي مولڪ جي موڪل نہ آھي. اھوئي سبب آھي جو گرو ڪنھنکي سنياس جي ديکشا، وس پڇندي، سولائي سان نہ ڏيندو آھي.

ٻڌ ڌرم جي نقط نظر ٻيو آھي، انھيءَ ڌرم ۾ ماتا

جڏهن روس کان موٽيو تڏهن ڀارت ۾ آزاديءَ جي لڙائي ڇڙي رهي هئي. ڌرمانند جيءَ تنهن ۾ پورو ڀاڱو ورتو. نمڪ ستياگرهه ۾ ڀاڱ شريڪ ٿي ٻين ڪي ٻه ڀيرا ڪيائين ۽ جيل جو ٻه سواد ورتائين. پوءِ وري چوٿون ڀيرو آمريڪا ويو. آمريڪا کان موٽندي هن بنارس ۾ ”هندي سنسڪرتي آهي اهنسا“ نالي ڪتاب لکيو. ڌرم تي ويچار ڪرڻ ۽ ڳالهيون ڪرڻ ڪانپوءِ ڀارت جي اتهاس ۽ سڀيتا بنسبت جن وائن تي پهتو تن جو سار انهيءَ پستڪ ۾ ٻي ڏ ٻاڻيءَ ۽ چٽائيءَ سان ڏنائين. سندس رايا ۽ ويچار بحث مباحثي جو سبب بڻيا، سو سڀاويڪ هو.

تنهن ڪانپوءِ بمبئي وٽي مزدورن وچ ۾ هڪ آشرم کولي ويٺو. سندس اهو ”ٻهوڄن“ لاءِ وهار هن وقت ڪئين پرديسي ٻڌ ڌرم جي ساڌن لاءِ هڪ اجهو آهي.

بمبئي جو ڪم ڇڏي ڌرمانند جي سارناٿ (بنارس ڀرسان) ۾ وڃي رهيو ۽ اُتي جگديش ڪاشيپ ۽ ٻين اهڙن چوٽيءَ پالي ودوانن کي مدد ڏيندو رهيو.

جيئن ڌرم جي ٽيويهين تيرٿنڪر پارسناٿ جي ”چاتر يام ڌرم“ جو سندس من تي گهرو اثر پيو هو. تنهن ۾ هو آڌياتمڪ سماج واد ڏسي سگهيو. پارسناٿ جي چاتريام ڌرم تي انهي نقط نظر کان هڪ ننڍو ڪتاب ٻه لکيو، جو سندس ديهانت کان پوءِ ڌرمانند سمارڪ ٽرسٽ پرڪاشت ڪيو.

پارسناٿ جي ڌرم اُپديش جو سندس من تي اهڙو

خاطر پنهنجي ديس موٽي آيو. ڀارت ۾ اچي فرگوسن ڪاليج ۾ ڀاليءَ پاڙهڻ جو ڪم شروع ڪيائين ۽ عمدن وديارٿين کي ڀاليءَ ساهتيہ ۾ هوشيار ڪيائين. ڇهن سالن کانپوءِ وري آمريڪا ويو ۽ وهي ”وسنڌ مگ“ جو ڪم پورو ڪيائين.

ڀارت ۾ ڪلڪتي، ٻڙودي، احمدآباد، پونا، بنارس وغيره ۾ رهي ڪري ڪئين شاگردن کي تيار ڪيائين، جي اڄ ڀاليءَ ساهتيہ ۾ ماهر ليکيا وڃن ٿا. مهاتما گانڌي جي گجرات وديا پيٺ جي سنڌ تي هن وهي ڪيترا گرنٿ لکيا ۽ پنڊت سڪلال جي، مني جن وجيہ جي، شري بيچرداس جي ۽ رسڪلال پريک جهڙن جين ودوانن سان ملي ڪري، جين ۽ ٻڌ ساهتيہ جو وڌائتو اڀياس ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. سنه ١٩٢٩ ۾ ڀاليءَ جي روسي پنڊت پروفيسر شير بيٽسڪي جي ليندي تي هو روس مان به چڪر ڏيئي آيو.

جڏهن ڌرمانند جي آمريڪا ۾ هو تڏهن پنجاب جي انقلابي نيتا لالا هرديال سان سندس ڪافي واقفيت ٿي ۽ سندس ويچار سماجواد ڏي ويا. روس ۾ سماجواد جو تجربو اکين ڏسي سگهيو ۽ پنهنجي تميز سان سماجواد جا گڻ اوگڻ ٿهاسيائين.

جنهن ٻڌ جو बहुजन हिताय बहुजन सुखाय ارٿات گهڻن جو ڀلو گهڻن جو سک مکيہ منتر هو، تنهن ڀڳوان جي ڀڳت لاءِ سوراج هل چل کان پري رهڻ ناممڪن هو. سنه ١٩٣٠ ۾

قدر ڏنا ڪري ٿو. ڪو ٿسمبي اهڙي گونگي ڪم ڪندڙ مان هڪ هو."

ڏرمانند جي يادگيري لاءِ گانڌيءَ هڪ يوجنا بنائڻ لاءِ آڳيا ڪئي ۽ ٻڌ ڌرم ۽ ساهتيہ جو شرڌا سان اڀياس ڪرڻ لاءِ ڪن وديارٿين کي لنڪا ۾ موڪلڻ جو بندوبست ڪيائين. ڌرمانند جي سيني پستڪن جو پرڪاش نيڪ ٿئي تنهن جو بہ بندوبست ڪيائين.

سناتن ڌرم هجي، جين ڌرم هجي يا ٻڌ ڌرم هجي، ڪوبہ ڌرم ڌرمانند کي ڪو وڏو ڪ پسند نہ هو. دوستن جو چوڻ آهي تہ جنم کان براهمڻ ڌرم ۾ پلجڻ ڪري تنهن ڌرم جي رسمن رواجن ڏانهن ۽ براهمڻ جي سماجڪ وچارن ڏانهن سندس من ۾ ڪجھ ڪڙشي پيدا ٿي هئي. سو ڪيئن بہ هجي ٻر هن پنهنجن پستڪن ذريعي اُپديش ڏيڻ ذريعي ۽ خاص ڪري پنهنجن شش جي ٽوليءَ ذريعي ٻڌ ڀڳوان جي جيون، شخصيت ۽ اُپديش بابت سچيون حقيقتون ڦهلائڻ لاءِ وڏي سارو ڪوششون ڪيون. ٻڌ ڀڳوان جو اُپديش اڄڪلهہ جي سماج واد ذريعي ڪيئن ڪامياب ڪري سگهجي، سو ٻڌايائين.

مهاتما گانڌي بابت بيحد آدر هوندي، شرڌا هوندي، جڏهن ڪڏهن سندس ڪا ڳالهہ سمجھ ۾ نہ ايندي هيس تہ ٽيڪا ڪرڻ ۾ بہ نہ گسندو هو.

ڌرمانند هن ڳکي وچار تي پهتو هو تہ پارسناٿ چاتريام ڌرم منجهان ئي ٻڌ ۽ جين ڌرم نڪتا هوا،

گھرو اڙ پيو، جو مهڻ لڳو ته، ”هي سڀ کيڻ تي نيت ڪري پوي ٿيسين منش موت لاءِ ترسي وهي، سو منش ڪي سوڀيا نتو ڏئي. جيسين هي سڀ ڪم ڏئي ٿيسين ڪيس سنڀالڻ گهرجي. پر جڏهن سڀ ڪان ڪا خاص خدمت نه پڇي تڏهن منش کي گهرجي ته کاڌو پيتو بند ڪري هن سڀ جي چولي کي ڦٽو ڪري راهي ٿئي.“

بارسات جي اها جيون درشٽي ڏرمانند کي ايتري قدر پسند هئي جو سڀ ويني ويني لياڳ ڪرڻ لاءِ هو ليار ٿيو. جڏهن گانڌيءَ جيءَ کي پتو پيو تڏهن ڏرمانند کي ائين ڪرڻ کان منع ڪيائين. ڏرمانند اها مهاتما جي آگيا مڃي اُپواس ڇڏي ڏنو. پر جيئڻ جي اڇا هن اهڙي طرح من مان هٽائي ڇڏي هئي جو وري اهڙي اڇا ٻاڻ پر پيدا نه ڪري سگهيو. ٿورا ڏينهن بنارس پر رهيو، پوءِ بمبئي پر آخر شيوا گرام پر رهڻ پسند ڪيائين. اتي ٥-جون ١٩٤٤ع سند سندس ديهه کيڻ تي هلي ويئي.

سندس ديهه تياڳڻ جو سماچار ٻڌندي مهاتما گانڌي دهلي جي پرارٿنا سڀا پر چيو ته، ”اسين ماڻهو اهڙا ٿي ويا آهيون جو جيڪي ڪجهه ڪريون ٿا تنهن لاءِ ڍنڍورو ڏيون ٿا ۽ راجنيتي پر جو شينهن ڇلانگ ماري تو تنهن کي ڪٽي آسمان تي چاڙهيون ٿا، پر گونگن شيوڪن جو

ڪتاب شانتي ديو آچاريه لکيو هو، تنهن ۾ سنڌ جي سگهنڌ ايتري قدر پڻ پورهتي، جو ڏرمانند مٿس موهت هو.

سنڌس نرپيتا جو هڪ مثال ياد ڪرڻ جهڙو آهي. هڪ پيري پڙودي ۾ سمراج اشوڪ جي سنبڌ ۾ ڏرمانند پاشڻ ڪرڻ وارو هو پر سڀا جو سڀاپتي پڙودي جو مهاراج پاڻ سڀا جي راو هو. پاشڻ ڏيڻ کان اڳ ڏرمانند کي خبر پيئي ته راڄ جي ڪنهن پاسي کان طلب ٿي هئي ته مهاراج تنهن پاسي شراب جا دڪان بند ڪرائي. تنهن طلب جي جواب ۾ مهاراجا چيو ته انهن دڪانن مان جو محصول سرڪار کي حاصل ٿئي ٿو سو ٻي طرح حاصل ٿي سگهندو ته دڪان بند ڪيا ويندا.

ڏرمانند جي پنهنجي پاشڻ ۾ چئي ڏنو ته، ”راجا اشوڪ پنهنجي راڄ ۾ شراب نوشي بند ڪري ڇڏي هئي. هن ائين نه چيو ته شراب نوشي مان جا پيدائش ٿئي ٿي سا ٻي طرح ملندي ته پوءِ آءٌ شراب بند ڪندس.“ مهاراج پاشڻ جي آخر ۾ فقط ايترو چئي هليو ويو ته ”ڏرمانند ته اڄ اسانکي چڱو سبق سيکاريو آهي.“

سڀيئي سمجهي ويٺا ته اڄ مهاراجا جو مزاج بگڙي ويو هوندو ۽ جا سهاپتا ڏرمانند کي ڏيندو اچي ٿو سا بند ٿي ويندي. پر ٻئي ڏينهن ڦرمان نڪتو ته مڙيئي شراب جا دڪان بند ڪيا وڃن.

سنڌس اهو ئي ويچار هو ته ٻڌ ۽ جين ويچار مالها جي
بنياد ۾ جاتڪو گيان جي جيون درشٽي آهي سا سنسڪار
ڪرڻ سان ئي سماج واد ۽ سامي واد ڪامياب ٿي سگهن
ٿا ۽ منش جاتيءَ جي ڪلياڻ ڪرڻ جي ساڌنا اڄ جي
منش جاتي جي هٿ ۾ اچي سگهندي. اهو ئي سبب
هو جو مهاتما جيءَ جي ويچارن جو ڌرمانند جي دل تي
ڏاڍو اثر ٿيو ۽ اهڙي شرڌا اُنهن ۾ ٿي هيس ته پنهنجو
جيون گانڌيءَ جي ڪارج ۾ ارپڻ ڪرڻ سان ئي جيون
سڦل ٿيندو.

سنڌس جنم گوئا ۾ ٿيو هو، انهي ڪري ٻوان ڏينهن
۾ چوندو هو ته "جي منهنجو سرير اڄ ٺيڪ هجي ته گوئا
جي آزادي جي لڙائي ۾ ضرور ڪوئه ڪو حصو وٺان."
سرير ڪيڻ ٿيندي به جڏهن هن مهاتما کي نوئاکاليءَ
(بنگال) ۾ ڪم ڪندو ڏٺو ته هن ڏاڍي ڏک ۾ چيائين
ته "آءٌ به جيڪر هن طرح گوئا ۾ وڃي ڪري پنهنجي
جنم ڀومي آزاد ڪرڻ جي لڙائيءَ ۾ ٻوان ٿيا ڪريان."
ڌرمانند جي ٻڌ ڀڳتيءَ جو سڀ کان وڏو سنڌس پنڊتائي
۾ ته هو، پر سندس سهيل ۽ سڌي چرتر ۾ هو. هو سڀني
ٻوڪارن جي ڪلن ۽ اُتين حالتن ۾ رهيو ۽ گهميو، پر
پوءِ به خالص ۽ نشچپ ۽ نرمل رهيو. سڀوڳ لاءِ من ۾
اُنترو بر هوس جو شانتي ديو آچاري جو (बोधिचर्यावतार)
'ٻڌ چريا اوتار' سنڌو پستڪ هن مرهاٽي ۽ گجراتيءَ ۾
اُلوٿ ڪيو. پنهنجي من کي ٺاهيڪو ڪرڻ لاءِ جو

(نندي و پاٺ) ۾ تيار ڪيائين. مهايان پنٿ جي سنتن ۾ شانتي ديو آچاريه جو اونچو استان آهي. سندس گرنٿ ۾ "بوڌ چرياوتار" (बोधिचर्यावतार) سڀني کان سريشٽ سمجهيو وڃي ٿو. انهي گرنٿ جو بہ ڌرمانند جي انواد ڪري ورتو.

ٻڌ ڌرم جون ساڌنائون سمجهائڻ لاءِ "وسدي مگ" نهايت اعليٰ درجي جو گرنٿ ليکيو وڃي ٿو. انهي گرنٿ بابت ڪوچنا ڪرڻ لاءِ ڌرمانند جيءَ کي آميريڪا ۾ چار پيرا سڏايو ويو. انهي گرنٿ تي هن پالي ڀاشا ۾ "ديپڪا" ٽيڪا لکي آهي ۽ ڪتاب جو ترجمو مرهاٺي ۽ گجراتيءَ ۾ "سماڌي مارگ" نالي ڪتاب ۾ ڏنو آهي.

ٻڌ ڌرم جي ساهتيہ ۾ "جاتڪ" ڪٿائون نهايت وڻندڙ ٿينديون آهن. انهن جاتڪن ۾ ٻڌ جي اڳين جنمن جون ڳالهيون اچن ٿيون. انهن جو سنگره ڪري گجراتيءَ ۾ انواد ڪڏهن کان وٺي ٿي چڪو آهي.

ٻڌ جي گهر تياڳڻ بابت جيڪا ڪرتا روپي ڪهاڻي ماڻهن ۾ چالو آهي، تہ بيماري، پيدائش ۽ موت جي درسن ڪري ٽمرس وچون راجپتر سڏارٿ لکي ڇپي گهر ڇڏي ڀڄي نڪتو، سا ڪهاڻي تہ ڪلپنا ڪيل آهي. ٻڌ ڀڳوان گهر جو ڇڏيو، تنهن بابت سندس سوڪيم وچار ۽ پوريون ثابتيون ماڻهن اڳيان پيش ڪرڻ لاءِ ڌرمانندجيءَ هڪ نندڙو ناٽڪ بہ لکيو جو "بوڌ ستو ناٽڪ" نالي مرهاٺي ۾ پرڪاشت آهي. "آيڊم" گرنٿ تي بہ هن

# ڪوسمبي جيءَ جو ساهتيہ

ٻڌ ڌرم وارا پنهنجي ديکشا جي شروعات ۾ ٽن سرڻن جو اُچار زور سان ڪندا آهن. سا اوت وليءِ ڌرمانند سڀ کان اڳ ٻڌ، ڌرم ۽ سنگهه اُنهن ٽنهي بابت ڪي وياکياڻون ڏنيون ۽ اُنهن بابت هڪڙو ننڍڙو ڪتاب ٻڌ رو ڪيائين. ٽنهن کان پوءِ پالي پرمپرا موجب ٻڌ ڀڳوان جي اڳين جنمن جون ڪي ڪٿائون، گوتم ٻڌ جي وستار سان جيوني، ۽ سندس ڌرم اُپديش جو تاتپرج، ليکي هڪ هنڌ گڏي "ٻڌ ليلا سار سنگرهه" نالي نهايت وڏڙو ۽ سٺي سمجهاڻيءَ وارو ڪتاب لکيائين. اهو ڪتاب گهر گهر ۾ پهچي وڃڻ ڪري ماڻهن کي ٻڌ ڌرم بابت اُتساهه سان ڪافي ڄاڻ ملي.

پنهنجن هزارها ڀڪشن جي سنگتن لاءِ ۽ سنڌن جيون کي ساڌناڻ سان پورو بڻائڻ لاءِ ٻڌ ڀڳوان جيڪي نيم ٺاهيا هوا، سي "ونيہ پٽڪ" ۾ اچن ٿا. ان نيمن جو تاتپرج مون ڌرمانند کان طلبيو. ٽنهن طلب پوري ڪرڻ لاءِ هن "ٻوڌ سنگها چا پرچيہ" نالي ڪتاب تيار ڪري ورتو.

پالي ساهتيہ ۾ ٻڌ ڀڳوان جو اُپديش "ڌمپد" ۽ "ست ناپت" اُنهن ٻن گرنٿن ۾ سندر نموني ڏنل آهي. انهي ڪري انهن ٻنهي جو ترجمو ڌرمانند ڪيو ۽ نت پاٺ ڪرڻ لاءِ مرهاٽي ترجمي ساڻ هڪ پالي "لگهه پاٺ"

# پيڙهڪا

پالي ڇيل وچن (वाङ्मय)* ۾ ترپٽڪ (ٽي ٽوڪريون) نالي شاسترن جو مشهور سنگرهه آهي، تنهن جا ٽي حصا آهن - سُت پٽڪ، ونيه پٽڪ ۽ اڀڌم پٽڪ. سُت پٽڪ ۾ گوتم ٻڌ ۽ سندس مکيه ششين جي اپديش جو سنگرهه آهي. ونيه پٽڪ ۾ ڀڪشن جي وهنوار بابت جيڪي نيم ٻڌ بنايا، جو بنايا، وقت بوقت ڦيرايا ۽ سندن سمجهاڻيون ڏنل آهن. اڀڌم پٽڪ ۾ سُت آڌار آهن. انهن ۾ ٻڌ جي اپديشن ۾ جيڪي وچار آيا تن جي صحيح ڇنڊڇاڻ ڪيل آهي.

سُت پٽڪ جا پنج وڏا ڀاڱا آهن - ديگهه نڪايه، مجهم نڪايه، سنيُت نڪايه، انگُتر نڪايه ۽ کُدڪ نڪايه. ديگهه نڪايه ۾ ڊگهن سُتن جو سنگرهه ڪيل آهي. ديگهه معنيٰ ڊگهو، وڏو سُت. انهيءَ ڪري انهيءَ نڪايه کي ديگهه نڪايه سڏيو ويو آهي.

مجهم نڪايه ۾ وچولي درجي جا سُت سنگرهه ڪيا ويا آهن، جنهن ڪري مجهم (مڌيم) نڪايه ڪري سڏيو

---

*واڱ ميه آرٿات وچن واري ڪسُت ڪيل وچن جي لاءِ لکيا ويا - پالي ساهتيه

”نوُنيت“ ليکا لکي آهي ۽ تنهن بابت گجراتيءَ ۾ لکايو اٿس.

گجرات ودياپيٺ ۾ رهي ڪري جنهن نموني هن اپياس ڪيو تنهن نموني جين ڌرم ۽ ساهتيه جو ب اپياس ڪيائين. امريڪا ۾ رهي ڪري لالا هرديال جي صحبت ۾ هن سماج واد جو به اپياس ڪري ورتو هو. انهي سڀني اپياس جو ڦل ميوو سندس ٻن پستڪن مان ملي ٿو. (۱) هندي سنسڪرتي آئي اهنسا (۲) پارسنات ڪا چاتر يام ڌرم.

چرتر ناٽڪ بابت هن ”نويدن“ ۽ ”ڳلاسا“ ٻه ٻيا ڪتاب لکيا. ”نويدن“ مرهٺي ۽ گجراتي ٻولين ۾ پرڪاشت آهي. ”ڳلاسا“ اڃا ڇپيو آهي.

## ڪاڪا صاحب ڪاليلڪر

وڀنگ (विभंग)، ڌاتو ڪٿا (धातुकथा)، پُگل پڃتي (पुग्गलपञ्ञति)، ڪٿاوٿو (कथावत्थु)، يمڪ (यमक) ۽ پٿان (पट्ठान).

ٻڌ گهوش (बुद्धघोष) ٽيڪا ڪار جي سمڪال ۾ يعني عيسوي چوٿين صديءَ ڌاري هن سيني گرنٿن جي ڀاڱن ۽ حصن کي 'پالي' (पालि) ڪري سڏيندا هوا. ٻڌگهوش جي لکيل ڪتابن ۾ ترپٽڪ جي وچنن بابت هي شبد ڪم آندا ويا آهن: (अयमेन्थ पालि) يعني اِهي همت پالي آهن؛ يا هي ڪم شبد آيل آهن- (पालियं वुत्तं) يعني پاليءَ ۾ چيل آهي. جنهن طرح پاڻني* (पाणिनि) 'ڇندسي' (छन्दसि) شبد سان ويدن ڏي ۽ 'ڀاشايام' (भाषायाम्) شبد سان پنهنجي سمي جي سنسڪرت ڀاشا ڏي اشارو ڪندو هو، ساڳيءَ طرح ٻڌگهوش پاليم (पालियं) شبد سان 'ترپٽڪ' ڏي ۽ 'اٽڪٿام' (अट्ठकथायं) شبد سان تنهن وقت سنهالي (سيلوني) ڀاشا ۾ پراچين اٽڪٿائن ڏي اشارو ڪري ٿو.

اٽڪٿا (अट्ठकथा) جي معنيٰ ارٿ سان ڪٿا. سنهل ڏيپ (سيلون) ۾ اهو نمونو جاري هو جو ڀاڻين "ترپٽڪ" جي وچنن جو ارٿ ۽ ٻوڌ جي ضرورت سمجهي هئي اُتي ڪا ڪٿا به ڏني ويندي هئي. وقت گذرندي اهي اٽڪٿائون لکيون ويون. پر ڪيترائون وري چوڻ ڪري ڦري ويون ۽ انهيڪري سنهل ڏيپ کان ٻاهر

*وياڪرڻ جو ٻڌ رچيندڙ، جو عيسيٰ کان اڳ ستين صديءَ ۾ رهندو هو.

ويو آهي. سُتنِ نڪاءِ جي پنجن ڀاڱن ۾ گاٿائن (پدن) سان مليل ستَ ڏنل آهن ۽ ٻيا ڀاڱن ۾ جدا جدا مضمون سان واسطو رکندڙ سُتَ ڏنل آهن. انهيءَ ڪري سُتنِ نڪاءِ اُرٿاءِ گڏيل سڏيل سُت سڏبو ويو آهي. انگُتر جو اُرٿ آهي اهو ڀاڱو جنهن ۾ هڪ هڪ اَنگ جو وڪاس ڪيو ويو آهي ۽ هڪ اَنگي مضمون کان وٺندي ٻارهان اَنگا مضمون آهن ۽ اهڙا مڙئي ٻارهان حصا آهن. ايڪڪ (پهرين) ۾ هڪ ئي ڳالهه تي ٻڌ جو سُت ڏنل آهن: ٻُڪ ۽ ٽِڪ حصي ۾ ان ۽ ٽن ڳالهين تي جيڪي ٻڌ جو سُت ڏنل آهن. ڪُدڪ نڪاءِ جو اُرٿ آهي ڇوٽن ننڍن فصلن جو سنگرهه. منجهس هيٺيان پندرهان فصل اچن ٿا.

ڪدڪ پاٺ (खुद्दक पाठ)، ڌمپد (धम्मपद)، اُدان (उदान)، اِتيوتڪ (इतिवुत्तक)، ستنپات (सुत्तनिपात)، وِمان وَٿو (विमानवत्थु) پيت وَٿو (पेत वत्थु)، ٿير گاٿا (थेर गाथा)، ٿيري گاٿا (थेरी गाथा)، جاتڪ (जातक)، نديس (निद्देस)، پٽسنڀدا مگ (पटिसंभिदा मग्ग) اَپدان (अपादान)، ٻڌ وَنس (बुद्धवंस) ۽ چريا پٽڪ (चरिया पिटक). هي سڀ سُت پٽڪ ۾ سمايل آهن.

ونيه پٽڪ جا پنج ڀاڱا آهن- پاراجڪا (पाराजिका)، پاچتيادي (पाचितियादि)، مهاوَگ (महावग्ग)، چُل وَگ (चुल्लवग्ग)، ۽ پرِوار پاٺ (परिवारपाठ).

ٽئين ٽوڪريءَ جو نالو آهي اَڀڌم (अभिधम्म) پٽڪ. انهيءَ پٽڪ ۾ ستَ فصل آهن- ڌم سنگڻي (धम्म संगणि)،

جو سنگرهه ڪيو ويو ۽ پوءِ آنند* (*Rules of discipline*)
کان سوال پڇي ڪري "ست پٽڪ" ۽ "آڀڌرم پٽڪ"
جو سنگرهه ڪيو ويو. ڪن ماڻهن موجب ڪڏنڪاءِ جو
ڀاڱو آڀڌرم پٽڪ ۾ سمايو ويو هو، پر ٻين جو چوڻ آهي
ته اهو ست پٽڪ ۾ ئي سمائڻ گهرجي.

مٿي جيڪي مختصر طور چيو اٿر سو سمنگل ولاسني (सुमंगलाविलासिनी) گرنٿ جي ندان ڪٿا ۾ ڏنل آهي. اهڙا ساڳي ڳالهه سمنتپاساڊڪا (समंतपासादिका) نالي ونيه اٽڪٿا جي ندان ڪٿا گرنٿ ۾ به ڏنل آهي. پر هن ڳالهه جو ثبوت ترپٽڪ گرنٿن ۾ ڪٿي به آثار نٿو ملي. ٻڌ ڀڳوان جي پرنرواڻ کان ٿورو پوءِ راجگرهه ۾ ڀڪشوسنگهه جي پهرين پرشد گڏ ٿي هوندي، پر ائين نٿو لڳي ته انهي پرشد ۾ هاڻوڪن پٽڪن جا ڀاڱا يا نالا فيصل ڪيا ويا هوندا. راجا اشوڪ جي زماني تائين ٻڌ جي اپديش جا ٻه ڀاڱا "ڌرم" ۽ "ونيه" نالي پرسڌ هوا. تن مان "ڌرم" جا نوَ انگ سمجهيا ويندا هوا. هن ريت هوا:- ست (सुत्त)، گييه (गेय)، ويياڪرڻ (वेय्याकरण) گاٿا (गाथा)، اُدان (उदान)، اِتيوُتڪ (इतिवुत्तक)، جاتڪ (जातक)، اَبهت ڌرم (अब्भुतधम्म) ۽ ويدل (वेदल्ल). هنن انگن جو ورنن مجهم نڪاءِ جي الگدوپم (अलगद्दूपम) ست ۾ ۽ انگوتر نڪاءِ ۾ ستن هنڌ ڪيل آهي.

'ست' شبد پالي شبد آهي. ممڪن آهي ته سنسڪرت

* ٻڌ جو پيارو شش.

ماڻهن لاءِ خاص ڪارائتيون ثابت نه ٿيون. تنهنڪري
ٻڌ گهوش آچاريه منجهائن ڪي اُنڪتائن جو مختصر انواد
ترپٽڪن جي ڀاشا ۾ ڪيو. اهو انواد اهڙو سندر هو
جو انهي جو مان ٻه ترپٽڪ گرنٿن جهڙو ٿي ويو.
انهيڪري انهن انڪتائن کي به ”پالي“ (पालि वियतममाहु)
چوڻ ۾ آيو. سچ پچ ته ”پالي“ شبد ڪنهن ڀاشا جو نالو
ڪونهي. انهيءَ ڀاشا جو مول نالو ته ”ماگڌي“ آهي.
پر انهيءَ ريت هن ڀاشا کي اهو نئون نالو ملي ويو.

ٻڌ گهوش آچاريه جو چوڻ آهي ته ”ترپٽڪ“ جا
متي ڏنل ڀاڱا، راجگرهه جي پهرئين پريشد مقرر ڪيا.
ڀڳوان ٻڌ جي پرنرواڻ (ديهانت) ڪانپوءِ يڪشو شوڪ ۾ بلڪل
وياڪل ٿي ويا، تڏهن سُڀدر (सुभद्र) نالي هڪ يڪشوءَ
چيو ته ”چڱو ٿيو جو اسانجي نيتا جو پرنرواڻ ٿيو. هو
ته چوندو رهندو هو ته هي ڪريو ۽ هو نه ڪريو ۽ ائين
اسانکي ٻنڌڻن ۾ ٻڌل رکندو هو. هاڻي ته جنهنکي جيئن
وڻي تيئن ڪري.“ سو ٻڌي ڪري مهاڪاشيپ* وچار
ڪيو ته جي ڌرم ونيه جو سنگرهه نه ڪيو ويندو ته سڀدر
جهڙن يڪشن کي آچار وچار جي ڇوٽ ڇرواڳي ملي
ويندي. سو هڪدم يڪشو سنگهه جي پريشد سڏائي ڌرم
۽ ونيه جو سنگرهه ڪرڻ گهرجي. سو انهي ٿي ڇوماسي
اندر مهاڪاشيپ پنج سؤ يڪشن کي راجگرهه ۾ سڏايو.
انهي پريشد ۾ پهرئين اُپاليءَ§ کان پڇي ڪري ”ونيه“

---

* ٻڌ جو وڏوان شش
§ ٻڌ جو جهوني ۾ جهونو شش.

آرٿ ٿوڙي ۾ ٻا وستار سان ڏيڻ سوٽي ويا ڪرڻ آهي.*

ٻڌگهوش آچاريه جو چوڻ آهي ته ”گاٿا“ ڀاڱي ۾ ”ڏمپد“، ٽيو گاٿا ۽ ٽيري گاٿا، اهي ٽيئي گرنٿ سمايل آهن. ۾ ائين لڳي ٿو ته ٿيو ۽ ٿيري گاٿائن جو سنگرهه ٻڌ جي پرنرواڻ کان ٽي يا چار صديون پوءِ ٿيو هوءِ ۽ ”ڏمپد“ ته بلڪل نئيو گرنٿ آهي. انهيءَ ڪري ائين چوڻ ڏکيو آهي ته گاٿا ڀاڱي ۾ فقط اهو هڪ گرنٿ هو يا ٻيون ڪي گاٿائون به اهي ويون ٿي.

مٿي ڏنل ”ڪُدڪ نڪايه“ جي ياداشت ۾ ”اُدان“ به آيل آهي. ٻڌگهوش آچاريه جو چوڻ آهي ته اُنهن ۾ اهڙي پرڪار جي ست پتڪن يا ٻين هنڌ ڏنل وچنن کي اُدان ڪري سڏيندا هوا.

۾ اهو چوڻ ناممڪن آهي ته منجهائن ڪيترا اُدان اشوڪ جي سمي ۾ هوا. انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته پوءِ منجهن ٻيا به گڏيا ويا.

”اٿي وُتڪ (इतिवुतक) فصل ۾ ۱۱۲ اٿي وُتڪن جو سنگرهه آهي. منجهائن ڪي اشوڪ جي سمي ۾ يا ڪانئس پوءِ هڪ اَڌ صديءَ ۾ هوا. پوءِ ته انهن جو تعداد به وڌندو ويو.

جاتڪ نالي ڪتائون پرسڌ آهن. انهن مان ڪن ڪتائن جون صورتون سانچي ۽ ڀرهوت جي استوپن جي آس پاس ڪوٽي ڪيون ويون آهن. انهيءَ مان اَنومان

---

* سنسڪرت جي ويا ڪرڻ سان هن شبد جو ڪوبه واسطو ڪونهي.

جي سوُڪت (सुक्त) يا سوٽر (सूत्र) شبد مان نڪتو آهي. ڪيترن جو چوڻ آهي ته جيئن ويدن ۾ 'سوُڪت' آهن ساڳيءَ طرح هي پاليءَ جا 'سوڪت' آهن. پر مهايان پنٿ جي گرنٿن ۾ انهن کي 'سوٽر' چيو ويو آهي، ۽ اهوئي آرٿ ٺيڪ هوندو. اڄڪلهه 'سوٽر' شبد جو اهوئي آرٿ ڪيو وڃي ٿو جو پاڻني (पाणिनि) جي ۽ ٻين اهڙن سوٽرن جو ڪيو وڃي ٿو. پر ”آشولاين گُهيه سوٽر“(आश्वलायन गृह्यसूत्र) وغيره سوٽر انهن اختصاري سوٽرن کان وڌيڪ وستار سان آهن ۽ انهيءَ ارٿ ۾ پالي ڀاشا جا سوٽر اوائل ۾ رچيا ويا هوندا. هن هنڌ انهي ڳالهه ۾ وڃڻ جي ضرورت ڪانهي ته انهن سوٽرن وانگر آشولاين وغيره ماڻهن پنهنجا سوٽر رچيا يا ٻڌ ڌرم وارن سندن سوٽرن وانگر پنهنجا سوٽر رچيا. پر ايتري ڳالهه پڌري آهي ته اشوڪ جي وقت کان اڳ ٻڌ جي اُپديشڪاري وچنن کي 'ست' ڪري چوندا هوا ۽ اهي بلڪل وڏا نه هوا.

'آنگ' ست جي انگتا ۾ چيو ويو آهي ته ڳاٿا (گيٿن) جي گڏيل سوٽرن کي گييه (गेय्य) چوندا هوا ۽ مثال طور 'سنيت نڪاءِ' جو پهريون ڀاڱو ڏنو ويو آهي. سڀني ڳاٿائن جو سنگرهه گييه (गेय्य) ۾ ٿئي ٿو، انهيڪري اٿين چوڻ ڏکيو آهي ته 'ڳاٿا' نالي ڌار ڀاڱو ڇو ڪيو ويو. ٿي سگهي ٿو ته گييه (गेय्य) اندر ڪن خاص پرڪارن جي ڳاٿائن جو سمائڻ ٺيڪ سمجهيو ويو. ويياڪرڻ (वेय्याकरण) جو آرٿ آهي ويا کيا سمجهائڻ. ڪو سوٽر ولي ڪري انجو

ڪان ٻڌي، تو ۽ سوالن جا نيڪ جواب ڏني تو. ٻڌي سنڌ ۾ ڌمدنا (धम्मदिन्ना) ڀڪشڻي ۽ سنڌس اڳين (گرهست) آشرم ۾ پتي وشاک (विशाख) جو پاڻ ۾ ساڳيءَ طرح سنواد (سوال جواب) آهي. اهي ٻئي سنت ٻڌ جا چيل نه آهن پر انهن ٻنهي سنوادن کي 'ويدل' ڪري چوندا هوا. لڳي ٿو ته شرمڻن، براهمڻن ۽ ٻين ساڌ ٻڌ ڀڳوان جا جيڪي سنواد ٿيا هوا تن جو هڪ جدا سنگره ڪيو ويو هو ۽ تنهن کي 'ويدل' ڪري سڏيندا هوا.

مهاسڃتا سنت (महासुञ्ञतासुत्त) مان معلوم ٿئي ٿو ته 'ڏ ڪ' ۾' جا اهي نو ڀاڱا. تنهن کان اڳ فقط ۾ ڀاڱا. سنت ۽ گيه (गेय्य) هوا، جن ۾ سڀ ڪجهه سمائجي ويو ٿي.

ٻڌ ڀڳوان آنند کي چوي ٿو ته:

"न खो आनन्द अरहति सावको सत्थारं अनुबन्धितुं यदिदं सुत्तं गेय्यं वेय्याकरणस्स हेतु । तं किस्स हेतु । दीघरत्तं हि वो आनन्द धम्मा सुता धाता वचसा परिचिता । ... ।"

اُرٿات - "هي آنند، سنت ۽ گيه جي چڱي سمجهاڻيءَ لاءِ شراوڪ جو گروءَ سان گهمڻ نيڪ نه آهي، ڇو جو تو اهي ڳالهيون ٻڌ يون آهن ۽ انهن مان تون پورو واقف آهين."

مطلب ته سنت ۽ گيه ۾ ئي ٻڌ جو اپديش ۽ سندن سمجهاڻي شراوڪن کي ڏني ويندي هئي. وقت گذرندي ڇهه وڌيڪ ڀاڱا ڪيا ويا ۽ انهن مان ڪي ڀاڱا جوڙي ڪيترا سنت رچيا ويا، جي هن وقت آهن. انهيءَ ڪري

ڪڏهن سگهجي ٿو تہ اشوڪ جي سمي ۾ جاتڪن جون ڪيتريون ڪٿائون ٻڌن جي ساهتيہ ۾ اچي چڪيون هيون.

اَبُهت ڌرم جو اَرٿ آهي اَدڀت چمتڪار يا ڪرامتون. لڳي ٿو تہ تنهن وقت کان اهڙو گرنٿ مڙهيل هو، جنهن ۾ ٻڌ ڀڳوان ۽ سندس مکيہ شراوڪن جون ڪرامتون ڏنل هيون. پر اڄ انهي؛ اَدڀت ڌرم جو ڪو نالو نيشان نہ رهيو آهي. ممڪن آهي تہ انهي؛ اَدڀت ڌرم وارو ڀاڱو ست پٽڪ اندر ملي جهلي ويو آهي. ٻڌگهوش آچاريہ لاءِ بہ انهي؛ اَدڀت ڌرم بابت ڪجهہ چوڻ ڏکيو ٿي ايو هو. هو لکي ٿو تہ:

चत्तारो मे भिक्खवे अच्छरिया अब्भुता धम्मा आनन्दे ति आदिनयपवत्ता सब्बे पि अच्छरियब्भुत धम्म पटिसंयुत्ता सुत्तन्ता अब्भुत धम्मं ति वेदितब्बा ॥

آنند، "هي ڀڪشوئو، هي چار آشچريہ (عجب) اَدڀت ڌرم آنند ۾ واسو ڪن ٿا - سياوڪ طور اَدڀت ڌرم سان آرنڀ ڪيل آشچريہ، اَدڀت ڌرم سان ڳنڍيل سڀ سُتا، سي 'اَبُهت ڌرم' سمجها وڃن. پر انهن اَدڀت ڌرمن سان موُل جي ڪنهن اَبُهت ڌرم گرنٿ جو ڪوبہ واسطو نظر نٿو اچي.

مهاويدل (महावेदल्ल) ۽ چول ويدل (चूलवेदल्ल) نالي بہ سوڙ مجهم نڪايہ ۾ آهن جن مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ ويدل ۾ ڪهڙو ذڪر ڪيل هوندو. انهن مان پهرين سُت ۾ مهاڪوٺت (महाकोट्ठित) ساريوٽ (सारीपुत्त)

(विनयसमुकसे) ونيہ سمڪسي سٽ جو ونيہ گرنٿ سان ڪجهہ نہ ڪجهہ واسطو ضرور هوندو. پر انهي پرڪار جو اپديش مونکي ڪٿي بہ نہ مليو. انهيڪري چئي نہ سگهيس تہ اهو سؤتر ڪهڙو آهي.

پر 'ونيہ' شبد جو ارٿ 'ونيہ-گرنٿ' سان لڳائڻ جو ڪو سبب ڪونهي.

'अहं खो केसि पुरसदम्मं सण्हेन पि विनेमि पहसेन पि विनेमि।'

مجهم سٽ نمبر ١٠٧ پر ۽ وغيره هنڌ تي 'ني' ڌاتوءَ "و" لڳائڻ سان "وني" جو ارٿ ٿئي ٿو "سيکارڻ" ۽ انهيءَ مان اڳتي هلي ڪري "ونيہ" جي نيمن کي "ونيہ پٽڪ" چوڻ پر آيو. پڌ جڏهن ڀڪشن کي گڏ ڪرڻ شروع ڪيو تڏهن ونيہ گرنٿ هستيءَ پر نہ آيو هو. جيڪا ڪجهہ سکيا هئي سا 'سٽ' جي روپ پر هئي. سڀ کان اڳ "ڌمرچڪ پرورتن سٽ" (धम्म चक्क पवत्तन सुत) جو اپديش ڏيئي پڌ پڃوان پنهن ڀڪشن جي ٽوليءَ کي پنهنجو شش بڻايو، انهيڪري "ونيہ" شبد جو مؤل ارٿ "سکيا" يا "سيکارڻ" ئي سمجهڻ گهرجي ۽ انهي ونيہ (سکيا) جو واڌارو سوئي پڌ جي اپديش جو اوچو پد سمجهڻ گهرجي. جيترو ٺيڪ سمڪس (समुंक्कस) شبد پالي ڇهل وچن پر "پڌ-اپديش" جي ارٿ پر نٿو ملي، تڏهن بہ "ساموڪسڪا ڌمديسنا" (सामुक्कसिका धम्मदेसना)-اهو واڪيہ ڪيترن هنڌ ملي ٿو. مثال طور "ديرگهہ نڪايہ" جي امبن سٽ جي آخر پر آيل هي واڪيہ پڙهو:

اهو چوڻ ڏکيو آهي تہ منجهائن ڪہڙا اُپديش ڪهڙا آهن ۽ بناوٽي ڪهڙا. تڏهن بہ اشوڪ جي ڀابرا (भाबरा) يا ڀابرؤ (भाबरू) شلا ليکن جي آڌار تي انومان ڪئي سگهجي ٿو تہ پٽڪن جا پراچين ڀاڱ ڪهڙا هوا.

اشوڪ جي ڀابرو واري شلا ليک ۾ اهو ٻڌايو ويو آهي تہ هينيان ست اُپديس ڀڪشن، ڀڪشڻين، اُپاسڪن ۽ اُپاسڪائن کي وري وري سڻڻ ۽ ڪنٺ ڪرڻ گهرجن:-

(۱) ونيہ سمڪسي (विनयसमुकसे) ۽ (۲) آليوسان (अलियवसानि) ۽

(۳) آناگت ڀياني (अनागतभयानि) ۽ (۴) مني گاٿا (मुनिगाथा) ۽

(۵) مونيہ سوُٽي (मोनेयसुते) ۽ (٦) اُپتسپسني (उपतिसपसिने) ۽

(۷) لاگهلو وادي (लाघुलोवादे) ۽

मुसावादं अधिगिच्य भगवता बुद्धेन भासिते।

شري اوليمبرگ (*Olenburg*) ۽ سينارٽ (*Senart*) ٻہ مغربي وِدوانن اهو ڏيکاريو آهي تہ انهن مان پوين ستون اپديش مجهم نڪاي جو راهل واد سُت نمبر ٦١ آهي. باقي اپديش جي پروفيسر رهائيس ڊيوڊس (*Prof. RhysDavids*) جاچ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر "سُت نپات" جو منهن سُت چڏي باقي سڀني بابت جيڪي ٻڌايو اٿس سو غلط آهي. نمبر ۲، ۳، ۵ ۽ ٦ سُتن بابت فيبروري ۱۹۱۲ جي (*Indian Antiquary*) مخزن ۾، چند جاچ ڪانپوءِ جيڪي سُت ٻڌايا ويا آهن سي بلڪل ولٺ ۽ سٽيڪار ڪرڻ جهڙا آهن. فقط پهرئين سُت جو تڏهن پتو نہ پئجي سگهيو هو. سونکي ائين لڳو تہ

پابوءُ جي شلا ليک ۾ ڏنل ست اپديش پڻ ڌرم جي
چڪل وچن ۾ هن ريت ملن ٿا:-

(۱) ونيہ سمڪسي (विनय समुकसे) = ڌمچڪپوتن
(धम्मचक्कपवत्तन सुत) ؛ (۲) آليہ وساني (अलियवसानि) = آريہ ونس
(अरियवंसा) يا انگوتر چتڪ نپات ؛ (۳) اناگت ڀياني
(अनागत भयानि) = انگوتر پنچڪ نپات (अंगुत्तर पञ्चकनिपात) ؛
(۴) مني گاٿا (मुनि गाथा) = ست نپات (सुत निपात) ؛ (۵)
مونيہ سوتي (मोनेय सुते) = ست نپات (सुत निपात) ؛ (٦)
اُپتسپسني (उपतिसपसिने) = ست نپات (सुत निपात) (۷)
لاگھلوواد (लाघुलोवाद) = مجھم ست (मज्झिम सुत) .

انهن ستن اُپديشن مان "ڌمچڪپوتن ست" وارو اپديش
سڀني هنڌ ملي ٿو. انهيڪري اُئين چوڻ جي ضرورت
ڪانهي ته انهي جي مهما خاص آهي. انهيڪري اشوڪ
۾ انهي کي اول درجو ڏنو آهي. باقي ڇهن اپديشن
مان ٽي ته هڪ ننڍي گرنٿ ست نپات ۾ ملن ٿا. انهي
مان ست نپات جي پراچينتا ثابت ٿئي ٿي. انهي ست
نپات جي پوين ٻن ڀاڱن ۽ کگ وساڻ ست (खग्गविसाण सुत)
تي "نديس" (निद्देस) نالي وستار سان ٽيڪا آهي، جا
ڪڏهن نڪاي ۾ اچي وڃي ٿي. تنهن مان سمجهڻ گهرجي
ته ست نپات جا اهي پويان ٻه ڀاڱا نديس ٽيڪا کان
هڪ يا ٻه سؤ سال اڳ رچيا ويا هوا. انهي مان ٻه ست
نپات جي پراچينتا معلوم ٿئي ٿي. ممڪن آهي ته ست
نپات جا سڀ ست پراچين نه هجن، پر خاطري آهي ته

"यदा भगवा अञ्ञासि ब्राहमणं पोक्खरसातिं कल्लचितं मुदुचितं विनीवरणचित्तं उदग्गचित्तं, पसन्नचित्तं, अथ या बुद्धानं सामुक्कंसिका धम्मदेसना तं पकासेसि दुक्खं समुदयं निरोधं मग्गं।"

ارٿات: جڏهن ڀڳوان ڏٺو ته پوشڪر سادي براهمڻ جو چت نيڪ طرح ڪمزورين کان آجو، بلند ۽ مڙني ۾ آيو آهي تڏهن هن ٻڌ جي موهيندڙ ڌرم جو اُتم درسن پرگهٽ ڪيو. سا ڪهڙي؟ سا هيءَ- دک، دک جو اُتپن ٿيڻ، دک جي ناس ڪرڻ جو مارگ."

رڳو هن سُت ۾ نه، بلڪ مجهم نڪايه جي اَٻالي سُت ۽ ٻين سُتن ۾ ۽ ونيه پٽڪ ۾ ڪيئين هنڌ اهو ساڳيو واڪيه آيو آهي. فرق رڳو ايترو ته هن هنڌ پوڪرساتي براهمڻ کي گيان ڏنو ويو ۽ هن هنڌ اَٻالي ۽ ٻين گرهستن کي. تنهن مان "ونيه سمتڪرش" (विनय समुत्कर्ष) جو ارٿ هي ٿئي ٿو- ونيه ارٿات اُپديش ۽ تنهن جو "سمتڪرش" ارٿات اُتم درسن (धम्मदेसना). انهيڪري انهي ۾ شڪ ڪونهي ته ڪنهن وقت انهن چئن اُتم (آريه) سچن جي اُپديش کي "ونيه سمڪس" (विनय समुक्कस) سڏيو ويندو هو. ڌمچڪپرورتن (धम्मचक्कपवत्तन) سُت جو نالو اشوڪ کان گهڻو پوءِ چالو ٿيو هوندو. چڪرورتي راجائن جون ڪمائون جڏهن لوڪن ۾ پيار ٿيون ٿي ويون تڏهن ٻڌ جي هن اپديش کي اهو شاندار ۽ پيڪيدار نالو ڏنو ويو. جيڪڏهن اسين قبول ڪريون ته جو ٻهرئين "ونيه سمڪس" سڏبو هو، سو پوءِ "ڌمچڪپرورتن سُت" سڏبو ويو ته

۽ تنهن جيوتي جي آڌار تي للت وستر جي گرنٿڪار پنهنجي ونبرا ليندڙ پراڻ جي رچنا رچي آهي. انهيءَ نموني گوتم ٻڌ جي جيون چرتر ۾ ڏاڍيون اونڌيون اُبتيون ۽ اجايون ڳالهيون ٺهيون ويون آهن.

مهاپدان سٽ جا ڪي ڀاڱا ڪڍي ڌار ڪري سٽ پٽڪ ۾ گوتم ٻڌ جي جيون چرتر ساڻ ڳنڍيا ويا آهن. مثلاً ٽن محلن واري ڳالهه ونئه وپسي راجڪمار جي رهڻ لاءِ ٽي محل هوا. انهيءَ ڪٿا جي آڌار تي اها ڪلپنا ڪئي وئي ته گوتم ٻڌ لاءِ به ٽي محل هئڻ گهرجن. نه رڳو ايترو پر گوتم ٻڌ جي مکان اُئين چيو ويو آهي ته منهنجي رهڻ لاءِ مونکي ٽي محل هوا ۽ انهن ۾ آءٌ ڏاڍي مزي ۾ رهندو هوس. اها ڳالهه ناممڪن آهي، سو مون چوٿين اڌياءَ ۾ ڏيکاريو آهي. پر اها ڪٿا ”انگوتر نڪاءِ“ ۾ آيل آهي ۽ ساڳي نڪاءِ ۾ اشوڪ جي ڀابرو شلا ليکه جا ۾ سٽ اچن ٿا. انهيءَ ڪري هڪ وقت مونکي اها ڪٿا سچي اتهاسڪ لڳي ٿي. پر ويچار ڪرڻ سان صاف معلوم ٿيو ته انگوتر نڪاءِ جا ڪيترا ڀاڱا پوءِ ڳنڍيا سڌيا ويا آهن. ”تڪ نپات“ ۾ اهي ڳالهيون آهن جن جو ٽن ٽن مضمونن سان واسطو آهي. تنهن ۾ اُئين ٺهو لڳي ته پراچينتا يا آراو چينتا جو ڪو خيال ڪيو ويو آهي.*

* ”مهاپدان سٽ“ ۾ وپسي ٻڌ جون ڏند ڪٿائون سي گوتم ٻڌ جي جيون چرتر ۾ ڪيئن ٽڪر ٽڪر ڪري ملايون ويون ۽ منجهائن ڪهڙيون سٽ پٽڪ ۾ ملن ٿيون تنهن جي صفائي مون هن پستڪ جي پوئين ضميمي ۾ ڪئي آهي.

گهڻي ڀاڱي پراچين هوا. منهنجي هن پستڪ ۾ ٻڌ جي جيون چرتر يا ٻڌ جي اپديش بنسبت جيڪي ڪجهه لکيو ويو آهي سو اهڙن ئي پراچين سُتن جي آڌار تي لکيو ويو آهي.

هاڻي اسين خاص ٻڌ جي جيون چرتر بابت ويچار ڪريون. ترپٽڪن ۾ هڪ ئي هنڌ ٻڌ جو سارو چرتر نه ڏنل آهي. جاتڪن جي ڪٿا ندان ڪٿا ۾ ملي ٿي. اها انڪٿا شايد ٻڌگهوش جي سمڪال ۾ يعني عيسوي ستين صدي* ۾ لکي وئي هئي. تنهن کان اڳ جيڪي سنهلي (سيلون جون) انڪٿائون هيون تن مان ڪيتريون ڳالهيون هن انڪٿا ۾ آيون آهن. اهو ٻڌ جو چرتر گهڻي قدر "للت وستر" گرنٿ جي آڌار تي لکيو ويو آهي. "للت وستر" شايد عيسوي پهرين صدي ۾ يا ڪجهه سال اڳ لکيو ويو هو. اهو "مهايان" پنٿ وارن جو گرنٿ آهي ۽ انهي جي آڌار تي جاتڪ ڪٿاڪار پنهنجي ٻڌ چرتر ڪٿا جي رچنا ڪئي آهي. "للت وستر" جي رچنا وري "ديگهه نڪاءِ" جي "مهاپدان سُت" جي آڌار تي ڪئي وئي آهي. انهي مهاپدان سُت ۾ وپسي ٻڌه جي جيوني وڏي وستار سان ڏني وئي آهي

*مڃتا آهي ته گوتم ٻڌ ستون ٻڌ هو. کانئس اڳ ڇهه ٻيا ٻڌ ٿي چڪا هوا. سي هي هوا:- (١) سکي، (٢) وپسي، (٣) ويسڀو (वेस्सभू)، (٤) ڪڪسنگهه، (٥) ڪوناگمن، (٦) ڪسپ.

ڏيندو. انهي ڪري مختصر طور هت ويچار ڪيو وڃي ٿو.

(۱) ٻڌ جي جنم ٿيڻ بابت جدا رايا ڏيئي ڪري، جو ڪين نيڪ ثابتيون پيش ڪري سوچ ويچار بعد اها تتي پوري مقرر ڪئي ويئي آهي؟ پراچين يا ارواچين سمي اندر اسانجا جيڪي راجائون، ڌرمي گروُ ۽ ليڪ ٿيا آهن، تن جون جيونيون لکڻ کان اڳ سندن جنم جو وقت مقرر ڪرڻ لاءِ ودوانن ۾ ماهون چا نه ٻاڻ پتوڙيو آهي. پر هن پستڪ ۾ اهڙي ڪا ڳالهه نظر نٿي اچي.

جواب ۾ منهنجو چوڻ آهي ته وچين ڪال جا ڪوي ۽ ليڪ اهڙا مشهور نه هوا جو سندن جنم کان وٺي سندن ناالي سنبت ليکي وڃي، انهي ڪري سندن جنم تتيءَ بابت ڪري ڪيترو به ٻاڻ ولوڙيو وڃي ته به اها تتي پڪي طرح سان مقرر ٿي نٿي سگهي. ٻڌ جي حالت اها نه آهي. سندس پر نرواڻ کان وٺندي اڄ ڏينهن تائين سندس ناالي جي سنبت جاري آهي. ڪجهه وقت ٿيو ته مغربي ودوانن دليل بازي ڪري ۵۶ کان وٺي ۶۵ سالن جو فرق آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، پر آخر اهائي اڳين پرمپرا تتي صحيح ثابت نڪتي جا سنهل ڏيپ ۾ چالو آهي. پر سمجهو ته ٻڌ جي جنم تتيءَ ۾ ٿورو ڪي گهڻو فرق پئجي وڃي ٿو، پر تنهن ڪري سندس جيون چرتر ۾ ڪنهن به قسم جو ڦير يا گهٽتائي نٿي اچي سگهي.

اهڙين ڪتابن اندر ٻڌ چرتر بابت جا ورندار ۽ قبول ڪرڻ جهڙو آهي، تنهن مراد سان ئي مون هي ڪتاب لکيو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ڪي صحيح ڳالهيون منهنجي ڌيان ۾ نه آيون هجن يا ڪي ڪن ڳالهين کي ڪي مون وزن ڏنو آهي جو نه ڏيڻ کپندو هو. پر مون کي ائين نٿو لڳي ته منهنجي شوڌنا ۽ کوجنا جي نموني ۾ ڪا غلطي هوندي. مونکي خاطري آهي ته اهو نمونو اختيار ڪرڻ سان ٻڌ چرتر تي ۽ تنهن وقت جي تواريخ تي روشني پئجي سگهندي ۽ انهيءَ مراد سان هي ڪتاب لکيو اٿم. هن ڪتاب مان ڪي ليک اڳ "پرانتو" نالي گجراتي سماهي مخزن ۾ ۽ "وِوِڌ گيان وستار" نالي مرهٽي مخزن ۾ پرڪاشت ٿي چڪا آهن. پر جنهن روپ ۾ اڳ پڌرا ٿيا هوا تنهن ساڳئي روپ ۾ هن ڪتاب ۾ نه ڏنا ويا آهن. بلڪ ڪيتري قدر گهير گهار ڪئي ويئي آهي. انهن ليکن جا ڪيترا ٽڪرا هن ڪتاب ۾ برابر ورتا ويا آهن، پر پوءِ به ائين چوڻ ۾ مونکي هٻڪ نٿي ٿئي ته هي ڪتاب مُول (*Original*) ڪتاب آهي.

هن ڪتاب جو مرهٽي ۾ هٿ لکيل نقل جڏهن تيار ٿيو- گرنٿ مالا جي سمپادڪ نظر مان ڪڍيو تڏهن ڪن اهڙين ڳالهين ڏي منهنجو ڌيان ڇڪايائين جن تي ڪو خاص ويچار هن ڪتاب ۾ نه ڪيو ويو آهي. مون کي لڳو ته اهڙين ڳالهين تي هن هنڌ ويچار ڪرڻ نيڪ

محمد بن قاسم عيسوي سنه ٧١٢ ۾ سنڌ تي حملو ڪيو. تنهن وقت ٻڌ ڌرم مغربي هندستان مان غائب ٿي ويو هو ۽ ٻراهمڻ ڌرم جي اهميت وڌي ويئي هئي. تنهن هوندي به خليفي جي هڪ نوجوان سردار ائين جو انين سنڌ ديس فتح ڪري، آتي جي هندو راجا کي قتل ڪيو ۽ سنڌس ڪماري کي خليفي وٽ نظراڻي طور موڪلي ڏنو.

مسلمانن سنڌ ۽ پنجاب جا ڪجهه حصا فتح ڪيا تنهن کان هڪ سؤ سال پوءِ، شنڪر آچاريه جو ستارو چڙهيو. سنڌس ويدانت جي مکيه مواد اهائي هئي ته سودر لوڪ ويدن جو ابياس نه ڪن. ڪو سودر ويد-واڪيه ٻڌي وٺي ته سنڌس ڪن تتل شيهي يا لاک سان پريا وڃن، ڪو سودر ويد-واڪيه جو اُچارڻ ڪري ته سنڌس زبان ڪپي وڃي ۽ جي ويد منتر سکي وڃي ته کيس ماريو وڃي. سنڌس ويدانت اهڙو اهو هو. مسلمان حاڪمن کان به اسانجي سناتني پائڻ ڪجهه ڪين پرابو. ٻڌ ته پاڻ سنڌن دشمن ٿي هو. سو ڪانئس سگهو ٿي ٿيا هو؟

راجپوت قوم وارا ته ڪٽر سناتني هوا. اهي ته اهنسا ۾ ذرو به ايمان نه رکندا هوا. وقت ۽ وجهه ملندي پاڻ ۾ ٿي لڙي مرندا هوا. پوءِ هنسا جي انهن بهادر پوڄارين کي محمود غزنويءَ گهوڙن جي سنبن جي ڌوڙ سان

مهتو جي ڳالهه اها نه آهي ته ڪهڙي ڏينهن سنڌس جنم ٿيو، پر اها آهي ته سنڌس جنم کان اڳ ڪهڙيون حالتون هيون، ۽ اهڙين حالتن ۾ پنهنجو نئون ڌرم مارگ ڪيئن ڳولي ڪڍيائين. ان حالتن جو پورو نقشو ڪڍبو ويندو ته اڄ ڪالهه ٻڌ بنسبت جيڪي ڀرم ماڻهن ۾ چالو آهن سي دور ٿي ويندا ۽ تنهن وقت جو اتهاس اسين نيڪ طرح سمجهي سگهنداسين. انهيڪري جنم تٿيءَ پنيان اجايو وقت نه وڃائي ڪري مون اهڙين ڳالهين تي وڌيڪ ڌيان ڏنو آهي جنهن ڪري ٻڌ جي چرتر تي روشني پوي.

(۲) ڪيترن جو رايو آهي ته ٻڌ جي اهنسا واري سکيا ڪري ڀارت جو سماج ناستڪ بڻيو ۽ انهيڪري ڌارين پرديسن کان هار کائڻي پيئي. هن ڪتاب ۾ هن ڳالهه جو ڪو جواب ڏيڻ کپندو هو.

جواب - مونکي نه لڳو ته ٻڌ جي چرتر سان هن راءِ جو ڪو واسطو آهي. ٻڌ جو پرنرواڻ عيسيٰ کان اڳ ۵۴۳ سال ۾ ٿيو. تنهن کان ٻه صديون پوءِ چندرگپت پنهنجو سمراج استاپن ڪيو. چيو وڃي ٿو ته چندرگپت سمراٽ جين ڌرم جو هو، پر گريڪ (يوناني) لوڪن کي هن ديس مان تڪي ٻاهر ڪڍڻ ۾ سنڌس اهنسا ڌرم آڏو نه آيو. سنڌس پوٽو اشوڪ مهاراجا پوري طرح ٻڌ ڌرمي ٿي ويو، پر پوءِ ٻه هڪ اعليٰ درجي جو راڄ هلائيندو رهيو.

جيڪي پاپ ڪيا تنهن پاپ ۾ مٿان ڏوڙي پنهنجي عقل جي هاڪ وجهي رهيا آهن.

(٣) گوتم جڏهن ٻڌپڻو حاصل ڪيو، تنهن کان پوءِ سنڌس جيون چرتر جو نقشو تواريخ وار ڇو ڪين ڏنو ويو آهي؟

جواب- جو پراچين ساهتيه هن وقت موجود آهي، تنهن جي آڌار تي اهڙو تواريخ وار نقشو تيار ٿي نٿو سگهي. ٻڌ جا اُپديش به تواريخ وار نه ڏنا ويا آهن. نه رڳو ايترو پر جيڪي اُپديش آهن، تن ۾ ڏاڍو واڌارو ٿي ويو آهي. اهڙي مال مان سچ نوسي ڳولڻ نهايت ڏکيو آهي. هن ڪتاب ۾ اهڙي ڪوشش ڪئي اٿم. پر تواريخوار ٻڌ چرتر جو نقشو تيار ڪرڻ مون کان نه ٿي سگهيو.

(٤) نه ”ويدڪ سنسڪرتي“ آرين قوم جي ڀارت ورش ۾ اچڻ کان پوءِ استاپن ٿي ۽ تنهن کان اڳ ”داس قوم“ يعني براهمڻن جي سنسڪرتي هئي، سو چوڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا ثابتيون آهن؟

جواب- هن سوال تي ويچار مون پنهنجي پستڪ ”هندي سنسڪرتي آڻي اهنسا“ جي ڀورئين اڌياءِ ۾ ڪيو آهي. اهو ڪتاب هن ڪتاب سان گڏي پڙهيو ويندو ته ڪيترن ڳالهين جي صفائي ٿي ويندي. منهنجي ڪا اهڙي خواهش نه آهي ته سڀ شخص منهنجون ڳالهيون قبول ڪن. پر اهي ڳالهيون ويچار لهن. انهي ڪري اهي پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيون اٿم. داسن ۽

ڪيئن ماري نيچو نوايو؟ پلا اهي ٻه ڪي ٻڌ جا
اهنسا وادي هوا.

اسان مرهٽن جي پيشوائي ته خاص براهمڻن جي
هٿن ۾ هئي. آخرين باجي راو ته چست ڏرمي هو. پيشوائي
۾ هنسا جي ته حد ئي چڪي هئي. ٻين سان ته نهيو
پر پنهنجي گهر ۾ به ڪو گهٽ لڙايون نه هيون. هڪ
دفع دولترام شندي (سنڌيا) پونو وڃي لٽيو، ته ٻئي دفع
وري يشونتراء هولڪر جو وارو آيو. اهڙن سخت هنسا
جي پوڄارين جو سامراج ته ساري هندوستان مٿان ٽيڪ
ڪيو ها. اهڙن ڪي ڪن انگريزن جي سرن چو ونئي
پيئي جي ڪاڻ سؤ دفع وڌيڪ اهنسڪ هوا؟ هڪ پنيان
ٻيو مرهٽو سردار ڇو سنڌن غلام ٿيندو ويو؟ پلا هي به
ڪي ٻڌ جا اُپديش مڃيندا هوا؟

جهان ديس پوين هزار ٻارهان سؤ سالن کان ٻڌ ڌرمي
آهي. سنه ١٨٥٣ ۾ ڪموڊور پيري جڏهن مٿن ٽوفون
هلايون ته ڇو منجهن اوچتو جاڳرتي آئي ۽ ايڪتا ٿي؟
ٻڌ ڌرم ڇو ڪين ڪين نامرد ڪيو؟

انهن سوالن جو جواب ڪو معتبر قابل شخص ڏئي.

"मिरविसि सुजत्व वृथा अन्याला स्वकृत ताप लावूनि"

ارٿاسـ (پنهنجا ڪيل ڏوهہ ٻين تي مڙهي تون ڇو
اجايو ڏاهو ٿئيو آهين؟) مهاراشٽر جي ڪوي موري
پنٿ جي هيءَ تڪ پلا اهڙن ئي معتبر لوڪن کي
سمجهائڻ لاءِ لکي ويئي آهي؟ انهن يا سنڌن اڳين

۽ سؤ سال اڳ ٻالي ڇپل وڇن وڃي ڀڪي ٻاڳي لي ليفا
۽ ٻڌ گهوش جلڌهن آنڪٽائون (ٽيڪائون) لکيون تڏهن
متن آخرين مهر لڳي. اپنشدن تي ٽيڪا ته شنڪر آچاريه
عيسوي نائين صديءَ ۾ لکي. تنهن کان اڳ ”گوڙپاد“
(गौड़पाद) جي ماڊوڪيه ڪارڪا (माण्डूक्य कारिका) يعني
ماڊوڪيه اپنشد تي ٽيڪا لکي ويئي. اُنهي ۾ ھرھمنڌ
ٻڌ ڀڳوان جي اُستتي آهي. ۽ اڻترو ٻري ڇـو وڃون.
اڪبر بادشاهه جي سمي ۾ لکيل ”آلوپنشد“ سو ۽
اپنشدن ۾ آچي ويو آهي.

انهي ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته اپنشدن ۾ جو آتم-واد
۽ تپشچريا (تپسيا) جو ذڪر آهي سو شرمڻ پنٿن مان
ورتو ويو، ڇو جو انهن ٻن ڳالهين جو يڳيه وغيره واري
سنسڪرتيءَ سان ڪوبه واسطو ڪونهي. جنهن نموني اڄ
ڪالهه برهمو سماج ۽ آريه سماج وارا بائيبل (انجيل) ۾
جو ايشور واد آهي سو وڃي اپنشدن مان ڳنڍين ٿا،
ساڳي طرح اپنشدن وري آتم واد ۽ تپسيا ويدن سان
ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ۽ اُنهن شرمڻن واري
اهنسا سئيڪار نه ڪئي، جنهنڪري اُهي اپنشد ويدڪ
سمجهيا ويا. انهن هٺ ڪري جي يڳا ڪرم ڪانڊي
آهن سي اڄ به اپنشدن کي ويدڪ ڇوڙ لاءِ تيار نه آهن.

مان سمجهان ٿو ته جي شخص ٻالي ساهتيه يا سندن
انگريزيءَ ۾ ترجمو پڙهي سگهن ٿا تن کي ٻڌ جي سمي
جو اتهاس سمجهڻ ۽ تنهن بابت ڪوجنا ڪرڻ ۾ هسي

آرين جي سنسڪرتيءَ جو ٻڌ ڌرم سان ڪو جهڳڙو پاڙو سنبنڌ آهي. انهن ٻنهي سنسڪرتين جي گهڻي ڇنڊڇاڻ ڪري جا ويدڪ سنسڪرتي آئين تي سا ٻڌ جي سمي ۾ استاپن تي چڪي هئي. اينرو ئي ثابت ڪرڻ لاءِ هن ڪتاب جو ڀهريون اڌياءُ لکيو ويو آهي.

(۵) انهي ڳالهه جي ڪهڙي ثابتي آهي ته اپنشد ۽ گيتا ٻڌ کانپوءِ رچيا ويا هوا.

جواب- هن ڳالهه تي به "هندي سنسڪرتي آئي آهنسا" ڪتاب ۾ وستار سان ويچار ڪيو ويو آهي انهي ڪري ساڳي ڳالهه هن ڪتاب ۾ نه ڪئي وئي آهي. مون وزندار دليان سان ثابت ڪيو آهي ته نه رڳو اپنشد ۾ آرڻيڪ ۾ ٻڌ کانپوءِ لکيا ويا هوا. "شتپٿ براهمڻ" (शतपथ ब्राह्मण) ۽ "ورهد آرڻيڪ اپنشد" (बृहदारण्यक उपनिषद) ۾ جيڪا ونساولي (شجرو) ڏني وئي آهي تنهن مان لڳي ٿو ته ٻڌ کان وٺندي ۳۵ پيڙهين تائين انهن گرنٿن جي ونساولي هلندي رهي. شري هيمچندر رايچوڌري هرهڪ پيڙهيءَ جا اٽڪل سال لکي ٿو. جي ڪٿي ۲۵ سال ليکيون ته به چئبو ته ۸۷۵ سالن تائين اهي گرنٿ پيڙهي به پيڙهي ڪنٺ ڪيا ويا. مطلب ته وٺندي راجا چندرگپت تائين انهن گرنٿن جي هن ريت پرمپرا چالو رهي ۽ پوءِ وڃي براهمڻ ۽ اپنشد پڪي پائي تي پهتا. ممڪن آهي ته منهجون انويڪري جتي ٺيڪ سمجهو ويو انهن هنڌ ڦيرڦارون ڪيون وييون. ٻڌ گهوش کان اٽڪل

آڌياءُ (١)

# آرين جي جَئہ

## اُشا ديويءَ بابت سُوڪت*

رِگ ويد ۾ اُشا ديويءَ بابت جيڪي ڪنا ڪيل منتر ملن ٿا اُنهن جي آڌار تي لوڪمانيہ بال گنگاڌر تلڪ پنهنجي پستڪ *The Arctic Home in the Vedas* ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ آريہ لوڪ اُتر ڌرُوَ جي طرف رهندا هئا. सदृशीरद्य सदृशीरिदु श्वो दीर्घं सचन्ते वरुणस्य धाम§ (اڄ ۽ سڀاڻي ٻئي سمان آهن. ٻئي گهڻو وقت وَرُڻَ جي گهر ۾ گم ٿي وڃن ٿا.)† لوڪمانيہ جي وچار موجب هن منتر ۾ انهن آهڙن منترن جو اِشارو اُتر ڌرُوَ طرف اُشا يعني پرڀات ڪال ڏي آهي. اُشا يعني پرڀات گهڻو وقت وَرُڻَ-گهر ۾ گم ٿي وڃي ٿي، يعني تہ اُنهيءَ هند ڇهہ مهنا اُوندهہ رهي ٿي.

پر رگ ويد جي ساڳئي سُوڪت جي ٻارهين رِچا

---

* ڪنا ڪيل منتر، منترن جو سنگرهہ.

§ رگ ويد ٨-١٢٣-١.

† *The Arctic Home in the Vedas.*

ڪتاب مددگار ثابت ٿي سگهندو. پر جن وٽ ايترو وقت نه آهي سي پيو نه ته هيٺيان پنج ڪتاب ضرور پڙهن:-
(١) ڀڳت ڪنور رام آتلي سنگهه (٢) ڀڳت ليلا سار سنگرهه (٣) پوڄ سنگهاچا پرچه (٤) سماڌي مارگ (٥) هندي سنسڪرتي آئي اهنسا.

هي ڪتاب لوڪن کي وٽي انهي لاءِ نه لکيو ويو آهي. سچ جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ڪتاب جي مکيه مراد آهي. شڪ آهي ته ڪيتري قدر لوڪن کي پيارو لڳندو. تنهن هوندي به ڇپائيندڙن جي ڏاڍو ڪيو آهي، جنهن ڪري سندن گهڻو شڪرگذار آهيان.

**ڌرمانند ڪوسمبي**

رکي ٿي. انهيءَ طرح چار يا ڇهه مهنا ڏک ڏسي، قيد پوڄي، لشتر کي اَلنوُءَ وٽان آمبرت ملي ٿو ۽ هوءَ پوءِ پرٿويءَ ڏي موٽي اچي ٿي. لشتر ديويءَ بابت پيون به ڪيتريون ڏند ڪٿائون آهن، پر سڀني ۾ هيءَ ڪٿا مشهور ٿي ويئي. ڪٿا جو ورنن بابيلونيا جي ساري ساهتيه ۾ ملي ٿو. شڪ نه آهي ته رگ ويد جي آهڙين رچنائن يعني منترن جو هن ڏند ڪٿا سان ڪو مڙيوئي واسطو آهي.*

جنهن موسم ۾ لشتر ديوي پاتال مان پرٿويءَ تي اچي ٿي تنهن موسم ۾ سندس آسؤ منايو ويندو هو، لال ڏڳن جي ٻيل گاڏيءَ ۾ سندس رٿ-جاترا ڪڍي ويندي هئي. گهوڙا ملڻ بعد اها رٿ-جاترا گهوڙا ڪاهيندا هئا. (سا آشا جنهن جي رٿ ۾ لال ٻيل ٻڌا وڃن ٿا.) एषा गोभिररुणेभिर्युजाना (لال ورڻ گهوڙن جي رٿ ۾ آشا ديوي اچي ويئي آهي.) विस्थयुररुण युग्भिरश्वैः§

## جنگ ۾ گهوڙن جو استعمال

عيسيٰ کان ٻه هزار سال اڳ بابيلونيا ۾ گهوڙن جو نالو نيشان به نه هو ملي. اتي گاڏين ۾ ڏڳا يا گڏهه ٻڌا ويندا هئا ۽ گهوڙن کي جهنگلي گڏهه سڏيندا هئا. بابيلونيا جي اتر ڏي پهاڙي علائقي ۾ رهندڙ ڪيشي قوم پهرين پهرين مال ڍوئڻ لاءِ گهوڙن کان ڪم ورتو. انهن ”جهنگلي گڏهن“ کي پالي پوسي مٿن سوار ٿي

---

* *Lewis Spence: Myths & Legends of Babylonia & Assyria. (1926) P.P. 125–131*

§ رگ ويد ۵-۸۰-۳

يعني منتر ۾ آشا ديويءَ جا هي لکشڻ ڄاڻايا ويا آهن ته: अश्वावतीगोमतीविश्ववारा يعني ته جنهن وٽ جهجها گهوڙا ۽ جهجهيون ڳئون آهن ۽ جا سڀني لاءِ پوڄڻيه آهي. آتر ڌروَ جي آس پاس هن وقت نه گهوڙا ۽ نه ڳئون ئي نظر اچن ٿيون، نڪي ڪي اهڙيءَ ڳالهه جي ثابتي ملي ٿي ته هزارها سال اڳ اهي جانور ڪڏهن به اتي هوندا هئا. فقط هن سوُڪت ۾ نه، پر آشا ديويءَ بابت رگ ويد ۾ ٻين سوُڪتن ۾ به ڪٿين پيرا سندس اهو لڪشڻ ڏنو ويو آهي ته هيءَ ديوي گهوڙن ۽ ڳئن واري، گهوڙا ۽ ڳئون بخشيندڙ آهي. تنهن مان اينترو سڌ پوي ٿي ته هي سوُڪت ۽ هي رچنائون يعني منتر آتر ڌروَ پاسي نه رچيا ويا هئا.

## اِشتر

ته پوءِ "ڳئو وقت تائين آشائون يعني پرڀاتيون پاتال ۾ گم ٿي وڃن ٿيون" تنهنجي معنيٰ ڇا؟ بابيلونيا (*Babylonia*) ملڪ ۾ پراچين ڪال کان اِشتر ديويءَ بابت جيڪي ڏند ڪٿائون چالو آهن تن تي ويچار ڪرڻ سان هن سٽ جي معنيٰ سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي ٿي. ڪٿا هيئن آهي ته "تموز" يا "دَمُتس" (ويدن ۾ दमूतस) نالي ديوتا سان اِشتر ديويءَ جو پرڻو ٿي ويو هو. پر هي ديوتا اوچتو مري ويو. ڪيس جيارڻ لاءِ اِشتر ديوي پاتال ۾ آمبرت وٺڻ لاءِ وئي ٿي. "آلتو" پاتال جي راڻي اِشتر جي پيڻ هئي، پر هوءَ اِشتر کي ڏاڍا ڏک ٿي ڏئي. نيٺ سندس سڀ ڳهڻا لاهي، ڪيس روڳي بنائي، قيد ۾ بند

تو، ۽ هن وقت جي شبد ڪوشن ۾ به ساڳي معنيٰ ڏني وڃي ٿي. مطلب ته ”داس“ شبد جو مول آرٿ ”داتا“ ”اُدار“ (*Noble*) ٿيڻ ڪجي. آويستا جي فروَدين يَست باب ۾ انهن داس ديس جي پِترن جي پوڄا ڪئي ويئي آهي. انهيءَ ۾ ڪين ”داهي“ ڪوٺيو ويو آهي.*

پراچين پرشين يعني فارسي زبان ۾ ”سنسڪرت ’س‘ جو اُچار ’هه‘ ٿيندو هو. مثلا ”سپت سندو“ کي آويستا ۾ ”هپت هندو“ چيو ويو آهي. ساڳي طرح ”داسي“ يا ”داس“ شبد ڦيرو کائي ”داهي“ ٿي پيو آهي.

## آريه

آريه شبد ”ر“ ڌاتوءَ مان بڻيو آهي ۽ ڌاتن جي پاڙهن ”گڻ“ ۾ جتي ڪٿي ”ر“ ڌاتو آيو آهي، اُتي سندس آرٿ آهي چال يا گتي. سو آريه شبد جو آرٿ ٿئي ٿو گهومو يا مسافر. سمجهجي ٿو ته آريه لوڪن کي گهر مڪان ڦاهي ٿائينڪو ٿي وهڻ نه وڻندو هو. جيئن مغل قوم تنبن ۾ رهندي هئي، ساڳي طرح آريه لوڪ به شايد تنبن يا منڊپن ۾ رهندا هئا. هڪ ڳالهه ۾ سندن اها پرمپرا اڄ ڏائين قائم آهي. بابيلونيا ۾ يگيه ڪرڻ جو آستان وڏن مندرن جي حاطن ۾ ٿيندو هو. هڙپا ۽ موهن جي دڙي ۾ جيڪي پراچين عمارتون ۽ کنڊهر مِلن ٿا سي ڏسي جاڻن جو اُنومان آهي ته ”داهي“ لوڪن جا مندر ٿي

---

* We Worship the Fravashis of the holy men in Dahi Countries.

لابارن جي وقت ھوءَ بابيلونيا ۾ ويندا ھئا ۽ لاباري وجھڻ ڪانھوءِ جيڪو آناج کين مزوريءَ ۾ ملندو ھو سو گھوڙن تي ٻورڻي گھر کڻي ايندا ھئا. ڪيشي قوم وارا جنگ جي ھنر کان بنھ اڻواقف ھئا. سو ھنر ھوءَ بابيلونيا جي ماڻھن کان سکيا ۽ سيني کان اڳ انھن ئي گھوڙن جو استعمال جنگين لڙڻ ۾ ڪيو.*

گھوڙيسوار فوج جي زور تي ڪيشي قوم جي گدش ناليءَ بادشاھ عيسيٰ کان ۱۷۶۰ سال اڳ بابيلونيا ۾ پنھنجو شھنشاھي راڄ قائم ڪيو ۽ ڪانئس پوءِ سندس پوٽن جو راڄ ھليو آيو.§ تاحال پڪ ھي ته عيسيٰ کان ۱۸ سؤ سال اڳ ڪٿي به لڙائيءَ ۾ گھوڙن جو استعمال نٿو ملي، ھوڏانھن ويدن ۾ ته ھرھنڌ گھوڙن جي مھما ڏيکاري ڪري پان ۽ ته ڪيشي قوم سان سندن بلڪل ويجھو واسطو ڏيکاريو ويو آھي. تنھن مان صاف پڌرو ٿو ٿئي ته ”سپت سنڌوءَ“ تي آريہ لوڪن جي حملي جو سمو عيسوي سنہ کان ۱۷ سؤ سال اڳ تي نٿو سگھي.

## داس

آريہ لوڪن جي اچڻ کان اڳ سَپتَ سِنڌوَ پرديش (يعني سنڌ ۽ پنجاب) ۾ داس قوم جو راڄ ھو. ھن وقت ”داس“ لفظ جي معنيٰ ”غلام“ تي وئي آھي، پر ويدن ۾ ”داس“ يا ”داش“ بنھي مول شبدن جو ارٿ ”ڏينا“ يعني ڏيڻ ڪيو وڃي

---

* L. W. King: A History of Babylon. (1915) P. 125

§ L. W. King: A History of Babylon. (1915) P. 214

## شهر ناس ڪندڙ اِندر

داس لوڪ ننڍڙن ننڍڙن شهرن ۾ رهندا هوا ۽ معلوم ٿو ٿئي ته اهي شهر ٻاهر جهڳڙندا رهندا هوا. انهيءَ داس قوم جو هڪ ”دِوداس“ وڃي ”اِندر“ سان ٻانهن ٻيلي ٿيو، سا ڳالهه رگ ويد ۾ ڪئين ڀيرا آئي آهي. هوڏانهن داس لوڪن جو اڳوان ورِترو (वृत्र) براهمڻ هو. سندس هڪ مائٽ جو نالو تِوشٽا (त्वष्टा) هو ۽ انهي مائٽ اِندر کي هڪ هٿيار (وجر) ڦاهي ڏنو. انهي ئي هٿيار سان اِندر داسن جا شهر ناس ڪيا ۽ آخر سندن اڳوان ورِترَ براهمڻ کي بہ ماريو. رگ ويد ۾ ڪيترن هنڌ اِندر کي ”پُرندر“ جو لقب ڏنو ويو آهي، جنهنجي معنيٰ آهي شهر ڊاهيندڙ.

## اِندر جي پرمپرا

”اِن“ ۽ ”در“ جي سماس يا ملاپ سان ”اِندر“ شبد ٺهيو آهي. ”اِن“ معنيٰ جوڌو مثلا सह इना वर्तते इति सेना يعني جي ٻهادريءَ سان لڙن تن سان ئي سينا. ٻيبلونيا ٻوليءَ ۾ ”در“ شبد جو ارٿ چوٽي يا پرمک ڪيو وڃي ٿو. سو اِندر جو ارٿ ٿيو سينا جو مکي يا سيناپتي. آهستي آهستي اِندر شبد جو ارٿ 'راڄا' ٿي ويو. جيئن ته ديويندر، ناگيندر، منهيندر وغيره. ٻهرئين اِندر جو نالو ”شَڪر“ (शक्र) هو. ڪانئس پوءِ سندس پرمپرا ڪئين سال هلي هوندي. نهش ڪيئن اِندر بڻيو سا ڏند ڪٿا پراڻن ۾ آئي آهي. رگ ويد ۾ ورونن ڪيل آهي अहं सप्ताह नहुषो नहुष्टर; آءٌ سَت مار، نهش، نهشن ۾ اُتم آهيان. انهيءَ ڏند ڪٿا

يگيه وغيره جا آستان هوندا هئا. مگر اها پُرمَرا آريه لوڪن لوڙي ڇڏي. انهن اهو رواج شروع ڪيو ته يگيه وغيره منڊپ ۾ تيڻ گهرجن. آرين جا پوئان تنبو ڇڏي ڪري رفته رفته گهر ٺاهي رهڻ لڳا، ۽ يگيه لاءِ منڊپ ٺهي هئڻ گهرجي سو رواج اڄ ڏينهن تائين هلندو اچي.

## داسن جي هار ڇو ٿي؟

هِنَن رولو ماڻهن پلا داسن جهڙن ترقي پسند ماڻهن کي ڪيئن جيتيو؟ تنهن جو جواب اِتهاس، خاص ڪري هندستان جي اِتهاس، وري وري ڏنو آهي. جي ماڻهو هڪ حڪومت هيٺ رهن ٿا، جا شروعات ۾ پلي سگهي ٿي ڏنوان هجي، تن جي حڪومت جي اختياري نيٺ وڃي هڪ ننڍڙي مٺين گروهه ۾ سوگهي ٿئي ٿي. پوءِ فقط اهو گروهه سک ۽ مزي ۾ رهي ٿو، ٿان جو گروهه اندر ماڻهو اختياري هٿ ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي سان لڙندا وڙهندا ٿا وڃن. انهيءَ ڪري عام خلق مٿان پلن جو بوجو وڌندو وڃي ٿو ۽ خلق حڪومت وارن جي نفرت ڪري ٿي. اهڙي حالت ۾ ڏبيل هيسايل خلق کي جڏهن ڪو سنو وجهه ملي وڃي ٿو، تڏهن پاڻ ۾ هڪ ٿي هڙ اختياري وارن تي حملو ڪن ٿا ۽ کين ختم ڪن ٿا. عيسوي سن تيرهين صديءَ جي شروعات ۾ چنگيزخان مغلن جي فوج ٺاهي ڪيترين حڪومتن کي مٽيءَ سان ملائي ڇڏيو. ساڳيءَ طرح پاڻ ۾ لڙندڙ جهڳڙندڙ داسن کي آريه لوڪن سولائيءَ سان جيتيو، ته ڪهڙو عجب!

پلي پنهنجي لاءِ گهر.“ پر تو دڻ جواب ڏنو ته ”مونکي پنهنجي لاءِ وَرُ نه گهرجي.“ تڏهن اندر کيس اها ڳالهه ٻڌائي جا سچ هئي، جو جو اندر سچ آهي چيائينس ته ”مونکي ڄاڻ؛ منش لاءِ اهوئي لاڀ ڪاري آهي ته مونکي ڄاڻي. توشتا جي پٽ ترشيرش کي مون ماريو، اُورومگ ناني پتين کي مون ڪتن جو ٻڪ ڪيو. ڪئين صلحنامن جي ڀڃڪري ڪري ديولوڪ ۾ پرهلاد جي پوئلڳن کي، آڪاش ۾ پئولومن کي، پرٿوي تي ڪال ڪاشين کي مون ناس ڪيو. تنهن سمي منهنجو هڪ وار به ونگو نه ٿيو. انهي پرڪار جو مونکي ڄاڻي ٿو تنهن پاپ ماتا جو وَڌ، پتا جو وَڌ، چوري، گرڀ جي هتيا وغيره پاپ ڪيا هجن، يا ڪري رهيو هجي، پر کيس ڪو جيتري ۾ هيڪ نه ٿيندي؛ نه سندس چهري جي ڪني ڪوماتو به ٿوري ويندي.“

پنهنجو راڄ قائم ڪرڻ لاءِ اندر متي ڄاڻايل مثال ۾ ذڪر ڪيل ڪيترا آنياچار ڪيا جن جو ورڻن خود ’رگ ويد‘ ۾ مليٿو. مگر رڳو اندر نه، پر جنهن ڪنهن به شخص کي پنهنجو راڄ جمائڻو پيو آهي سو پنهنجي ڀلائي جو ويچار ڪٿو سوچي سگهي، نڪي ڪي ديا مايا جو پاڙئي رکي سگهي ٿو؛ نه هو صلحنامن جي ڳُٽي وجهڻ جو ڊپ ڌاري سگهي ٿو. شيواجي مهاراج جڏهن چندرراو موري کي ماريو، سا ڳالهه نياءَ هئي يا آنياءَ، تنهن بابت بحث ڪرڻ ڀاڻي ولوڙڻ آهي، شيواجي مهاراج

۾ ضرور ڪجھ مڙيوئي سار هوندو.

## اندر جي پوڄا

ببيلونيا ۾ هڪ اهو رواج هو ته سيني اوسي پاسي جي راجائن کي ڀڳين ۾ ڪوٺائي کين سوم رس پيئاري ويندي هئي. انهي اوسر تي سندن اُستتي جا "ستوتر" يعني ڪيرتن ڳايا ويندا هئا. اندر بابت منتر گهڻي قدر انهي قسم جا آهن. اندر جي پد (يعني جڳهه) ختم ٿيڻ ڪانپوءِ به اهي ڪيرتن جا "ستوتر" رچيا ويندا هئا؛ سندن اُبتو اوُندو ارٿ ڪيو ويندو هو. انڪري اهو ويچار قائم ٿي ويو ته اندر آڪاش جي ديوتائن جو راجا آهي، تان جو ڪيترن هنڌ انهن منترن جو ارٿ اهڙو ڪيو ويندو هو جو سمجهه ۾ ئي نه ايندو هو. پوءِ ته ماڻهن ائين ڪڻي سمجهيو ته سڪڻن شبدن ۾ به منترن جوڪو مڙيوئي ڀڃاو آهي.

## اندر جو سڀاو

ته سهت - سنڌ ۽ ملڪ ۾ راج استاپن ڪرڻ وارو سيناپتي اندر هڪ منش هو، تنهنجي پڪي ثابتي رگ ويد ۾ ملي ٿي. هن منش جو ڪهڙو سڀاو هو تنهنجي به توري ڪل "ڪوشيتڪي اُپنشد" ۾ ملي ٿي. سا هيءَ آهي ته:-

دِووداس جو پٽر پرتردن (प्रतर्दन) جنگ جوئي بهادري ڏيکاري اندر جي پياري محل ۾ ويو. اندر چيس ته "هي پرتردن مان توکي هڪ وَر ڏيان ٿو. پرتردن چيس ته "مونکي اهڙو وَر ڏيو جو منش جاتيءَ لاءِ ڪلياڻ ڪاري هجي." اندر چيس ته "وَر ٻين لاءِ نه گهريو ويندو آهي؛ تون

۾ لکيل آهي ته ٻوشتا جي پٽ وشوروُپ کي اندر ڀنهنجي پروهت جو پد ڏنو، پر مٿان پوءِ ڏوهه ته ڪري تنهن ڏپ کان کيس به ماري وڌائين.* پوءِ به پروهت جو پد هڪ نه ٻئي براهمڻ کي ملندو رهيو. راڄ نيتيءَ کان ڏور رهڻ ڪري براهمڻ جاتي ساهتيه جي واڌاري ۾ لڳي رهي.

## ويدن جي ڀاشا

داس لوڪن ۽ آريه لوڪن جي ملڻ ڪري هڪ نئين ٻولي نڪتي. اها ٻولي ويدن جي ڀاشا هئي. جنهن ريت مسلمانن ۽ هندن جي جنگين ڪري هندوستان ۾ اردوءَ نالي هڪ نئين ٻوليءَ جو جنم ٿيو انهيءَ ريت ويدن جي ڀاشا به پيدا ٿي. مگر جيڪو اتم آستان ويد ڀاشا پاتو سو نه اردوءَ پاتو ۽ نه پائي سگهندي. ويد ڀاشا فقط ديو-واڻي بڻي رهي.

انهيءَ ويد ڀاشا جو آرٿ نيڪ سمجهڻو هجي ته بيبيلونيا جي ٻولين جو علم نهايت ضروري آهي. ڪن مؤل شبدن جو آرٿ ڪيئن بدلجي ويو آهي، سو ته "داس" ۽ "آريه" شبدن جي آرٿ مان سمجهجي ٿو. "داس" شبد جو مؤل آرٿ "داتا" هو، مگر اڄ هن شبد جو آرٿ "غلام" ٿي ويو آهي ۽ "آريه" شبد جو اصلوڪو آرٿ "گهومو" هو، پر اڄ انهي شبد جو ارٿ

*هندي سنسڪرتي ۽ اهنسا. صفحو ۱۹.

جي نياءَ ۽ انياءَ جي ٻکيڙي ۾ ٻوي ها ته هو پنهنجو
راڄ قائم نه ڪري سگهي ها. راڄ ۾ رهندڙ ٻراهڻن خسيس
پاپ پنج جي ڳالهين کي وزن نه ڏيندا آهن. هو ته ايترو ئي
ڏسندا آهن ته لڪي ڇپي راڄ جي استاپن ٿيڻ سان رواجي
جنتا جو ڀلو ٿيو يا ٻرو.

## آرين جي حڪومت مان لاڀ

انهيءَ نقطه نظر کان ڏسبو ته پتو پوي ٿو ته اندر يا
آريه لوڪن جي راڄ مان سپت-سندو ۾ رهندڙ ماڻهن
جو وڏو ڀلو ٿيو هوندو. ننڍڙن ننڍڙن شهرن ۾ بار بار
ٿيندڙ جهيڙا جهٽا بند ٿي ويا، جنهن ڪري ماڻهن کي
سک ۽ سانت نصيب ٿيو. مرهٽن جي اتهاس ۾ ڏسبو ته
خود پيشوائن جي مٿن ماڻهن پوني جي شنوار واڙي مٿان
(يعني پيشوائن جي محل مٿان) وري انگريزن جو جهنڊو
چاڙهيو هو. انين ۾ چيو وڃي ٿو ته پيشوائن جي حڪومت
ختم ٿيڻ تي ٻين هندن يعني براهمڻن خوب جشن منايا.
ساڳيءَ طرح ورتر جيتوڻيڪ براهمڻ هو تڏهن به ڪيس
ماري اندر سندس ديس سپت-سندوءَ ۾ گهرو جهيڙا
بند ڪيا. انهيڪري اهو سڀاويڪ هو ته آتي جي پوڄا
اندر جي جڳهه پڪاري لڳي. انهيءَ طرح ڏسبو ته داس
لوڪن ۽ آرين جي جنگ ڪري جيڪي سٺا نتيجا نڪتا
تن ۾ مکيه هي هو ته سپت-سندو ديس ۾ هڪ نموني
جو صلح سانت قائم ٿي ويو. ٻيو نتيجو اهو نڪتو جو
راڄ نيتيءَ ۾ براهمڻن جو زور ٿي پيو. رِگ ۽ يجر ويدن

هجي تنهن ۾ ڪهڙو عجب. مگر اتي ڪيس هڪ ٻاڻ جهڙو مخالف مقابلي ڪرڻ وارو نظر آيو. ڏيوڪيءَ جو پٽ ڪرشن ڳئن جو ڳنوار هو. اندر راجا جي يگيه ڪرڻ واري سنسڪرتي هو سويڪار ڪرڻ لاءِ تيار نه هو، سو اندر مٿس حملو ڪيو. ڪرشن وٽ ڪا گهوڙي سوار سئنا نه هئي. پر مقابلو ڪرڻ لاءِ هن هڪ اٽڪل ڪري آهڙي عمدي جڳهه وڃي جهلي جو هن اڳيان اندر جي هڪ به نه هلي سگهي. ورهسپتيءَ جي مدد سان ڪيئن به ڪري هو پنهنجي جان بچائي ڀڄي هتي ويو. هن ڳالهه جي ثابتي رگ ويد (۸-۹۶-۱۳-۱۵) جي ڪن منترن ۾ ۽ ڀاڳوت ۽ ٻين پراڻن جي ڏند ڪٿائن مان ملي ٿي.*

پلا جي يگيه وغيره جي سَپيتا کي ڪرشن مڃڻ لاءِ تيار نه هئو نه پوءِ ڇاکي مڃيندو هئو؟ چون ٿا ته آنگرس رشيءَ ڪيس هڪ سڌي سنواٽي يگيه جي ريت ٻڌائي ڇڏي هئي. انهي يگيه ۾ هي ڏکڻائون ڏيون هيون:- تپشيا، دان، سنئون مارگ وٺڻ اهنسا ۽ سچ وچن अथ यत्तपो दानमार्जवमहिंसा सत्यवचनमितिता अस्य दक्षिणा: § هن مان معلوم ٿئي ٿو ته آريه لوڪن ۽ داس لوڪن وچم جا پڻ لڳي تنهنڪري جيڪا ٻنهين جي سنسڪرتي سپت- سنڌوءَ ۾ ناس ٿي ويئي هئي، تنهن جو ڪجهه آنش گنگا- جمنا

*ڀارتيه سنسڪرتي ۽ اهنسا، صفحو ۲۲-۲۵.

§ڇاندوگيه اپنشد ۳-۱۷-۴-۶.

”سرپشت“، ”آدار“ ۽ ”مهان“ ڪيو وڃي ٿو.

## آريہ لوڪن جي جيت ڪري ڇاجي

داس لوڪن ۽ آريہ لوڪن جي جنگ مان وڏو نقصان هي ٿيو جو عمارتون ناهڻ ۽ شهر رٿڻ جو جيڪو هنر، جو داس ڄاڻندا هوا، سو ڇٽ ٿي، ويو. سنڌ ۽ پنجاب ۾ جيڪا جڳهين اڏڻ ۽ شهرن ناهڻ جي ڪلا پراچين ڪال کان هلندي آئي هئي سا هندوستان تائين نہ پهتي. ٻيو تہ جهنگل واسي ڀيل لوڪ ڪيئن رهندا وسندا هوا سو ڄاڻڻ جي واهہ ڪانہ رهي آهي. هتي ذڪر مثال ڏيڻ جاءِ آهي تہ اندر راجا ڀيلن کي ڪتن جو ٻڪ ٻڌايو. مول شبد آهي ”سالاوِرڪ“ جنهن جو ارٿ ”رڍون“ بہ ٿي سگهي ٿو ۽ ”ڪتا“ بہ ٿي سگهي ٿو. ٽيڪاڪار تہ ”رڍن“ جو ارٿ ڪيو آهي. پر اندر وٽ ڪيترا شڪاري ڪتا بہ هوا، سو لڳي ٿو تہ گهڻو ڪري اِهي ڪتا ڀيلن مٿان ڇيڙيا هوندائين! اُنهن ڀيلن جو سماج مٿان ڪو چڱو وڏو پرڀاو هوندو، نہ تہ انهن کي مارڻ جي ضرورت اندر نہ سمجهي ها. مگر اهي ڀيل لوڪ ڪهڙا هوا، ماڻهو انهنکي ڇو ڇيڙيندا هوا وغيره ڄاڻڻ جو اسان وٽ ڪو بہ اپاءُ نہ رهيو آهي.

## سري ڪرشن پاران آرين جي سنسڪرتيءَ جو ورود.

تہ سپت- سنڌوءَ مٿان حڪومت قائم ڪرڻ بعد اندر راجا پنهنجن ڪاهن جو رخ وچ هندستان ڏانهن ڦيرايو

’مهاڀارت‘ ۾ سري ڪرشن بابت جيڪي ڪٿائون اچن ٿيون تن مٿان سرسري نظر ڦيرائڻ مان ب پتو پوندو ت اهي ڪٿائون پوء گڏيون سڏيون ويون آهن. پهو ن ت اهڙو قبول ڪرڻو ٿو پوي ت اندر سان ئي ڪرڻ وارو ڪرشن ۽ ’مهاڀارت‘ وارو ڪرشن ساڳيا ماڻهو ن آهن. آترو ويد (ڪانڊ ٢٠، سوڪت ١٢٧) مان اها ڳالهه پڪي طرح سڌ ٿئي ٿي ت پانڊون جي لوڪن پريڪشت ۽ جنميجيه ٻنهي ڄڻن گڏجي ويدن جي سنسڪرتيءَ کي اڳتي آندو هو.*

مٿي ڄاڻايل ”ڇاندوگيه اُپنشد“ جي مثال مان ۽ پالي ساهتيه واري ”ستت نپاتَ“ اندر ڄاڻايل ”براهمڻ-ڌامڪ“ سُت مان اهڙو پڌرو ٿئي ٿو ت جيتوڻيڪ سپت-سنڌو ديس مان پڇمن جي سڀيتا ناس ٿي وئي ٿڌهن ۾ اها سڀيتا مڌيه ديس ۾ مکيه طرح براجمان هئي.§ سپت سنڌو ديس جا چار ورڻ مڌيه هندستان ۾ ب اسٿاپن ٿي ويا هوا. فرق فقط اهڙو پيو جو آريه لوڪن جي سپت سنڌوءَ جي براهمڻ آريه لوڪن جي يگيه وغيره واري سڀيتا کڻي سويڪار ڪئي. مڌيه هندستان ۾ جيتوڻيڪ براهمڻ اگنيءَ جي پوڄا ڪندا هوا، ت ب انهيءَ پوڄا ۾ پراڻين جو بلدان ن ڪندا هوا. چانورن، ڄوَن وغيره اناجن

---

*پارتيه سنسڪرتي ۽ اهنسا، صفحو ٣٧-٣٨

§ پارتيه سنسڪرتي ۽ اهنسا، صفحو ٣٩-٤٠

جي پرديش ۾ وڌي ويو هو. مٿي ڏنل مثال مان ڄاڻ پوي ٿي ته هن پرديش ۾ ڪرشن جهڙو راڄا تپسيا ڪندڙ اهنسڪ منين جو ڀڳت هو.

## ويدن جي سنسڪرتيءَ جو وڪاس

پر انهيءَ اهنسڪ سڀيتا جي ڪا خاص اُنتي نه ٿي. راڄ نيتيءَ مان هٽي وڃڻ بعد براهمڻن هڪ پاسي ساهتيه ڏي ۽ ٻئي طرف لوڪ ڪلياڻ ڏي وڌيڪ ڌيان ڏنو. هندستان ۾ سڀني کان جهونو وِشو وديالو تڪش شلا ۾ هو. ودياليءَ ۾ براهمڻ نه رڳو ويد وديا ڏيندا هوا، پر گڏوگڏ ڌنش وديا ۽ ويد وغيره شاسترن جي وديا به ڏيندا هوا. سپت-سنڌوءَ مان اِندر راڄا جي پوين جو راڄ جيتوڻيڪ ختم ٿي ويو، پر انهيءَ پرمپرا راڄ ڪري جا ٺهين سنسڪرتي اُتي تن جو راڄ نه رڳو شروع ٿيو پر اڳتي وڌندو ويو.

## وچ ڀارت ۾ ويدڪ سنسڪرتيءَ جي جڙ

ڪرشن کان اِندر هار ڪاڏي تن کان ڇهه ست سؤ سال پوءِ پانڊو ڪُل جي ٻن راڄائن- پريڪشت ۽ سندس پٽ جنميجيه- جا سنسڪرتي سپت-سنڌو ديس ۾ پيدا ٿي هئي سا سنسڪرتي گنگا-جمنا جي ديس ۾ داخل ڪئي. ويدشاسترن ۾ ڪا اهڙي ڳالهه نٿي ملي ته پانڊو لوڪن کي آريه سنسڪرتي ڪا پسند هئي. ڪرشن ۽ پانڊون جي وچ ۾ پيو نه ته ڇهه سؤ سال نمري ويا هوندا.

رشي مني صفا ميٽجي نہ ويا، پر جهنگلن ۾ تپسيا ڪندي ڪنهن نموني ٽڙ ڪائي ويا.

## اڄوڪا مثال

اهو حال سمجهائڻ لاءِ اڄوڪي اتهاس مان هڪ مثال ڏيئي سگهجي ٿو. جڏهن پڇمي لنڪا تي پورچوگيزن وچي قبضو ڪيو تڏهن اُتي جي ٻڌ ڌرم جي مندرن ۽ ڀڪشوُ وهارن کي ڊاهي سيني کي زوريءَ عيسائي ڌرم ۾ داخل ڪيائون. تنهن وقت لنڪا جو راجا ٻُڌ ڀڳوان جو ڏند ساڻ کڻي ”ڪنڊي“ پوڄڻي جي جهنگلن ۾ ڀڄي ويو ۽ اُتي پهاڙ جي اوٽ ۾ هن هڪ نئين راڄڌاني بنائي. پڇمي لنڪا ۾ جيڪي ٻڌ ڌرم جا ڀڪشوُ* يعني سنياسي پورچوگيزن جي چنبي مان ڀڄي ويا سي جيترا ٿي سگهيا اوترا ٻڌ ڌرم جا شاستر ساڻ کڻي ڪنڊيءَ جي پهاڙي پرديس ۾ راجا جي اَجهي ۾ وڃي ويٺا. ساڳيءَ حالت ڪجهہ قدر گوتا ۾ بہ ٿي. اُتي بہ پورچوگيزن سڀ کان پهرين ٣ تعلقا - سالشٽي، باردیس ۽ ٽسواڙا - هٿ ڪيا ۽ ڪن سالن بعد ماڻهن جا مندر ڊهرائي کين زوريءَ ڪئٿلڪ مذهب ۾ داخل ڪيائون. اُنهيءَ وقت کي هندو پنهنجون ملڪيتون اڪو قلو ڪري ۽ پنهنجا ديوتائون ساڻ کڻي، سَنوديڪر نالي هڪ ويجهي ديسي راڄ ۾ اَجهي لاءِ ڀڄي ويا. هن وقت بہ سالشٽي تعلقي مان

---

*ڀکيا وٺندڙ سنياسي.

سان ئي اگني ديوتا جي پوڄا ڪندا هوا. پر جنهن وقت راجا پريکشت ۽ جنميجيه يگيه وغيره شروع ڪيا تنهن وقت اها پراڻي اهنسا واري براهمڻ سنسڪرتي جڙ چٽ تي چڪي هئي ۽ سندس جڳهه تي هنسا واري يگيه وغيره جي رسم زور شور سان ڦهلجي رهي هئي. سو سپت سنڌوءَ جي ٻدران جمنا - گنگا وارو وچون ديس ئي ”آريه ورت“ سڏجڻ لڳو.

## اهنسا قائم رهي

اها ڳالهه صحيح آهي تہ پراڻي اهنسا واري اگني پوڄا جڙ ميسار جي ويئي، پر پوري طرح چٽ نہ ٿي هئي. راجائن جي درٻارن ۾ ٻئين درجي وارن ماڻهن کي سندس پرواه گهٽجي ويو هو. پر جهنگلن جي اجهي ۾ ڪافي بچي رهي. يعني تہ جي لوڪ اهنسا واري سڀيتا کي ڇهڻ پيا، سي جهنگل ۾ قل قول تي نرواهه ڪري پنهنجي تپسيا تي پڪا رهيا. ٻڌ ڌرم جي ”جاتڪ انڪتا“ ۾ اهڙن لوڪن بابت انيڪ ڪٿائون ملن ٿيون. ٻلدان واري تئين آيل سڀيتا کان وياڪل ٿي ڪئين برهمڻ ۽ ٻين ورڻن وارا جهنگل ۾ وڃي ۽ آشرم ٺاهي پنهنجون تپسيائون ۽ ساڌنائون ڪندا رهيا. سال ۾ ڪجهه ڏينهن اهي ماڻهو ڪٿيون ۽ ڪاريون شيون ڪاڻ جي چشڪي ونڻ لاءِ شهرن ۽ ڳوٺن ۾ اچي نڪرندا هوا ۽ پوءِ وري پنهنجن آشرمن ڏي موٽي ويندا هوا. تاهم پڻ هي تہ سپت - سنڌو جي ڀئين وانگر مڌيہ هندستان جا

ويندو هو ۽ انهن مهاجنن جو سڀاپتي مهاراجا سڏبو ويندو هو. ٻڌ جي زماني ۾ اها "مهاجن سٽا" واري راڄنيتي روز بروز ڪمزور ٿيندي رهي ۽ ٽنهن بدران انهن ديسن ۾ هڪ راڄا جي سَتا يعني حڪومت واري راڄنيتي تيزيءَ سان زور پڪڙيندي ٿي ويئي. اها گهٽنا جو ٻڌي تنهن تي ويچار ڪرڻ کان اڳ چڱو ٿيندو ته مٿي ڄاڻايل انهن سورهن ديسن بابت جيڪا ڄاڻ اسان کي ملي ٿي سا ٿوري ۾ هيٺ ڏجي.

(١) انگ (अंग)

انگ ديس مگڌ ديس جي پورب طرف هو. انگ جي اُتري ڀاڱي کي "اَنگوُتراپ" (अंगुत्तराप) چوندا هئا. مگڌ ديس جي راڄا جڏهن انگ ديس کي جيتيو تڏهن اُتي جي "مهاجن سٽا" واري راڄنيتي ختم ٿي ويئي. اڳئين وقت جي مهاجن يعني راڄائن جو اولاد اُتي رهندو هو پر اُن هوندي به سندن سوتنتر طاقت نه رهي هئي؛ ۽ وقت گذرندي ته انهيءَ ديس جو نالو ئي ٿي "انگ-مگڌ" سڏجڻ لڳو.

"ترپِٽڪ" گرنٿ ۾ ڪيترن هنڌ اهڙو اشارو آيل آهي ته ٻڌ ڀڳوان انگ ديس ۾ اُپديش ڏيندو رهندو هو. نه رڳو ايترو پر انگ ديس جي مکيه شهر چمپا نگريءَ ۾، گگرا راڻيءَ جي ناهيل تلاءَ جي ڪناري تي برسات جو چؤماسو (چَتُرماس) گذاريندو هو. پر اهو چمپا نگر به شايد ڪنهن اڳئين قديمي راڄا جي هٿ هيٺ نه هو. راڄا بمبسار اهو نگر هڪ سونڊ دنڊ (सोणदण्ड) نالي براهمڻ

## اَڌياءُ (٢)

# ٽنهن وقت راڄنيتڪ حالتون

## سورهان راشٽر

"यो इमेसं सोलसन्नं महाजनपदानं पहूतसत्तरतनानं इस्सराधिपच्चं रज्जं कारेय्य सेय्यथीद–

(١) اَنگانم (٢) مَگڌانم (٣) ڪاسينَم (۴) ڪوسلانَم
(٥) وَڄِينم (٦) ملانم (٧) چيتيِنَم (٨) وَنسانم (٩) ڪُروُنم
(١٠) پنچالانم (١١) مڇانم (١٢) سوُرسينانم (١٣) اَسڪانم
(١۴) اَوُنتينم (١٥) گنڌارانم (١٦) ڪنبوجانم."

هيءَ ياداشت "اَنگوُتر نڪاءِ" ۾ ڇهن هنڌ ڏني ويٺي آهي. "لَلِت وِستار" جي ٽئين اَڌياءَ ۾ به اِئين ورنن ڪيل آهي ته ٻڌ ڀڳوان جي پيدا ٿيڻ کان اڳ "جنبوُ ڊِويپ" يعني هندوستان ۾ اَلڳ اَلڳ سورهان راڄ هئا. پر انهن سورهن مان فقط اُنن راڄن جا راڄ ڪُلَ ورنن ڪيل آهن. انهن ديسن ڏي اِشارو بهوُ وچن (*Plural*) ۾ ڪيل آهي. انهيءَ مان اِئين لڳي ٿو ته انهن ديسن اندر ڪنهن زماني مهاجن سَتا يعني جنتا جي حڪومت هلندي هئي. انهن ديسن جي مهاجنن کي راڄا ڪوٺيو

هيڪ نه ٿي. انهيءَ وقت راڄگرهه جي آس پاس سنياسين
جي وڏن سنگهن جا چڱا نيتائون رهندا هوا. اها ڳالهه
جيڪڏهن ڌيان ۾ رکبي ته اِترو صاف نظر ايندو ته
اجاتشترو پنهنجي پتا کان به وڌيڪ سنياسين جو آدرستڪار
ڪندو هو. نه رڳو ايترو پر سندس اپاڪاريءَ ۾ مگڌ
ديس مان يگيه وغيره جو رواج ختم ٿيندو ويو ۽ ڏيري
ڏيري سنياسي سنگهن جي مهما وڌندي رهي.

مگڌ جي راڄڌاني راڄگرهه ۾ هئي. اهو شهر بهار
پرديس ۾ تِلِيا اسٽيشن کان ١٦ ميل پري آهي. چئن ئي
پاسن کان پهاڙ آئس، جن جي وچ ۾ شهر وسيل آهي. شهر
۾ گهرڻ لاءِ پهاڙن جي گهاٽين مان ئي رستا هوا، جنهنڪري
دشمن کان شهر سولائي سان بچائي سگهبو هو. ممڪن
آهي ته انهيءَ ڪري ئي اهو شهر پهاڙن جي وچ ۾ اڏيو
ويو هو. مگر اجاتشتروءَ جي طاقت ايتري قدر وڌي
ويئي جو هُن پهاڙن جي پيٺ ۾ رهڻ جي ضرورت نه
سمجهي. پڻ پگوان جي پرنرواڻ يعني ديهانت کان اڳ
اجاتشترو هڪ نئون شهر وسائڻ لڳو هو ۽ آخر آئي وچي
پنهنجي راڄڌاني ڪيائين.

اجاتشتروءَ کي ”ويديهي پُتر“ به سڏيو ويو آهي.
تنهنمان لائين پيو لڳي ته سندس ماتا وديهه ملڪ جي
هوندي. جين ڌرم جي ”آچارنگ“ شاستر ۾ لائين اشارو
ڪيل آهي ته سندس ماتا ”وَجي“ راڄائن مان هڪ
راڄا جي ڪميا هئي. پر ”ڪوسل سنيمت“ جي بقين پاڳ

جي وڏي جي ساراھ ڪئي ۽ ھرھڪ سان ملڻ لاءِ راجا کي وينتي ڪئي. اوڏي مھل سندس گھر جو ويڄ ڇمن کي ڇنو لڳائي ويٺو رھيو. تڏھن اجاتشتروءَ ڪاتنس کي پڇيو. جواب ۾ ھن ڀڳوان ٻُڌ جي اِستتي ڪئي ۽ ساڻس ملڻ لاءِ راجا کي مڃايو. جيتوڻيڪ سنگھن جي وڏن ۾ ٻڌ عمر ۾ سيني کان ننڍو ھو ۽ سندس سنگھہ کي ٻوڙا ٿئي ٿورائي ڏينھن ٿيا ھوا، تڏھن به ٻڌ سان ٿي ملڻ جو فيصلو اجاتشتروءَ ڪيو ۽ پِروار سوڌو درشن لاءِ جيوڪ ويڄ جي آنب ون ڏي ويو.

اجاتشترو پنھنجي پتا کي قيد ڪري، کيس ماري، ڳاڻ گديءَ تي ويٺو. مگر سندس پتا جيڪو آدرسڪار سنياسين ۽ شرمڻن کي ڏيندو ھو اوترو ئي آدر ھي به ڏيندو رھيو. بمبسار راجا جي موت ڪانپوءِ ٻڌ ڀڳوان اُڪتري راجگرھہ ڏي نه ويندو ھو. مٿيون موقعو انھن مان ھڪڙو ھو جڏھن ھوُ ويو ھو.

راجا ٿيڻ کان اڳ ٻڌ جي سؤٽ ديودت، راجا بمبسار کي پنھنجي طرف ڪري، ٻڌ ڀڳوان مٿان 'نِيلگِري' مست ھاٿي ڇيڙڻ جو منصوبو سٽيو، سا ۽ ٻيون اھڙيون ڳالھيون وِنيه پِٽڪ شاستر ۾ لکيل آھن. پر انھن ۾ ڪيتري قدر سچ ھوندو سو چوڻ ڏکيو آھي، پر ايترو صحيح ٿو لڳي ته ديودت تي بمبسار جو ھٿ ھو ۽ شايد انھيءَ ڪري ٻڌ ڀڳوان راجگرھہ کان پاسو ڪندو ھو. پر جڏھن ھوُ راجگرھہ ۾ پڌاريو تڏھن ساڻس ملڻ ۾ اجاتشتروءَ کي ڪا به

## (٣) ڪاسي (कासी)

ڪاسي يا ڪاشيءَ جي راڄڌاني واراڻسي (بنارس) هئي. اُنڪنا مان معلوم ٿو ٿئي ته هن ديس جي ڪيترن راجائن کي ”برهمدت“ ڪري چوندا هوا. ديس ۾ حڪومت جو سرشتو ڪهڙو هو تنهن بابت ڪا خاص خبر نٿي پوي، پر ايترو پتو پوي ٿو ته ڪاشيءَ جو راجا (مهاجن) ڏاڍو ئي اُدار دل هو. سندس راڄ ۾ ڪلا ۽ ڪاريگريءَ جو به خاصو ئي واڌارو ٿيو هو. ٻڌ ڀڳوان جي سمي ۾ عمدين شين کي ”ڪاسڪ“ يعني ڪاشيءَ جون ٺهيل چوندا هوا. ڪاسڪ وستر، ڪاسڪ چندن وغيره ترپٽڪ ساهتيه ۾ ڪيترين هنڌن لکت ۾ آيل آهي. وارانسي جي اشوسين راجا جي هڪ راڻي واما جي پيٽ مان جين ڌرم جي ٽيويهين تيرٿنڪر پارسناٿ جنم ورتو هو. پارسناٿ پنهنجو اُپديش گوتم ٻڌ جي جنم کان اڳ اٽڪل ٢٤٣ سال ۾ شروع ڪيو هو. تنهن مان اسين اهو به چئي سگهون ٿا ته ڪاشيءَ جا مهاجن رڳو ڪلا ۽ ڪاريگريءَ ۾ نه پر ڌرمي ويچارن ۾ به اڳيرا هوا. پر ٻڌ جي سمي ۾ هن ديس جي سوتنترتا ناس ٿي چڪي هئي ۽ اهو ديس ڪوسل ديس ۾ گڏجي سڏجي ويو هو. جهڙي طرح ”انگ-مگڌ“ جو گڏيل نالو هليو هو، اهڙي طرح ”ڪاسي-ڪوسل“ جو گڏيل نالو به چالو ٿي ويو هو.

## (٤) ڪوسل (कोसल)

ڪوسل ديس جي راڄڌاني شراوستيءَ (श्रावस्ती) ۾ هئي.

جي چوٿين سُت جي آنڪتا ۾ لکيل آهي ته اجاتشترو راجا پسيند جو پاٽيجو هو. ”وئديهي“ شبد جو آرٿ ''पंडिताधिवचनमेतं, पंडितित्थिया पुतोति अत्थो'' ڪيو ويو آهي.

”لَلِت وستار“ پستڪ ۾ مگڌ ديس جي راڄ ڪُل کي ”وئديهي ڪل“ ڪري ڪوٺيو ويو آهي. انهيءَ مان ائين لڳي ٿو ته هي ڪل پتا جي خاندان کان مشهور نه هو، پر ڪنهن وقت هن ڪل جي ڪنهن راجا جو وواهه وديهه ديس جي هڪ راجڪماريءَ سان ٿيڻ ڪري ڪل کي مشهوري ملي ويئي ۽ ڪي راڄ پتر پاڻکي وئديهي پتر سڏائڻ لڳا.

اجاتشتروءَ جڏهن پنهنجي پتا بمبسار کي ماريو تڏهن اها خبر ٻڌندي ئي آونتي پرديس جو راجا چنڊپرديوت (चंडप्रद्योत) ڏاڍو ناراض ٿيو ۽ اجاتشتروءَ تي حملي ڪرڻ جي تياري ڪيائين. انهيءَ ڊپ کان اجاتشتروءَ راجا راجگرهه جون چارئي ديواريون مضبوط ڪيون.* بعد ۾ شايد راجا چنڊپرديوت حملي ڪرڻ جو خيال لاهي ڇڏيو. چنڊپرديوت جهڙي هڪ ڏاڍي راجا کي اجاتشتروءَ تي ڪاوڙ آئي، پر پنهنجي راجا جي مارجڻ تي مگڌ جي پرجا کي ذرو به آرمان نه ٿيو. تنهن مان چٽيءَ طرح سان سمجهجي ٿو ته هن ديس ۾ هڪ راجا جي راڄ جو سرشتو ڪهڙو نه مضبوط ٿي ويو هو.

---

*مجهم نڪايه ۾ گوپڪ موگلان سُت جي آنڪتا ڏسو.

"للت وستر" ۾ هن راڄ ڪل جو جيڪو بيان ڪيل آهي تنهن مان لڳي ٿو ته هي راڄا ماڻنگ ٽالي هڪ گهٽ جاتيءَ جو هو. ڏمپد آنڪتا ۾ جيڪا وِڊوُڊ ڀ (وِڏوڏڀ) واري ڪهاڻي آهي تنهن مان به ساڳي ڳالهه ثابت ٿئي ٿي.

پسيند راڄا ٻڌ ڀڳوان کي وڏو مان ڏيندو هو. ٻڌ ڀڳوان جي شاڪيه ڪُل مان هڪ راڄ ڪنيا سان وواهه ڪرڻ جي مرضي ٿيس. ۽ شاڪيه ڪُل جي راڄا ڪوسل راڄا جي ڪل کي نيچ ٿي سمجهيو. سو پنهنجي ڪنيا ڪوسل راڄا کي ڏيڻ ٺيڪ نٿي سمجهائين. ۽ ڪوسل راڄا جو دٻدٻو شاڪيه ڪل مٿان هو، انهيءَ ڪري سندس گهُر موٽائڻ به ڪين ڏکي ٿي لڳي. آخر هنن اِهو اُپاءُ سوچيو ته مهانام شاڪيه پنهنجي داسي ڪنيا واسڀوَکَتِيا (वासभरवतिया) کي پنهنجي ڪنيا ڄاڻائي ڪوسل راڄا کي وواهه ۾ ڏني. ڪوسل راڄا جي منترين اها داسي ڪنيا پسند ڪئي. جڏهن ڏنائون ته مهانام شاڪيه ساڻس گڏ ويهي ڀوڄن ڪيو تڏهن سمجهائون ته اها سندس ئي ڪنيا هوندي. نيٺ شڀ مهورت ڏسي ڪري واسيرولِيا جو وواهه ڪوسل راڄا سان ٿي وِيو. راڄا کيس پنهنجي ٻَٽ راڻي بڻايو. سندن پُٽ وڊوڏڀ سورهن ورهين جي عمر ۾ شاڪين وٽ پنهنجي ناناڻي گهر ويو. شاڪين پنهنجي شهر جي منڊپ (ٿانون هال) ۾ سندس آدرسٽڪار ڪيو. ۽ سندس موٽي وڃڻ کانپوءِ سندس ويهڻ جو آسڻ پاڻيءَ

اهو نگر اچروتي (جنهنکي هاڻي راپتي چون ٿا) نديءَ جي ڪناري تي هو؛ اُتي پسينِد يعني پرسينجت راجا راڄ ڪندو هو. ڪوسل سُت جي هڪ سُت مان ثابت ٿئي ٿو ته پسينِد راجا ويدڪ ڌرم جو پورو پوئلڳ هو؛ ڏايا وڏا يگيه وغيره ڪندو رهندو هو. پر تڏهن به سندس راڄ ۾ سنياسين ۽ شرمڻن جو آدرستڪار ڪيو ويندو هو. اناٿپنڊڪ* (अनाथपिंडक) نالي هڪ مشهور نگر سيٺ شراوستيءَ ۾ ٻڌ ڀڳوان جي ڀڪشو سنگهه لاءِ جيت وَن نالي هڪ وهار اڏايو هو. وشاکا نالي هڪ پرکيات (مشهور) اُپاسڪا به پُورو آرام نالي هڪ عمدي عمارت ڀِڪشن لاءِ ٺهرائي هئي. انهن ٻنهي هنڌن تي ٻڌ ڀڳوان ڀڪشو سنگهه ساڻ ڪڏهن اچي رهندو هو. ڪئين چؤماسا هت اچي گذاريا هوندائين جو ته ٻڌ جا ڪيترا اُپديش اناٿپنڊڪ جي آرام گهر ۾ ٿيا، تنهنجو بيان ترِپٽڪ شاسترن ۾ ڪيل آهي. جيتوڻيڪ پسينِد راجا يگيه وغيره جو حامي هو، تڏهن به هو ڪڏهن ڪڏهن ٻڌ جي درشن لاءِ اناٿپنڊڪ جي آرام گهر ۾ ويندو هو. پسينِد کي ٻڌ ڀڳوان جيڪي اُپديش ڪيا تن جو سنگرهه ”ڪوسل سُت“ ۾ ملي ٿو.§

*سندس اصلي نالو سدت هو. اناٿن کي پوڄن (پنڊ) ڏيندو هو. تنهنڪري اناٿپنڊڪ نالو پئجي ويس.

§انهيءَ سنگرهه جي پهرئين ٽِي ست ۾ پسينِد ڪيئن ٻڌ جو اُپاسڪ بڻيو سا ڪٿا ڏنل آهي. پر نائين ست ۾ پسينِد جي مها يگيه جو ورنن ڪيل آهي. تنهنڪري چئي نٿو سگهجي ته پسينِد راجا ٻڌ جو سچو اُپاسڪ هو.

سرشتو وڌيڪ مضبوط ٿيندو ويو. ورورديءَ پنهنجي لوڪپريه
پتا جي گدي واري ته به جنتا کيس چوُن نه ڇڏي.

## (٥) وَجِيءَ (वज्जी)

جن ڏيسن ۾ مهاجنن جي حڪومت جو سرشتو هو تن ۾ فقط ٻي سوتنتر راڄ وجي ٻيا هوا. هڪ هو وَجين جو ۽ ٻيو هوا پاوا ۽ ڪُشينارا جي مَلَ قوم جا. تنهين ۾ وَجين جو راڄ پڪو ۽ سگهو هو. پر انهيءَ راڄ جو خاتمو به جلد ٿيڻ وارو هو. پر جيترو وقت اهو راڄ رهيو اوترو وقت پره ڦٽيءَ جي شڪر تاري وانگر چمڪو ڏنائين. ٻڌ ڀڳوان به اهڙي ئي مهاجنن جي حڪومت واري راڄ ۾ جنم ورتو. مگر شاڪيه قوم جي سوتنترتا ٿورئين ئي ناس ٿي رهي هئي. وَجي قوم پنهنجي ايڪتا ۽ بهادريءَ جي زور تي ٻڌ ڀڳوان جي حياتيءَ ۾ پنهنجي سوتنترتا ماڻي سگهي، جنهنڪري انهيءَ قوم لاءِ سندس من ۾ آدر هو. "مها پرنبان سُت" ۾ ٻڌي ڪان آيل لڇوين کي ڏسي ڀڳوان ٻڌ پنهنجي ڀڪشن کي چيو ته: "هي ڀڪشو جيسين تائين توهان ديوتا نه ڏٺا آهن تيسين تائين هنن لڇوين جي ٽوليءَ کي ڏسو." وَجين جي راڄڌاني وَئشالي هئي ۽ انهيءَ جي آسپاس وهندڙن کي لڇوين سڏيندا هوا. سندن پُورب پاسي وديهن جو راڄ هو، جتي جنڪ جهڙو راجا ٿي چڪو هو. "للت وستر" مان پتو لڳي ٿو ته وديهن جو آخرين راجا سُمِتر متلا نگر ۾ راڄ ڪندو هو. ڪانئس پوءِ وديهن جو راڄ وَجين جي راڄ سان گڏبو ويو هوندو.

سان ڌوتو ويو. اها ڳالھ وڊوڊڀ جي ڪنين وچي ٻڌي ۽ تنهن مان ڪَل پيس تہ هو داسي پٽ هو. جڏهن وڏو ٿي ساماڻو تڏهن وڊوڊڀ زور وٺي راڄ پنهنجي هٿ ڪيو ۽ پنهنجي پيءُ پتا پسيند کي شراوستيءَ کان شهر نيڪالي ڏني. پسيند پنهنجي ڀاڻيجي راجا اجاتشتروءَ وٽ اچھو وٺڻ لاءِ ڇمڙاپوش ڪري راجگرھ ڏي هليو، پر واٽ تي ڏاڍا ڪشت ڏسي هو راجگرھ جي ٻاهران هڪ ڌرمشالا ۾ مري ويو.

پتا جي مرڻيءَ کانپوءِ شاڪيہ قوم تي حملو ڪرڻ جو وڊوڊڀ فيصلو ڪيو، پر ڀڳوان ٻڌ هنکي اهڙو اپديش ڏنو جو ٻہ ڀيرا اهو ارادو ڦيرائي ڇڏيائين. پر ٽيون ڀيرو ٻڌ ڀڳوان کي وجھ ئي نہ مليو ۽ وڊوڊڀ پنهنجو فيصلو عمل ۾ آندو. شاڪين تي حملو ڪري کين پوريءَ طرح جيتيائين. جيڪي سنڌن سرڻ ۾ آيا يا جيڪي ڀڄي ويا سي بچيا، باقي ٻين سڀني کي ٻارن ٻچين قتل ڪري سنڌن خون سان پنهنجو اڳيون آسڻ ڌوتائين.

شاڪين کي ناس ڪري هو شراوستيءَ ڏانهن موٽيو ۽ اچروتي نديءَ جي ڪناري پنهنجي سينا جي ڇانوڻي هنيائين. جو تہ تنهن وقت آسپاس جي علائقي ۾ ڪُموسم ۾ سخت برسات اچي پوي ۽ ندي ٻوڙ ٻوڙان ڪري. انهيءَ ٻوڏ ۾ سينا سوڌو وڊوڊڀ بہ غرق ٿي ويو.

وڊوڊڀ جي ڪهاڻيءَ مان پڌرو آهي تہ مگڌ ديس وانگر ڪوسل ديس ۾ بہ هڪ راجا جي حڪومت وارو

نو ته ٻاوا جا مَلَ ۽ ڪُسينارا جا مل هڪ ٻئي جي پرسان رهندا هوا. ٻنهي راڄن ۾ ٻڌ جا ڪئين شش هوندا هوا. ٻئي راڄ سوتنتر ته هوا، پر ٻنهي جو پرياو وڄين جي چوڌاري مُکين جي راڄ جهڙو نه هو. بلڪ ائين به ڏسجي ته وڄين جي ٻلوان راڄ ڪري ئي هن جا راڄ ايترو ٽڪاءُ ڪائي سگهيا.

## (۷) چيتي (चेती)

هن راڄ بابت خبر ٻن ٻڌ جاتڪن - چيتيه ۽ ويسنتر - مان پوي ٿي. راڄ جي راڄڌاني سوتئيوتي (سؤستيوتي) هئي، اهڙيءَ ريت چيتيه جاتڪ نمبر ۴۲۲ ۾ ڄاڻايل آهي، جنهن ۾ اُتي جي راڄائن جي فهرست به ڏنل آهي. آخرين راڄا اُپچر يا اُپچر ڪوڙ ڳالهايو ۽ پنهنجي پروهت جي سراپ ڪري نرڳ ۾ ويو. سندس پنج ئي پٽ پروهت جي سرڻ ۾ ويا. پر راڄ ڇڏي وڃڻ لاءِ پروهت کين آگيا ڏني. اها آگيا قبوليندي هنن پنجن ئي ٻاهر وڃي الڳ الڳ پنج نگر اَڏيا. سا ڪهاڻي به انهيءَ جاتڪ ۾ ورنن ڪيل آهي.

راڄا ويسنتر (वेसन्तर) جي استري مَدي (يا مادري) مَدَ (مَدَرَ) ديس جي راڄڪماري هئي. ويسنتر جاتڪ جي ڪٿا مان معلوم ٿو ٿئي ته انهيءَ ديس کي چيتيه ديس به چوندا هوا. ويسنتر جو پنهنجو ديس شِوِ، انهيءَ چيتيه ديس جي پر ۾ هو. اُتي جي شِوِ راڄا کيئن پنهنجون اکيون دان ۾ ڏنيون، سا ڪهاڻي جاتڪ ۾ مشهور آهي.*

* 'شو جاتڪ' نمبر ۴۴۹

وَجين جي واداري لاءِ ٻڌ ڀڳوان جيڪو سنتن نيمن جو اُپديش ڪيو، ڏنو انجو وستار ”مها پرنبان ست“ جي شروعات ۾ ”انگوتر نڪايہ“ جي سُتڪ نپاتُ ۾ ڏنل آهي. ”مها پرنبان ست جي آڪتا ۾ انهن نيمن جي ڪولي ٽيڪا ڪئي ويئي آهي. انهيءَ مان اهو بہ پتو پوي ٿو تہ وَجين جي راڄ ۾ هڪ قسم جي جوري يعني پنچايت جو رواج هو ۽ اڪثري بي گناهن کي سزا نہ ملندي هئي. سندن قانون بہ لکت ۾ هوا ۽ قانون جي پيروي ڪرڻ ۾ پوري ڪوشش ڪندا هوا.

## (٦) مَلَ (मल्ल)

مل قوم جو راڄ وَجين جي اُڀرندي ۾ ڪوسل ديس جي اُلهندي پاسي هو. هن ديس ۾ بہ وَجين وانگر چونڊيل مُکين جي راڄ جو سرشتو چالو هو. پر مَلَن جي وچ ۾ اندروني ڦوٽ پئجي ويو. هڪڙا پاوا جا مَلَ ۽ ٻيا ڪُشيناراجا مَلَ سڏجڻ لڳا. مگڌ ديس مان ڪوسل ديس ڏي وڃڻ لاءِ ملن جي ديس مان لنگهڻو پوندو هو. انهيءَ ڪري ٻڌ ڀڳوان ڪئين ڀيرا انهيءَ رستي آيو ويو هو. ٻڌ ڀڳوان پاوا ۾ رهندڙ چند لوهار وٽ ڀوڄن ڪاڌو، جنهن ڪري بيمار ٿي پيو. اُتان جڏهن ڪسينارا لاءِ نڪتو تڏهن واٽ تي ئي پرنرواڻ پراپت ڪيائين. هن وقت انهيءَ هنڌ هڪ ننڍو اُستوپ يعني ٻڌ مندر آهي، جنهن جي درسن ڪرڻ لاءِ ٻڌ جاتري اُتي ويندا آهن. پاوا يا پڊروڻا ڳوٺ بہ پرسان آهي. انهيءَ مان لڳي

شڪارين کي ساڻ ڪري سندس پٺيان پيو ته آهي. چندپرديوت راجا هڪ نقلي هاٿي تيار ڪرايو ۽ حڪم ڏنائين ته اهو نقلي هاٿي ونس ديس جي سرحد تي ڇڏي اچو. راجا اُدين جان ئي ٻڌو ته منهنجي سرحد تي هڪ نئون هاٿي اچي نڪتو آهي تائين انهيءَ جي پٺيان پيو. سو ڏسي نقلي هاٿيءَ اندر جيڪي لڪل ماڻهو هوا تن وٺي هاٿيءَ کي ڊوڙايو ۽ چندپرديوت جي راڄ جي حد اندر لنگهي ويا. جيئن اُدين راجا انهيءَ ڪوڙي هاٿيءَ پٺيان ڪاهيندو ويو تيئن راجا چندپرديوت جي گهڻ سپاهين راجا کي پڪڙي ورتو ۽ ڪيس اُجين ۾ کڻي ويا.

جڏهن چندپرديوت وٽ آڻي حاضر ڪيائونس تڏهن چيائينس ته:- "مونکي هاٿي پڪڙڻ وارو منتر سيکار ته مان توکي آمالڪ ڇڏي ڏيان. جي نه ته توکي قتل ڪندس." پر راجا اُدين نه سندس لالچ ۾ ڦاٿو ۽ نه سندس ڌمڪيءَ کان ڊنو. جواب ڏنائينس ته: "مونکي نمسڪار ڪري هڪ شش جي ناتي منتر جو اپياس ڪندين ته بيشڪ توکي منتر سيکاريندس؛ ٻيءَ صورت ۾ توکي جيڪي وڻي سو ڀلي ڪر."

راجا پرديوت وڏو اڀماني هو، سو اها ڳالهه ڪيس نه آئڙي. پر هوڏانهن اُدين کي ماري منتر به چٽ ڪرڻ سو ڪيس مناسب نه لڳو. سو پڇيائينس ته: "ڀلا ٻئي ڪنهن کي اهو منتر پڙهائيندين؟ منهنجي ئي ڪنهن ماڻهوءَ کي منتر سيکاريندين ته به توکي ڇڏي ڏيندس."

ويسنتر جاتڪ موجب ويسنتر راجڪمار رگو ته پنهنجو 'منگل' هاٿي، ٻه استري ۽ ٻه ٻار براهمڻ کي دان ۾ ڏيئي ڇڏيا. اها ڪٿا به ويسنتر جاتڪ ۾ ڏنل آهي. تنهن مان ايترو ثابت ٿو ٿئي ته شو (शिव) ۽ چيتيه (चैदयों) جي ديسن ۾ براهمڻ جي وڏي مهما هئي، ۽ اهي راڄ مڙيوئي الهندي پاسي هوندا. ٻڌ جي سمي ۾ شو ۽ چيتيه جا نالا ڇاتل هوا. ٻه اها ڇاڻ نٿي پوي ته ٻڌ ڀڳوان ڪو انهن راڄن ۾ ويو هو. نڪا ڪا اها ئي خبر ٿي پوي ته جهڙيءَ طرح مگڌ راڄ ۾ انگ راڄ سمائجي ويو اهڙيءَ طرح هي راڄ به ٻئي ڪنهن راڄ اندر سمائجي ويا هوا. ڪجهه به هجي ۾ ايترو بيشڪ چئي سگهجي ٿو ته انهن ٻنهي راڄن ساڻ ٻڌ ڀڳوان جي حياتيءَ جو ڪنهن به قسم جو واسطو نه هو.

## (٨) وَنس يا (वत्स)

وَنس ديس جي راڄڌاني ڪوسمبي (ڪوشامبي) هئي. ٻڌ جي سمي ۾ چونڊيل مکين جي راڄ وارو سرشتو ختم ٿي چڪو هو ۽ انهن لڳي ٿو ته اُدين (उदयन) نالي هڪ عياشي راڄا اُتي راڄ ڪندو هو. "ڌمپد اٺڪٿا" ۾ هن راڄا جي ڪٿا هن ريت ڏنل آهي:-

وَنس جي راڄا اُدين ۽ اُڄين جي راڄا چنڊپرديوت (चंडप्रद्योत) وچ ۾ سخت دشمني هئي. جنگ ۾ اُدين کي جيتڻ ڏکيو سمجهي راڄا چنڊپرديوت ڪيس گرفتار ڪرڻ جو هڪ منصوبو سٽيو. راڄا اُدين هاٿين کي پڪڙڻ جو هڪ منتر ڄاڻندو هو. جهنگل ۾ هاٿي آيو نه آهي ۽ هو

اوت وارو پردو هٽائي ڇڏيائين. تڏهن ٻنهي کي پرديوت
جي چالبازيءَ جو پتو پيو ۽ ٻئي مرڳو هڪ ٻئي تي
اکين ڇڪڻ تي ويا. ٻنهي صلاح ڪري آونتيءَ مان ڀڄڻ
جو منصوبو رٿيو. واسودتا پنهنجي پتا کي نياپو موڪليو
ته منتر سکڻ لاءِ شڀ مهورت ٿي، هڪ ٻُوٽي گهرائڻ لاءِ
مونکي هڪ هاٿڻي گهرجي. پوءِ جڏهن راجا پرديوت باغ
۾ شغل ڪرڻ ويو تڏهن اُدين ۽ واسودتا ٻئي ڀَدروتي هاٿڻيءَ
تي سوار ٿي ڀڄي نڪتا. اُدين ته هاٿيءَ جي سواريءَ
۾ نهايت هوشيار هو. خبر پوندي راجا پرديوت سندن
پٺيان سپاهي ڀڄايا، جي سگهه وٽي اچي وٽن پهتا. پر اهڙي
وقت ڇا ڪجي سو اڳيئي واسودتا ڪماريءَ سوچي ڇڏيو
هو. ڀڄڻ ويل پتا جي خزاني مان سونن سڪن جون ڪيئين
ٿيلهيون پاڻ سان کڻي نڪتي هئي. سو هڪ ٿيلهي کولي
سونا سڪا ڪڍي واٽ تي اُڇلائيندي ويئي. سڪا
ڏسي سپاهي اهي سڪا ڳولهڻ ۽ چونڊڻ ۾ لڳي ويا.
ايتري ۾ اُدين وڃي وٽي هاٿڻيءَ کي ڪاهي اڳيرو نڪري
ٿي ويو. پر ٿوري وقت کانپوءِ، سندس پيڇو ڪندڙ
سپاهين وري اچي تي کين گهيريو ته راجڪماريءَ وري
ٻي ٿيلهي ڪڍي ساڳيءَ طرح اڏائي ٿي ڇڏي. انهيءَ
ريت واٽ تي سڪا اُڇلائيندي ٻئي ڄڻا ڀڄندا اچي
ڪوشامبيءَ ۾ نڪتا.

اُدين بابت هڪ ٻي ڪٿا به پرسد آهي. هڪ ڀيري
واڻ ڪيلڻ واسطي هو پنهنجي باغيچي ۾ ويو. اُتي ڪا

اُدين جواب ڏنو ته: ”ڪهڙي به استري يا ڪهڙو به پرش مونکي پرڻام ڪري شش جي ناتي منتر جو اڀياس ڪندو ته اها ود يا مان کيس ڏيندس.“

چنڊ پرديوت جي ڪنيا واسل دتا (वासवदत्ता) هڪ ڏاڍي چتر ڪماري هئي. منتر گرهڻ ڪرڻ لاءِ بيشڪ لائق هئي. واسل دتا جو اُدين سان گڏجڻ کيس ٺيڪ نٿي لڳو. تنهن هڪ بهانو بنائي اُدين کي چيائين ته منهنجي گهر ۾ هڪ ڪُبڙي داسي آهي. پردي پنيان ويهي هوءَ توکي نمسڪار ڪندي ۽ شش ٿي توکان منتر سکندي. منتر جي شڪتي کيس ملي ويئي ته آءٌ توکي آزاد ڪري پنهنجي راڄ ۾ پهچائي ايندس.“

اُدين اها ڳالهه قبول ڪئي. هيڏانهن وري پرديوت بهانو ٺاهي واسودتا کي چيو ته ”هڪ ڪوڙهي شخص کي هاٿي قابو ڪرڻ جو منتر اچي ٿو. کيس ڏسڻ بنا تون کيس نمسڪار ڪري ڪانئس اهو منتر سکي اچ.“

انهيءَ کان پوءِ واسودتا راجڪماري پردي پنيان ويهي، راجا اُدين کي نمسڪار ڪري، منتر گرهڻ ڪرڻ شروع ڪيو. منتر سکندي ڪن اکرن جو اُچار سندس واتان ٺيڪ نه نڪتو. ناراض ٿي اُدين چيس ته، ”اڙي ڪبڙي! تنهنجا چپ بلڪل ٿلها ٿا ڏسجن.“ اهو ٻڌي راجڪماري بگڙي ۽ چيائينس ته، ”اڙي ڪوڙهيا، تون مونکي ڪبڙي ٿو سڏين؟“

اُدين واڪو ٿي ويو ته تنهن هي ڪهڙو معاملو! سو

ڪورو ۽ (कौरव्य) راڄا جو راڄ هو. ٻيو اهو پتو نٿو پوي ته آيا حڪومت جو ڪهڙو سرشتو چالو هو. ٻڌ جي ڀڪشو - سنگهه لاءِ هڪ ئي وهار نه هو. اُپديش ڪندي ڇاڪاڻ ته هن ديس ۾ اچي ڀڄندو هو ته ٻڌ ڀڳوان ڪنهن وڏا هيڊان يا اهڙي ٻئي هنڌ اچي ديرو ڪندو هو. ٻڌ ۽ اهڙو سمجهجي ٿو ته هتي ٻڌ جا اُپديش ٻڌڻ لاءِ ڪئين ڪانگي هوا. راشٽرپال نالي هڪ ڏنوان جوان منجهائن وڃي ڀڪشو ٿيو، سا ڪٿا "مڄهم نڪايه" ۾ وڏي وستار سان لکيل آهي. ته ڪروءُ ديس جي "ڪماسدم" (ڪلماشدميه) نالي نگر جي پرسان ڀڳوان ٻڌ "ستپٿان" (सतिपट्ठान) جهڙن ٻين اُتم سُتن جو اُپديش ڪيو، سا ڳالهه "سُتپٽڪ" ۾ چيل آهي. انهيءَ مان لڳي ٿو ته آتي جي جنتا ٻڌ جو آدرستڪار ڪندي هئي. مگر حاڪمن ۽ آفيسرن ۾ سندس ڪو ڀڳت نه هو ۽ انهن ۾ وئدڪ ڌرم جو سڪو زور هو.

## (١٠) ۽ (١١) پنچال (پانچال) ۽ مڇ (متسيه)

اُتري پانچالن جي راڄڌاني ڪمپل (ڪامپليه) هئي، سا ڳالهه "جاتڪ آنڪتا" ۾ ڪئين ڀيرا اچي ٿي. ٻيو متسيه ديس جي راڄڌانيءَ جو ڪو ۽ پتو نٿو پوي. تنهن مان لڳي ٿو ته ٻڌ جي سمي ۾ اهي ٻئي ديس ڪو خاص ناميارا نه هوا. هن ديس ۾ ڀڳوان ٻڌ جاترا نه ڪئي هئي. انهيڪري آتي جي ماڻهن ۽ شهرن بابت ٻڌ گرنٿن ۾ ڪو خاص ذڪر نه ڪيل آهي.

نند ڪٽي ويس. سندس ويجهو هڪ وڻ هيٺان پنڊول ڀاردواج (पिंडोल भारद्वाज) سنياسي ويٺو هو. راجا کي ستل ڏسي سندس راڻيون پنڊول ڀاردواج وٽ ويون ۽ سندس اُپديش ٻڌنديون رهيون. تان جو راجا اُدين سجاڳ ٿيو ۽ غصي ۾ اچي پنڊول ڀاردواج جي سر ۾ مٽان لال ماڪوڙا وسائڻ جي ڪوشش ڪيائين. اهڙي واقع ڏي "سنيت نڪايه" جي انڪتا ۾ اشارو ڪيل آهي. ۾ پوءِ پنڊول ڀاردواج جو اُپديش ٻڌي اُدين راجا ٻڌ ڀڳوان جو اُپاسڪ ٿيو.

'انگوُتر نڪايه' جي انڪتا ۽ ڌمپد انڪتا ۾ چيل آهي ته ڪوشامبيءَ ۾ گهوشت، ڪُڪُت، ۽ پاوارڪ نالي ٽي سريشٽ پرش هوا. انهن ٻڌ ڀڳوان جي ڀڪشن ۽ سنياسين جي رهڻ لاءِ آهستي آهستي، گهوشت آرام، ڪڪت آرام ۽ پاوارڪ آرام نالي ٽي وهار جوڙيا.* اُدين جي هڪ مکيه راڻي ساماوتي ۽ سندس داسي کُجترا (ڪبجا اُترا) ٻڌي ٻڌ ڀڳوان جون پُرڏان ڀڳتياڻيون هيون. انهن ڪٿائن مان معلوم ٿو ٿئي ته جيتوڻيڪ اُدين راجا ڪو خاص طرح شردالو نه هو، ته به ڪوشامبي واسين ۾ ڪيترا ٻڌ جا ڀڳت هوا ۽ چاهيندا هوا ته ڀڪشن جي جيون سک ۾ گذري.

## (٩) ڪرو (कुरु)

ڪرو ديس جي راجڌاني اندرپرست نگر ۾ هئي. ايتري ڄاڻ پوي ٿي ته ٻڌ جي سمي ۾ هن ديس ۾

*ڏسو: "پوٽ سنگهاچا ڀرچيه" صفحو ٢٣٧-٢٤٥

اڙتاٽ هو (ٻاٻري براهمڻ) آشوڪ راڄ ۽ آلڪ راڄ جي آس پاس گوداوري ندي جي ڪناري ڀکشا وٺي ۽ قل قول ڪاٽي پنهنجو نرواهه ڪندو هو.

آلڪتا ۾ چيل آهي تہ آسمڪ ۽ آلڪ ٻئي آندرا (آنڌڪ) راڄيہ جا راڄا هوا ۽ ٻنهي راڄن جي وچ ۾ ٻاٻري براهمڻ پنهنجن سورهن ششن سميت هڪ ٽاٽو ٺاهي جو آهستي آهستي وڌندو ويو. اسين چئي سگهون ٿا تہ وئدڪ ڌرم پرچارڪن جو ڏکڻ هندوستان ۾ اهو پهريون ٽاٽو هو. ٻڌ يا سندس سمي جا ڀڪشو اوستائين نہ پهتا هوا، انهيڪري ٻڌن جي شاسترن ۾ انهن راڄن جي ڪا خاص ڄاڻ نٿي پوي. پر تڏهن بہ ٻُڌ جي ڪيرتي اوستائين وڃي پهتي هئي. سا ٻڌي ڪري ٻاٻريءَ پنهنجن سورهن ششن کي ٻڌ جو درشن ڪرڻ لاءِ موڪليو. اهي جاترا ڪندي مڌيہ ديس ۾ وڃي پهتا ۽ نيٺ راڄگرهہ ۾ ڀڳوان ٻڌ سان مليا سندس شش ٿيا. اهي سڀ ڳالهيون ”پاراين وَڳ“ ۾ ملن ٿيون. پر تنهن کانپوءِ موٽي ڪري هنن گوداوريءَ جي ديس ۾ اپديش ڪيو، اهڙي ڪا خبر نٿي پوي.

### (١٤) آوَنتي (अवन्ती)

آونتي ديس جي راڄڌاني اڄين ۽ اتي جي راڄا چنڊپرديوت باٻت ڪافي خبر ڏنل آهي. جڏهن چنڊپرديوت بيمار پيو تڏهن مگڌ ديس جو پرسڌ ويد جيوڪ ڪؤمار ڀرتيہ (जीवक कौमारभृत्य) کيس سڄو ڪرڻ لاءِ

## (١٢) شورسين (شورسين)

سُورسين ديس جي راڄڌاني مٿرا (مٿرا) هئي. آتي آونتي پتر نالي راجا جو راڄ هو. ورڻ آشرم ڌرم بابت جيڪا گفتگو راجا آونتي پتر ۽ مهاڪاتياين جي وچ ۾ ٿي، تنهن جو بيان ”مجهم نڪاءِ“ جي ’مڌرست‘ ۾ ڏنل آهي. هن ديس ۾ ڀڳوان ٻڌ کو ايڪڙ ٻيڪڙ وڃو هوندو. ”انگوتر نڪاءِ“ جي پنچڪ نپاٽ جي هيٺ لکيل سُتَ مان لڳي ٿو ته کيس ’مَڌُرا‘ شهر کو خاص طرح نه وڻندو هو.

पंचिमे भिक्खवे आदीनवा मधुरायं। कतमे पंच? विसमा, बहुरजा, चण्डसुनखा, वालयक्खा, दुल्लभपिण्डा। इमे खो भिक्खवे पंच आदीनवा मधुरायं ति।

ارٿات هي ڀڪشوئو، مٿرا نگر ۾ هي پنج دوش آهن. اهي کهڙا پنج. آتي جا رستا ڪرٻڙ کرٻڙ آهن؛ آتي ڌوڙ ڏاڍي وسي ٿي؛ ڪتا چيتا آهن؛ يڪش ٻي رحم آهن ۽ آتي ڀڪشا ڏکي ٿي ملي. هي ڀڪشوئو مٿرا ۾ اهي پنج اوڻايون آهن.

## (١٣) آسڪ (آشمڪ)

سُتَّ نِپات جي پارايڻ وڳ جي شروعات ۾ جيڪي وڌُڪاڻون آهن تن مان معلوم ٿو ٿئي ته اسمڪن جو راڄ گوداوري نديءَ جي آس پاس هو. شراوستي ۾ رهندڙ باوري نالي براهمڻ پنهنجا سورنهن شش وٺي هن راڄ ۾ رهيو هو.

सो अस्स कस्स विसये अलकस्स समासने।
वसी गोदावरी कूले उञ्छेन च फलेन च।

ڪهاڻين مان ايترو معلوم ٿئي ٿو تہ پرديوت هڪ شوخ ۽ ظالم حاڪم هو.

ٻڌ ڀڳوان راڄا پرديوت جي راڄ ۾ ڪڏهن بہ نہ ويو هو. سندس مکيہ شش مان هڪ يعني مهاڪاتياين راڄا پرديوت جي پروهت جو پٽر هو. پتا جي مرڻ کانپوءِ کيس پروهت پد پراپت ٿيو. پر اهو پد نہ ماڻي هو مڌيہ پرديس ۾ هليو ويو ۽ وڃي ٻڌ جو ڀڪشو (شش) ٿيو. جڏهن مهاڪاتياين (महाकात्यायन) وري پنهنجي ديس موٽيو تڏهن راڄا پرديوت ۽ ٻين سندس ڏاڍو آدرستڪار ڪيو.* مٿرا جي راڄا آونتي پٽر ساڻ جاتي ڀيد بابت مهاڪاتياين جو جيڪو سنواد ٿيو سو ”مجهم نڪايہ“ جي ”مڌر“ يا ”مڌريہ“ سُت ۾ ورنن ڪيل آهي. جيتوڻيڪ هيڏانهن اجين ۽ هوڏانهن مٿرا ۾ مهاڪاتياين پرسڌ هو، تڏهن بہ ائين نٿو لڳي تہ ٻڌ ڀڳوان جي جيئري مٿرا ۾ ٻوڌ مت جو ڪو خاص پرچار هو. ٻڌ جا ڀڪشو (شش) بلڪل ٿورا هوا. انهيءَ ڪري هن ديس ۾ ٻڌ ڀڳوان آهڙي آگيا ڏني هئي تہ پنج ڀڪشو گڏجي سندس بدران ٻئي ڪنهن ڀڪشوءَ کي سنگهہ ۾ داخل ڪري سگهيا ٿي. انهيءَ ڪارج لاءِ مڌيہ ديس ۾ گهٽ ۾ گهٽ ويهن ڀڪشن جي ضرورت ٿيندي هئي.§

---

*ڏسو: ”ٻوڌ سنگهاچا پرچيہ“ صفحو ١٦٥-١٦٨

§ڏسو: ”مهاوڳ“، ڀاڱو، آٺون، ”ٻوڌ سنگهاچا پرچيہ“ صفحو ٣٠-٣١

اُجين ويو. پر ڏيوت راجا نهايت نردئي ۽ بي رحم هو، جنهنکري سنڌس نالي اڳيان ”چنڊ“ يعني شوخ شبد لڳايو ويندو هو. انهيءَ لڇڻ جي جيوڪ ولڀ کي پوري طرح ڄاڻ هئي. راجا کي دوا ڏيڻ کان اڳ، جهنگل ۾ وڃي دوا ڳاهڻ جي بهاني، هن ڀَدُوتي (भद्रवती) نالي هاٿڻي راجا کان گهرائي ورتي. پوءِ راجا کي دوا موکلي هو امالڪ هاٿڻيءَ تي سوار ٿي اُجين مان ڀڄي نڪتو. هيڏانهن دوا پيئندي راجا کي سخت اُلٽيون اچي ٿيون. ڪروڌ ۾ ڀرجي راجا حڪم ڪيو ته جيوڪ ولڀ کي ڪنهي ونئي اچو. پر جيوڪ ته اُتان نڪري ويو هو. سنڌس پنيان پوڻ لاءِ راجا ڪاڪ نالي هڪ داس کي روانو ڪيو. ڪاڪ پٺ وٺندي ڪوشامبي ۾ وڃي جيوڪ کي پڪڙيو. تڏهن جيوڪ هنکي، دوا سان مليل آنرلو کائڻ لاءِ ڏنو، جو کائي هو ڏاڍو بي حال ٿي پيو. پوءِ جيوڪ وري ڀدوتي هاٿڻيءَ تي چڙهي مڙي ۾ راجگرهه وڃي نڪتو. جڏهن بيماري لٿس ۽ اُڃي جهڙو تندرست ٿيو تڏهن پرديوت راجا ويڄ تي خوش ٿيو ۽ سنڌس لاءِ ’سِويَڪ‘ (सिवेय्यक) نالي وسترن جو جوڙو سروپا طور راجگرهه ۾ پيٺا طور موڪليائين.*

هن ڪهاڻيءَ ۽ ”ڏيمد انڪتا“ واري ڪهاڻيءَ ۾ گهڻي مشابهت نظر اچي ٿي. مگر ائين چوڻ ڏکيو آهي ته هڪ مان ٻي نهي هئي يا ٻئي ڌار ڌار نهيون هيون. پر ٻنهي

* ”مهاوڳ“ ڀاڱو آٺون

۾ سونهري وستر موڪلي ڏنو. انهيءَ سونهري وستر مٿان ٻڌ ڌرم ۽ سنگهه جي گُڻن جو ورنن قيمتي زريءَ جي ڪم ۾ ڪيل هو. اهو ليک پڙهي ڪري پڪُساتي کي ٻڌ ڌرم جي ڌُن لڳي ويئي ۽ آخر ۾ راڄ پاٽ ڇڏي ڪري هو راجگرهه تائين پيدل ويو.

راجگرهه ۾ هڪ ڪمهار جي گهر ۾ ٻڌ سان ڪيئن ملاقات ٿيس ۽ ٻڌ کيس ڪهڙو اُپديش ڏنو ۽ آخر هڪ مست ڳانءِ کيس ڪيئن ماري وڌو، سو سڀ ”ڌاتو وڀنگ سُت“ ۾ ڏنل آهي.

گنڌار ۽ سندس راڄڌاني تڪششلا بابت بيان ”جاتڪ اُنڪٿا“ ۾ ڪيترن هنڌن تي ڏنل آهن. تڪششلا نه رڳو ڪلا ۽ ڪاريگريءَ ۾ پر ودِيا ۾ به واڌارو ڪيو هو. ديس ديسانتر جا براهمڻ ڪمار ويد اڀياس لاءِ، ڪتري ڪمار ڌنش وديا لاءِ ۽ راڄ نيتي سکڻ لاءِ ۽ جوان وڻش شلپ ڪلا ۽ بيا ڌنڌا سکڻ لاءِ تڪششلا ۾ ايندا هوا. راجگرهه جي نامياري ويد جيوڪ ڪومارڀرتيه به تڪششلا ۾ آيورويد جو اڀياس ڪيو هو. هندوستان ۾ سڀ کان پراچين ۽ پرسڌ وشو وديالو تڪششلا ۾ ئي هو.

## (١٦) ڪنبوج (ڪامبوج)

پروفيسر رهائيس ڊيوڊس جو راءِ آهي ته ڪنبوج جو راڄ اُتر- اُلهندي پاسي هو ۽ راڄ جي راڄڌاني دوارڪا ۾ هئي.* پر ”منجهم نڪايه“ جي اسلاڪن سُت ۾ “योनकंबोजेसु”

* *Buddhist India. P. 28.*

## (١٥) گَنڌار (گانڌار)

هن ديس جي راڄڌاني تڪسلا (تڪششِلا) هئي. هن ديس ۾ پُڪسالي (पुक्कुसाति) نالي راجا راڄ ڪندو هو. هن پنهنجي وڏيءَ ڀر ڪندي آوستا ۾ راڄ پاٽ تياڳي ڪيو ۽ راڄگرهه تائين پيگهه جاترا ڪندي وڃي ڀڪشو سنگهه ۾ داخل ٿيو. پوءِ وڻ جا پن چونڊيندي يا وستر ڳولهيندي هڪ چريءَ ڳانءِ کيس ماري وڌو. اها ڪٿا "مجهم نڪاي" جي ڌاتو وِڀنگ سُت ۾ ڏنل آهي. هو تڪششلا جو راجا هو. بمبسار راجا ساڻ سندس مترتا ڪيئن ٿي، تن ڳالهين جو تفصيلوار بيان هن سُت جي آٽڪٿا ۾ ملي ٿو. انهن ڳالهين جو سار آنش هي آهي:-

تڪششِلا جا ڪي واپاري راڄگرهه ويا. بمبسار راجا هميشه جيان آدرستڪار ڪري سندن راجا جي رهڻ رهڻيءَ بابت پڇيو. جڏهن کيس ٻڌايو ويو ته تڪششِلا جو راجا هڪ نهايت سچو پرش آهي ۽ عمر ۾ به سندس جيڏو آهي تڏهن بمبسار جي من ۾ هن لاءِ پريم ۽ آدر اُڀريو. پوءِ انهن واپارين جي ڍل معاف ڪري پڪُساتي راجا ڏي هڪ مترتا جو سنديش موڪليائين. تنهن تي پڪُساتي راجا بمبسار تي ڏاڍو پرسن ٿيو. وقت وٺي مگڌديس مان آيل واپارين مٿان ڍل هن به معاف ڪري ڇڏي ۽ پنهنجن نوڪرن هٿان ۽ واپارين ساڻ بمبسار راجا لاءِ "آٺ پنڇرنگي" قيمتي دُشالو پيٽا طور موڪليائين. بمبسار راجا انهيءَ پيٽا جي بدلي ۾ هڪ سوني ٽوڪريءَ

ڪامبوڄ جي رهواسين جي هڪ اهڙي مڃتا هئي ته جيت، ماڪوڙا ۽ پتنگ وغيره مارڻ ڪري آتم شڌي ٿئي ٿي.

कीटा पतंगा च भेका ।
हंन्त्वा किमिं सुज्झति मक्खिका च ।
एते हि धम्मा अनरीयरूपा ।
कम्बोजकानं वितथा बहुन्नं ।

ارٿات ڪيڙا، پتنگ، سانپ، ڏيڏر، جيت ۽ مکيون مارڻ ڪري منش شڌ ٿئي ٿو. هن قسم جي اناري ۽ مٿيا ڌرم ۾ ڪامبوڄ جي جنتا مڃتا رکي ٿي. هن مان لڳي ٿو ته هن زماني جي سرحدي قومن وانگر تڏهن جا ڪامبوڄ ماڻهو پنتي هوا.

"منورٿ پورڻي" اٽڪٿا ۾ مَهاڪَپن (महाकप्पिन) جي ڪهاڻي آئي آهي. سرحدي ديس جي ڪُڪُٽوتي (कुक्कुटवती) نالي راڄڌانيءَ ۾ مَهاڪَپن نالي هڪ راڄا راڄ ڪندو هو ۽ پوءِ ٻڌ ڀڳوان جي مهما ٻڌي ڪري مڌيه پرديس ۾ ويو. چندرڀاڳا نديءَ جي ڪناري ڀڳوان ٻڌ جو درشن ڪيس. انهيءَ استان تي ڀڳوان کيس سندس منترين سوڌو ڀڪشو سنگهه ۾ داخل ڪيو وغيره.*

مهاڪپن راڄا هو ۽ ڪُڪُٽوتيءَ ۾ راڄ ڪندو هو، سا ڳالهه سنيڪت نڪايه جي اٽڪٿا مان ثابت ٿئي ٿي. مگر انهيءَ ڳالهه جو پتو نٿو پوي ته ڪُڪُٽوتي راڄڌاني

*ڏسو: "ٻوڌ سنگهاچا پرچيه" صفحو ٢٠٣

واکيه آهي، يعني ته هن ديس جو يونن ساڻ اِشارو ڪيل آهي. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته هي ديس گانڌار ديس جي ڀر ۾ ٻڌين پاسي هو. ساڳئي سٽ ۾ چيل آهي ته- يونن-ڪامبوج ديس ۾ آريه ۽ داس اهي ئي ٻه جاتيون رهن ٿيون ۽ ڪڏهن آريه ڦري داس ۽ ڪڏهن داس ڦري آريه ٿين ٿا. ڪن جاتڪ ڪٿائن ۾ صفا لکيل آهي ته گانڌار جي ديس ۾ ورڻ آشرم ڌرم پڪيءَ طرح قائم ٿي ويو هو. خود تڪشِلا ۾ ڪيترا سيکاريندڙ گروُ براهمڻ جاتيءَ جا ئي هوندا هوا، پر ڪامبوج ديس ۾ چاتر ورڻ ڌرم پيرو نه ڪوڙيو هو. انهيءَ ڪري اهو قبول ڪرڻو پوندو ته ڪامبوج ديس گانڌار ديس جي هن پاسي هو.

”ڪُڻال (कुणाल) جاتڪ“ جي اُنڪتا مان پتو پوي ٿو ته هن ديس جا ماڻهو جهنگلي گهوڙا پڪڙڻ ۾ ڏاڍا قابل هوا. جهنگلي گهوڙا جڏهن ڪنهن هنڌ پاڻي پيئڻ ايندا هوا ته پاڻيءَ ۾ ڪانن مٿان ۽ اوسي پاسي جي گاه مٿان هي شخص ماکيءَ جي ڇِٽ ڏيئي ڇڏيندا هوا. گاه چرندي چرندي گهوڙا هنن ماڻهن هٿان اڏيل هڪ حاطي ۾ گهڙي ويندا هوا. گهوڙن جي اندر گهڙندي ئي اهي شخص، لوڙهي جا دروازا بند ڪري آهستي آهستي گهوڙن کي پڪڙي وٺندا هوا. (ساڳيءَ ريت هن وقت به مئسور ۾ هاٿي پڪڙبا آهن.) گهوڙا پڪڙي ڪامبوج جي سوداگرن کي وڪڻندا هوا، جي وري گهوڙا وٺي وچين مڌيه ديس جي بنارس ۽ ٻين نگرين ۾ وڪڻندا هوا.*

* مثال لاءِ ڏسو ٽطب ڪُنال جاتڪ

## (٢) ڪوسل راڄ ڪُل

ديون چيو ته- ”هي ڪوسل ڪُل سينا ڪري، واهن ڪري، ڌن ڪري سڪي آهي ۽ انهيءَ ڪري ٻوڌيستو جي جنم لاءِ نيڪ ۽ اَنڪول آهي.“ تنهن تي ٻين ديون وراڻيو ته، ”اهو ڪُل هڪ نيچ ماتنگ جاتيءَ مان اُتپن ٿيو آهي. اهو ڪُل ماتا پتا طرفان شڌ خاندان جو نه آهي. ڪُلَ جو ڌرم هڪ گهٽ ڌرم آهي. انهيءَ ڪري جنم لاءِ نيڪ نه آهي“

## (٣) وَنش راڄ ڪُل

ڪن ديون چيو ته، ”هي ونش راڄ ڪُل سکيو ۽ پڪو آهي. ديس سکي هئڻ ڪري جنم وٺڻ لاءِ نيڪ آهي.“ ٻين وري چيو ته، ”هي ڪُل سادو سودو ۽ شوخ سڀاو جو آهي. هن ڪُل ۾ ڪيترن راڄائن جو جنم ڌارڻ ۽ ٻاهرين منجهان ٿيو آهي. ٻيو ته هن ڪُلَ ۾ هن وقت جو راڄا ناستڪ آهي. انهن سڀني ڳالهين ڪري ٻوڌيستو جي جنم لاءِ نيڪ نه آهي.“

## (۴) وئشاليءَ جو راڄا

ڪن ديون چيو ته- ”هي وئشاليءَ جي مها نگري سکي، سهڻي، سُکهي، داڻي، ماڻهن سان ڀريل، مڪانن ۽ محلن سان سينگاريل، گلن ڦلن جي ڦلوارُن سان سندر آهي. هيءَ نگري ديون جي نگريءَ سان مُقابلو ڪري ٿي. انهيڪري ٻوڌيستوءَ جي جنم لاءِ بيشڪ نيڪ آهي. تنهن تي ٻين چيو ته، ”هن نگريءَ جو راڄا ٻين سان

ڪامبوج ديس ۾ هئي يا ٻئي ڪنهن اوسي پاسي جي ڀاڙي ديس ۾. اها ڳالهه صحيح آهي ته ٻڌ ڀڳوان جي حياتيءَ ۾ ئي سندس پوئلڳ ڪيترين سرحد ۾ رهندڙ جهنگلي قومن ۾ ڦهلجي ويا هئا تنهن لاءِ ٻه اچ ڪالهه جو مثال ڏيئي سگهجي ٿو. پنجاب جي فرقي باز ماڻهن ۾ جيڪو جيترو پوئلڳ گانڌي جيءَ جو آهي تنهن کان گهٽ وڌيڪ سرحد جي پٺاڻن ۾ نظر اچي ٿو. اهڙيءَ طرح ٻڌ جي سمي ۾ ٿيو هجي ته ڪهڙو عجب!

## للت وستار ۾ سورهن راڄن جو بيان

اسين مٿي چئي آيا آهيون ته للت وستار ۾ سورهن راڄن ڏي اشارو ڪيل آهي. ڳالهه هيئن آهي ته جڏهن بوڌيستو تُشت ديو لوڪ ۾ هو، تڏهن هن اهو ويچار ڪيو ته ڪهڙي راڄ ۾ جنم وٺي لوڪن جو اڌار ڪريان. انهيءَ موقعي تي ديون جي پُٽن هرهڪ راڄ جا گڻ اوگڻ ڪيس ٻڌايا.

## (۱) مگڌ راڄ ڪُل

ڪن ديون ڪيس چيو ته ”مگڌ ديس جو ٻڌيهي ڪُل تمام سکيو آهي ۽ بوڌيستو جي جنم لاءِ هي ديس بلڪل ٺيڪ ٿيندو.“ ٻين وري دوش ڏيکاريو ته: ”هي ڪُل ٺيڪ نه آهي، ڇو جو ماتا پِتا طرفان شڌ خاندان جو نه آهي، چنچل سڀاءُ جو آهي، جهجهي پُنَ جو راڄ نه آهي. راڄڌاني ۾ باغن ۽ تلاون سان سونهاون نه آهي، بلڪ جهنگلي قومن کي سونهاري ڏٺو جهڙي آهي.“

ٻين ڪُلن جي سينائن کي جيترو وارو آهي. انهيءَ ڪري ٻوڌيستو جي جنم لاءِ نيڪ آهي.“ تنهن تي ٻئي ديو پٽر چيو ته، ”پانڊو ڪُل جي راجائن پنهنجي ونش کي وياڪل ڪري وڌو آهي. يڌشتر کي ڌرم جو، ڀيمسين کي وايوءَ جو، ارجن کي اندر جو ۽ نڪل سهديو کي اشوڻين جو پٽر سڏيو وڃي ٿو. انهيڪري هي ڪُل ٻوڌيستو جي جنم لاءِ نيڪ نہ آهي.“

## (٨) مٿل راڄ ڪُل

هڪ ٻئي ديو پٽر چيو ته، ”راجا سُمِتر جي راڄڌاني مِٿلا نگري نهايت سندر آهي. هاٿين گهوڙن ۽ پيادي سپاها سان هي راجا بلوان آهي. وٽس سون، موتي ۽ جواهر بہ موجود آهن. وري راجائن جون سينائون سندس ويرتا کان ڪنبن ٿيون. هو ٻرهمي ۽ ڌرم پاليندڙ آهي. انهيءَ ڪري اهو ڪُل ٻوڌيستو لاءِ جوڳو آهي.“ تنهن تي ٻئي چيو ته ”برابر هي راجا اهڙو آهي، پر ڏاڍا گهڻا ٻار ٻچا اٿس ۽ ٻڍو هئڻ ڪري پٽر اُتپن ڪرڻ جي سمرٿي نہ اٿس. انهيءَ ڪري هي ڪُل ٻوڌيستو لاءِ نيڪ نہ آهي.“

انهيءَ طرح هنن ديوپٽرن جمبودويپ جي سورهن ئي راڄن (षोडश जानपदेषु) ۾، جيڪي تڏهن وڏا راڄ ڪل هوا، تن سڀني جي ڇنڊڇاڻ ڪئي، پر سڀني ۾ ڪو نہ ڪو دوش نظر آين.*



*مکيہ داخلي مان هت فقط ٽڪر ڏنو ويو آهي

نياءَ ۽ انصاف جو ورتاءُ نٿو ڪري. ڌرم تي نٿو هلي.
اُلٽو، وچولي، ٻڌي، وڏي ڪي آدر نٿو ڏئي. هرڪو
ٻالڪي راجا سمجهي ٿو. ڪير به ڪنهن جو شش ٿيڻ نٿو
چاهي. ڪو به ڪنهن جي پرواهه نٿو ڪري. انهيڪري
اها نگري ٻوڌيستو لاءِ جوڳي نه آهي.”

## (٥) آونتي راج ڪُل

هڪ ديو پتر چيو ته، ”نهايت ٻلوان، وَٽن ۽ واهن
سان ڀرپور شترن کي جيتڻ وارو آهي، انهيڪري جنم
لاءِ نيڪ آهي. تنهن تي ٻئي هڪ چيو ته، ”هن ڪُلَ جو
راجا شوخ، ڪوڙو، زبان ۾ سخت ۽ چال ۾ ساهسي آهي.
هن جو ڪرمن جي گتيءَ ۾ وشواس نه آهي. انهيڪري
اهو ڪل ٻوڌيستو جي جنم کي سوڀيا ڏيڻ وارو نه آهي.”

## (٦) مَٿُرا راج ڪُلُ

هڪ ديو پُتر چيو ته، ”هيءَ مٿرا نگري سکي،
داني ۽ ماڻهن سان ڀرپور آهي. ڪنس ڪل جي شورسينين
مان راجا سُباهوءَ جي هيءَ راڄڌاني آهي. هيءَ ٻوڌيستو
جي جنم لاءِ جوڳي آهي.” تنهن تي ٻئي چيو ته، ”هي
راجا مِٿيا درشٽيءَ واري ڪُل ۾ اُتپن ٿيل مليڇ راجا آهي،
انهيءَ ڪري هيءَ نگري ٻوڌيستوءَ جي جنم لاءِ نيڪ نه آهي.”

## (٧) ڪُرُو راج ڪُل

هڪ ديو پتر چيو ته، ”هن هستناپور ۾ پانڊو ڪُل
جو وير ۽ سند ر راجا راڄ ڪري رهيو آهي. اهو ڪُل

उजुं जानपदो राजा हिमवन्तस्स पस्सतो
धनविरियेन सम्पन्नो कोसलेसु निकेतिनो
आदिच्चा नाम गोतेन, साकिया नाम जातिया ।
तम्हा कुला पब्बजितोम्हि राज न कामे अभिपत्थयं ॥

اُرٿاٽ "هي راڄن، هتان سڌو ويندي هماليه جي ترائيءَ ۾ ڪوسل ديس ۾ هڪ راڄ آهي. انهيءَ جو گوتر آدتيه آهي ۽ جاتي شاڪيه. هي راڄا، انهيءَ ڪُل مان، پوڄه ولاس تياڳ ڪري، مان گهومو سنياسي (परिव्राजक) بڻيو آهيان."

هن گاٿا يعني ڪوتا ۾ (कोसलेसु निकेतिनो) شبد خاص معني رکي ٿو. "جنهن جو گهر ڪوسل ديس ۾ آهي" يعني ته جو ڪوسل ديس ۾ سمجهو وڃي ٿو. هن مان صاف معلوم ٿو ٿئي ته شاڪين جي سوتنترتا ڪڏهوڪان ڇت ٿي چڪي هئي.

شاڪيه لوڪ ڪوسل راڄا کي ڍل ڏيندا هوا، باقي اندروني سڀ انتظام پاڻ رکندا هوا. پسيند راڄا مهانام جي داسي ڪنيا سان ڪيئن وواهه ڪيو، سا ڪهاڻي مٿي اچي چڪي آهي. انهيءَ قصي بابت پروفيسر راهيس ڊيوڊس هڪ شنڪا اٿاري آهي. سندس شايد اهو دليل آهي ته جيڪڏهن ڪوسل راڄا جو سواميپڻو شاڪيه ڪل کي قبول هو، ته پوءِ پنهنجي راڄڪماري ڪين ڏيڻ ۾ ڪهڙو اَنڪار هون؟* ۽ هندوستان ۾ جاتي

* *Buddhist India. P. 11–12*

## فقط اُنن گُلن جي ڄاڻ

سورهن راڄن مان هت فقط اُنن ئي گُلن جو ورنن ڪيل آهي. انهن مان راڄا سُمترو جو گُل شايد ڪانئس پوءِ ناس ٿي ويو ۽ وديهي راڄ وڄين جي راڄ ۾ ملي ويو. باقي ستن راڄن ۾ پانڊون جي اصل نسل مان ڪهڙا راڄا راڄ ڪندا هوا سو نه ٻڌايو ويو آهي ۽ نڪي ڪي انهن جي ڄاڻ ٻين ٻوڌ گرنٿن مان پوي ٿي. ”رٽه پال سُت“ ۾ اشارو ڪيل آهي ته ڪرو ديس ۾ ڪورو نالي راڄا راڄ ڪندو هو. پر انهيءَ ڳالهه جي ڪا به ثابتي نٿي ملي ته اهو ڪورو راڄا پانڊو ڪل مان هو. ٻين ڇهن راڄ گُلن جي جيڪا ڄاڻ هت ڏني ويئي آهي، سا ٿوري گهڻي نموني، ترپٽڪ گرنٿن ۾ ڏني وئي ٿي.

## شاڪيہ ڪل

ٻوڌ گرنٿن ۾ شاڪيہ ڪل جي واقفيت وڏي وستار سان ڏنل آهي پوءِ ڪهڙي سبب ورنن ڪيل سورهن راڄن ۾ شاڪين جو نالو نيشان به نٿو ملي؟ تنهنجو جواب هي آهي ته هن يادداشت جي تيار ڪرڻ کان اڳي ئي شاڪين جي آزادي ڇت تي ڇڪي هئي ۽ اهو ديس ڪوسل راڄ ۾ ملي ويو هو. انهيءَ ڪري ئي هن يادداشت ۾ ڏانهن ڪو اشارو ڪيل ڪونهي.

جڏهن ٻوڌيستو راڄ پاٽ تياڳ ڪري راجگرهه ڏي ويو هو، تڏهن راڄا بمبسار ساڻس ملي ڪانئس پڇيو هو ته ”تون ڪير آهين؟“ ٻڌ وراڻي ڏني ته:

يا نيم بنايا ويا هوا ۽ انهن ئي موجب اهي پرجا راڄ پنهنجو راڄ هلائيندا هوا.

## پرجا راڄن جي ختم ٿيڻ جا سبب

سورهن ئي راڄن ۾ لوڪ تنترن وارو سرشتو ناس ٿي ويو ۽ گهڻو ڪري سڀني اندر مهاراڄ راڄ وارو سرشتو ٿي ويو. مل قوم جا ٻه ننڍڙا راڄ ۽ وڄين جو هڪ بلوان راڄ، اهي ٽيئي پرجا تنتر وارا راڄ وڃي بچيا هوا. پر اهي ٻه هڪ راجا جي راڄ واري سرشتي ۾ قاسمدا ٿي ويا. تنهنجا ڪهڙا سبب؟ منهنجي سمجهه ۾ هڪ پاسي لوڪ تنتر جي راجائن جي ولاس وِرتي ۽ ٻئي پاسي انهن راڄن جي راڄنيتيءَ تي براهمڻن جو پرڀاوُ هن ڪرانتيءَ جا مکيه سبب بڻيا.

پراجا راڄن ۾ راجائن جي چونڊ نه ٿيندي هئي. پيءُ جي پڄاڻان پٽ راجا ٿيڻ لڳو. پيڙهي ٻه پيڙهي اُئين ٿيڻ ڪري منجهن عياشي يا بي جوابداري سياوڪ طور اچي وئي. ”للت وستار“ ۾ وڄين بابت جيڪو ذڪر ڪيل آهي، تنهن مان اُئين نظر اچي ٿو ته جيتوڻيڪ اهي راڄ سگهارا هوا تڏهن به انهن راجائن کي هڪ ٻئي واسطي آدرمان نه هو ۽ هرڪو راجا پاڻکي مکيه سمجهندو هو. پڻ ٻگوان جي پرنرواڻ ڪانپوءِ وڄين جي لوڪ تنتر راڄن اندر ڦوٽ وجهي اجاتشترو سولائيءَ سان مٿن دخل جمائي سگهيو.

انهن پرجا راڄن کي جنتا جي پٺڀي ملڻ ممڪن نه

پيد ڪجھہ سخت ھو تنھنجي شايد ڪيس ڄاڻ ڪانھي. اُدئپور جي راجا پرتاپ سنگھہ، ڪي اڪبر جي شھنشاھي قبول ھئي، پر پنھنجي ڪماري ڪيس شاديءَ ۾ ڏيڻ لاءِ تيار نہ ھو. ”لَلِت وستر“ ۾ چيو ويو آھي تہ ڪوسل جو ڪل (मातंगच्युत्युसमन्न) ھو. جنھن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اھو ڪُل ماتنگن (چنڊالن) جي ذاتيءَ مان پيدا ٿيو ھو. اھڙي گھراڻي سان شادي ورواھہ جو واسطو رکڻ کان شاڪين انڪار ڪيو، تہ انھيءَ ۾ ڪجھہ عجب.

## پرجا راڄ وارو سرشتو

اسين مٿي چئي آيا آھيون تہ ھڪ سمي ھي سڀ راڄ پرجا راڄ يا مھاجن راڄ واري سرشتي جا ھوا. وجي، مَلّ يا شاڪيہ وغيرہ بابت جا ڄاڻ ترپِٽڪ گرنٿن مان پوي ٿي، تن مان سمجھجي ٿو تہ ھنن راڄن اندر ڳوٺن جي وڏيون کي راجا ڪري سڏيندا ھوا. اھي سڀ نمبردار راجا گڏ ٿي باڻ مان ھڪ ڄڻي کي پردان جي روپ ۾ چونڊيندا ھوا. تہ اھا چونڊ حياتيءَ تائين ھوندي ھئي يا ڪنھن خاص مدت تائين تنھن بابت ڪابہ خبر ڪانہ ٿي پوي. اھا خبر نٿي پوي تہ وڃي قوم ۾ ڪو راجائن جو راجا يعني مھاراجا ٿيندو ھو. وجين ۾ سيناپتي ھڪڙي جي ڳالھہ اوس اچي ٿي، پر مھاراجا جي نٿي اچي. شايد اوتري وقت لاءِ پردان راجا جي چونڊ ڪري ھو پنھنجو ڪم اُڪلائي ويندا ھوندا. انھن لوڪ تنتر وارن راڄن ۾ انصاف ڏيڻ يا حڪومت ھلائڻ بابت ڪي نہ ڪي قانون

۽ براهمڻن کي ٿي ملندو هو. انهيءَ ڪري براهمڻ لوڪ هڪ مهاراج جي راڄ واري سرشتي جا پڪا حامي ٿي ويا. اها ڳالهه ويچار جهڙي آهي ته براهمڻن جي رچيل گرنٿن ۾ پرجا تنتر وارن راڄن جو نالو نيشان به نٿو لڀي. انهيءَ مان صاف پڌرو آهي ته اهو پرجا تنتر وارو راڄ براهمڻن کي بلڪل پسند نه هو. ”اَنبَٽُ سُتُ“ ۾ چيل آهي ته شاڪين جا پرجا تنتري راڄا براهمڻن کي مان نه ڏيندا هوا. انبٽ براهمڻ اهڙي تهمت مڙهي هئي.* لوڪ تنتري راڄن ۾ يگيه وغيره ڪرڻ ۾ براهمڻن کي پُنس ۽ پُشت مهاراجائون پؤمي ۽ ٻيا پدارٿ خوب دان ۾ ڏيندا هوا. ”سُتَ پِٽَڪ“ مان پتو پوي ٿو ته هڪڙي ٻمبسار جي راڄ ۾ سوڻ ڊنڊ، ڪُٽ دنت ۽ ٻين براهمڻن کي، ۽ ڪوسل راڄ ۾ پوکرساٽ (پُشڪرساد)، تارڪ (تارڪش ۽ ٻين براهمڻن کي وڏا دان ملندا هوا. سو گيتا جي سلوڪ (परस्परं भावयन्तः श्रेयः परमवाप्स्यथ) موجب هيڏانهن براهمڻ جاتي ۽ هوڏانهن هڪ راڄا جو سرشتو سڀاويڪ هڪ ٻئي جي پشتيءَ سان پٽ ٿي زور وٺندو ويو.

اڳئين آڌياءَ مان ايترو پڌرو ٿيو هوندو ته ٻُڌ جي سمي ۾ براهمڻن جي پيٺ ۾ شرامڻن (گهومو پرواجڪن) جي مهما وڌندي رهي هئي. پرجا تنتري راڄن بابت انهن شرامڻن کي مان هو، ڇو جو انهن راڄن ۾ يگيه

*चण्डा भो गोतम सक्य जातिः इब्भा सन्ता इब्भा समाना न ब्राह्मणे सक्करोन्ति, न ब्राह्मणे मानेन्ति, (दीघनिकाय अम्बट्ठ सुत)

هئي. ڪو راڄا مرضيءَ موجب ماڻهن تي زور زبر ڪري لڳو ٿي ته ڪيس روڪڻ جي سمرٿي نه ماڻهن ۾ هئي ۽ نه ٻين راڄائن ۾. رواجي ماڻهن جي نظر ۾ سڀ راڄائون ختم ٿي وڃن ۽ سندن جڳهه تي هڪ ئي پوري اختياريءَ وارو راڄا راڄ ڪري سو بهتر هو. ڇاڪاڻ ته تي سگهيو ٿي ته اهو مهاراڄا ٻه، پنهنجن عملدارن سوڌو ماڻهن تي زور ظلم ڪري يا ته سندس راڄڌانيءَ جي اوسي پاسي ۾ ڪا سهڻي سندري نظر چڙهيس ته انهيءَ کي ڪڍي وڃي پنهنجي رنواس ۾ سوگهو ڪري. اهي ۽ هن نموني جون ٻيون به ڪي زيادتيون ڪري وهي تڏهن به سندس ظلم پرڄا تنتر وارن راڄائن کان ڪو وڌيڪ نه ٿئي ها. پرڄا تنتري راڄا ڳوٺ ڳوٺ ۾ رهندڙ هوا، جنهنڪري سندن ظلم مان ڪو ڇڏو پاڙو ٻچي سگهندو هو. هيڏانهن ٻڌلون وڃهي ۽ هوڏانهن بيگار جو آزار مڙئي هرڪنهن کي ستائيندا هوندا. پر هڪ ئي اختياريءَ واري مهاراڄا جو هن ريت ستائڻ ڪو سولو نه هو. پنهنجي سک ۽ مزي لاءِ نيم موجب سولائي سان ٻڌلون اڳاري ونندو هو. تنهنڪري ٻيٽ مان سمجهي سگهجي ٿو ته ڇو پرڄا تنتر راڄ بدران عام کي هڪ مهاراڄا جو راڄ وڌيڪ پسند هو.

هڪ مهاراڄا جي راڄ ۾ پروهت جو ڪم، پيڙهي به پيڙهيءَ يا براهمڻ سماج جي راءِ موجب، هڪ براهمڻ کي ئي سونپيو ويندو هو. پرڌان منتري وغيره جو ڪم

ڪري ته ؟ چڪرورتي راجا ساري جنتا مٿان نياءُ جو راڄ ڪري جنتا کي سکي رکڻ جو فڪر ڪري ته. راڄ ۾ شانتي پيدا ڪري هو عام کي اهو اُپديش ڏئي ته :-

''पाणी न हन्तब्बो, अदिन्नं नादातब्बं, कामेसु मिच्छा न चरितब्बा।
मूसा न भासितब्बा, मज्जं न पातब्बं''

اَرٿات پراڻين جي هتيا نه ڪرڻ گهرجي، چوري نه ڪرڻ گهرجي، وڀچار نه ڪرڻ گهرجي، شراب نه پيئڻ گهرجي.

يعني ٻوڌ گرهستين لاءِ جيڪي ''پنچ شيل'' نيم آهن، تن جو پالن ڪجي. ٽنهن بابت چڪرورتي راجا اُپديش ڏيندو هو. مطلب ته ڇا براهمڻن جي درشٽي، ڇا ٻڌ جي پوئلڳن جي درشٽي کان راجا جي راڄ جو سرشتو ٻنهي کي نيڪ ٿي لڳو. ٻنهي وچ ۾ اصول جو ڪو فرق نه رهيو، فقط ٻاهرين نموني جو ٿورو گهڻو فرق ٿي رهيو.

پر خود گوتم ٻوڌيستو مٿان پرجا تنتري راڄ سرشتي جو پرڀاوُ پڌرو نظر اچي ٿو. پنهنجي سنگهه جو سرشتو ٻڌ ڀڳوان پرجا تنتري سرشتي موجب ٺهرايو هوندو. انهيءَ ڪري انهن پرجا تنتري راڄن بابت جيڪا ڄاڻ ملي ٿي تنهن کي اهميت آهي.

وغيره کي ڪير پهچندو به ڪين هو. پر آتم اُڌار ڏي ڌيان ڌيڻ ڪري هي شرامڻ راڄنيتيءَ ڏي ڌيان نه ڏيئي سگهيا، جنهن ڪري راڄ تنتري راڄن کي سڌارڻ ۽ وڌائڻ جو رستو نه ڳولي سگهيا. شايد من ۾ سمجهندا هوا ته جيڪي هلي چلي پيو سو نيڪ آهي ۽ انهيءَ جو ڪو ٻلو ڪونهي.

ٻڌ ڀڳوان کي انهن پرجا تنتري راڄن لاءِ مان هو، سا ڳالهه پڌري نظر اچي ٿي. وَڄي قوم جي ترقيءَ لاءِ جيڪي ست نيم هن ٻتايا هوا، تن جو ذڪر مٿي اچي ويو آهي. پر پراڻي حڪومت جي سرشتي مان بهترين سرشتو ڪيئن ٻڌائي سگهجي تنهن بابت سندس ڪهڙا ويچار هوا، تن جو پتو نٿو پوي. پرجا راڄ ۾ ڪو راجا اتياچار ڪري ته پيا راجائون ملي ڪري ڪيس روڪيندا يا وقت به وقت انهن سڀني راجائن کي پهر چونڊي مٿن ڪو دٻاءُ رکندا هوا - انهن سوالن تي ٻڌ گرنٿن ۾ ڪو به سوچيو ويچار ظاهر ڪيل نظر نٿو اچي.

ٻڌ ڀڳوان جي پوئلڳن نه پرجا تنتري راڄن جو خيال ئي لاهي ڇڏيو. "ديگهه نڪايه" ۾ آدرشي راڄ سرشتي بابت "چڪرتي ست" ۽ "مهاسُدسن ست" نالي ٻه ست آهن. ٻنهي ۾ چڪرورتي راجا جي مهماڪيچ وڏاءُ سان لکيل آهي. براهمڻن جي سمراٽ راجا ۽ هن چڪرورتي راجا جي وچ ۾ اهوئي فرق آهي ته سمراٽ عام جنتا جو خيال نه ڪري يگيه وغيره ڪري فقط براهمڻن جي ڀڳتي

سيپتا جي لهر ڪرؤ ديس جي آيرندي طرف زور سان نہ وڌي سگهي. انهيءَ لهر جو زور ڪرؤ ديس جي اَندر ئي سمايل رهيو. تنهنجو مکيہ ڪارڻ اِهو هو جو پوربي ديسن ۾ رشين منين جي آهنسا ۽ تپسيا کي مان ڏيڻ وارا گهڻو ماڻهو هوا.

## تپسوي رشي منِي

”جاتڪ اَنڪتا“ ۾ رشين منين جون اَنيڪ ڪٿائون لکيل آهن. انهن مان اٿين معلوم ٿو ٿئي تہ هي شخص بن ۾ وڃي ڪري تپسيائون ڪندا هوا. سندن تپسيا جو مکيہ مطلب هو تہ ڪنهن بہ پراڻيءَ کي دک نہ ڏجي ۽ جيترو ٿي سگهي اوترو پنهنجي ديهہ کي ڪشٽ ڏجي. اهي ماڻهو اَڪيلا يا تہ گڏجي ٽولين ۾ رهندا هوا. تہ هڪ هڪ ٽوليءَ ۾ پنج پنج سؤ تپسوي بہ هوندا هوا. سو ذڪر جاتڪ ڪٿائن ۾ ڪيل آهي. بن ۾ جيڪي ڪندمؤل ڦل وغيره شيون ملنديون هيون تن تي پنهنجو نرواهہ ڪندا هوا ۽ خاص موقعن تي ڪتيون ڪاريون شيون کائڻ لاءِ نگرين ۾ ايندا هوا.* هنن لاءِ ماڻهن جي دلين ۾ ڏاڍو آدرستڪار هوندو هو ۽ هؤ ڪين ضروري شيون خوشيءَ سان ڪڍي ڏيندا هوا. ماڻهن تي انهن رشين جو خوب پرڀاو هو، پر هؤ ماڻهن کي ڪو ڌرمي اُپديش نہ ڏيندا هوا. سندن مثالن يا درشٽانتن مان ماڻهو آهنسا ڌرم جو پالن ڪندا هوا.

*लोणआम्बिल—सेवनत्थं

آڌياءُ (٣)

# تنهن وقت ڌارمڪ حالتون

## وهمي ويچار

اَڄ ڪالهه جي ڪيترن ودوانن جو اهو ويچار آهي تہ شروع ۾ براهمڻن جو سڄو زور ويدن تي هو، پوءِ هنن يگيہ وغيره کي اَهميت ڏني، جن مان اُپنشدن جو گيان نڪتو ۽ نيٺ ٻڌ ڀڳوان اهو تتوگيان سڌاري ڪري پنهنجو ڌرمي سمپرداءِ آستاپن ڪيو. مگر اها ويچار ڌارا وهمي آهي. اهو ويچار دور ڪرڻ بنا ٻڌ جي جيونيءَ جي سچي ڄاڻ پروڙ نہ پوندي. انهيءَ ڪري ٻڌ جي سمي ۾ ديس جي ڌارمڪ حالت ڪهڙي هئي تنهنجو مختصر بيان ضروري سمجهان ٿو.

## يگيہ واري سڀيتا جي لهر

پهرئين آڌياءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ آريہ ۽ داس قومن جي ثقافتيءَ ڪري سپت-سنڌوءَ جي ديس ۾ يگيہ وغيره ڪرڻ واري سڀيتا جنم ورتو ۽ پريڪشت ۽ سندس پٽ راجا جنميجيہ جي راڄ ۾ هن ويدڪ سنسڪرتيءَ ڪروُ ديس ۾ بہ پنهنجو اَڏو هميشہ لاءِ قائم ڪيو. ۽ انهيءَ

ٻيٽڙ (سڙاپان) جو اُنسو ٿي رهيو هو. سنياسين کي پلا
ٻن ٻه دارون ڪٿان ٿو ملي؟ سو راجا انهن تپسوين ڏي
عمدو دارون ڏياري موڪليو. دارون پي ڪري تپسوي
نچڻ ۽ ڳائڻ لڳا. ڪي ته هوش وڃائي ٻوڙ ۽ ريت ليٽڙيون
پائڻ لڳا. جڏهن وري هوش ۾ آيا تڏهن ڏاڍا شرمسار
ٿيا. انهي ۽ ٿي ڏينهن راجا جو باغ ڇڏي ڪري هماليه
ڏي پنڌ ڪري موٽيا ۽ هڪ ٻئي پنيان آشرم ۾
وڃي ڪري آچاريه کي پرڻام ڪري ڪنڌ وٺي وڃي
ويٺا. آچاريه کانئن پڇيو ته "آباديءَ ۾ وڃي ڪري ٻکيا
ماڻ ۾ ڪا تڪليف ته ڪانه ٿيو؟ توهين سڀ نيڪ مزاج
۾ رهيا؟" جواب ڏنائون ته، "هي آچاريه جي، اسين
سڀ سک ۾ رهياسين، پر جا شيءِ نه پيڻ گهرجي سا پي
آيا آهيون."

अपायिम्ह अनाच्चिम्ह अगायिम्ह रुदिम्ह च।
विसञ्ञकरणिं पित्वा दिट्ठा नाहुम्ह वानरा।

اُرٿات، اسان دارون پيتو، ناچ نچيا، راڳ ڳايا ۽ ڳوڙها
ڳاڙيا. نشيدار دارون پي ڪري رڳو اسين باندر نه
بڻياسين.*

## رشين منين وچم جاتي ڀيد نه هو

تپسوي رشين منين وچم جاتي ڀيد بنهه نه هو. ڪهڙي
به جاتيءَ جو شخص هڪ وار تپسوي ٿيو ته سارو سماج
سندس آدرستڪار ڪندو هو. مثال طور ماتنگ رشيءَ

---

*سراپان جاتڪ نمبر ٨٧

## رشين مُنين جو سَرل سڀاءُ

اهي تپسوي دنيا جي وهنوار يا ڇل ٻرپنچ کان اڻواقف هئڻ ڪري ڪڏهن ڪڏهن گرهست آشرم ۾ ڦاسجي پوندا هوا. مثلا پراڻن ۾ ڪٿا آهي ته ڪيئن رشيرنگ (ऋष्यशृङ्ग) کي استرين ڏاڙيو ۽ ڪيئن پراشر (पराशर) ستيوتيءَ ساڻ ڪام جو کيل کيليو. تنهن ڪانسواءِ ٻيون به ڪيئن اهڙيون ڪٿائون "جاتڪ آکٿا" ۾ ڏنل آهن جن ۾ رشي مني گمراهه ٿي وڃن ٿا. هڪ اهڙي ڪٿا هت ڏني وڃي ٿي:-

پراچين ڪال ۾ جڏهن بنارس ۾ برهمدت راجا راڄ ڪندو هو، تڏهن ڪاشي ديس جي اوڍچيه (औदिच्य) براهمڻ ڪل ۾ ٻوڌيستو جنم ورتو. جڏهن ساماڻو تڏهن هن سنياس ورتو ۽ پنهنجا پنج سؤ شش ساڻ وٺي ڪري هماليه جي ترائيءَ ۾ رهڻ لڳو. جڏهن چؤماسو آيو تڏهن سندس شش چيو ته، "آچاريه جي، هاڻي اسين آبادين ۾ وڃي ڪٺن ۽ نمڪين پدارٿن جو سواد وٺي اچون ٿا." آچاريه کين چيو ته، "توهانجي آيُو وڏي هجي. توهين ڀلي وڃي سوادي شيون چکي اچو. مان هت ئي رهيو پيو هوندس."

اهي تپسوي بنارس وڃي پهتا. راجا سندن ڪيرتي ٻڌي ڪري چؤماسي جي موسم سندس باغ ۾ نباهڻ لاءِ کين وينتي ڪئي. سندن کاڌي پيتي جو بندوبست پنهنجي محل ۾ ڪرايائين. هڪ ڏينهن شهر ۾ داروُن

ڀڄڻڪي وٺي ڪري ماتنگ چنڊال پنهنجي ڳوٺ ڏي موٽيو.
جيتوڻيڪ درشت منگلڪا ماتنگ سان پرڻيءَ جو ناتو رکڻ لاءِ تيار هئي ته به ماتنگ سانس پرڻيءَ جو وهنوار نه رکي ٻن ۾ وڃي ڪري گهور تپسيا شروع ڪئي. ستن ڏهاڙن بعد ماتنگ موٽي آيو ۽ درشت منگلڪا کي چيائين ته "تون ماڻهن ۾ اها خبر ڪر ته منهنجو پتي ماتنگ نه پر مها برهما آهي ۽ هو پورڻماسيءَ ڏينهن چندر منڊل مان لهي هيٺ ايندو." سو درشت منگلڪا سڀني کي ائين ڄاڻايو. پورنيما جي رات جو ماڻهن جو انبوهه چنڊالن جي ڳوٺ ۾ درشت منگلڪا جي گهر سامهون اچي مڙيو. تڏهن ماتنگ رشي چندر منڊل مان لهي هيٺ آيو ۽ پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ گهڙي آڱوٺي سان درشت منگلڪا جي نائي يعني ڌن کي ڇهيائين.

برهما جا ڀڳت جي اُتي اچي گڏ ٿيا هوا سي اهو چمتڪار (ڪرامت) ڏسي ڪري درشت منگلڪا کي کڻي بنارس ۾ آيا. اُتي نگر جي وچ ۾ هڪ شاهي منڊپ ٺاهي درشت منگلڪا جي پوڄا شروع ڪيائون. جيڪي چوندي هئي سو ماڻهو مڃيندا هوا. نون مهنن کانپوءِ ساڳي منڊپ ۾ هڪ ٻالڪ پيدا ٿيو. منڊپ ۾ جنم وٺڻ ڪري ٻالڪ جو نالو "ماڻڊويه" رکيو ويو. منڊپ جي پرسان ماڻهن هڪ اعليٰ عمارت بنائي ۽ منگلڪا ۽ سندس پُٽ کي اُنهيءَ عمارت ۾ رکيائون. سندس پوڄا ته اڳئين ٿيندي هئي.

واري ڪهاڻي،* جا هڪ جاتڪ ۾ آئي آهي، سا مختصر طور هت ڏيون ٿا:-

ماتنگ جو جنم بنارس نگر جي ٻاهران هڪ چنڊال ڪل ۾ ٿيو هو. جڏهن هو وڏو ٿيو ته هڪ ڏينهن بنارس جي سيٺ جي دِرشتَ منگلڪا (दृष्ट मंगलिका) نالي جوان ڪنيا رستي تي ايندي ڏٺائين. ڪيس ڏسي ڪري هو رستي جو پاسو وٺي بيٺو. تڏهن درشت منگلڪا پنهنجن نوڪرن کان پڇيو ته هي شخص ڪير آهي جو هڪ پاسو وٺي بيٺو آهي؟ جڏهن نوڪرن چيس ته هي هڪ چنڊال آهي تڏهن اهو هڪ اپسوڻ سمجهي ڪري هوءَ اتان موٽي وئي.

دِرشتَ منگلڪا مهني ٻين هڪ پيرو پنهنجي باغ ۾ وڃي ڪري پنهنجن ۽ ٻاهرين ۾ پئسا ورهائيندي هئي. سندس موٽي وڃڻ ڪري سي سڀ ڏاڍا نراس ٿيا ۽ ماتنگ کي ماري ڪُٽي رستي تي ڦٽو ڪري ويا. ٿوري وقت کانپوءِ ماتنگ هوش ۾ آيو ۽ اتان سرڪي درشت منگلڪا جي پتا جي دروازي جي ڏاکڻ تي ليٽي پيو. جڏهن کانئس پڇيو ويو ته، ”تون ڪير آهين ۽ ڇو پاڙکي هيترو ڪشت ڏيئي رهيو آهين؟“ ته چيائين ”درشت منگلڪا کي وٺي وڃڻ بنا هتان اصل نه چُرندس.“ انهيءَ حالت ۾ سڄا سارا ست ڏينهن اتي پيو هو. آخر لاچار ٿي ڪري سيٺ پنهنجي نياڻي کيس ڪڍي ڏني،

*ماتنگ جاتڪ نمبر ٤١٧

ڏرشٽ منگلڪا ڪيس اُمالڪ سڃاتو ۽ پٽ کي ڪميا ڪرڻ لاءِ ويٺي ڪيائين. ماتنگ رشيءَ پنهنجي جوڳي ٻچيءَ مان ٿورو حصو ڪڍي ڏنس ۽ چيائينس ته ”هيءَ ٻچي پنهنجي پٽ ۽ ٻين براهمڻن کي وڃي پيار. نيڪ ٿي پوندا.“ جڏهن ڏرشٽ منگلڪا ائين وڃي ڪيو ته هو برابر نيڪ ٿي پيا. پر جڏهن سڄي بنارس شهر ۾ اها ڳالهه ڦهلجي ويئي ته چنڊال جي جوٺي ٻچي پيئڻ ڪري براهمڻ نيڪ ٿي پيا تڏهن اهي لڄي ٿيا ۽ شهر ڇڏي ميجهه (مڌيه) راشٽر ڏي هليا ويا. پر مانڊويه اتي ئي رهيو.

اڳتي هلندي ماتنگ رشي رڻ ڪندي ميجهه يعني مڌيه ديس ۾ وڃي پهتو. مانڊويه جي ساٿي براهمڻن کي جڏهن اها خبر ملي تڏهن هنن ميجهه ديس جي راڄا کي آگاهه ڪيو ته هي جو ننگون ڀيکاري آيو آهي سو جادوگر آهي، ۽ تنهنجي ساري ديس کي تباهه ڪري ڇڏيندو. سو ٻڌندي ئي راڄا پنهنجا سپاهي ماتنگ جي تلاش ۾ موڪليا. انهن ماتنگ کي هڪ درخت هيٺان ويٺي ڏٺو. پوءِ ڄڻ کائيندو ڏٺو ۽ ڏسندي ئي ماري وڌائونس. تنهن تي ديوتائون ڪروڌ ۾ آيا ۽ انهيءَ ديس کي اُجاڙ ڪري ڇڏيائون.

ته ماتنگ جي هتيا ڪري ميجهه ديس ناس ٿي ويو. تنهن جو بيان ڪٿين جاتڪن ۾ ڪيل آهي. ڇڱي ننو سگهجي ته هن ڏند ڪٿا ۾ سچ ڪيترو ۽ ڪوڙ ڪيترو

ماڻڊويہ (माण्डव्य) ڪمار کي سوديا ڏيڻ لاءِ پاٽمرادو وڏا ويد پڙهيل پنڊت اچي سهڙيا. هو اُنهي وڌن ۾ هوشيار ٿيو ۽ براهمڻن جي ڏاڍي مدد ڪرڻ لڳو. هڪ ڏينهن ماتنگ رشي ٻاڻ سندس دروازي تي وڃي ڀِکيا وٺڻ لڳو. تڏهن ماڻڊويہ کانئس پڇيو ته، ”ڦاٽل ڪپڙا پاتل، پشاچ جي مهانڊي سان، ڙي تون ڪير آهين؟“

ماتنگ چيس ته، ”تو وٽ کاڌو پيتو گهڻو آهي. انهيءَ ڪري هت آيو آهيان ته مونکي ڪجهه جوٺي پور ملي ويندي.“

ماڻڊويہ چيس ته، ”هي کاڌو پيتو ته براهمڻن لاءِ آهي. تو جهڙن نيچن واسطي نہ آهي.“

هن سَر ۾ ٻنهي وچ خوب وادوواد هليو. نيٺ ماڻڊويہ پنهنجا ٻي ڏوار پال سڏي ماتنگ کي ڌڪا ڏيئي گهر مان ڪڍائي ڇڏيو. تنهن تي ماڻڊويہ جو ساهہ گهٽجي ويو، اکيون اُڀيون ٿي ويون، ۽ هو بيحال ٿي اونڌو ڪري پيو. ساڻس جيڪي براهمڻ هوا تن جي بہ ڪجهه اهڙي ئي دردشا ٿي. واڇ ڦري وين ۽ اونڌي منهن زمين تي ليٽڙيون پائڻ لڳا. اها روهہ داد ڏسي ڪري دهشت منگلڪا ٻڌي جڏهن خبر پيس ته هڪ ڪنگال تپسويءَ جي ڀي پاو ڪري سندس پٽر ۽ ٻين براهمڻن جو هي حال ٿيو آهي تڏهن هوءَ تپسويءَ جي ڳولا ۾ نڪتي. هيڏانهن ماتنگ رشي هڪ هنڌ ويهي ڪري ڀکيا ۾ جيڪا چانورن جي ڀاڄي ملي هيس سا کائي رهيو هو.

۾ وڏي وستار سان ڪيل آهي. پوءِ ان کي ڪوئي هن ڪٿا کي ٿورو منوهر روپ ڏيڻ ”اُتر رامچرت“ ۾ ورتو ڪيو آهي. ۽ اهڙو واقع ٻڌ ڀڳوان کان اڳ ٿيو هجي يا ٻڌ ڌرم پاڻ ديس ۾ هو تڏهن ٿيو هجي، تنهن جي ثابتي ڪٿي به نٿي ملي. ڪهاڻي رچيندڙ جو مطلب شايد اهوئي هو ته راجا کي هن ريت هلڻ گهرجي.

## شَرمڻ

جهنگل ۾ رهندڙ انهن رشين مُنين کي تپسوي يا پرِوراجڪ سڏ پيدا هوا. ڪهڙيون تپسيائون ڪندا هوا تنهن جي به ڪا خاص خبر نٿي پوي. انهن تپسوين جي ٽولن منجهان ڌار ڌار شرمڻ سَنگهه نڪتا، جي ماڻهن جي آبادين ۾ وڃي ڪري ڪين اُپديش ڪندا هوا. شرمڻ ”شرم“ مول ڌاتوءَ مان نڪتو آهي. شبد جو اُرٿ آهي - پرشرم يعني محنت ڪرڻ وارو. جنهن نموني هن زماني ۾ سرير جي محنت ڪندڙ مزدورن جو مانُ وڌندو وڃي ٿو، انهيءَ نموني ٻڌ جي سمي ۾ شرمڻن جو مان وڌندو رهندو هو. ۽ مزدورن ۽ شرمڻن وچ ۾ ايترو فرق آهي جو مزدور سماج لاءِ ضروري شيون پيدا ڪرڻ لاءِ محنت ڪن ٿا ۽ شرمڻ سماج جي آڌياتمڪ جاڳرتي آڻڻ ڪرڻ لاءِ پاڻکي ڪشٽ ڏيندا هوا. شايد ڪين شرمڻ هن ڪري چوندا هوا جو هي شخص تپسيا ڪري پنهنجي سرير کي ”شرم“ يعني ڪشٽ ڏيندا هوا. ليڪن جهنگلن ۾ رهندڙ رشي مني به تپسيائون ڪري پنهنجي سرير کي ڪشٽ

آهي. مالنگ رشي چنڊال هوندي به براهمڻ ۽ ڪتري سندس پوڄا ڪندا هوا. اها ڳالهه "وَسل ست" جي هيٺئين پد ۾ چٽيءَ طرح لکيل آهي:-

तदमिना पि जानाथ यथा मेदं निदस्सनं।
चण्डालपुत्तो सोपाको मातंगो इति विस्सुतो॥
सो यसं परमं पत्तो मातंगो यं सुदुल्लभं।
आगच्छुं तस्सुपट्ठानं खतिया ब्राह्मणा बहू॥
देवयानं अभिरूय्ह विरजं सो महापथं।
कामरागं विराजेत्वा ब्रह्मलोकूपगो अहु।
न नं जाति निवारेसि ब्रह्मलोकूपपत्तिया॥

اُرٿات: انهيءَ لاءِ هڪ مثال ڏيان ٿو. ڪتي جو گوشت کائيندڙ چنڊال جو هڪ پٽ ماتنگ نالي پرسڌ هو.

٢- ان ماتنگ کي نهايت سريشٽ ۽ دُرلڀ جس پراپت ٿيو. ڪئين براهمڻ ۽ ڪتري سندس شيوا ۾ حاضر رهندا هوا.

٣- وشيه واسنائن کي ڪيٽي ڪرڻ وارو، مها مارگ وٺي ديويان (سماڌي) ۾ ويٺهيءَ، هو برهم لوڪ پڌاريو. برهم لوڪ ۾ جنم وٺڻ لاءِ سندس اڳيون جنم آڏو نه آيو.

## شنبوڪ جي (शंबूक) خيالي ڪٿا

شنبوڪ نالي هڪ شودر ٽپسوي بن ۾ تپ ڪري رهيو هو. هن جي هٿان هڪ براهمڻ جو ڇوڪرو مري پيو. جڏهن شري رامچندر کي اها خبر ملي ته بن ۾ وڃي ڪري هن شنبوڪ جي سسي لاهي ڇڏي ۽ براهمڻ جي ٻار کي وري جيئرو ڪيائين. اها ڪٿا رامايڻ

آداسي وغيره ڌاليرا پنٿ ڪي ڳاڻ ڳڻيا ملندا.

## تپسيا جا نمونا

ٻڌ جي سمي ۾ ڇهه سنگهه سيني کان وڏا سمجها ويندا هوا ۽ انهن ۾ ٻه ”نرگرنٿ (ڳنڍين يا ٻنڌڻن بنا) شرمڻ پنٿ“ سيني کان وڌيڪ ناميارو هو. انهيءَ پنٿ جو اتهاسڪ ٻاني وڌيڪ پارشو (पार्श्व) مني هو. سندس پرلوڪ پڌ جي جنم کان شايد ١٩٣ سال اڳ ٿيو هو. تنهن کان اڳ گهٽ ۾ گهٽ چاليهه يا پنجاهه سال پارشو مني پنهنجي ڌرم جو اپديش ڏنو هوندو. سندس ۽ ٻين پنٿن جي وڏن جي کهڙي مت هئي تنهن جو ذڪر اڳتي ڪيو ويندو. هت فقط ايترو ئي ڏيکاريو ته هي ماڻهو ڪهڙي قسم جون تپسيائون ڪندا هوا. تنهن مان تپسوين جي تپسيا جي ٻه ڪجه ڄاڻ پئجي ويندي. شرمڻن جي تپسيائن جا نمونا ڪئين سٽن ۾ ڏنا ويا آهن. ٻڌن سيني مان ”مجهم نڪاير“ جي مهاسيهناد (महासीहनाद) سٽ ۾ جو ورڻن ڪيل آهي سو سيني کان وڌيڪ وڻائتو آهي. هيٺ انهيءَ جو ٿاڻ پرچ ڏنو وڃي ٿو.

ٻڌ ڀڳوان ساريپت کي چوي ٿو ته، ”هي ساريپت مونکي ياد پوي ٿو ته مون چئن پرڪارن جا تپ ڪيا هوا. مان تپسوي هوس، گدلو هوس، اهنسڪ هوس، ايڪانت ۾ رهندو هوس.“

## تپسيائون

هي ساريپت مان توکي ٻڌايان ٿو ته منهنجون تپسيائون

ڏيندا هوا. پر انهن کي ”شرمڻ“ جي ٽاري نه سڏيندا هوا. انهيءَ مان ائين سمجهجي ٿو ته هي شخص عام جي پلي ڪاٽر ٻاڻ ولوڙيندا هوا، جنهڪري کين شرمڻ ڪري سڏيندا هوا.

## شرمڻن جا ٽيهٽ پنٿ

ٻڌ جي سمي ۾ هن قسم جا ننڍا وڏا ٽڙيوٽي ٦٣ پنٿ هوا. انهيءَ ـ यानि च तीण यानि च सट्ठि ـ جملي ۾ جي ٦٣ پنٿ ٻڌايل آهن تن ۾ ٻوڌ مت ۾ اچي وڃي يا نه، سو چٽي نٿو سگهجي. جي اچي وڃي ٿي ته پالي ساهتيه ۾ ڪٿين هنڌن جو ٦٢ پنٿن جو ورنن ڪيل آهي (द्वासट्ठि दिट्ठिगतानि) سو سولائي سان سمجهه ۾ اچي وڃي ٿو. آرٿاسڪ انهيءَ مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ٻڌ جي شرمڻ پنٿ ڪانسواءِ ٻنهن سمي ٻيا به باهمڻ شرمڻ پنٿ هوندا هوا. انهن باهمڻ پنٿن جو تفصيلوار بيان ”ديگهه نڪايه“ جي ٻهونين ”برهم جال سٽ“ ۾ ڪيو ويو آهي، پر اهو ٻناوٽي احوال پيو لڳي. جڏهن اهو سُٽ لکيو ويو هو تڏهن انهن باهمڻ ڪانسواءِ ٻين پنٿن جي ڪا ڄاڻ ڪانه هئي. پر سٽ جي ليکڪ ٦٢ جي سنکيا پوري ڪرڻ لاءِ هڪ ٺهين ياداشت ٺنائي ڪري سٽ ۾ ڳنڍي ڇڏي. انهن پراچين ٦٢ شرمڻ پنٿن جي ڄاڻ شايد هن ڪري نه رهي هئي جو انهن ۾ پرسڌ پنٿ ٻنهه ٿورڙا هوا ۽ ننڍڙا پنٿ وڏن سان ملي جهلي ويا هوا. هن زماني جي بابا ۽ بيراڳي پنٿن جي ڳڻپ ڪجي ته ليکو نه لهي. پر انهن ۾ ڪبير، دادو،

هوس. يا ته ٻن گهرن مان ٻکيا وٺي ڪري ٻن گرهن تي رهندو هوس ۽ انهيءَ ريت سٺن ڏينهن ۾ روز هڪ گهر وڌائيندي ستن گرهن تي رهندو هوس. مان هڪ چاٽي اَن جي ڀري وٺندو هوس ۽ ساڳيءَ ريت ستن ڏينهن ۾ وڌائيندي ستن چاٽين تي نرواهه ڪندو هوس. هڪ ڏينهن ڀوڄن ڪندو هوس، ٻه ڏينهن ڇڏي هر ايڪ چوٿين ڏينهن ڀوڄن ڪندو هوس. انهيءَ ريت آڀواسن جي سنکيا وڌائيندي هفتي اندر هڪ ڀيرو يا ٻن هفتن اندر هڪ ويلو ڀوڄن ڪندو هوس.

(ڄ) سبزي، سانوا (سادو اَن)، نيوار (سادا چانور)، چمار جا ڦٽا ڪيل چمڙي جا ٽڪر، پاڻيءَ مٿان سينور، ٻهه، جليل اَن، گاهه يا ڳئون جو ڇيڻو کائي گذر ڪندو هوس يا ٻن ۾ سڻيءَ جا ڪپڙا پهريندو هوس. لاشن مٿان پيل ڪفنيون پڪيندو هوس، مرگ چرم پهريندو هوس. سڻي يا ٽاٽ جو ڪپڙو پهريندو هوس. منش يا گهوڙي جي وارن مان ٺهيل ڪمبل، يا اُلو پکيءَ جي کنڀن مان ٺهيل ڪپڙو پڪيندو هوس.

(ڃ) مان ڏاڙهي، مڇن ۽ مٿي جا وار پٽي ڪڍندو هوس. مان ڪٽو بيهي ڪري تپسيا ڪندو هوس، اوڪڙو ويهي ڪري تپسيا ڪندو هوس.

(ڄ) مان ڪنڊن جي بستري تي سمهندو هوس. ڏينهن ۾ ٽي ڀيرا سنان ڪندو هوس. ان ريت انيڪ

ڪجهه ٻيون هيون:-

(ب) آءٌ ننگو رهندو هوس. دنيوي وهنوار جو پالن نه ڪندو هوس. هٿن جي ٻڪ ۾ ٻکيا وٺي کائيندو هوس. ڪو ڪجهي چوندو هوم ته ”هي پدنت (ڀدنت) هيڏانهن اچو“ ته نه ٻڌندو هوس. ڪو ڪجهي چوندو هوم ته ”هي ڀدنت، بيهي رهو.“ ته ڪيس به نه ٻڌندو هوس. ڪو گهر وڃي آن ڏيئي وڃي، ڪو پنهنجي کاتر ڀوڄن تيار ڪري ۽ ڪو مهماني ڏئي، ته قبول نه ڪندو هوس. جنهن ٿانوَ ۾ آن رڌل هو انهيءَ ٿانوَ ۾ ڪو موڪلي اچي آن ڏيندو هو ته نه وٺندو هوس. اُڪريءَ مان ڪو کاڌي جي شيءِ آڻي ڏيندو هوم ته آها نه وٺندو هوس. چائنت يا چائنت جي ڏنڊي جي هن پر بيهي ڪو ٻکيا ڏيندو هو ته نه وٺندو هوس. ٻه ڄڻا ويٺا ڀوڄن ڪن ۽ انهن مان فقط هڪ ڄڻو اٿي ٻکيا ڏيندو هوم ته نه وٺندو هوس. گورٻڻي يا ڌائڪ ٻار واري، يا پُرش سان اڪيلي سر رهندڙ استريءَ کان ٻکيا نه وٺندو هوس. ميلي يا تيوهاڻ جاترا ۾ تيار ڪيل آن جي ٻکيا نه وٺندو هوس. جتي ڪُتا بيٺا هجن يا مکين جو ميڙ يا پُون هجي اُتان ٻکيا نه وٺندو هوس. مڇي، ماس، دارون وغيره ٻکيا ۾ نه وٺندو هوس.* هڪ ئي گهر کان ٻکيا وٺي ڪري ۽ هڪ ئي گرهه تي گذر ڪندو

*جين سادو مڇي يا ماس وٺندا هوا، پر دارون وٺڻ جو مثال ڪٿي به ڪونه ملي. گوشت کائڻ جو سوال پاڙهين آڌياءِ ۾ ڪنيو ويو آهي.

ڊوڙون ڀانگ ۾ اهوئي مطلب هو ته نه هو مونکي ڏسي وٺي ۽ نه آءٌ کيس ڏسان. جيئن ڪو هرڻ ٻن ۾ ماڻهوءَ کي ڏسندي ئي ڊوڙ ڏڪ پائيندو آهي تيئن آءٌ ڀـ ڊوڙي ڀڄندو هوس. منهنجو ايڪانتپڻو اهڙو هو.

## اڻ وڻندڙ ڀوڄن

جتي ڳئون ٻڌل رهنديون هيون ۽ جتان ڳئون تنهن وقت چرڻ وينديون هيون، اتي مان هٿن پيرن تي هلي وڃي جو جيٽو کائيندو هوس. جيسين منهنجو مل-موتر خشڪ ٿي نه ويندو هو تيسين لاڻيئن ليٽ پائيندو هوس. اهڙو منهنجو اڻ آئرندڙ ڀوڄن هوندو هو.

## اُداسينتا

(۶) مان ڪنهن ڀيانڪ ٻن ۾ رهندو هوس. دنيا جو ڪو ماڻهو انهيءَ ٻـن ۾ پير پائيندو هو ته ٻپ ۾ سندس روم ڪنڊا ٿي بيهندا هوا. سرديءَ جي موسم ۾ برف پوڻ جي وقت مان کليءَ جڳهه ۾ رهندو هوس ۽ ڏينهن جو جهنگ ۾ هليو ويندو هوس. گرميءَ جي موسم جي سخت مهني ۾ کليءَ ميدان ۾ رهندو هوس ۽ رات جو جهنگ ۾ گهري ويندو هوس. مساڻي ۾ ماڻهن جا هڏا وهاڻو ڪري سمهندو هوس. جـڏهن ڪي ڳنوار ماڻهو مون تي ٿڪون اڇلائيندا هوا، يا منهنجي ڪنن ۾ ڪک وجهندا هوا ته به منهنجي من ۾ ڏانهن پاپ جو خيال نه ايندو هو.

پرڪارن جا ديھ ڪي ڪشت ڏيندو هوس. اهي هيون منهنجون تپسيائون.

## گدلائي

مان توکي ٻڌايان ٿو تہ مان ڪهڙو گدلو هوندو هوس-

(ا) ڪئين سالن جي ڌوڙ سان منهنجي سر ۽ مٿان مٽيءَ جا تھ چڙهي ويا هوا. جيئن تندڪ وڻ جو ٿڙ ڪئين سالن جي ڌوڙ سان لٿجي وڃي تيئن منهنجي ديھ ڌور سان پرجي ويئي هئي. پر ائين نہ پائيندو هوس تہ هي ڌوڙ جا پردا مان پاڻ چنڊي ڇڏيان يا ٻيو ڪو ٻنهنجن هٿن سان چنڊي وٺي. منهنجي اهڙي گدلائي هئي.

## هنسا ڪان پري

(ا) مان بلڪل ساوڌانيءَ سان ايندو ويندو هوس. پاڻيءَ جي بوندن تي مونکي ڏاڍي ديا ايندي هئي. اهڙي ڏکي حالت ۾ ڪو سوڪيم پراڻي مٿان منهنجي هٿان مري پوي، تنهنڪري ڏاڍو خبردار ٿي رهندو هوس. ايتري قدر مونکي هنسا اڻوڻندڙ هئي.

## ايڪانتپڻو

هي ساريپٽ هاڻي مان توکي ٻڌايان ٿو تہ منهنجو ايڪانتپڻو ڪهڙو هو.

(ا) جڏهن مان ڪنهن ٻن ۾ رهندو هوس تہ ڪنهن ڏنار يا گاهہ واري ڪانير يا ٻيلائي کي ڏسي گهاٽو جهنگ ڇڏي پٽ ۽ ميدان ڏي ڊوڙون پائي ويندو هوس.

هوس ته هتن کي پيٽ واري چمڙي وچ ڇهندي هئي.
انهيءَ طرح منهنجي پٺيءَ ۽ پيٽ جي چمڙي ٻئي جڙ
هڪ ٿي ويئون هيون. مان پيشاب يا پائخانو ڪرڻ لاءِ
وهندو هوس ته اتي ئي ڪري پوندو هوس. مٿي مٿان
هٿ گهمائيندو هوس ته سڀ جا وار ڇڻي پوندا هوا.
گهٽ کاڌي ڪري منهنجي اهڙي دشا وڃي ٿي هئي.

ڪئين شرمڻ ۽ براهمڻ مگ کائي، يا ته ڪائي يا چانور
کائي گذر ڪن ٿا. سندن خيال موجب اهي شيون کائڻ
ڪري آتم شڌي ٿئي ٿي. هي ساريپٽ، مان هڪ ئي
مگ جو ڪڻو، يا ته يا چانور کائي رهندو هوس. تون
ائين نه سمجهج ته انهن جا داڻا ڪڻا ٿن ڏينهن ۾ وڏا
ٿيندا هوا. جهڙا اڄ آهن اهڙائي تڏهن به هوندا هوا.
اهڙي گهٽ کاڌي کائڻ ڪري منهنجي اهڙي دشا
وڃي ٿي هئي."

ٻڌ گهوش آچاريه جو چوڻ آهي ته ڀڳوان ٻڌ اهي
تپسيائون هڪ اڳئين جنم ۾ ڪيون هيون. تنهن سمي
ٻيڙ وغيره شيون، جيڪڏهن اجوڪي وقت جهڙيون
ٿينديون هيون، ته ٻڌ گهوش آچاريه جو اهو انومان
ڪڍڻ ٺيڪ لڳي ٿو ته انهي چوڻ جي ضرورت ڪانهي
ته انهي سمي ۾ قسمين قسمين جون ڪهڙيون اجايون
تپسيائون ٿينديون هيون سو ئي ڏيکارڻ لاءِ سٽ جي
ليکڪ مٿي لکيل ڳالهيون ڀڳوان ٻڌ جي مک ۾ وڌيون آهن.

يادداشت ۾ ڏنل نرالين تپسيائن ڪانسواءِ 'ٿ' ياڳ ۾

# ڀوڄن بابت ورت

(٣) ڪيترن براهمڻن ۽ شرامڻن جي مت آهي تہ ڪاڌي ڪري آتم شڌي ٿئي ٿي. اهڙا براهمڻ فقط ٻيرَ کائي پيٽ پاليندا آهن يا ٻيرن جو چورو کائيندا آهن، يا ٻيرن جو ڪاڙهو پيئندا آهن، يا ٻيرن مان ٻيو ڪجھ ٺاهي کائيندا آهن. ياد اٿم تہ آءٌ هڪ ئي ٻير تي گذر ڪندو هوس. هي سارپُت، تون ائين نہ سمجھہ تہ انهي سمي ۾ ٻير کي وڏا ٿيندا هوا. جهڙا اڄ ڪالهہ ٻير آهن اهڙائي تڏهن بہ هوندا هوا. سو هڪ ئي ٻير کائڻ ڪري منهنجو سريرُ نهايت پتلو ٿي ويندو هو. آسيتڪ وَل يا ڪال وَل جي ڳنڍين وانگر منهنجي سرير جا ڳنڍ ڏسڻ ۾ پيا ايندا هوا. منهنجو ڪمربند اُٺ جي پير جهڙو ڏسڻ ۾ ايندو هو. منهنجي پٺيءَ جو ڪنڊو سٽ ڪتڻ وارن ٽڪلين جي مالها وانگر ڏسڻ ۾ ايندو هو. جيئن ٽٽل ڀڳل مڪان جي ڇت جون ڪليون هيٺ مٿي پيون لٽڪنديون آهن، تيئن منهنجي پاسريءَ جا هڏا بہ پيا لٽڪندا هوا. جيئن ڪنهن اونهي کوهہ منجھہ آسمان جا تارا نظر اچن تيئن منهنجون اکيون کوپڙيءَ جي اندر پيهل نظر اينديون هيون. جيئن ڪچو ۽ ڪوڙو ڪدو ڪپي اُس ۾ رکڻ سان سڪي وڃي ٿو تيئن منهنجي مٿي جي چمڙي سڪي لُوڻ ٿي ويئي هئي. پيٽ مٿان هٿ گهمائيندو هوس تہ فقط پٺيءَ جو ڪنڊو هٿن ۾ ايندو هوم ۽ جڏهن پٺيءَ جي ڪنڊي تي هٿ گهمائيندو

آهي، پر تنهنجي من ۾ ته پيد ڀاؤ اڃا تائين آهي. تنهنڪري توکي ننگو ته گهمڻ گهرجي.“ انهيءَ طرح ڪيترن ننگن ٻاون کي لنگوٽي پائي گهمڻ لاءِ مجبور ڪيائين.

هڪڙي ڀيري اگهاڙپ جي پرسنگ تيلنگ سوامي لاءِ اچي بڻيو. جڏهن اها ڳالهه ڦهلجي ويئي ته پوليس وارا سوامي جيءَ کي صاحب جي بنگلي تي وٺي ويا. آهن ته سندس شش، هلنديءَ وارا ماڻهو ۽ سندس پيارا پنڌ صاحب جي بنگلي ڏي ويا. صاحب سينئي کي وهاريو ۽ تيلنگ سواميءَ کان پڇيائين ته، ”تون پرمهنس آهين؟“ جڏهن سوامي جيءَ ”هائو“ ڪئي ته صاحب اُمالڪ بيو سوال پڇيس ته، ”ڀلا توهين منهنجي گهر جو اَن کائيندا؟“ تنهن تي سواميءَ جيءَ پڇيس ته، ”ڀلا توهين منهنجو اَن کائيندا؟“ صاحب جواب ڏنس ته، ”جيتوڻيڪ آءٌ ڪو پرمهنس نه آهيان، تڏهن به آءٌ ڪنهن جو به اَن کائيندو آهيان.“

سوامي جيءَ اُتي جو اُتي پنهنجي هٿ تي پاخانو ڪيو ۽ هٿ وڌائي گووند صاحب کي چيائين ته ”هي وٺو، منهنجو هي اَن آهي. اهو وٺي کائي ڏيکاريو.“ صاحب کي ته نهايت نفرت آئي ۽ ڏاڍي غصي ۾ چيائينس ته ”هي ڪو انسان جي کائڻ جو اَن آهي؟“ تنهن تي سوامي جي پنهنجي وشٽا کائي ويو ۽ هٿ اُگهي صفا ڪيائين. سو ڏسي صاحب ڪيس ڇڏي ڏنو ۽ وري ڪڏهن سندس ڳالهه به نه ڪيائين.

ڏ ڏل تپسيائون ڏرگرنت (جين ساڌو) ڪندا هوا. هن وقت ۾ وار پٽي ڪڍڻ، اپواس ڪرڻ وغيره تپسيائون منجهن چالو آهن.

'ج' ياڳ ۾ ورتن ڪيل تپسيائون ٻين پنٿن جا شرمڻ ۽ براهمڻ ڪندا هوا. انهن جا نمونا گهڻي قدر هن وقت جا بابا، بيراڳي وغيره هلائيندا ٿا اچن.

## مل-مؤتر ڪاٿڻ جي ريت.

پنهنجو مل-مؤتر ڪاٿڻ جي ريت اڄ ۾ اڳهورين جهڙن پنٿن ۾ چالو آهي. ڪاشيءَ ۾ تيلنگ سواميءَ نالي هڪ پرسد سنياسي هو. بنهه ننگو رهندو هو. ڪاشيءَ ۾ ٻيا ۾ سندس وانگر ننگا ڪيترا پرمهنس رهندا هوا. تنهن وقت گاڊون (*Godwin*) نالي هڪ لوڪ پريه ڪليڪٽر هو، جنهنکي ڪاشي واسي 'گووند' صاحب ڪري سڏيندا هوا. ڏاڍي سمجهداريءَ سان هندن جي ريت رواج مان هو واقف ٿي ويو هو. هي ننگو بابا لنگوٽي لڳائي گهمي ڦري تنهن لاءِ هن هينئين رمز هلائي.

رستي تي جڏهن اهو ننگو بابا گڏجي ويندو هون ته پوليس وارا ڪيس صاحب وٽ وٺي ويندا هوا. صاحب پڇندو هوس، "تون پرمهنس آهين؟" جي "هائو" چوندو هو ته صاحب چوندو هوس ته ڀلا منهنجو آن تون ڪاٽ. ڀلا ننگو بابا صاحب جو آن ڪيئن ڪاٽي؟ تڏهن گووند صاحب چوندو هوس ته، "شاسترن ۾ چيل آهي ته پرمهنس پرش ڪنهن به پرڪار جو ڀيد ڀاؤ نه رکندو

جين ساڌن جو پنٿ ڏاڍو زور هو. انهن کانسواءِ ھندن هينين پنجن وڏن - ٻُورڻ ڪاشيپ، مڪل گوسال، اَجت ڪيس ڪمبل، پڪڌ ڪاتياين ۽ سنجيه بيلٿپت - جا شرمڻ پنٿ ڏاڍا مشهور هوا. انهن جا تتو گيان درسن بابت کهڙا ويچار هوا تن جو مختصر بيان ستين اَڌياءِ ۾ ڏنو ويندو. تنهن مان معلوم ٿيندو ته تتو گيان بابت ڀاڻ ۾ وڏو مت ڀيد هوندي به ٻن ڳالهين بابت سڀني ساڳيو ويچار هو:-

(١) انهن سڀني کي يگيه وغيره پسند نه هوا.

(٢) تپسيائن بابت، ٿورو ڪي گهڻو، سڀني جي من اندر مان هو.

## شرمڻن جو پرچار

مٿي چئي آيا آهيون ته انهن ۽ ٻين شرمڻن جو ماڻهن مٿان ڏاڍو پرڀاو هو. اهي شرمڻ پورب ۾ چمپا (ڀاڳلپور)، پڇم ۾ ڪرن جو ديس، اُتر ۾ هماليه ۽ ڏکڻ ۾ ونڌيا - انهيءَ پرديس اندر، رڳا چوماسي جا چار مهنا ڇڏي، باقي اٺ مهنا لڳاتار گهمندا رهندا هوا ۽ ماڻهن کي پنهنجن پنهنجن ويچارن بابت اُپديش ڏيندا رهندا هوا. انهيءَ ڪري عام ۾ يگيه وغيره واسطي اَنادر ۽ تپسيائن بابت آدر پيدا ٿيندو هو.

## يگين جي حد

پر ٻئي پر راجائن جي جيت لئي، تنهن مراد سان يگيه وغيره ڪرڻ ضروري لڳندو هو. يگيه وغيره چالو رکڻ

سنه ١٩٠٢ ۾ جڏهن آءٌ ڪاشيءَ ۾ هوس تڏهن آئي جي پنڊتن هي قصو ٻڌايو آهي ۽ سان مونکي سڃايو ۽ تنهن کان اڳ ساڳئي آدم ساڻ "ڪاشي يانرا" نالي ڪتاب ۾ اها ڳالهه جي پڌري به ڪئي هئي.

## هاڙوڪيون تپسيائون

اهوئي تيلنگ سوامي سخت سرديءَ جي موسم ۾ ڏهو مٿو ٻاهر رکي گنگا جيءَ ۾ وهي وهندو هو ۽ سخت گرميءَ جي موسم ۾ جتان هلندي پيرن ۾ ڇاليون پئجي وڃن آئي گنگا جي ٻرندڙ واريءَ تي وهي وهندو هو.

لوهه جي ميخن واري کٽ تاراهي تنهن تي ليٽڻ وارا بيراڳي گهڻن اکئين ڏٺا هوندا. سنه ١٩٠٢ ۾ آهڙو هڪ بيراڳي ڪاشيءَ جي بندو ماڌو نالي مندر جي پرسان رهندو هو. لڪڙيءَ جي لنگوٽي پائي گهمندڙ بابا بيراڳي به مون ڏٺا آهن.

## شرمڻن جي من ۾ تپسيائن لاءِ مان

مٿي چيل تپسيا جي نمونن مان سمجهي، ساتوي جو اُن ۽ جهنگ جا ڪند-مول ڦل کائي نرواهه ڪرڻ بن واسي رشين منين کي پسند هوندو هو. هو ولڪل وڻ جا چوڏا پهريندا هوا ۽ ڪيترا اگني هوتر به ڪندا هوا. پر انهن نون پنڻن جي شرمڻن اگني هوتر ڪرڻ ڇڏي ڏنو ۽ بن ۾ رشين منين جون تپسيائون سئيڪار ڪري، تنهنجي جا ٽڪرا ڪانڻ جي تپسيا به گڏيائون.

مٿي جاڻائي آيا آهيون ته پد جي سمي ۾ نرگرنٿ

ڪو خاص طرح نہ مڃيندا هوا.

## ديوتائن جي پوڄا

جنهن نموني اڄ ڪالهہ جا هندو ديوين، ديوتائن يڪشن، پشاچن وغيره کي مڃن ٿا ۽ انهن کي پرسن ڪرڻ لاءِ ٻلِ چاڙهين ٿا، ساڳئي نموني ٻڌ جي زماني ۾ هندو لوڪ بہ ديوتائن کي مڃيندا ۽ ٻلِ چاڙهيندا هوا. فرق فقط ايترو آهي جو اڄ ڪالهہ جي ڪيترن ديوتائن لاءِ پوڄارين جي ضرورت پوي ٿي ۽ اهي پوڄاري اڪثري براهمڻ هوندا آهن. تنهن ڪانسواءِ اڄ ڪالهہ جا ديوتا ٻڌ جي زماني جي ديوتائن وانگر، خواب خيالي هوندي بہ، منجهائن ڪيترن جا ٻُتَ ٺهي جڙي ويا آهن. سا ڳالهہ ٻڌ جي سمي ۾ نہ هئي. ماڻهن جي مڃتا هئي تہ ٻڙ جي درخت ۾ يا ڪنهن ٻهاڙ تي، يا ڪنهن ٻن ۾ مهاشڪتيوان ديوتائون رهن ٿا ۽ سندن گهُرون پوريون ڪرڻ سان هو خوش ٿين ٿا. سو ٻڪرن، مرغن وغيره پراڻين جي ٻلِ چاڙهي ڪري هو پنهنجون گهُرون پوريون ڪندا هوا. ”پلاس“ جاتڪ جي ڪٿا مان (نمبر ٣٧) اِئين معلوم ٿئي ٿو تہ براهمڻ بہ ديوتائن جي پوڄا ڪندا هوا، پر هن ڳالهہ جو ثبوت ڪٿي بہ ڪونہ ملي تہ ڪو پنهنجي آجيوڪا پوري ڪرڻ لاءِ هنن پوڄاريءَ جو پيشو قبول ڪيو هو. جهڙيءَ طرح اڄ پنتي ٻيل جاتين يا آديواسين جي ديوتائن لاءِ ڪو براهمڻ پروهت نہ ٿو ٿئي، اهڙيءَ طرح تنهن زماني ۾ اهي براهمڻ ڪنهن بہ ديوتا لاءِ پروهت

لاءِ ڪوسل جي راجا پسيند اڳنا نالي ڳوٺ پوڪرساٺ (پوشڪرساد) نالي براهمڻ کي ۽ سالوتڪا ڳوٺ لوهچ (لوهتيه) براهمڻ کي انعام طور ڏنا هوا. ساڳيءَ طرح مڳڌ جي بمبسار چمپا نالي ڳوٺ سوڻ ڊنڊ براهمڻ کي ۽ ڳاڻمن ڳوٺ ڪُٽ دنت براهمڻ کي انعام ۾ ڏنا هوا. انهن انعامن جو ورنن "ديگهنڪايه" ۾ ملي ٿو. انهيءَ ڪانسواءِ "ڪوسل سنيُت"، جي نائين ست مان معلوم ٿئي ٿو ته ڀاڳ پسيند راجا هٿن سان يگيه وغيره ڪندو هو. پر اهي يگيه وغيره ڪوسل جي پسيند راجا ۽ مڳڌ جي بمبسار راڄ جي راڄن اندر ئي محدود هوا. سبب جو وڏا يگيه ڪرڻ راجائن ۽ پيتائن وٺندڙ براهمڻن لاءِ ئي ممڪن هو.

جيئن ته وڏا يگيه ڪرڻ رواجي ماڻهن جي طاقت کان ٻاهر هوا تنهن ڪري يگين جا ننڍا نمونا به نڪتا هوا. "ديگهه نڪايه" جي ورنن مان معلوم ٿئي ٿو ته براهمڻ لوڪ سادارڻ جنتا کي ائين چئي يگيه هوم ڪرائيندا هوا ته، فلاڻي قسم جي لڪڙي يا فلاڻي قسم جو چمچو يا ڪاٺ جا چوڏا يا ٻهه يا چانور يا گيهه يا تيل يا ٻراٽين جو رس هوندو ته فلاڻو ڪارج سڌ ٿيندو. تنهن ۾ ڪي شرمڻ به ڀاڱي وٺندا هوا.* جيتوڻيڪ ڪارج پوري ٿيڻ لاءِ لوڪ هوم ڪندا هوا، پر ائين لڳي ٿو ته اهي ڌارمڪ سنسڪار سمجهي نه ڪندا هوا. سبب جو انهن هوم ڪندڙ براهمڻن ۽ شرمڻن کي عام ماڻهو

*ديگهه نڪايه، برهم جال، سامنيڦل ست وغيره.

هوا. هوڏانهن انهيءَ جي اُلٽو رواجي ماڻهو شودرن جو آدرسٽڪار ڪندا هوا، چوماسي ۾ سنڌن نواس لاءِ ڪٽياڻون ٺاهي ڏيندا هوا ۽ سنڌن اُپديش ٻڌڻ لاءِ اُتسڪ رهندا هوا. مطلب ته شودرن جي سنگهن ۽ ٽولين جي روز بروز مهما وڌندي رهي.

# اُپنشدن جي زماني جا رشي

اَڄ ڪالهه اهو وچار آهي ته ويدن مان اُپنشد نڪتا ۽ اُنهن مان ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم وغيره نڪتا. جنهنڪري اهي سڀ ڌرم ويدڪ ڌرم ئي آهن. اسانکي وشواس آهي ته مٿئين ڄاڄ ڪانپوءِ اها ڳالهه صاف ٿيڻي ٿي آهي ته ٻڌن ۽ جينين جي پرمپرا ويدن يا اُپنشدن مان نه نڪتي هئي. اها ته ويدن جي سمي کان اڳ، وچ هندوستان ۾ رهندڙ رشين منين جي پرمپرا مان نڪتي هئي. تنهن هوندي به مختصر طور هن ڳالهه تي هت وچار ڪرڻ بي جاءِ نه ٿيندو، ته اُپنشدن ۾ ورنن ڪيل براهمڻن جي، ٻڌ جي سمي ۾ ڪهڙي حالت هئي.

مون پنهنجي پستڪ ”هندي سنسڪرتي آڻي اهنسا“* ۾ ڏيکاريو آهي ته آرڻيڪ ۽ اُپنشد ٻڌ ڀڳوان جي سمي کان گهڻو پوءِ رچيا ويا. پوءِ به اسين قبول ڪري سگهون ٿا ته ٻڌ جي وقت ۾ اُپنشدن ۾ ورنن ڪيل براهمڻ جهڙا ڪي براهمڻ ۽ ڪشتري هوندا هوا. ۾ جاتڪن جي اُنيڪ ڪهاڻين مان معلوم ٿو ٿئي ته منجهائن ڪيترائي هوم-هون

* صفحو ۴۸-۵۰

نہ ليندا هوا. عام ماڻهو ديوتائن سان ٻاس ٻاسي ايندا
هوا ۽ ڪنهن نہ وچ واري ٻنا هو پنهنجي هٿين ٻليون
چاڙهيندا هوا. سجاتا استريءَ ٻر جي وڻ جي ديوتا کي
کير جي کيرڻي ٻاسي هئي ۽ آخر انهيءَ وڻ هيٺان ويٺل
گوتم ٻڌيستو کي ڏٺي هن اها کيرڻي ڏني. اها ڪٿا
ٻڌن جي ٻڌل ڪٿائن ۾ پرسڌ آهي ۽ ٻوڌن جي چترڪلا
۾ هن ڪٿا جو وڏو اثر ٻيل هو. مطلب تہ انهن ديوتائن
جي پوڄا ڪاڻ براهمڻ پوڄارين جي ڪا بہ ضرورت نہ
پوندي هئي.

## شرمڻن جو پرڀاءُ

جيئن تہ انهن ديوتائن جي پشتيءَ ۾ پراڻ ۽ براهمڻ
نہ هوندا هوا، تيئن انهن ۾ اڄ ڪالهہ وارو ڌارمڪ رنگ
نہ چڙهيو هو. سڀني درجن جا ماڻهو پنهنجون مصيبتون
ٽارڻ لاءِ يا من جون باسون پوريون ڪرڻ لاءِ ديوتائن
لاءِ ٻليون چاڙهيندا هوا. پر اهو ڪارج ڌرمي نہ سمجهو
ويندو هو. البت براهمڻن جي يگيہ وغيره کي ويدن ۽
ويدن جي ٻڌل وچنن جي پشتي هئي ۽ انهيءَ ڪري
اهي ڪارج ڌارمڪ سمجها ويندا هوا. پر وڏي خرچ
اچڻ ڪري اهي يگيہ رواجي ماڻهن جي وس کان ٻاهر
هوندا هوا. انهيءَ ۾ سوين ڳانيون ۽ ٻڪرا مارڻا ويندا هوا.
اهي پورو ڪيتيءَ لاءِ ڪمائتا هٿڻ ڪري، راجائن ۽
ٻيئل ڪار ماڻهن کي زوريءَ ٻين کان کسڻا پوندا هوا.
انهيءَ ڪري يگيہ وغيره رواجي ماڻهن کي ٻس نہ آئڙندا

چيائين ته ”هي آڳني ڀڳوان جي پنهنجي ٻل جي رکيا نٿو ڪري سگهي ته منهنجي ڪهڙي رکيا ڪندو؟“ ائين چوندي ئي هن آڳني هوتر وارو پاتر پاڻيءَ ۾ ڪٽي آڇليو ۽ گهومو سنياسي وڃي ٿيو.

ته ٻڌ ڀڳوان جو اُپديش ٻڌي ڪري اُروِيلا ڪاشيپ، ندي ڪاشيپ ۽ گيا ڪاشيپ، انهن ٽنهي براهمڻن پنهنجو آڳني هوتر نديءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو، اها ڪتا ٻڌن جي ڇپيل ڪٿائن ۾ پوسد آهي.

## اُپنشدن جا رشي

ڪن براهمڻن ۾ هن ريت ڪليءَ طرح شرمڻ ڌرم سويڪار ڪرڻ جو ساهس نه هو. هو هڪ پاسي ويدڪ يگيه ڌرم ۽ ٻئي طرف شرمڻن جي ڌرم وچ ۾ لٽڪندا رهيا. اَشوميڌ وغيره يگين تي ڪوتا رچي ڪري منجهانئس آتم تتو ڳولي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪيائون. مثلا ”ورهد آرڻيه اُپنشد“ جي پهرئين اَڌياءَ جي ٻئي براهمڻ جي شروعات جي ڪٿا ونو. ڪٿا ۾ رشي چوي ٿو ته ”هن جڳت ۾ اُتپتيءَ کان اڳ ڪجهه ڪين هو. هي سڀ مرتيو ڍڪي ڇڏيو هو. سو ڀلا ڪيئن؟ سو کاڌي جي اڇا سان، ڇو جو کاڌي جي اڇا کي ئي مرتيو چون ٿا. انکي لڳو ته آءٌ آتموان ٿيان...... اُن مرتيوءَ اهڙي ڪامنا ڪئي ته وڏي يگيه ۾ مان وري هوم ڪريان. اهڙي ڪامنا ڪري هو اندريون روڪي ڪري تپ ڪرڻ لڳو. اُن تپسيا ڪري تتل مرتيوءَ مان يگيه ۽ ويريه اُپن ٿيا. پراڻ ئي يش ۽

جو ڏرم چڙي ڪري شڌ شرمڻ ٿيندا هوا. مثلاً اسين
هت "ننگمٿ جاتڪ" (نمبر ۱۴۴) جو تاتپرج ڏيون ٿا.
وارانسي (بنارس) ۾ جڏهن برهمدت راڄ ڪندو هو
تڏهن بوڌيستو اچي اُوديچ براهمڻ جي ڪل ۾ جنم
ورتو. سندس جنم جي ڏينهن سندس ماتا پتا جاتا آگني
(जाताग्नि) رکي. جڏهن هو سورهن ورهين جو ٿيو تڏهن
کيس چيائون ته، "پٽ ڏس، تنهنجي جنم ڏينهن تي
اسان جاتا آگنيءَ جي آستاپنا ڪئي. جي تون گرهستي
ٿي رهڻ چاهين ٿو ته ٽنهي ويدن جو اڀياس ڪر. پر
جي برهملوڪ ۾ وڃڻ جي تنهنجي اڇا آهي ته هيءَ
آگني ساڻ کڻي ٻن ڏي وڃ ۽ انهيءَ جي شيوا ڪري
برهم ديو جي آراڌنا ڪري تون برهملوڪ ۾ پراپت ٿي."

بوڌيستو کي گرهست آشرم پسند نه هو. سو هو
جاتا آگني ساڻ کڻي ٻن ڏي روانو ٿيو ۽ اتي آشرم ٺاهي
آگنيءَ جي شيوا ڪندو رهيو. هڪڙي ڏينهن هڪ
ڪسان بوڌيستو کي هڪ ڍڳو ڏکڻا طور ڏنو. بوڌيستو
جي اڇا ٿي ته ڍڳي جي ٻل چاڙهي آگني ڀڳوان جي
پوڄا ڪريان، پر آشرم ۾ لوڻ ڪين هو. جڏهن لوڻ
وٺڻ لاءِ هو ڳوٺ ڏي ويو ته هيڏانهن ڪن انوڙين ڍڳي
کي ماري، آگني هوتر تي ضروري ماس پچائي کاڌو ۽
باقي بچيل ماس ساڻ کڻي رمندا رهيا.

بوڌيستو جڏهن لوڻ وٺي موٽيو ته ڇا ڏسي ته ڍڳي
جا فقط چمڙو پڇ ۽ هڏا باقي رهيا آهن. تڏهن ٻاٽکي

آرٿات " ۽ انهيءَ ڪري سودر کي برهم گيان جو اڌڪار نه آهي. ڇو جو ويد پڙهڻ ۽ اڀياس ڪرڻ کان سودرن کي منع ڪئي آهي. ويد سُڻڻ جي منع، ويد اڀياس جي منع ۽ ويدن جو آرٿ ڄاڻڻ ۽ انهيءَ موجب هلڻ جي منع سودرن کي ڪئي آهي. سُڻڻ کان منع هن ريت ڪيل آهي ته، "هو ويد جو واڪيه ڪٿي ٻڌي ته سندس ڪنن ۾ لاک يا شيهو پرڻ گهرجي." "سودر سمجهو ته گهومندو مسان آهي، جنهن ڪري سندس پرسان ويدن جو اڀياس نه ڪرڻ گهرجي." انهيءَ ڪري اڀياس ۾ وگهن پوي ٿو، ڇو جو جنهن جي پرسان اڀياس نه ڪرڻ گهرجي سو پاڻ ويدن جو ڪهڙو اڀياس ڪندو؟ انهن ۾ چيو ويو آهي ته سودر جي ويدن جا منتر اُچاري ته سندس زبان ڪپي ڇڏڻ گهرجي ۽ جي ويدن جا منتر ڪنٺ ڪري ته کيس ماري وجهڻ گهرجي. سو اها ڳالهه پڌري آهي ته سودر نه ويدن جو آرٿ سمجهي ۽ نه انهن موجب هلي، سودر کي پڙهي نه ڏيڻ گهرجي."

سودرن کي ستائڻ جو شنڪر آچاريه جيڪو آڌار ورتو سو گپتا راڄائن جي سمي ۾ لکيل هڪ "گوتم ڌرم سوتر" گرنٿ ۽ ٻين اهڙن گرنٿن مان ئي ورتائين. ائين لڳي ٿو ته سمدرگپت جي راڄ (عيسوي سنه چوٿين صدي) کان وٺي شنڪر آچاريه (عيسوي سنه نائين صديءَ جي شروعات) تائين اهي اسان جا اڳيان براهمڻ هڪ پاسي سودرن کي دٻائڻ ۽ ٻئي پاسي پنهنجو وڏپڻو قائم رکڻ ۾ لڳا رهيا.

ستيڪام چيس ته، ”سا مونکي خبر ڪانهي. ماتا کان ڀڇيم ته چيائين ته جوانيءَ ۾ ڪيترن ئي پرشن سان ناتي رکڻ ڪري مونکي تنهنجي گوتر جي خبر ڪانهي. سو تون پنهنجو نالو ”ستيڪام - جبالا“ ڪري ٻڌائج.

گوتم چيس ته، ”تون ستيه کان وِمک نه ٿيو آهين، جو براهمڻ ناهي تنهن لاءِ ائين رهڻ ڏکيو آهي. وڃ ۽ اگني ڪٺي اچ. مان تنهنجو ٻڳيو پوپت (جڻيوپائڻ) ڪندس.“

ائترو چئي ڪري هن رشيءَ کيس جڻيو پاتو.*

## گپتا ڪل جي راڄ کان وٺي جاتي ڀيد وڌي ويو.

جيتوڻيڪ اپنشدن جا رشي جاتي ڀيد رکندا هوا، تنهن هوندي به جاتيءَ کان سچ کي وڌيڪ مان ڏيندا هوا. ستيڪام جي ڪهاڻيءَ مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي. پر انهن ئي اپنشدن جو نچوڙ ڪيندڙ بادرائڻ (बादरायण) وياس ۽ ٽيڪاڪار شنڪر آچاريہ جاتي ڀيد لاءِ ڪهڙو نه ڪري ڏونڪو وڄايو هو.

श्रवणाध्ययनार्थं प्रतिषेधात्स्मृतेश्च । २

इतश्च न शूद्रस्याधिकारः । यदस्य स्मृतेः श्रवणाध्ययार्थं प्रतिषेधो भवति । वेद श्रवण प्रतिषेधो वेदाध्ययन प्रतिषेधस्तदर्थं ज्ञानाउष्ठा नयोश्यच प्रतिषेधः शूद्रस्य स्मर्यते । श्रवण प्रतिषेधास्तावत् 'अथास्य वेदसुपश्रण्वतस्त्रपुजतुमयां श्रोत्र प्रपूरणमुं इति । 'पद्यु हवा एतत् श्मशान यच्छूद्रस्तस्माच्छूद्र समीपे नाध्येतव्यमू' । इति च। अत एवाध्ययन प्रतिषेधः । यस्यही समीपेऽपि नाध्येतव्य भवति, स कथमश्रुतमधीयति । भवति च वेदोच्चारणे जिह्वाच्छेदो धारणे शरीरभेद इति । अतएव चाथार्देथेज्ञाना नुष्ठानयोः प्रतिषेधो 'न शूद्राय मतिं दद्यात् इति ।'

---

*ڇانديوگيه اپنشد ۴|۴

کو وڌي ٿولن ۾ بستين ۾ ويندا هوا. انهيءَ ڪري
استرين جا سنگهه ڦاهڻ سندن لاءِ ڏکيو ڪم هو. ٻڌ شرمڻ
سنياسي ٿي جين سنستائن جي اوسي پاسي رهندا هوا
۽ تنهن وقت موافق حالتن هٿڻ ڪري هو استرين جا
سنگهه برپا ڪري سگهيا. ٻڌن جون ۽ جينين جون ڇپيل
وارتائون پڙهڻ مان هڪ خاص ڳالهه ڇتي نظر اچي ٿي
ته انهيءَ سمي ۾ پرشن وانگر استريون به ڌرمي ڳالهين ۾
اڳيڙيون هيون. سبب هي هو ته پرجا راڄ واري سرشتي
۾ استرين کي پوري سؤتنترتا هئي. وڌي قوم جي واڌاري
لاءِ جيڪي ست نيم ٻڌ ڀڳوان ڪين ٻڌايا هوا تن ۾ پنجون
نيم هي هو ته ”استرين جو مان رکڻ گهرجي، ووڌاهه ڪيل
يا نه ووڌاهه ڪيل استريءَ مٿان ڪا زبردستي نه ٿيڻ
گهرجي.“ پيو نه ته ٻڌ ڀڳوان جي حياتيءَ ۾ هن نيم موجب
وڌي قوم وارا نيڪ طرح هليا. اسين اهو به ڪٿي قبول
ڪريون ٿا ته وڌي قوم وانگر مَلُ قوم جي راڄ ۾ استرين
جي ابتري مرجاتا نه رکي ويندي هئي. جڏهن انگ،
ڪاشي، شاڪيه، ڪوليه وغيره ديس جي پرجا ستا وارن
راڄن جي آزادي ڇت ٿي ويئي تڏهن اندريون انتظام
سندن هٿ ۾ رهڻ ڪري استرين جي آزاديءَ کي ڪا
خاص چوٽ نه لڳي.

انين هو ته مگڌ ۽ ڪوشل ديس ۾ مهاراجا راڄ جو
سرشتو پڪو ٿي ويو هو. تنهن هوندي به انهن ديس
جا راجا پرجا راڄ وارو سرشتو بنهه پاڙن کان پٽي نه سگهيا.

ڌرم سوڙو رچيندڙ ٻادرايڻ وياس ۽ شنڪرآچاريه وچ ۾ فقط ايترو فرق آهي ته ٻادرايڻ جي سمي ۾ اڃا مسلمان هن ديس اندر نه پهتا هوا ۽ شنڪرآچاريه جي زماني ۾ سنڌ ديس مسلمانن جي قبضي ۾ وڃي چڪو هو ۽ اتي اسلامي ڌرم جو برابر پرچار ٿي رهيو هو. اسانجي آچاريه کي پيو نه ته سمانتا جو پاٺ ڪاڻ سکي وٺڻ گهرجندو هو. پر اسانجو آچاريه اُلٽو جاتي ڀيد جو ئي سرو راڳ آلاپڻ لڳو. انهيءَ* ڪري هن اياڳي ديس کي ڪهڙو نه ڇيهو رسيو تنهنجو اِتهاس ساکي آهي.

## ساڌو استرين جا سنگهه

لسوي رشين منين يا ويدڪ رشين منجهه استريون نه داخل ٿيون هيون. گارگي واچڪنوي (गार्गि वाचक्नवी) جهڙيون استريون برهم گيان جي بحث مباحثي ۾ ڀاڱو وٺنديون هيون.* پر سنڌن کي ڌار سَنگهه نه هوندا هوا. استرين جا جدا سنگهه ٻڌ کان هڪ ٻه صدي اڳ ٻرپا ٿيڻ لڳا هوا. سمجهجي ٿو ته استرين جا پراڻي ۾ پراڻا سنگهه سي جين ساڌو استرين جا هوا. ته جين ساڌو استريون واد وواد ۾ ڏاڍيون چتر هيون، سا ڳالهه ڀدرا ڪنڊلڪيشا (भद्रा कुण्डलकेशा) جي ڪٿا ۽ ٻين ڪٿائن مان نيڪ طرح معلوم ٿي ٿئي.§

پراچين رشي مني اڪثري جهنگلن ۾ رهندا هوا ۽

*ورهد آرڻيڪ اُپنشد ٣/٦/١

§ڏسو: 'ٻوڌ سنگهاچا پرچيه' صفحو ٢١۴-٢١٧.

ڦور ڪريو. ٻڌندي ٿي راجا هوش ۾ اچي ويو ۽ چيائينس ته، "شو ڪُل جو اهو ڌرم ناهي. آءٌ شو ڪل جو وڏو آهيان ۽ ڪُل ڌرم پالڻ ڪرڻ منهنجو فرض آهي. تنهن ڪري پنهنجي چنچل چت جي وس اچڻ مون لاءِ واجب نه آهي."

اها ڪٿا وڏي ۽ وڻندڙ آهي. لڳي ٿو ته ڪٿا وچيندڙ جي سمي ۾ پرجا راج وارو سرشتو بلڪل ناس ٿي چڪو هو. تڏهن به وچيندڙ کي ڄاڻ هئي ته شو ڪل جي پرجا راج واري سرشتي ۾ استري لاءِ مان هو ۽ سندس مطلب هو ته مهاراجا سرشتي وارا راج به ساڳيءَ طرح پنهنجا فرض ادا ڪن. شوڪمار جي ڀاشڻ جي آخر ۾ ليکڪ هيٺيان شبد سندس مُک ۾ وڌا آهن:-

नता पिता उग्गतो रट्ठपालो
धम्मं शिवीनं अपचायमानो
सो धम्ममेवानुविचिन्तयन्तो
तस्मा सकं चित्तवसं न वत्ते

ارٿاتس، "آءٌ شو ڪُل جو نيتا، پتا ۽ اڳوان آهيان، تنهن ڪري ڪُل جو فرض اڳيان رکي ڪري ۽ شو ڪل جي ڌرم جو نيڪ ويچار ڪري، آءٌ پنهنجي چنچل چت جو آڌين نه ٿيندس."

## ٻال وواهه جي ريت

مٿين ڳالهه جو ٻڌ ڌرم جي راجائن ني چڱوٽي اثر ٿيو هوندو. ٻو انهيءَ مان هڪ ٻي بري ريت پيدا ٿي.

ڪٿي به اهڙو اشارو نٿو ملي ته ڪو بمبسار مهاراجا يا پسينڊ مهاراجا ڪنهن استريءَ کي زوريءَ ڪڍي وڃي پنهنجي رڻواس ۾ داخل ڪيو هجي.

## ڪن مهاراجا وارن راڄن ۾ استرين جو مان

جيئن جيئن پرجا راڄ وارو سرشتو مٽبو ويو ۽ مهاراجا راڄ وارو سرشتو زور پڪڙيندو ويو تيئن استرين جي سوُتنترتا ۾ گهٽجي وئي. پوءِ به اُمدنتيءَ (उन्मदन्ती) (اُنماديندتي) جي ڪٿا مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪي مهاراجائون استرين کي مان ڏيندا هوا.*

پوڌيستو وڃي شو (शिब) راڄ ڪل ۾ جنم ورتو. ڪيس شوڪمار ڪري سڏيندا هوا. شو راڄا جي سيناپتيءَ جو پُتر اَڀپارڪ (अभिपारक) ۽ شوڪمار ساڳيءَ وهيءَ جا هوا. ٻنهي گڏجي وڃي تڪشس شلا ۾ اڀياس ڪيو. پتا جي مرتيو ڪانپوءِ شوڪمار راڄا ٿيو ۽ سيناپتيءَ جي مرتيو ڪانپوءِ هن اَڀپارڪ کي سيناپتي ڪيو. اَڀپارڪ، هڪ نهايت روپوتي ۽ سرپشٽ ڪنيا اُنماديتيءَ (उन्मादयन्ती) سان وواهه ڪيو. جڏهن راڄا نگر جي چڪر تي نڪتو تڏهن ڪوٺيءَ ۾ ڪٽي اُنماديتيءَ کي ڏسي سندس اکيون منجهس وڃي کتيون. راڄا مٿس اکن چڪن تي پاڳل وانگر راڄ محل ۾ اچي بستري تي ليٽي پيو. جڏهن اَڀپارڪ کي اها بوجهه پيئي تڏهن راڄا وٽ ويو ۽ کيس پرارٿنا ڪيائين ته منهنجي پتني وٺي ڪري پنهنجي چنتا

---

* نموتي جاتڪ، نمبر ٥٢٧

اچي ويا هوا. تنهن بابت هڪ روُپڪ آهي، جنهن جي
چٽي معنيٰ مجهه نڪانه جي نواپ سُت ۾ ڏنل آهي.
انهي جو تاٺ ٻرج هي آهي.

جڏهن ٻڌ ڀڳوان شراوستيءَ ۾ اناٿپنڊڪ جي آشرم
۾ رهندو هو تڏهن ڀڪشن کي ٻوڌ ڏيندي کين چيائين
ته، ”هي ڀڪشوئو! جو انسان چراگاهه تيار ٿو ڪري سو
ڪو هرڻن جي ڀلي لاءِ تيار نٿو ڪري. سندس مطلب
ته اهو آهي ته انهي چراگاهه تي اچي گاهه کائي بي پرواهه
ٿين، جيئن هو کين پوري طرح هٿ ڪري سگهي.

(١) هي ڀڪشوئو! اهڙي هڪ چراگاهه ۾ هرڻ گهڙي
ويا ۽ پيٽ ڀري گاهه کائي بي پرواهه ٿي پيا، تان جو
چراگاهه واري انسان جي هٿ چڙهي ويا.

(٢) سو ڏسي ڪري ٻين هرڻن سوچيو ته هن چراگاهه
۾ گهڙڻ بلڪل نيڪ نه آهي. سو اهو چراگاهه ڇڏي ڪري
هو هڪ ويران ٻٽ ڏي هليا ويا. جڏهن گرميءَ جا
ڏينهن آيا ته اُتي گاهه پاڻي نه ملي سگهين. تنهنڪري
بت ۾ ضعيف ٿي ويا. بک وگهي هو وري چراگاهه ڏي
ويا ۽ مست ٿي کائڻ پيئڻ لڳا، تان جو هن انسان جي
هٿ چڙهي ويا.

(٣) هرڻن جو ٽيون هڪ ٽولو هئو جو ٻئي رستا
ڇڏي، پاسي کان هڪ جهنگل هو تنهن ڏي ويو ۽
نهايت خبرداريءَ سان گاهه چرڻ لڳو. ڪجهه وقت تائين
چراگاهه جي مالڪ کي سندن ڪوبه پتو نه پيو. نيٺ هن

ٻرهمڻ ديس جا راڄا ٻوڌيل استرين کي پنهنجي وشواس ۾ نہ وٺندا هوا. نہ رڳو ايترو پر جي ٻوڌيل استريءَ جو پتيءُ پتنيءَ کي طلاق ڏئي ڇڏيس تہ راڄا جي حوالي ڪري ڇڏي ٿي، جيڪڏهن پٽ ڪو آدرش سمجهيو ويندو هو. پر اڻ ٻوڌيل استريءَ کي پتا ماتا جي موڪل بنا، ۽ روڪ ٽوڪ بنا پرڻائي ڪٽي ويندا هوا. مٿان ڪو راڄا سندس ڪنيا کي زوريءَ پرڻائي نہ وڃي، تنهن ڪري مائٽ پيئر ڏي وڃڻ کين تمدن ڏيئي پرڻائي ڇڏيندا هوا ۽ ڪنڊ ۾ منگل سوتر جي ڪڻڻي نشانيءَ طور، ٻڌي ڇڏيندا هوا. اهي شاديون ڪرڻيون سوريون هونديون هيون، اهي ڪنيائون پنهنجي پتيءَ جي گهر نہ وينديون هيون. نہ رڳو ايترو پر کيس ڇڏي ڏئي ڪنهن پرش سان وواهہ ڪرڻ جي کين آزادي هئي. هي تہ راڄائن جي زور ظلم کان ٻاڻ ٻچائڻ جو هڪ نمونو هو. اٿين چوڻ ڏکيو آهي تہ هندوستان ۾ ٻال وواهہ جي رسم هن ئي طرح پيدا ٿي يا ٻئي ڪنهن نموني، پر تنهن ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ ٻڌ جي سمي ۾ هيءَ ريت هرهنڌ چالو نہ ٿي هئي ۽ مهاراڄا راڄ جو سرشتو جڏهن ڪو ٿيو تڏهن هن ريت هڪ ڌارمڪ روپ ورتو. چوڻ جي ضرورت نہ آهي تہ جي هندوستان ۾ پرڄا راڄ وارو سرشتو زور وٺي ها تہ ٻال وواهہ جي ريت پير ٻہ نہ کوڙي سگهي ها.

## چئن پرڪارن جا شرمڻ براهمڻ

ٻڌ جي سمي ۾ چئن پرڪارن جا براهمڻ هستيءَ ۾

ڏور ڪريو. ٻڌڻ تي راجا هوش ۾ اچي ويو ۽ چيائينس ته، ”شو ڪُل جو اهو ڌرم ناهي. آءٌ شو ڪل جو وڏو آهيان ۽ ڪُل ڌرم پالڻ ڪرڻ منهنجو فرض آهي. تنهن ڪري پنهنجي چنچل چت جي وس اچڻ مون لاءِ واجب نه آهي.“

اها ڪٿا وڏي ۽ وڻندڙ آهي. لڳي ٿو ته ڪٿا رچيندڙ جي سمي ۾ پرجا راج وارو سرشتو بلڪل ناس ٿي چڪو هو. تڏهن به رچيندڙ کي ڄاڻ هئي ته شو ڪل جي پرجا راج واري سرشتي ۾ استوين لاءِ مان هو ۽ سندس مطلب هو ته مهاراجا سرشتي وارا راج به ساڳيءَ طرح پنهنجا فرض ادا ڪن. شوڪمار جي ڀاشڻ جي آخر ۾ ليکڪ هيٺيان شبد سندس مُک ۾ وڌا آهن:-

मता पिता उमातो रहठपालो
धम्मं शिवीनं अपचायमानो
सो धम्मंमेवानुविचिन्तयन्तो
तस्मा सकं चित्तवसं न वत्ते

اُرٿاٿ، ”آءٌ شو ڪُل جو نيتا، پتا ۽ اڳوان آهيان، تنهن ڪري ڪُل جو فرض اڳيان رکي ڪري ۽ شو ڪل جي ڌرم جو نيڪ ويچار ڪري، آءٌ پنهنجي چنچل چت جو آڌين نه ٿيندس.“

## ٻال وواهه جي ريت

مٿين ڳالهه جو ٻڌ ڌرم جي راجائن تي چڱو ڀلو اثر ٿيو هوندو. پر انهيءَ مان هڪ ٻي بري ريت پيدا ٿي.

ڪٿي ٻه اهڙو اشارو نٿو ملي ته ڪو ٻمسار مهاراجا يا پسينَدِ مهاراجا ڪنهن استريءَ کي زوريءَ ڪڍي وڃي پنهنجي رڻواس ۾ داخل ڪيو هجي.

## ڪن مهاراجا وارن راڄن ۾ استرين جو مان

جيئن جيئن پرجا راڄ وارو سرشتو مٽبو ويو ۽ مهاراجا راڄ وارو سرشتو زور ڀريندو ويو تيئن استرين جي سوتنترتا ۾ گهٽجي وئي. پوءِ ته اُمدنتيءَ (उन्मदन्ती) (اُنماديتي) جي ڪٿا مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪي مهاراجائون استرين کي مان ڏيندا هوا.*

ٻوڌيستو وڃي شو (शिव) راڄ ڪل ۾ جنم ورتو. کيس شوڪمار ڪري سڏيندا هوا. شو راجا جي سيناپتيءَ جو پٽ آپيارڪ (अभिपारक) ۽ شوڪمار ساڳيءَ وهيءَ جا هوا. ٻنهي گڏجي وڃي تڪشس شلا ۾ ابياس ڪيو. پتا جي مرتيو ڪانپوءِ شوڪمار راجا ٿيو ۽ سيناپتيءَ جي مرتيو ڪانپوءِ هن آپيارڪ کي سيناپتي ڪيو. آپيارڪ، هڪ نهايت روپوتي ۽ سريشٽ ڪنيا اُنماديتيءَ (उन्मादयन्ती) سان وواهه ڪيو. جڏهن راجا نگر جي چڪر تي نڪتو تڏهن کڙڪيءَ ۾ کڙي اُنماديتيءَ کي ڏسي سندس اکيون منجهس وڃي کتيون. راجا مٿس اکن ڇکن ٿي پاڳل وانگر راڄ محل ۾ اچي بستري تي ليٽي پيو. جڏهن آپيارڪ کي اها ٻوجهه پيئي تڏهن راجا وٽ ويو ۽ کيس پرارٿنا ڪيائين ته منهنجي پتني وٺي ڪري پنهنجي چنتا

* اُنمدنتي جاتڪ، نمبر ٥٢٧

اچي ويا هوا. تنهن بابت هڪ روپڪ آهي، جنهن جي ڇنڊ معنيٰ مجهندڪاءِ جي نواپ سُت ۾ ڏنل آهي. انهي جو تاتپرج هي آهي.

جڏهن ڀڳوان ڀڳوان شراوستيءَ ۾ اناٿپنڊڪ جي آشرم ۾ رهندو هو تڏهن ڀڪشن کي ٻڌ ڏيندي کين چيائين ته، ”هي ڀڪشوئو! جو انسان چراگاهه تيار نه ڪري سو ڪو هرڻن جي ڀلي لاءِ تيار نٿو ڪري. سندس مطلب ته اهو آهي ته انهي چراگاهه تي اچي گاهه کائي بي پرواهه ٿين، جيئن هو کين پوري طرح هٿ ڪري سگهي.

(١) هي ڀڪشوئو! اهڙي هڪ چراگاهه ۾ هرڻ گهڙي ويا ۽ پيٽ ڀري گاهه کائي بي پرواهه ٿي پيا، تان جو چراگاهه واري انسان جي هٿ چڙهي ويا.

(٢) سو ڏسي ڪري ٻين هرڻن سوچيو ته هن چراگاهه ۾ گهڙڻ بلڪل ٺيڪ نه آهي. سو اهو چراگاهه ڇڏي ڪري هو هڪ وڻن پٽ ڏي هليا ويا. جڏهن گرميءَ جا ڏينهن آيا ته اُتي گاهه پاڻي نه ملي سگهين. تنهنڪري بت ۾ ضعيف ٿي ويا. بک وگهي هو وري چراگاهه ڏي ويا ۽ مست ٿي کائڻ پيئڻ لڳا، تان جو هن انسان جي هٿ چڙهي ويا.

(٣) هرڻن جو ٽيون هڪ ٽولو هئو جو ٻئي رستا ڇڏي، پاسي کان هڪ جهنگل هو تنهن ڏي ويو ۽ نهايت خبرداريءَ سان گاهه چرڻ لڳو. ڪجهه وقت تائين چراگاهه جي مالڪ کي سندن ڪوبه پتو نه پيو. نيٺ هن

برهم ديس جا راجا ٻڙٽيل استرين کي پنهنجي وشواس ۾ نہ وٺندا هوا. نہ رڳو ايترو پر جي ٻڙٽيل استريءَ جو پتي، پتنيءَ کي طلاق ڏيئي کيس راجا جي حوالي ڪري ڇڏي ته اهو اڌرم سمجهيو ويندو هو. پر اڻ ٻڙٽيل استريءَ کي پتا ماتا جي موڪل بنا، ۽ روڪ ٽوڪ بنا ڀڄائي ڪٺي ويندا هوا. متان ڪو راجا سندس ڪنيا کي زوريءَ ڀڄائي نہ وڃي، تنهن ڪري مائٽ ننڍي ۾ ئي وڃون ڪين ننڍڙي ئي پرڻائي ڇڏيندا هوا ۽ ڪنٺ ۾ منگل سوٽر جي ڪٺني نشانيءَ طور، ٻڌي ڇڏيندا هوا. اهي شاديون ڪوڙيون سوريون هونديون هيون، اهي ڪنيائون پنهنجي پتيءَ جي گهر نہ وينديون هيون. نہ رڳو ايترو پر ڪيس ڇڏي ٻئي ڪنهن پرش سان وواهہ ڪرڻ جي ڪين آزادي هئي. هي نہ راجائن جي زور ظلم کان ٻاڻ ڀڄائڻ جو هڪ نمونو هو. ائين چوڻ ڏکيو آهي تہ هندوستان ۾ ٻال وواهہ جي ڪٺي ريت هن ئي طرح پيدا ٿي يا ٻئي ڪنهن نموني، پر تنهن ڪوبہ شڪ ناهي تہ ٻڌ جي سمي ۾ هيءَ ريت هرهنڌ چالو نہ ٿي هئي ۽ مهاراجا راڄ جو سرشتو جڏهن پڪو ٿيو تڏهن هن ريت هڪ ڏارمڪ روپ ورتو. چوڻ جي ضرورت نہ آهي تہ جي هندوستان ۾ پرجا راڄ وارو سرشتو زور وٺي ها تہ ٻال وواهہ جي ريت پير ٻہ نہ کوري سگهي ها.

## چئن پرڪارن جا شرمڻ براهمڻ

ٻڌ جي سمي ۾ چئن پرڪارن جا براهمڻ هستيءَ ۾

يا ته سوادي شيون کائڻ جي خواهش ٿيندي هئي ته، اهي شخص آباديءَ ڏي ويندا هوا ۽ پوءِ گرهستين جي موهه جار ۾ ڦاسي پوندا هوا. مٿي اهڙن شرمڻن جو هڪ مثال ڏنل آهي. رشين منين جو ٻن ۾ قل قول ٿي نرواهه ڪرڻ جو مارگ ڇڏي، جن ٻين قسمن جا پنٿ شرمڻن لاءِ وڃي برپا ڪيا، سي ٿيا ٽئين درجي جا شرمڻ. اهي گهومو سنياسي گهاٽن جهنگن ۾ نه وڃي ڪري، ماڻهن جي آباديءَ ۾ رهندا هوا ۽ جو ڪاڏو ڪجهڙو ماڻهو کين ڏيندا هوا، سو ڏاڍي ساوڌانيءَ سان ماڻيندا هوا. پر اهي شرمڻ "آتما آهي يا نه آهي" اهڙن اجاين بحثن ۾ مست ٿي ويندا هوا، انهيڪري سندن آتم شڌي نه ٿيندي هئي ۽ هو مار جي جار ۾ ڦاسي پوندا هوا. ٻڌ ڀڳوان انهن سڀني اجاين بحثن کي ڇڏيو ڪري، آتم شڌيءَ جو مارگ کولي ڇڏيو. سندس ڀڪشو چوٿين درجي جا شرمڻ سمجهڻ کپن. ٻين قسمن جي براهمڻن ۽ ٻڌ جي ڀڪشن جي مِتائن ۾ ڪهڙو فرق هو تنهن جو نبيرو ستين آڌياءَ ۾ ڪيو ويندو. هت فقط ايترو ٻڌائڻ ڪافي آهي ته هنن چئن درجن جي شرمڻ براهمڻن اندر، اپنشدن وارا رشي بلڪل ٿڌا اچي وڃن، جنهنڪري اهو وچار ته ٻڌ ڌرم اپنشدن مان نڪتو، سو بلڪل بي بنياد ثابت ٿئي ٿو.

هرڻ جو اُجهو ڳولي وڃي لڌو ۽ چارون طرف ڄار
وجهي ڪري سيني کي ڦاسائي ورتائين.
(۴) ٻيو چوٿين قسم جو ٽولو نهايت هوشيار هو. چراگاهه
کان پري هڪ گهاٽي جهنگ ۾ وڃي رهيو ۽ اُتي چاري
ٻاٽيءَ جو نهايت ساوڌانيءَ سان اُپيوگ ڪندو رهيو. سندن
اُجهي جو چراگاهه جي مالڪ کي طور ڪا پتو ڪونه پيو.
"هي ڀڪشوٽو، مون هيءُ هڪ روپڪ (*Allegory*)
ڏنو آهي. (۱) جن شرامڻ براهمڻ اندرين جو ڀوڳ ولاس
کي ئي سک سمجهيو، سي پهرئين نمبر جا هرڻ چئبا.
(۲) جن وشيه سک جي ڀؤ کان ٻنواس وڃي ڪيو ۽ ساري
جڳت کان جدا ٿي رهيا، سي ٻئي نمبر جا هرڻ سمجهو.
(۳) جي شرامڻ براهمڻ نهايت ساوڌانيءَ سان ڀوڳ ولاس
ڪندي، "هي جڳت ناسونت آهي يا اناسونت، آتما
مر آهي يا اَمر" انهن سوالن جي واد وواد ۾ پنهنجو
وقت وڃائين ٿا، سي ٿيا ٽئين قسم جا هرڻ (۴) جي
انهي اجائي واد وواد ۾ نه پئي ڪري، پنهنجو انتهڪرڻ
شڌ رکڻ جو اونو ڪن ٿا، سي ٿيا چوٿين قسم جا هرڻ."
هن سُت ۾ جي وئڏڪ شرمڻ براهمڻ يگيه وغيره يا
سومرس پيئڻ کي ئي ڌرم سمجهندا هوا سي پهرئين
درجي وارا براهمڻ ٿيا. جي شرمڻ براهمڻ ويدن واري
هنسا ۽ سومرس پيئڻ کان ڪنا ٿي ٻن اندر هليا وڃن
ٿا ۽ اُتي ڦل ڦول تي گذران ڪن ٿا، سي ٻئي درجي جا
براهمڻ سمجهڻ کپن. جڏهن ٻن ۾ ڦل ڦول نه ملندو هون

ٻڌائي آهي. پالي ۾ چيل وچن ۾ "سُت نِپاتَ" سيني کان پراچين ليکيو وڃي ٿو. انهيءَ سُتَ ۾ چيو ويو آهي ته:

सो बोधिसत्तो रतनवरो अतुल्यो।
मनुस्सलोके हितसुखाय जातो
सक्कानं गामे जनपदे लुम्बिनेय्य।

اُرٿاس، سرلشت رتن جهڙي هن ٻوڌيستو، لُمبني ٻوجا واڄ ۾، شاڪيه قوم جي ڳوٺ ۾، منش جاتيءَ جي ڀلي ۽ سک ڪاڻ جنم ورتو.

"ٻوڌي" جو اَرٿ آهي منش جي آڌار پراپت گيان ۽ تنهن لاءِ جتن ڪندڙ پراڻي (سَتوَ) سو ٿيو "ٻوڌيستو". پهرئين شايد گوتم جي جنم کان وٺي ٻڌ پڻو پراپت ڪرڻ تائين سندس نالي سان اهو لقب لڳايو ويندو هو. پوءِ رفتہ رفتہ اهو وهنوار عام ٿي ويو ته هن جنم کان اڳ ٻيا ڪئين جنم ورتا هوائين. پوءِ انهن اڳين جنمن سان اهو 'ٻوڌيستو' جو لقب لڳائڻ ۾ آيو. سندس اڳين جنمن جون ڪٿائون "جاتڪن" ۾ ڪنيون ڪيون ويون آهن. انهن ڪٿائن جي پرڌان پاتر کي "ٻوڌيستو" سڏي ڪري، ائين ٻڌايو ويو آهي ته اهو پورب جنم ۾ گوتم ئي هو.* جنهن ڪٿا ۾ ڪو نيڪ پاتر نه مليو ته ٻوڌيستو کي ڀتي ڪنهن بن ديويءَ يا ديو جو روپ ڏيئي، ڪنهن نه ڪنهن نموني ڪيس ڪٿا ۾ گنڍيو ويو. سوٽي سهين. پر هت ته گوتم کي جنم کان وٺي ٻڌ پڻو حاصل ڪرڻ تائين

* ٻوڌ سنگهاچا پرچيه' صفح ١٥٤

### اَڌياءُ (۴)

# گوتم ٻوڌيستو

## گوتم جو جنم ڏينهن

گوتم جي جنم تعلق بابت اَجوڪن ڄاڻن منجهه ڪافي متڀيد آهي. ديوان بهادر سوامي ڪنوپلي موجب ٻڌ جو پرنرواڻ عيسيٰ کان اڳ ۴۷۸ سال ۾ ٿيو هو. ڪن ٻين ڄاڻن جو رايو آهي ته عيسيٰ کان اڳ ۸۷-۴۸۶ سال ۾ ٿيو هو. پر اَجوڪين نين کوجنائن موجب، جا تِتِ "مهاونس" ۽ "ديپونس" ۾ ڏنل آهي، سائي ٺيڪ تِتِ آهي.* انهن ڳڻتين مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ٻڌ جو پرنرواڻ عيسيٰ کان اڳ ۵۴۳ سال ۾ ٿيو هو. جيڪڏهن ٻڌ-پرنرواڻ جي هيءَ تعلق سٽيڪار ڪئي وڃي، ته پوءِ چئبو ته ٻڌ جو جنم عيسيٰ کان اڳ ۶۲۳ سال ۾ ٿيو هو.

## ٻوڌيستو

جنم کان وٺي ويندي جيسين ٻُڌپڻو پراپت ڪيائين، تنهن عرصي ۾ کيس "ٻوڌيستو" سڏڻ جي ريت بلڪل

---

* *The Early History of India by V. A. Smith (Oxford 1924) P. 49–50*

ڄيو ويو آهي تہ:-

"अमितोदनसकस्स गेहं पटिसन्धि गण्हि"، أرٿاٿ أمتوڌن جي شاڪيہ ڪُل ۾ جنم ورتائين. ساڳئي ٻڌ گهوش آچاريہ جي ٻن ڌار أٿڪٿائن ۾ هن ويت ۾ مختلف ڳالهيون لکيل آهن. ٻهرئين أٿڪٿا ۾ ڄاڻايل آهي تہ آنند سو أمتوڌن جو پٽ هو. ٻيءَ أٿڪٿا ۾ ڄاڻايل آهي تہ آنند سو أمتوڌن جو پٽ هو.

## ٻوڌيستو جو جنم استان

مٿي ڏنل سٽ نپاتہ ۾ ڄيو ويو آهي تہ ٻڌ جو جنم لمبني (लुंबिनि) جي ٻن ۾ ٿيو هو. اڄ بہ أنهيءَ استان کي لمبني ديوي ڪري سڏيو وڃي ٿو؛ جيڪو پٿر جو أشوڪ ٿنڀ زمين تي کڙو بيٺو آهي، تنهن تي هي واڪيہ أڪريل آهي:- "लुंमिनि गामे उबालिके कते"، جنهن مان اِنکيءَ طرح سڌ ٿئي ٿو تہ ٻوڌيستو جو جنم لمبني ڳوٺ ۾ ٿيو هو.

ٻين ڪيترن سٽن مان معلوم ٿئي ٿو تہ مهانام شاڪيہ سو ڪپلوستوءَ جو رهاڪو هو. ٻو شڌوڌن بہ ڪپلوستوءَ جو هو، سو فقط "مهاوڳ" ۾ چيل آهي. لمبني ڳوٺ ۽ ڪپلوستوءَ وچ ۾ چوڏهن پندرهن ميلن جو مفاصلو آهي. سو ڇنجهي ڪٿي تہ شڌوڌن وقتي پنهنجي لمبني زمينداريءَ ۾ وڃي رهندو هو؛ أتي ئي ٻوڌيستو جو جنم ٿيو. ٻو هيٺ ڏنل "انگوتر نڪايہ" جي "تڪ نپات" جي ١٢٤ سٽ مان هن ڳالهہ بابت وڏي شنڪا پيدا ٿئي ٿي.

’ٻوڌيستو‘ جي ڌاليءَ ڄاڻايو ويو آهي. سندس اڳين جنمن سان به اهو لقب لاڳو هو يا نه، تنهن سان اسانجو ڪو مطلب ڪونهي.

## ٻوڌيستوءَ جو ڪُل

ٻوڌيستوءَ جي ڪُل بابت يا ٻال اوستا بابت ترپٽڪن ۾ بلڪل ٿوري جاءِ ملي ٿي. سا جاءِ پرسنگ موجب سُتن ۾ اُپديش ڏيندي ڏني ويئي آهي. جا خبر اُنگتائن ۾ ملي ٿي، سا خبر ترپٽڪن ۾ ڏنل خبر سان وقتي ميل نٿي کائي. تنهن ڪري جي خبرون ٻاهر نهڪن نٿيون تن جي پوريءَ طرح ڇنڊڇاڻ ڪري ڏسڻو پوندو ته نيٺ ڪهڙي ڳالهه ٺيڪ کائي ٿي.

”مجهم نڪاءِ“ جي ”چُلَ دُکند“ (चुल दुक्खक्खन्ध) سُت جي اُنگتا ۾ گوتم جي ڪُٽنب بابت هيءَ خبر ملي ٿي:

”شُڌودن، شُڪلودن، شاڪيودن، ڌوتودن، ۽ اَمتودن - مڙيوئي پنج ڀائر هوا. اَمتا ديوي سندن ڀيڻ هئي. تشيستو ر (निग्यस्थविर) سندس پُٽ هو. شُڌودن کي ٻه پٽ هوا - تٿاگت ۽ نند. شُڪلودن کي ٻه پٽ هوا. مهانام ۽ اَنرڌ. اَمتودن کي هڪ پٽ هو - آنند استوڙ. هو ٻڌ ڀڳوان کان ننڍو ۽ مهانام کان وڏو هو. مٿي ڏنل ياداشت موجب اَمتودن سڀني کان ننڍو ڀاءُ هو. سو نيڪ لڳي ٿو ته سندس پٽ آنند، سو ٻڌ ڀڳوان کان عمر ۾ ننڍيرو هو. پر منورٿپُرڻي اُنگتا ۾ آنرڌ بابت لکندي

مقصد ٻيو ٻيو آهي.“ ٻيو ۽ ٽيون ڀيرو بہ ڀرڏوءُ ڪالام،
سو ڇوڻ لاءِ زور ڪيس تہ هڪ ئي مقصد آهي. پر
ڀڳوان ڇيو تہ ڇوڻ تہ انهن جو نرالو مقصد آهي. مهانام
جهڙي ڀرياوشالي شاڪيہ جي اڳيان شروع گوتم سندس
اهو اپمان ڪيو انهين سمجهي ڪري ڀرڏوءُ ڪالام ڪپلوستو
ڇڏي ويو ۽ وري نہ موٽيو.

## ڀرڏو ڪالام - ست مان مليل ڄاڻ

هن ست جو سارو ترجمو هت ڏنو وڃي ٿو. منجهائنس
ٻڌ چرتر جون ٻہ ٽي ڳالهيون چڱيءَ طرح صاف ٿين ٿيون.
تنهن ۾ پهرين ڳالهہ هيءَ آهي تہ ٻڌ ٿيڻ ڪانپوءِ ڀڳوان
گوتم ڀڪشن جو ڪو وڏو ٽولو ساڻ ڪري ڪپلوستو نہ ويو
۽ ٻيو تہ شاڪيہ قوم سندس پورو آدرستڪار نہ ڪيو. هو
اڪيلي سر ويو ۽ سندس لاءِ نيڪ مڪان ڳولڻ ۾ بہ
مهانام کي تڪليف محسوس ٿي. جي شُڌودن راجا
ٻوڌيستوءَ لاءِ ٽي محل اڏايا هوا تہ منجهائن هڪ خالي
ڪرائي ڇو ڪين کيس ڏنو ويو؟ تہ ڪپلوستوءَ ۾ شاڪين
جو هڪ سنستاگار (*Town hall*) هو، انجو ذڪر ڪيترن
هنڌن تي ڪيل آهي. ٻڌ جي پدائي ۾ شاڪين اهو
نگرمنڊپ وري ٺاراهيو. انهيءَ پهرائين ڀڪشو سنگهہ
سوڌو هڪ رات رهڻ لاءِ ٻڌ کي پرارٿنا ڪئي ويئي ۽
ڪانئس ڌرم اپديش بہ ڪرايو ويو.* پر مٿئين موقع تي
ٻڌ کي انهي منڊپ ۾ رهڻ جي جڳهہ نہ ملي. انهي مان

* ڏسو سلايتن سنيٽ، آسي وس وگ، ست ٦

# ڪالام جي آشرم

هڪ ڀيري ڀڳوان ٻڌ ڪوشل ديس ۾ جاترا ڪندي ڪيلوستو۽ اچي پهتو. سندس پڌارڻ جو سماچار ملندي ئي مهانام شاڪيہ ساڻس وڃي مليو، تڏهن هڪ رات اُتي گذارڻ لاءِ مهانام ڪان هن هڪ مڪان جي ڳولا ڪئي. پر ٻڌ ڀڳوان جي رهڻ لاءِ لائق مڪان هن کي ڪٿي ۾ نظر نہ آيو، موٽي ڪري ڀڳوان کي اچي چيائين تہ، ”ڀائي، توهان لاءِ اُچت استان مونکي ڪو بہ نظر ۾ نہ ٿو اچي. توهين اڄ رات پنهنجي پراڻي برهمچاري پرٽنڌ ڪالام (भरण्डु कालाम) جي آشرم ۾ ڪاٽيو.“ ڀڳوان ٻڌ اُتي ئي رهڻ جو بندوبست ڪرڻ لاءِ مهانام کي چيو ۽ آشرم ۾ رات گذاري.

ٻئي ڏينهن صبح ٿيندي مهانام ڀڳوان سان جڏهن ملڻ ويو تہ چيائينس، ”هي مهانام، هن لوڪ ۾ ٽن پرڪارن جا ڌرم گرو آهن. هڪڙا ڪام ۽ ڀوڳ جو تياڳ ٻڌائين ٿا، پر روپ ۽ ويدنا جو تياڳ نہ ٿا ٻڌائين. ٻيا ڪام-ڀوڳ جو ۽ روپ جو تياڳ ٻڌائين ٿا، پر ويدنائن (پيڙائن) جو تياڳ نہ ٿا ٻڌائين. ٽيان اُنهن ٽنهي جو تياڳ ٻڌائين ٿا. هاڻي ٻڌاءِ تہ انهن ٽنهي جو مقصد ساڳيو يا نرالو آهي؟“

سو ٻڌي پرٽنڌ ڪالام چيو تہ، ”هي مهانام، تون ائين چؤ تہ انهن سڀني جو هڪ ئي مقصد آهي.“ پر ڀڳوان ٻڌ چيو تہ، ”هي مهانام، تون ائين چؤ تہ انهن جو

## ڀَدِيَہ (भद्दिय) راجا جي ڪٿا

”مهاپدان سُت“ ۾ شڪودن کي راجا ڪري سڏيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته سندس راڄڌاني ڪپلوستو هئي، پر ”ونيہ پٽڪ“ جي چُلَ وَڳ ۾ ڀَدِيہ جي جيڪا ڪٿا آئي آهي تنهن مان الٽو چيو ويو آهي.

انرڌ جو وڏو ڀاءُ مهانام پتا جي مرڻ کانپوءِ گهر جي سار سنڀال لهندو هو. انرڌ گرهست جي ورتاءَ مان بلڪل اڻ ڄاڻ هو. جڏهن ٻُڌ ڀڳوان جو هرهنڌ ناماچار پکڙجي ويو تڏهن شاڪين جا وڏ گهراڻا جوان ڀڪشو ٿي سندس سنگهہ ۾ وڃي داخل ٿيڻ لڳا. سو ڏسي مهانام پنهنجي ننڍي ڀاءُ انرڌ کي چيو ته، ”اساڻي ڪُلَ مان هڪ به ڀڪشو نہ ٿيو آهي، هاڻي تون ڀڪشو ٿي يا ته مان وڃي ٿيندس.“ انرڌ جواب ڏنس ته، ”مون کان اهو ڪم نہ ٿيندو. توهين ڀلي وڃي ڀڪشو ٿيو.“

مهانام سا ڳالهہ قبول ڪئي ۽ ننڍي ڀاءُ کي گرهست جو ورتاءُ سمجهائڻ لڳو. چيائينس ته، ”ٻنيءَ کي ڀَهرڻ هر، پوءِ ٻج ڪيرڻ. پوءِ نهر جو پاڻي ڀيئارڻو ٿئو پوي. پوءِ ڳُڏ ٿي ڪڍجي ۽ جڏهن فصل پچي تڏهن لاٻارو وڃڻو آهي.“

تنهن تي انرڌ چيو ته، ”هي ته وڏي کٽ پٽ جو ڪم ٿو ڏسجي. ڀلا توهين ٿي گهر جو ڪاروبار سنڀاليو ۽ مان وڃي ٿو ڀڪشو ٿيان.“

پر ماڻس موڪل نہ ڏنيس. جڏهن انرڌ ضد ڪري

لائين لڳي ٿو ته ٻڌ شاڪيه قوم ۾ هڪ ساڌارڻ نوجوان هو ۽ ڪپلوستوءَ ۾ سندس خاص مان نه هو.

ٻي هيءَ ڳالهه ته گوتم پنهنجو گهر ٿياڳيو تنهن کان اڳ ڪپلوستوءَ ۾ اهو ڪالام جو آشرم هو. ڪالام جو پنٿ سمجهڻ لاءِ مگڌ جي راڄڌاني راڄگرهه تائين وڃڻ جي ڪيس ڪا به ضرورت نه هئي. هن سڀ مان ايترو به ثابت ٿئي ٿو ته ڀڳوان ٻڌ ڪالام جي ڌرم وچار جو ابياس ڪپلوستوءَ ۾ ئي ڪري چڪو هو.

ٽين ڳالهه هيءَ آهي ته مهانام شاڪيه جي ٻڌ جو سڳو سؤٽ هو ته پرڏيهه ڪالام جي آشرم ۾ هڪڙي رهائڻ بدران پنهنجي گهر پرسان ڀيو ڪو سنو بندوبست ڇو ڪين ڪري سگهيو؟ شرمڻ لوڪ گرهستين جي گهرن ۾ ٽن ڏهاڙن کان مٿي نه رهندا هوا. پر هت ته رڳو هڪ رات لاءِ بندوبست ڪرڻو هوس ۽ مهانام اهو پنهنجي گهر يا مهمان گهر ۾ ئي ڪري سگهي ها. سو مهانام جو گهر ننڍڙو هو يا ته ٻڌ کي هڪ رات رهائڻ جي به ضرورت محسوس نه ڪيائين.

انهن سڀني ڳالهين تي ويچار ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ٻڌ ڀڳوان جو مهانام شاڪيه سان ڪو خاص ناتو نه هو ۽ شڌودن شاڪيه ته ڪپلوستوءَ کان چوڏهان ميل دور رهندو هو. ڪپلوستوءَ سان سندس شايد بلڪل معمولي واسطو هو. جڏهن ڪڏهن شاڪيه قوم جي ڪا سڀا پرڀي هوندي تڏهن ڪپلوستو ويندو هوندو.

راجا ٿيندو هو. جي شاڪيہ پاڻ پنهنجو راجا چونڊيندا هوا ته پوءِ ڪاٿي وڏي مهاتم جهڙي وڏي ڪي سولائي سان هو چونڊي سگهيا ٿي. تنهن ڪانسواءِ ”انگوتر نڪايہ“ جي ٻهو تيئن نياس ۾ هي لڏ جو وچن ملي ٿو ته ”اونچي ڪل ۾ جنم وٺڻ منهنجي پڪشن ۾ ڪاليگوتا جو پٽر پوءِ سر ينشت آهي.“ ائين ٿيو لڳي ته شاڪين جي ٻہ جانتري راڄ ۾ فقط اونچي ڪُل کي ڏسي ڪري پوءِ کي راجا ٿاپيو هوندا هون. تنهنڪري اهو وڏو ڪ ممڪن لڳي ٿو ته ڪوسل جي راجا پسينڌي ڪيس راجا بنايو هوندو. جوڪجھ هجي پر اسانکي معلوم ٿو ٿئي ته شڌودن ڪڏهن ٻہ شاڪين جو راجا نہ هو.

## شاڪين جو مکيہ ڌنڌو کيتي

ترٻٽڪن ۾ چيل آهي تنهنجي چندچاٽ مان ءِ اشوڪ راجا جي لمبني ديوي واري شلا ليک مان ائين معلوم ٿو ٿئي ته شڌودن شاڪين مان هڪ هو. هو لمبني ڳوٺ ۾ رهندو هو ءِ انهي ڳوٺ ۾ ٻوڌ ڀڳتو جو جنم ٿيو هو. متي ڏنل مهاتم ءِ انرڌ جي سنواد مان ثابت ٿو ٿئي ته شاڪين جو مکيہ ڌنڌو کيتي هو. مهاتم جهڙو شاڪيہ جنهن نموني کيتي ڪندو هو ساڳئي نموني شڌودن شاڪيہ ٻہ ڪندو هو. جاتڪ جي ندان ڪٿا ۾ شڌودن کي مهاراجا بنائي ڪري سندس کيتيءَ جو هن نموني ورنن ڪيو ويو آهي:-

”هڪ ڏينهن راجا جي ٻج ڇٽڻ جو ڏينهن ملهايو ويندو

ٻڌو ته ماڻس چيس، ”شاڪين جو راجا ڀديه جڏهن پاڻ ڀڪشو ٿيندو تڏهن آءٌ به توکي ڀڪشو ٿيڻ جي موڪل ڏيندس.“

ڀديه راجا سو انرڌ جو دوست هو، ۽ ماڻس سمجهيو ته راڄ ڀاڳ ڇڏي ڪير ڀڪشو ٿيندو. تنهنڪري اهو شرط وڌائين. تڏهن ڀديه راجا چيو ته ”تون ست سال تحمل ڪر، پوءِ آءٌ ڀڪشو ٿيندس.“ پر انرڌ ايترائين ترسڻ لاءِ تيار نه هو. پوءِ رهي رهي ٦ سال، پنج، چار، ٽي، ٻه، هڪ سال، ست مهنا، انهيءَ طرح گهٽائيندي گهٽائيندي ليڪ انرڌ ستن ڏينهن جي مدي ڪائين ڀديه کي قبول ڪرايو. ستن ڏينهن نبرندي ڀديه، انرڌ، آنند، ڀڳو، ڪمل، ۽ ديودت اهي ڇهه شاڪيه ڪل جا ۽ اپالي نالي هڪ حجام مڙيوئي ست ڄڻا چترنگي سينا سنيهرائي ڪپلوستوءَ کان ٻري هلي ويا ۽ پوءِ سينا کي موٽائي شاڪيه ديس جي سرحد پار ويا. تنهن وقت ڀڳوان ٻڌ مَل قوم جي انوپيه ڳوٺ ۾ رهندو هو. اتي وڃي انهن ستن ڄڻن سنگهه ۾ اچهو ورتو.

## ڀديه جي ڪٿا جو نچوڙ

ٻڌ ڀڳوان جي ڪيرتي ٻڌي ڪري ڪئين شاڪيه ڪمار ڀڪشو وڃي ٿيا ۽ تنهن وقت شاڪين جي گديءَ تي ڀديه راجا ويٺو هو. پوءِ پهرين شڌودن ڪڏهن راجا هو؟ ڇٽي نٿو سگهجي ته شاڪيه قوم جي راجا جي چونڊ سڀ شاڪيه گڏ ٿي ڪندا هوا يا ڪوسل جو مهاراجا ڪيس

جي منظوري وٺڻي پوندي هئي. انهي ڳالهه جو چُلَ سَچَڪَ سُتَ جي هيٺ لکيل سنواد مان پتو پوي ٿو:-

ڀڳوان پڇوي ٿو ته، "هي اگويسن (अग्गिवेसन)، جهڙيطرح ڪوسل جي پسيند راجا کي ۽ مگڌ جي اجاتشترو راجا کي گنهگار کي ڦاهيءَ تي چاڙهڻ جي، يا ڏنڊ ڪرڻ جي، يا ديس نيڪالي ڏيڻ جي اختياري آهي، اهڙيطرح مُورڌا ڀشڪت (मुर्द्धाभिषिक्त) راجا کي به اختياري آهي يا نه؟"

سچڪ وراڻي ڏني ته، "هي گوتم، جڏهين ۋجي ۽ مَلَ قومن جي پرجا تنتر راجائن کي ڦاهي چاڙهڻ، ڏنڊ وجهڻ ۽ ديس نيڪالي ڏيڻ جي اختياري آهي، ته انهيءَ پوڻ جي ضرورت ئي ڪانهي ته ڪوسل جي پسيند راجا ۽ مگڌ جي اجاتشترو راجا کي به اختياري آهي."

هن ڳالهه مان جاڻ پوي ٿي ته پرجاتنتر راڄن ۾ ۋڄو ۽ مل راڄن کي پورڻ سواڌينتا هئي ۽ شاڪيه، ڪوليه، ڪاشي، انگ وغيره پرجا تنتر راڄن وٽ ڦاسي ڏيڻ، ڏنڊ وجهڻ ۽ ديس نيڪالي ڏيڻ جو اڌڪار نه رهيو هو. تنهن لاءِ شاڪيه ڪوليه ۽ ڪاشي پرجا تنتر راڄائي کي ڪوسل راجا کان ۽ انگ راڄا کي مگڌ راجا کان آگيا وٺڻي پوندي هئي.

## مايا ديويءَ جي ڄاڻ

ٻوڌيستو جي ماتا بابت بلڪل ٿوري ڄاڻ پوي ٿي. ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته سندس نالو مايا ديوي هو.

هو. انهي ڏينهن سڄو شهر ديون جي وماڻن وانگر سجايو ويندو هو. سڀ داس ۽ مزدور نوان ڪپڙا پهريءَ، مالهائن ۽ سگنڌين سان پاڻ سينگاري راڄ محل ۾ گڏ ٿيندا هوا ۽ راجا جي ڪيٽ ۾ هڪ هزار هر هلندا هوا. تنهن ڏينهن ۷۹۹ هرن جون رسيون، ٻيل ۽ سندن ناڪيليون چانديءَ ۾ مڙهيون ويندڀون هيون. راجا پاڻ سون مڙهيل هر جهليندو هو ۽ چانديءَ سان مڙهيل ۷۹۹ هر سندس ساٿي جهليندا هوا. باقي ٻه سؤ هر ٻيا ڪاهيندا هوا ۽ سڀ ملي ڪري هر ڏيندا هوا. راجا هتان ڪان وٺي هوستائين سڏو هو ڏيندو هو.“

هن ڪٿا ۾ ٿورڙي ڳالهه کي وڌائي وڌو وڌ ڪيو ويو آهي، پر منجهس ايترو سچ ضرور آهي ته شڌوڌن پاڻ هر ڪاهيندو هو. هن زماني ۾ جيئن مهاراشٽر ۽ گجرات ۾ زميندار ۽ پٽيل پاڻ ٻه کيتي ڪن ۽ ٻين کان به ڪرائيندا آهن، تيئن شايد شاڪيه به ڪندا هوندا. فرق رڳو ايترو جو اڄ ڪالهه جي پٽيلن کي سرڪاري اختياري بلڪل گهٽ آهي ۽ شاڪين کي خوب هوندي هئي. پنهنجي زمينداريءَ ۾ ڪسانن ۽ مزورن جا نبيرا پاڻ ڪندا هوا ۽ پنهنجي ڏيس جو اندريون انتظام هو شهر جي منڊپ ۾ ويهي ڪندا هوا. ڪو جهڳڙو اچي پهچندو هون ته به هو پاڻ ويهي انهي کي منهن ڏيندا هوا. پر جي ڪنهنکي جلاوطن ڪرڻو هوندو هو يا ڦاسيءَ جي سزا ڏيڻي هوندي هئي ته انهي لاءِ ڪوسل راجا

ٻوڌيستو جي جنم جي ستين ڏينهن مايا ديوي پرلوڪ پڌاري، سا ڳالهه ٻڌن جي چيل وچن ۾ پرسڌ آهي. ممڪن آهي ته ٻالڪ جو ڪشٽ خيال ۾ رکي ڪري شڌودن مايا ديويءَ جي ننڍي ڀيڻ گوتمي سان ٻهر وواهه ڪيو. اينتري پڪ آهي ته گوتمي ٻوڌيستو جو لالن پالن سڳي ٻار وانگر ڏاڍي پيار سان ڪيو ۽ هن کي اها ٻوجهه ڪانه پيئي ته مونکي سڳي ماءُ ڪانهي.

## ٻوڌيستو جو جنم

جاتڪ جي نِدان- ڪٿا ۾ جو ورنن ڪيل آهي تنهنجو. تات پرج هيٺين آهي.

'مايا ديوي جڏهن ڏهين مهني جي گرڀوتي هئي ته پيڪي وڃڻ جي اِڇا ٿيس. راجا شڌودن سندس اِڇا جاڻي ڪپلوستوءَ کان ويندي ديودهه نگر تائين رستو صاف ڪرائي، جهنڊن پتاڪن سان سجائي، سوني پالڪيءَ ۾ وهاري، ڏاڍي دٻدٻي سان کيس پيڪي گهر روانو ڪيو. اوڏانهن ويندي رستي تي لُمبني بن ۾ هڪ سال درخت جي هيٺان هن ٻار ڄڻيو. راجا شڌودن جي هڪ رواجي زميندار هجي ها ته ايڏو وڏو رستو هيئن ته سجائي سگهي ها. ٻيو ته ڏهون مهنو پوري ٿيڻ تي ڪو به شخص گرڀوتي استريءَ کي هوند پيڪي گهر نه اماڻي. تنهنڪري هن ڪهاڻيءَ ۾ سچ جو ٿورڙو حصو آهي.

"مهاپدان سُٽ" ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ماتا جي گرڀ

ڀي شڌودن جو وواهه ڪڏهن ٿيو ۽ ڪيڏي عمر ۾ مايا ديويءَ کيس جنم ڏنو وغيره ان ڳالهين جو ڪٿي به پتو نٿو پوي. اَپدان گرنٿ ۾ مها پرجا پتي گوتميءَ جي هڪ اپدان آهي. انهيءَ ۾ هوءَ چوي ٿي ته:-

पच्छिमे च भवे दानि जाता देवदह पुरे।
पिता अञ्जनसक्को मे माता मम सुलक्खणा॥
ततो कपिलवत्थुस्मिं सुद्धोदनघरं गता।

ارٿاٽ- "هن آخرين جنم ۾ مون ديودهه (देवदह) نگر ۾ جنم ورتو. منهنجو پيءُ انجن شاڪيه هو ۽ منهنجي ماتا سلڪشڻا هئي. جڏهن وڏي ٿي سامائيس تڏهن آءٌ ڪپلوستوءَ جي راجا شڌودن جي گهر ويس. (يعني شڌودن سان منهنجو وواهه ٿيو.)

چوڻ ڏکيو آهي ته گوتميءَ جي هن ڳالهه ۾ ڪيتري سچائي آهي. "ڪپلوستوءَ جي راجا شڌودن جي گهر ويس"، "سا ڳالهه مٿي بيان ڪيل ڪٿا سان نه ٿي ٺهڪي.* پر هوءَ انجن شاڪيه ۽ سلڪشڻا جي ڪنيا هئي تنهنجي برخلاف ڪٿي به اشارو نٿو ملي. انهيڪري اسين اهو انومان ڪري سگهون ٿا ته گوتمي ۽ سندس وڏي ڀيڻ مايا ديوي ٻئي انجن شاڪيه جون ڪنيائون هيون ۽ ٻنهي جو شڌودن سان وواهه ٿيو هو. پر خبر نٿي پوي ته ٻنهي جو وواهه ساڳئي وقت ٿيو يا هڪ ٻئي ڪانپوءِ.

---

* جيڪڏهن پرڻي جي ڪٿا مان ثابت ٿئي ٿو ته شڌودن ڪپلوستوءَ ۾ نه رهندو هو

چڪرورتي راجا ٿيندو يا سچو ٻڌ ٿيندو.“ هن قسم جو وستار سان ڪيل ورنن ’جاتڪ‘ جي ندان ڪٿان ”للت وستر“ ۽ ”ٻڌ چرت“ ڪوتا ۾ ڪيل آهي. ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ انهن ڏيهن ۾ انهن نشانين ۾ عام ماڻهن کي ڏاڍو ايمان هو. ترپٽڪ جي چيل وچنن ۾ ڪٿين هنڌن انهن نشانين جو وستار سان بيان اچي ٿو. پوکرساتي (पोक्खरसाति) براهمڻ هڪ نوجوان امبشت (अम्बष्ठ) کي انهي لاءِ اماڻيو تہ اهي نشانيون ڪهڙيءَ طرح آهن يا نہ سو ڏسي اچي پر ڪيس اهي نشانيون ڏسڻ نہ آيون. پوءِ ٻڌ هن کي اهي آد يت نشانيون ٻڌايون.* انهيءَ ريت ”ٻڌ چرت“ سان انهن نشانين جو هِتي هُتي لاڳاپو ڏيکاريو ويو آهي. جيئن تہ ميتا وارا ماڻهو مهاپرش ٻڌ جي مهما ڏيکارڻ لاءِ اهڙي ڪوشش ڪندا رهيا، تنهنڪري ائين سمجهڻ تہ نشانيون سچ پچ هيون ڪو ضروري نہ آهي. تنهن هوندي بہ اهڙا ڪٿا تہ جنم بعد ٻڌ جي پرِشيہ بابت آسِت رشيءَ کان پڇيو ويو سا ڪٿا پراچين آهي. انهيءَ ڪٿا جو ورنن ”ست نپات“ جي نالڪ ست جي مهاڳ ۾ ڏنل آهي. انهيءَ جو تات پرج هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

”عمدا وستر پائي ۽ اندر جو ستڪار ڪري ديوتائون پنهنجا مٿيان هلڪا وستر آڪاس ۾ اُڇلائي اُتسو ملهائي رهيا هوا. آسِت رشي کين ڏنو ۽ پڇيائين تہ ”هي ڇا

* ’ ديگهہ نڪاي‘ امبٺ ست

۾ گھرڻ کان ولي جنم کان ست ڏينھن پوءِ، انھيءَ عرصي
۾ ڪل سورھان آلوڪِڪ اچرج ٿيا. انھن مان ناٿون اچرج
ھيءُ آھي تہ ڏھون مھنو پورو ٿيندي ئي ٻوڌيستو جي
ماتا ڪيس جنم ڏنو. ڏھين اچرج ۾ لکيل آھي تہ ٻيٺي
ويھي ڪيائين ۽ انھن ۾ ڄاڻايل آھي تہ جنم جي ستين ڏينھن
گذرندي ٻوڌيستو جي ماتا جو ديھانت ٿئي ٿو. اھي
ئي آلوڪِڪ اچرج شايد گوتم جي جيون مان ورتا ويا
آھن. باقي ٻيا سڀ خيالي آھن، پر پوءِ آھستي آھستي
اھي بہ گوتم جي جيون چرتر ۾ اچي ويا. مطلب تہ اسين
اھو قبول ڪري سگھون ٿا تہ ٻوڌيستو جي ماتا ٻيٺي ئي
ڪيس جنم ڏنو ۽ ستن ڏينھن کانپوءِ پرلوڪ ڏي ھلي.
'جاتڪ' جي ندان ڪٿا ۾ چيو ويو آھي تہ 'سال' وڻ
جي ھيٺان ويھي ڪيائين ۽ "لِلت وستار" ۾ انھن چيو
ويو آھي تہ پلڪش (पलक्ष) وڻ جي ھيٺان ويھي ڪيائين.
'لمبني' ٻوٽ ۾ شدوڌن جي گھر جي ٻاھران باغ ۾
گھمندي ڦرندي ھن ويھي ڪيو- پوءِ الائي سال وڻ يا
پلڪش وڻ ھيٺان. ھن بيان ۾ اِھو ئي سچ ڄاڻڻ گھرجي
تہ ٻيٺي ٻيٺي ھن ويھي ڪيو.

## ٻوڌيستو جو آئيندہ

جنم کانپوءِ ڪيس ماتا سوڌو گھر ڪٺي وڃي شدوڌن
وڏن براھمڻ پنڊتن کان سندس ڀوشيہ ٻابت پڇيو. پنڊتن
سندس ٻٽيھہ شڀ نشانيون ڏسي ڪري چيو تہ "ھي

سندس گوتر جو نالو آهي. هاڻي اهو سوال اٿي ٿو ته ”سرvارٿه سڌ“ ۽ ”گوتم“ انهن ٻنهي مان سندس ڪهڙو نالو اصلي هو؟ يا ٻئي نالا هيس؟

ترپتڪ جي چيل وچنن ۾ ڪٿي ڪونه چيل آهي ته ٻوڌيستو جو نالو ’سرvارٿ سڌ‘ هو. فقط ٽدان ڪٿا ۾ ’سڌتھ‘ (سڌارٿ) نالو آيو آهي، پر سو به ”للت وستار“ مان ورتو ويو هوندو. انهيءَ گرنٿ ۾ چيل آهي ته:

अस्यहि जातमात्रेण मम सर्वार्थाः संसिद्धाः
यन्न्वहमस्य सर्वार्थ सिध्द इति कुर्याम । ततो राजा बोधिसत्वं महता
सत्कारेण सत्कृत्य सर्वार्थसिध्दो ऽ यं कुमारो नाम्ना भवतु इति नामास्याकार्षीत्

سرvارٿ سڌ نالوئي ”امر ڪوش“ ۾ ڏنو ويو آهي. پر ”للت وستر“ ۾ ٻوڌيستو کي بار بار سڌارٿ ڪمار به سڏيو ويو آهي. هن شبد جو پالي روپ ٿئي ”سڌارٿ“ ٿيو آهي. سرvارٿ سڌ جو پالي روپ ”سبٿ سڌ“ ٿئي ٿو. پر شايد اهو عجيب نالو ٿي لڳو. جنهنڪري شايد جاتڪ اٽڪٿاڪار انهيءَ بدران ”سڌٿ“ نالو ڪم ۾ آندو آهي. مطلب ته سرvارٿ سڌ يا سڌارٿ، اهي ٻئي نالا للت وستر ڪار يا ٻئي ڪنهن اهڙي .نر يمي ڪويءَ پنهنجي ڪلپنا مان ناهيا هوندا.

انهيءَ ڏرو به شڪ ڪونهي ته ٻوڌيستو جو سچو نالو گوتم هو. ”ٿيري گاٿا“ ۾ مها پرجا پتي گوتمي جون جيڪي گاٿائون يعني ڪوتائون آهن تن مان هڪ هن ريت آهي:

جو انسو آهي.“ ديوتائن وراڻيس ته، ”لمبني گرام جي شاڪيه ڪل ۾ ٻوڌيستو جو جنم ٿيو آهي. انهي لاءِ هي آنسو ملهائي رهيا آهيون،“ سو ٻڌي ڪري آست رشي شڌودن جي گهر ڏي پڌاريو ۽ ٻالڪ کي ڏسڻ جي اڇا ڪيائين. جڏهن شاڪيه ڪل جي ٻوڌيستو ٻالڪ کي آست رشيءَ جي اڳيان ڪڍي آيا ته سندس سورنهن لڇڻيون نشانيون ڏسي ڪري، رشيءَ جي مک مان هي واڪيه نڪري ويو ته ”هي منش ۾ سروَ سريشٽ آهي.“ پر اهو ڌيان ۾ آڻي ڪري، ته منهنجي آيُوَ باقي ٿورڙي وڃي رهي آهي، رشيءَ جي اکين مان آنسوُ ڪرڻ لڳا. سو ڏسي شاڪين پڇو ته، ”ٻالڪ جي حياتيءَ بابت ڪو ڀؤ آهي ڇا؟“ ته آست هي وچن چئي سندن من ٺاريو ته، ”وڏندي ويجهندي هي ٻالڪ هڪ ڏينهن سمبڌ ٿيندو پر منهنجي عمر باقي ٿورڙي بچي آهي. سو سندس ڌرم اُپديش ٻڌڻ جو مونکي سؤڀاڳ نصيب نه ٿيندو. تنهن تي دک ٿئيم ٿو.“ هن ريت شاڪين کي پرسن ڪري آست رشي اتان هليو ويو.“

ٻوڌيستو جو نالو

स शाक्यसिंहः सर्वार्थसिद्ध शौद्धोदनिश्च सः ।
गौतमश्चार्कबंधुश्च मायादेवीसुतश्च सः ॥

”امرڪوش“ ۾ ٻوڌيستو جا هي ڇهه نالا ڏنا ويا آهن. انهن مان ٽي نالا- شاڪيه سنهه، شؤڌودني ۽ مايادي‌وي سُت- اهي ٽيئي صفتي نالا آهن. آرڪ بندو

ٿيس، سو ڪنهن ڪام ۾ پوڄ ڪري ٿو.“

هنن گاٿائن يعني گيتن ۾ شاڪين جو گوتر ”آدتيه“ ڄاڻايو ويو آهي. ساڳئي وقت ۾ آدتيه؛ گؤتم ۾ گوتر تي ٽڪا سگهن. جيئن ته سَت نهايت وڏي پراچين پستڪ آهي، تنهنڪري آدتيه ئي شاڪين جو سچو گوتر هوندو. ”امرڪوش“ جي مٽي آڏل ساوڪن ۾ ٻڌ جو ”آرڪ بندو“ نالو آيو آهي، سو سندس گوتر نالو سمجهڻ گهرجي. ڇو جو اهو ‘‘आदिच्चा नाम गोत्तेन’’ واڪيه سان ٺهڪي اچي ٿو. ٻوڌيستو جو اصلي نالو گؤتم هو؛ ٻڌ پد پراپت ڪرڻ کانپوء انهي ئي نالي ساڻ پرسڌ ٿيو.

‘समणो खलु भो गोतमो सक्यकुला पब्बजितो’

هن طرح ست پٽڪ ۾ ڪئين ڀيرا لکت ۾ آيو آهي.

## ٻوڌيستو جو سماڌيءَ سان پريم

جاتڪ جي ڏند ڪٿا جو سارُ هي آهي ته شڌودن راجا جي مٽي پتايل کيتيءَ جي اُتسو جي وقت، ٻوڌيستو کي سندس ٻالڪپڻ ۾، سندس داين ڪٺي وڃي جمبوءِ وڻ هيٺان بستري تي سمهاريو. سڌارٿ ڪمار کي ستل ڏسي سندس دايون اُتسو ڏسڻ لاءِ هليون ويون. اِتي پوءِ ٻوڌيستو اُٿي ويهي پلٿي ماري ڌيان ڪرڻ لڳو. ٿوري وقت کانپوءِ داين اچي ڏٺو ته ٻين وڻن جا پاڇا ڏور هليا ويا آهن، پر ڄمبوءِ وڻ جو پاڇو اُتين جو اُتين بيٺو آهي. اهو اَڌڀُت چمتڪار ڏسي ڪري شڌودن

बहूनं वत अत्थाय माया जनयि गोतमं ।
ब्याधिमरणतुन्नानं दुक्खक्खन्धं ब्यपानुदि ॥

ارٿات، ”ڪيترن ماڻهن جي ڪلياڻ واسطي مايا ديويءَ گوتم کي جنم ڏنو. بيماري ۽ موت ڪري ڏکين جي ڏک جو ڍير هن ناس ڪيو.“

ٻيو ”مها پدان سُت“ ۾ ٻڌ کي (گوتمو گوتين) गोतमो 'गोतेन' چيو ويو آهي. ساڳيءَ ريت اَپدان گرنٿن ۾ ڪيترن هنڌ گوتمو نام نامين ۽ گوتمو نام گوتين 'गोतमो नाम नामेन' 'गोतमो नाम गोत्तेन' اهي ٻئي ڏنل آهن. انهن مان شڪ پيدا ٿئي ٿو ته ڇا ٻوڌيستو جو نالو ۽ گوتر ٻئي ساڳيا هوا ڇا؟ پر اهو شڪ ”ست نپات“ جي هيٺين گاٿا مان دور ٿي وڃي ٿو.

उजुं जानपदो राजा हिमवन्तस्स पस्सतो ।
धनविरियेन सम्पन्नो कोसलेसु निकेतिनो ॥
आदिच्चा नाम गोत्तेन साकिया नाम जातिया ।
तम्हा कुला पब्बजितोऽम्हि राज न कामे अभिपत्थयं ॥*

ارٿات، (ٻوڌيستو ٻمبسار راجا کي چوي ٿو ته) ”هي راجا، هتان ڪان سڌو هماليه جي ترائيءَ ۾ ڌن ۽ ويرتا ۾ سکي هڪ ديس آهي. ڪوسل راشٽر ۾ اهو ديس اچي وڃي ٿو. اتي جي ماڻهن جو گوتر آديه آهي ۽ ڪين شاڪيه ڪري سڏائيندا آهن. انهيءَ ڪل ۾ آءٌ سنياسي

---

* پبجا سُت، گاٿا ١٨-١٩

پھريون ڌيان لڳائڻ اچانڪ ياد آيو ۽ اھوئي مارگ سچي گيان جو ھئڻ گھرجي، ائين سمجھي ڪري ھن ديھ کي ڏنڊ ڏيڻ ڇڏي ڏنو ۽ کائو کائڻ شروع ڪيو.

پر بوڌيستو بالڪپڻ ۾ ئي ڌيان ڪرڻ ڪنھن کان سکيو، يا اھو ڪيس پاڻ مرادو سُجھي آيو؟ جاتڪ آنڪتاڪار، للت وستوڪار، ۽ ٻڌ چرتڪار ائين ٻڌايو آھي تہ اھو ڌيان ٻڌ کي ننڍي بالڪپڻ ۾ پراپت ٿيو ھو. سو اسانکي بہ قبول ڪرڻو ٿو پوي تہ اھو ڪيس پاڻمرادو حاصل ٿيو ھو ۽ سو ھڪ اَدڀت چمتڪار ھو. پر مٿي ڏنل "پرٿو ڪالام سُتہ" تي وچار ڪرڻ مان ھن اَدڀت چمتڪار تي روشني پوي ٿي. ڪالام جو آشرم ڪپلوستوءَ ۾ ھو، يعني تہ شاڪين لوڪن ۾ سندس پنٿ مان ڪيئي واقف ھوا. اِھتي ھلي ڪالام جو قصو ايندو تنھن مان معلوم ٿيندو تہ ڪالام ڌيان-مارگي ھو ۽ سماڌيءَ جون ست منزلون ھو سيکاريندو ھو. تن ۾ پھرين منزل ھئي پرٿم ڌيان. سو ڌيان جي بوڌيستو کي گھر ۾ ئي حاصل ٿيو تہ انھيءَ ڪھڙو آشچرج؟ پر جي ان ۾ ڪجھ عجب جھڙو ھو تہ اھوئي تہ بالڪپڻ ۾ ئي ڪيڙيندي بہ بوڌيستو جي ورتي ڌرمي ھئي ۽ ھو وقت بہ وقت ڌيان سماڌيءَ جو ابياس ڪندو ھو.

## بوڌيستو جو ڌيان ڇا تي؟

اھو ڇوڻ سوالو نہ آھي تہ بوڌيستو ڇا تي ڌيان ڪندو

راجا ٻوڌيستوکي نمسڪار ڪيو. ٻوڌيستو جي جيون ۾ هن مهل واري ڳالهه کي هن نموني عجائب طلسم جو روپ ڏيڻ سان اُن مان ڪجهه به مطلب نٿو سري. سچ پچ شايد هيئن هجي ته ٻوڌيستو پنهنجي ساڻ روز ٻنيءَ تي وڃي ڪري هرجوٽيندو هو ۽ فرصت مهل جمبوو ڻ جي هيٺان ويهي ڌيان لڳائيندو هو.

”مجهم نڪايه“ جي مها سَچَڪ سُت ۾ ٻڌ ڀڳوان سچڪ کي چوي ٿو ته، ”مونکي ياد اچي ٿو ته پتا ساڻ جڏهن مان ٻنيءَ تي ويندو هوس تڏهن جمبو وڻ جي ٿڌي ڇانوَ ۾ ويهي ڪري ڪام ڀوڳ جا يا ٻيا اهڙا بُڇڙا ويچار تياڳ ڪري، سد ويچار ۽ وويڪ مان اُٿندڙ پريتي سک جنهن ۾ ٿئي اهڙو ڌيان لڳائيندو هوس. ڇيم ته متان اهوئي گيان جو سچو مارگ هجي؟ مون سمرڻ ڪيو ۽ مونکي لڳو ته اهوئي گيان جو مارگ هوندو. هي اڳئي ويس، مون پاڻکي چيو ته ”جو سک ڪام ڀوڳ ۽ بُڇڙن ويچارن کان پري آهي، تنهن سک کان آءٌ ڇو ٿو ڊڄان؟“ وري مون ويچار ڪيو ته انهي سک کان مونکي ڊڄڻ نه کپي، پر اهو سک ديهه کي ڪشت ڏيڻ ٿي نبل سرير دوارا پراپت ڪرڻ ممڪن نه آهي. تنهنڪري ٿورو اَن کائڻ ٺيڪ آهي.“

ٻوڌيستو سڄا سارا ست سال ديهه کي ڊک ڏئو تڏهن هنکي پنهنجي پتا جي کيت ۾ جمبو وڻ هيٺان ويهي

پرپور ڪندا، دَيا واري چت سان ... پرسنتا واري چت سان ... اُداسينتا واري چت سان ... ٿمتار ڪندا. شرمڻ گوتم ٻه اهڙي اپديش ڪري ٿو. ٻوءِ هُن ۽ اسانجي اپديش وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟"*

"جاتڪ انڪتا ۾ ۽ ٻين انڪتائن ۾ ڪيترن هنڌن تي ائين آيو آهي ته شاڪيه ۽ ڪوليه ٻاڙ يسري هوا. انهن جو پاڻ ۾ ويجهو ناتو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن روهڻي نديءَ مان پاڻي ونڻ تي منجهن جهيڙا ٿيندا هوا. ڪولين جي راڄ ۾ ٻين پنٿن جا سنياسي ٻڌ سنگهه جي ڀڪشن کان متي چيل سوال پڇن ٿا. اُهي سنياسي ڪئين سالن کان اُتي رهندا هوندا. انهيءَ خاطري آهي ته سندن آشرم ٻڌ ديو جي اُپديش ڏيڻ کان ٻوءِ نه برپا ٿيو هئو. اهو آشرم اڳ کان اتي هئو ۽ هي سنياسي متر تا، ديا، پرسنتا ۽ اُداسينتا انهن چئن برهم وِهارن يا گهرن سان پرپور ڪرڻ جو اُپديش ڪندا هوا.§ ته اهي ڪالام جي پنٿ جا هوا سو مڃڻ ۾ ڪهڙي اٽڪ پوي ٿي؟ ٻيو نه ته انهن "برهم وِهارن" جي ٻوڌ يستو کي جوانيءَ ۾ ئي ڄاڻ ٿي ۽ اهي ڏيان ۾ رکي هو انهن وشين تي ڌيان ڪندو هو.

---

* بوجهنگ سنيت، وگ ٦، ست ۴

§ انهن برهم وِهارن جي سمجهاڻي "سماڌي مارگ" جي پنجين اَڌياءَ ۾ چيل آهي

هو. ڀهرين منزل ۾ جن وِشين تي ڌيان لڳايو آهي سي چوويهه آهن.* انهن سيني مان پوڙيستو کهڙين وشين تي ڌيان ڪندو هو سو پڪيءَ طرح سان چوڻ ڏکيو آهي. ٽه ۾ مترتا، ديا، پرسنتا، اُداسينتا، انهن چئن وشين تي ڌيان ڪندو هوندو، اهڙو انومان ڪڍڻ ڪو اڻ واجب نه ٿيندو. سو ڇو جو اهي سڀ سنڌس ٻڌمي سياو موجب هوا. هن انومان کي هڪ ٻيو آڌار به ملي ٿو.

”ٻڌ ڀڳوان جڏهن ڪوليه ديس ۾ هردروسن (हरिद्रवसन) نالي ڪولين جي شهر جي آس پاس رهندو هو تڏهن ڪي ڀڪشو ٻرياسه ويل ڀڪشا جي چڪر لئي نڪرڻ کان اڳ ٻين سنياسين جي آرام جي هنڌ ويا. تڏهن انهن سنياسين کين چيو ته ”اسين پنهنجن ٻڌمين کي اُپديش ڏيندا آهيون ته هي مترو، چت جي دکائيندڙ ۽ ڪمزور ڪندڙ نيورڻن§ کي ڇڏي ڪري توهين مترتا سان اوتپروت ٿي چت سان هڪ ڏسا کي پرپور ڪريو. ٻئي، ٽئين ۽ چوٿين ڏسا کي پرپور ڪريو. انهيءَ طرح مٿي، هيٺ ۽ چارون طرف ساري جڳت کي جهجهي، سڦي، بي حد، وير بنا، دئيش بنا مترتا واري چت سان

---

* ٻڌ گهوش آچاريه ۽ اُپڌرمر موجب پنجويهه لسر آهن. پر اُداسينتا لئي ۽ پرتر ڌيان ڪبو آهي، ته ٻوءِ چوويهه وشيه ٿين ٿا. ڏسو سماڌي مارگ صفحو ٦٨-٦٩

§ ڏسو سماڌي مارگ، صفحو ٣١-٣٥

سندس گهڻن جي ڄاڻ نه هئي، ته ٻه ڌيوتائن جي ٻڌاءِ ساڻ ساريٽيءَ جواب ڏنو ته، "هي ٻروڄڪ آهي" ۽ سندس گڻ ٻڌايا. ٻڌ جي ڪپلوستوءَ ۾ ۽ شاڪين جي ٻروارن واڄن ۾ گهومو سنياسين جا آشرم هئا ته اُئين ڪيئن هوندو جو ٻوڌ ڀستو يا سندس ساريٽيءَ کي ٻروڄڪن جي ٻنهي ڄاڻ ٻڃاڻ نه هجي؟

"انگوترنڪايه" جي چُتَڪِ نپاٿه* ۾ وَپ (वप्प) شاڪيه جي ڳالهه اچي ٿي. هو هڪ نرگرنٿ (جين) ساڌو هو. هڪ ڀيري مهاموگلان ساڻ سندس گيان گوشٽه هلي رهيو هئو، ته ٻڌ ڀڳوان اچي پڌاريو ۽ کيس اپديش ڏنائين. تڏهن وَپ چيس ته "نرگرنٿ يعني جين ساڌن جي اُپاسنا مان مونکي ڪُجهه به لاڀ نه ٿيو آهي. هاڻي آءٌ ڀڳوان ٻڌ جو اُپاسڪ ٿيان ٿو." انگتاڪار چوي ٿو ته وَپ ڀڳوان جو چاچو هو، ٻڌ اها ڳالهه "مها ڏُکنڌ ست" جي اُٽڪٿا سان نهڪي ٿي اچي. ڪيئن به هجي، ٻڌ انهي ۾ شڪ ڪونهي ته وَپ نالي هڪ وڏي عمر جو شاڪيه جين هو. مطلب ته ٻوڌ ڀستو جي جنم کان اڳ ٿي شاڪيه ديس ۾ جين ڌرم ڦهليل ڇڪو هو. تنهنڪري اهو ناممڪن آهي ته ٻوڌ ڀستو کي ٻروڄڪن يعني گهومو سنياسين جي ڄاڻ ڪانه هئي.

تڏهن پلا اهي سڀ اَڌيت ڪٿائون ٻوڌ ڀستو جي

---

*سته نمبر ١٩٥

## ٻوڌيستو جي گهر تياڳڻ جو ڪهڙو سبب؟

هن ڪهاڻيءَ جو مکيه واقعو اهو آهي جو ٻوڌيستو پنهنجي محل مان باغيچي طرف ويجهي ٿو. شڌوڌن مهاراجا اهڙو انتظام ڪري ڇڏيو هو جو ٻوڌيستو جي مارگ ۾ ڪو به ٻڍو، بيمار، يا مڙهه سامهون نه اچي، پر ٽي ديوتا ڪنهن ٻڍڙي کي آڻي سندس سامهون ڪري ڪن ٿا ۽ ٻوڌيستو وئراڳ ۾ اچي محل ڏي موٽي ويجهي ٿو. تنهن ڪهاڻيءَ پٺيان ديوتا هڪ بيمار کي ۽ ٽيهڙ هڪ مڙهه کي ۽ چوٿون ڀيرو هڪ سنياسيءَ کي سندس سامهون ڪن ٿا. سو ڏسي هو وئراڳ ۾ اچي گهر تياڳ ڪري ٿو ۽ تتوگيان جو مارگ ڳولڻ لاءِ ٻاڻ پتوڙي ٿو. للت وستار ۽ ٻين گرنٿن ۾ هن پرسنگ جا نهايت سنا ورڻن ملن ٿا. پر پوءِ به چوڻو پوي ٿو ته اهي پنهنجي قبول ڪرڻ جهڙا نه آهن. جيڪڏهن ٻوڌيستو پتا سان يا اڪيلو وڃي ٻني ڪمائيندو هو ۽ ڪالام جي آشرم ۾ وڃي ڪري ڪاٽڪس تتوگيان جو مارگ سکندو هو، ته پوءِ اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو ته هن ڪو به ٻڍو، بيمار يا مڙهه نه ڏٺو هو؟

ٻوڌين ڏينهن ۾ جڏهن ٻوڌيستو باغ ڏي ويو تڏهن ديوتائن هڪ آتم پرورجڪ (گهومو سنياسي) آڻي سندس سامهون ڪيو. تڏهن ٻوڌيستو پنهنجي سارٿيءَ کان پڇيو ته، ”هي ڪير آهي؟“ جيتوڻيڪ تنهن وقت ٻوڌيستو پاڻ پرورجڪ يعني گهومو سنياسي نه هو، ۽ سارٿيءَ کي

پنهنجي سارٿيءَ کان ڪهڙا سوال پڇيا، تنهن بابت جاتڪ اٺڪٿاڪار چوي ٿو ته 'महापदाने आगतनयेन पुच्छित्वा' (يعني ته مهاپدان سُت ۾ ڪيل ڪٿا انوسار سوال پڇيائين). تنهن ڪري ائين چوڻو پوي ٿو ته هي سڀ اُديت ڪرامتون جون ڪٿائون "مهاپدان سُت" مان ورتيون ويون آهن.

ته پوءِ ٻوڌيسٽو جي گهر تياڳ جو ڪهڙو سبب هو؟ انهيءَ جو جواب پاڻ ٻڌ ڀڳوان اَتّ دنڊ سُت ۾ هن ريت ڏئي ٿو:-

अतदण्डा भयं जाते, जनं पस्सथ मेधकं ।
संवेगं कितयिस्सामि यथा संविजितं मया ॥१॥
फन्दमानं पजं दिस्वामच्छे अप्पोदके यथा ।
अञ्ञमञ्ञेहि व्यारुद्धे दिस्वा मं भयमाविसि ॥२॥
समन्तसरो लोको, दिसा सब्बा समेरिता ।
इच्छं भवनमतनो नाद्दसासिं अनोसितं ।
ओसाने त्वेव व्यारुद्धे दिस्वा मे अरती अहु ॥३॥

ارٿ: (١) هٿيار کڻڻ خوفناڪ لڳو. (انهن ڪري) هيءَ جنتا ڪيئن پاڻ ۾ وڙهي ٿي سو ڏسو. مون ۾ وئراڳ ڪيئن اُٿيو سو ٻڌو. (٢) جيئن ٿوري پاڻيءَ ۾ مڇيون ڦٿڪنديون آهن، تئن ويروڌي ٻوجا کي ڦٿڪندو ڏسي ڪري منهنجي انتهڪرڻ ۾ ڀؤ پيدا ٿيو. (٣) چارئي طرف هي جڳت اسار نظر آيو، سڀ ڏسائون ڦٿڪي رهيون آهن ائين نظر آيو. ۾ جڳت ۾ ڀؤ ٻيا اڇهي جو آستان ڳولڻ سان نه لڌو. جنتا کي هڪ ٻئي سان آخر تائين ويروڌ ڪندو ڏسي منهنجو جيءَ ڏاڍو بيزار ٿيو.

جيون جوتو ۾ ڪتان آيون؟ سي سڀ مهاپدان ست مان آيون.* هڪ ٻڌي منش ڪي ڏسي ڪوي ٻوڏيستو

*آپدان جو أرٿ آهي چرتر يا بت. مهاپرشن جي چرتن جوسنگرهه جن ستن ۾ آهي سي ٿيا "مهاپدان ست." هن ۾ اڳين جڳن جا ڇهه ۽ هن جڳ جي ستين گوتم ٻڌ جا چرتر گڏي ڪري ڏنا ويا آهن. اڳين جي مختصر طور ۽ ستين "وپسي ٻڌ" جو وستارسان، چرتر ڏنل آهن. أنڪتاڪار چون ٿا ته اهو هڪ نموني وار آهي ۽ ساڳي نموني ٻين ٻڌن جي جيوت جو ورنن ڪرڻ کپي. هن ورنن جو گهڻو ڀاڱو هن ست جي وچڙ کان اڳ يا پوءِ گوتم ٻڌ جي جيونيءَ ۾ داخل ڪيو ويو ۽ اهو ويندي "لوپتڪ" ۾ ڪيترن هنڌ ملي ٿو. مگر باغيچي وارا واقعا لوپتڪ ۾ نٿا ملن. سي وري جاتڪ أنڪتاڪار ڪٺي ورتا. تنهن ڪان اڳ ٻت وستو ۾ ٻڌ "چرت"ڪوتاهرا ها ڪتا ڪٺي ويٺي آهي.
گوتم ٻڌ لاءِ ٽي محل بنايا ويا هوا، سا ڳالهه مان انهاسڪ سمجهندو هوس، پر شايد اها ڳالهه به خيالي هئي. انهيءَ ڳالهه جو ڪوڙوڻي نتو لڳي ته شُدودن جهڙو، ٻاڻ هتن سان هر ڪاهيندڙ زميندار، سو پٽ لاءِ ڪي محل اڏائيندو.

"ديگهه نڪايه" ڀاڱو پهريون، أنوادڪ سوامي چنتامڻي راجواڙي (پرڪاشڪ گرنٿ-سمپادڪ ۽ پرڪاشڪ منڊلي، نمبر ۳۸۰ ٺاڪردوار روڊ، بمبئي نمبر ۲) هن گرنٿ جي شروعات ۾ مهاپدان ست جو مرهٽي ترجمو ڏنل آهي. وڌيڪ گهري اڀياس لاءِ هي گرنٿ ضرور پڙهڻ گهرجي.

رهڻ. انهيءَ ڪري هٿيارن کڻڻ کان ٻوڌيستو بيزار ٿي هٿيارن کان مڪت ٿيڻ جو مارگ ڳولهڻ اختيار ڪيو.

”ست نپات“ جي پبجيا (पब्बज्जया) ست جي شروعات ۾ هيٺيون گيت آهي ته:-

पब्बजं कित्थिस्सामि यथा पब्बजि चक्खुमा ।
यथा वीमंसमानो सो पब्बजं समरोचयि ॥१॥
संबाधोऽयं घरावासो रजस्सायतनं इति ।
अब्भोकासो च पब्बज्जा इति दिस्वान पब्बजि ॥२॥

اَرٿات: (١) گيان جي نيتر واري (سڄاڻي) پرورجيا (سنياس) جو انگيڪار ڪئي ۽ ڪهڙي ويچار ڪري اها ڪيئن پياري لڳي، سو ٻڌائي ڪري سندس پرورجيا يعني سنياس جو ورڻن ڪريان ٿو.

(٢) جيئن گرهست آشرم تڪليفن ۽ گندگيءَ جي جڳهه آهي، تيئن پرورجيا کليل هوا مثل آهي. سو ڄاڻي ڪري هن پرورجڪ بڻيو.

هن قصي جو آڌار ”مجهم نڪاءِ“ جي مهاسچڪ سُت ۾ به ملي ٿو. اتي ٻڌوان چوي ٿو ته ”هي اگ ويسن، سمبُڌ (پورن ٻڌ) جو گيان پراپت ڪرڻ کان اڳ، ٻوڌيستو جي اسٿتيءَ ۾ مونکي لڳو ته گرهست آشرم تڪليفن جو ۽ گندگيءَ جو آستان آهي ۽ پرورجيا کليل هوا وانگر آهي. گرهست آشرم ۾ رهي ڪري سڀ پورڻ ۽ شڌ برهمچريه پالن ڪرڻ ممڪن نه آهي. تنهنڪري وار

روهڻي ندي ءَ جي پاڻي ءَ ڪاڻ شاڪين ۽ ڪولين لوڪ پاڻ ۾ جهڳڙا ڪندا هوا. هڪ ڀيري ٻنهي پاسا پنهنجون سينائون سنڀرائي روهڻي ندي ءَ جي ڪناري تي وٺي ويا. اُن وقت ٻڌ ڀڳوان ٻنهي سينائن جي وچ ۾ وڃي هڻ ست وارو اُپديس ڪيو. اها ڳالهه جاتڪ اُنڪتا ۾ ڪتين بار آئي آهي، پر نيڪ نتي نظر اچي. اُئين سمجهجي ٿو ته شاڪين ۽ ڪولين، ٻنهي کي ڀڳوان ٻڌ اُپديش ڏنا هوندا ۽ سندن جهڳڙا به طي ءَ ڪيا هوندا. پر اهڙن موقعن تي هڻ ست جو اُپديش ڏيڻ بي سبب پيو لڳي. هڻ ست ۾ ته ڀڳوان اُئين چئي رهيو آهي ته، ڪيس وڙواڳ ڪيڻ لڳو ۽ ڇو ڳهو ڇڏي نڪتو؟ روهڻي ندي ءَ جي پاڻي ءَ بابت يا ٻين اهڙن تورڙن سببن ڪري شاڪين ۽ ڪولين جا پاڻ ۾ جهڳڙا البت ٿيندا رهندا هوندا. اهڙن موقعن تي ٻوڌ يستو جي اڳيان اهو سوال ڪڙو ٿيندو هوندو ته هي ماڻهو هٿيار ڪڻن يا نه. پر هٿيارن سان هي جهڳڙا مٽائڻ ممڪن نه هوا. شاڪين ۽ ڪولين جا پاڻ ۾ جهڳڙا، هٿيارن سان فيصل ٿين ها ته به ختم نه ٿين ها. سبب جو ڪتندڙ کي ٻوءِ وري ٻئي پاڙيسري راجا سان لڙڻو پوي ها، جي انهي ڪان به ڪتي ها، ته انهي جي پاڙيسري ءَ سان لڙڻو پويس ها يعني ته هٿيارن سان ڪٽڻ معني هرهند ڪٽڻ ۽ پوءِ به سانت ۾ نه رهڻ. ڪوسل جو پسيند چا پر بمبسار جو پنهنجو پُٽر به سندس شترو ٿي پيو. سو هٿيارن مان ڪي ڪين وريو، بلڪ هٿيار ڪڻڻ معني وڙهندو

تنهي ڪارڻ جو هڪ ٻئي سان لاڳاپو ڏيکاري سگهجي ٿو.

ٻوڌيستو جي جاتڪ پالي شاڪين ۽ ڪولين وچ ۾ ڪو جهيڙو ٿيندو هو ته سندس اڳيان اهو سوال ڪڙو ٿيندو هو ته هن ۾ ڇا ڪريان؟ سمجهي وڃو هوائين ته مارڪٽ مان هي جهيڙا بند نه ٿيندا. ٻه جي شريڪ ٿيو ٿيان ته لوڪ ڪاڻهر سڏين ٿا ۽ سمجهن ٿا ته گرهست ڌرم جو پالن ٿيو ڪريان. انهيءَ ڪري گرهست آشرم کيس ڪنهن تظر آيو. تنهن ڪان ته سنياسي ٿي ڪري، سڀ آسون ڇڏي ڪري بن ۾ رهڻ ڪرڻ وڏيڪ چڱو لڳس. ٻه پتر ۽ پتنيءَ سان گهڻو پيار رکڻ ڪري گهر ڇڏڻ ۾ کيس ڏاڍو ڏکيو ٿي لڳو. سو وڌيڪ گهرو سوچڻ لڳو. پوءِ لڳس ته آءٌ پاڻ جنم، جرا، مرض، مرڻ ۾ قائل آهيان. ساڳي طرح سياويڪ طور پتر، استري وغيره ۾ ٻڌل آهن ۽ انهن تي موهه رکي ڪري گرهست آشرم جي ڪنهن ۽ ٻنڌن اندر رهڻ ٺيڪ نه آهي. انهيءَ ڪري هو پوواجڪ وٺي ٻيٺو. ٻه انهن تنهي ڪارڻن ۾ مکيه ڪارڻ هو شاڪين ۽ ڪولين جا پاڻ جهيڙا. سا ڳالهه پوري طرح ڌيان ۾ رکڻ ڪري، ڀلائين ٻوڌيستو تي ڪري ۽ پوءِ ٻڌ ٿي ڪري، جو هن مڌيم (وچون) مارگ ڳولي ڪڍيو، تنهنجو راز سمجهڻ ۾ ايندو.

## راهل ڪمار (राहुल कुमार)

ٻوڌيستو جو وواهه جوانيءَ ۾ ٿيو هو ۽ ترپتڪ ۾ ڪيترن هنڌن تي اها ڳالهه اچي ٿي ته گهر تياڳ ڪرڻ کان اڳ

مُنڊائي ۽ ڪکن جا وستر پهري، گهر ڇڏي ٻروراجڪ (بي گهر) بڻجڻ مناسب آهي."

ٻڌ "آريه پريسن سُت" (अरियपरियेसन सुत्त) ۾ هن ڪان ڪجهه ڦوٽل سبب ڏنل آهي. ڀڳوان چوي ٿو ته "هي ڀڪشوئو، سمبوڌي (ٻورڻ) گيان ملڻ کان اڳ جڏهن آءٌ ٻوڌيستو هوس تڏهن آءٌ جنم ۾ ڦاٿل هوندي جنم جي چڪر ۾ ڦاسي ڪري پٽر، استري، داسي وغيره وستن ٻٺيان ٻيو هوس. (اُرٿاٽ مان پاڻيندو هوس ته منهنجو سک انهن وستن تي منحصر آهي.) پاڻ ٻڍاپي، بيماريءَ، موت ۽ شوڪ ۾ بڌل هوندي، ٻڍاپي، بيماريءَ، موت ۽ شوڪ جي چڪر ۾ ڦاٿل وستن جي ٻٺيان ٻوندو هوس. تڏهن من ۾ آيم ته آءٌ پاڻ جنم، جرا، مرڻ، بيماريءَ ۽ شوڪ ۾ بڌل آهيان. پوءِ ٻه پٽر، دارا وغيره جي انهن ۾ بڌل آهن، تن جي ٻنيان ٻران ٿو، سا ڳالهه نيڪ ته نه آهي. بلڪ لائين نيڪ آهي ته جنم، جرا وغيره ڪري هاڃي ڏسي ڪري اجوُن، اجرا، امر ۽ آشوڪ واري ٻرم سريشٽ نرواڻ پد جي کوج ڪريان."

هن ريت ٻوڌيستو جو ٻرورجيا ورتي تنهنجا رواجي طور تي سبب ڏنا ويا آهن:-

(١) هڪ ٻڍي سان لڙڻ لاءِ شستر کڻڻ ۾ ڪيس خطرو نظر آيو. (٢) گهر هڪ تڪليف ۽ گندگيءَ جو هنڌ نظر آيس. (٣) کيس لڳو ته جنم، جرا، مرض، موت ۽ شوڪ ۾ جيءُ وستو ڦاٿل آهن تن ۾ موهه نه رکڻ گهرجي. انهن

راهل ماتا، جن ۽ ڪالاُدائيءَ ساڳئي وقت جنم ورتو، تہ ڇنبو تہ ڇارئي هڪ عمر جا هوا. راهل ماتا جو ديهانت ۷۸ سال ۾ يعني ٻڌ جي ٻرنرواڻ کان ٻہ سال اڳ ٿيو هو. اَپدان (۸۵۴) ۾ هوءَ چوي ٿي تہ:-

अट्ठसत्ततिवस्साहं पच्छिमो वत्तत्तिभवो ।
पहाय वो गमिस्सामि कतम्मे सरणमत्तनो ॥

اَرٿ: آءٌ اَڄ اَٺهتر ورهين جي ٿي آهيان، هي منهنجو پويون جنم آهي. توهانکي ڇڏي ڪري آءٌ هلي وڃان ٿي. مون پنهنجي مڪتي پراپت ڪئي آهي.”

هن آخرين جنم ۾ پنهنجي شاڪيہ ڪُل ۾ جنم وٺڻ جي ڳالهہ بہ ڪئي آئس، پر انهيءَ ڪُل جي ڄاڻ ڪٿي بہ ڪانہ ملي. اَپدانڪار جو شايد اِئين چوڻ آهي تہ هوءَ يڪشڌي ٿي وهي ۽ ۷۸ سال ۾ ٻڌ وٽ وڃي ڪري هن مڪيان لفظ چيا. پر يڪشڌي ٿيڻ ڪانهوءِ هن ڪوبہ اُپديش ڏنو هجي يا ڪنهن بہ نموني ٻڌ-سنگهہ سان سندس ڪو نالو رهيو هجي سو ڪٿي بہ ڇپيل ڪونهي. ”اَپدان گرنٿ“ ۾ سندس نالو يشوڌرا ۽ ”ڪلياڻ وستر“ ۾ گوپا ڏنل آهي. انهيءَ ڪري سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ ٻنهي مان سندس اصلي نالو ڪهڙو هو يا ٻئي نالا سندس هوا.

## گهر تياڳڻ جو پرسنگ

ٻڌيستو جڏهن گهر ڇڏيو تڏهن راهل ٻہ هو هو هڪ ۾ وينو هو. سندس ڪتنب جي اِستران واڳ ۽ ساز سان

ڪيس **راهل** نالي پٽ ڄائو هو. ڄاتڪ جي ندان ڪٿا ۾ چيل آهي ته پٽ ڄمڻ جي ساڳئي ڏينهن ٻوڌيسٽو ٻنهجو گهر ڇڏيو. پر پين انڪٿائن جي اها راءِ نظر اچي ٿي ته راهُل ڪمار جي ڄمڻ کانپوءِ ستين ڏهاڙي هن گهر ڇڏيو. پر ٻنهي ڳالهين جو پراچين ڇيل وچنن ۾ آڌار نٿو ملي. ايتري خاطري آهي ته گهر ڇڏڻ کان اڳ راهل نالي هڪ پٽ هوس. گوتم ٻوڌيسٽو ٻوڌ ٿي ڪري ڪپلوستو موٽي آيو ۽ تنهن وقت هن راهُل کي ديڪشا ڏني. اها ڳالهه ”مهاوڳ“ ۾ ۽ پين هنڌ ملي ٿي. انڪٿائن ۾ انيڪ جڳهين تي چيو ويو آهي ته اُن وقت راهل ستن سالن جو هو. راهل کي ڀڳوان شرامڻ بڻايو يا نه ۽ اُن وقت ڪيڏو هو، سو ڇهين اڌياءَ ۾ ويچاريو ويندو.

## راهُل ماتا ديوي

راهل جي ماءُ کي ”مهاوڳ“ ۾ ۽ ڄاتڪ انڪٿائن ۾ جتي ڪٿي ”راهل ماتا ديوي“ ڪري سڏيو ويو آهي. سندس يشودرا (يشودرا) نالو فقط اپدان گرنٿ ۾ ملي ٿو. ”ڄاتڪ“ جي ندان ڪٿا ۾ چيو ويو آهي ته ”جنهن گهڙيءَ لمبني بن ۾ ٻوڌيسٽو جو ڄمڻ ٿيو، اُنهيءَ گهڙيءَ راهل ماتا ديوي، ڇن منتري، ڪالو دايه (ڪالا اُدايه) منتري، ڪنٿڪ اَشو راڄا، ٻڌ گيا جو مهاٻوڌي وڻ ۽ ڏن سان ڀريل چار مَٽ به ساڳئي وقت اُتپن ٿيا. انهن ۾ ٻه يعني ٻوڌي وڻ ۽ ڏن جا چار مَٽ به ساڳئي وقت اُتپن ٿيا، سا هڪ ڏند ڪٿا سمجهڻ گهرجي. پر ٻوڌيسٽو،

सो खो अहं भिक्खवे अपरेन समयेन दहरो व समानो सुसु कालकेसो भद्रेन यो बबनेन समन्नागतो पठमेन वयसा अकामकान मातापितुन्नं अस्सुमुखानं रुदन्तान केसमस्सुं ओहारेत्वा कासावानि वत्थानि अच्छादेत्वा अगारस्मा अनगारियं पब्बजं !

اَرٿات: ”هي ڀڪشوئو، آهڙو وِچار ڪندي ٿوري وقت کانپوءِ، جيتوڻيڪ آءٌ ڏينهن مان جوان هوس، منهنجو هڪ وار به اڇو نه ٿيو هو، مان ڀوڳ جوانيءَ ۾ هوس ۽ منهنجا ماتا پتا مونکي آگيا نه ڏيئي رهيا هوا، اکين مان ڳوڙها ڳاڙيندي سندن منهن آلو ٿي ويو هو، تڏهن به آءٌ انهن ڳالهين جي ڪابه پرواهه نه ڪري، مٿي جا وار لاٿا هي، ڪکن جا وستر پهري ڪري ٻاهر نڪتس. (يعني ته آءٌ وڃي سنياسي ٿيس.)“

اهڙو ٿي ورنن اهڙن ٿي شبدن ۾ ”مهاسچڪ سُت“ ۾ ملي ٿو. انهيءَ ڪري اهين چوڻ غلط ٿيندو ته ٻوڌيستو گهر جي ياتين وغيره کي خبر ڏيڻ بنا، چن سان، ڪنٿڪ تي سوار ٿي ڀڄي نڪتو. ٻوڌيستو جي سڳي ماتا مايا ديويءَ جو ديهانت گوتم جي جنم کان ستين ڏهاڙي ٿيو. ته به سندس پالن لالن مهاپرجاپتي گوتمي پنهنجي پيٽ جي پٽ وانگر ڪيو. سو ٿي ٻڌ ڀڳوان متئين واڪيه ۾ ڪيس ماتا ڪري سڏيو آهي. انهيءَ واڪيه مان اها ڳالهه چٽي ثابت ٿئي ٿي ته ٻوڌيستو پرورجڪ ٿيڻ وارو آهي. سا ڳالهه شڌودن ۽ گوتمي ماتا کي ڪيترن ڏينهن کان معلوم هئي ۽ سندن اڇا جي خلاف يا سندن اکين اڳيان هن وڃي سنياس گرهن ڪيو هو.

سندس دل بھلائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ٻوڌيستو جو من انهن ۾ نہ لڳو. نيٺ هو ٿڪجي سمھي پيو. نند ۾ ڪا وقلي رهي هئي، ته ڪنهن جي وات مان ڳگ وهي رهي هئي. سو نظارو ڏسي ڪري ٻوڌيستو جي من ۾ نفرت پيدا ٿي ۽ هيٺ وڃي ڪري ڇن ساريٿيءَ کي جاڳايائين. ڇن اُٿي ڪنٿڪ نالي گھوڙي کي سجائي وٺي آيو. ٻوڌيستو مٿس سوار ٿيو ۽ ڇن گھوڙي کي پڇ کان جھليو. ديوتائن تنهن مھل نگر جا دروازا کٽي ڪوليا. ٽن مان لنگھي ٽئي ڄڻا آنومو نديءَ جي ڪناري وڃي پهتا. اُتي ٻوڌيستو پنهنجا ڏگھا وار پنهنجي تلوار سان ڪپي وڌا ۽ سڀ زيور وغيره ڇن کي ڏيئي ڪري راجگره ڏي روانو ٿيو. ٻوڌيستو جي ويوگ ڪري ڪنٿڪ گھوڙي نديءَ جي ڪناري تي پراڻ ڏنا ۽ ڇن ساريٿي ڳھتا کڻي ڪري اڪيلو ڪپلوستو ڏي موٽي آيو.

اهو آهي ”ندان ڪٿا“ جي ڪهاڻيءَ جو تاتپرج. ”ندان ڪٿا“، ”للت وستر“ ۽ ”ٻڌچرت“ ڪرتا، تنهي ۾ هن پرسنگ جو ڏاڍو سنو ورنن ڪيل آهي ۽ ٻڌن جي چترڪلا ۾ بہ ڏاڍو سھڻو اثر پيو آهي. پر اِنين پانڇي تو انهن ۾ بلڪل سچ ڪونهي يا آهي تہ ڪر جيترو. سبب جو بلڪل پراچين سُتن ۾ هن ناممڪن ڏند ڪٿا لاءِ ڪوبہ آڌار نٿو ملي.

”آريپريسن سُت“ ۾ ٻڌ ڀڳوان پاڻ گھر تياڳڻ جي واقع بابت هن ريت ورنن ڪيو آهي:

سان، سرپشت، اتر، شانت تنو جي ڪوجنا ڪندي، آءُ آلار ڪالام وٽ هليو ويس."
هن واڪيہ مان پتو پوي ٿو تہ بوڌيستو پهرئين راجگرهہ ۾ آلار ڪالام وٽ ويو. آلار ڪالام ڪوشل ديس جو رهندڙ هو. "آنگوتر نڪاين آڪنپاسہ" (سٽ نمبر ٦٥) ۾ ڪالام نالي ڪترين جي هڪ ڪيسپُت شهر ڏي اشارو آهي. تنهن مان سمجهجي ٿو تہ آلار ڪالام انهن ڪترين منجهان هو. شاڪيہ ۽ ڪوليہ راڄن ۾ سندس ڏاڍو ناماچار هو. اسين مٿي ڄاڻائي آيا آهيون تہ آلار ڪالام جي هڪ شش پڱلو ڪالام جو آشرم ڪپلوستوءَ ۾ هئو. سندس ٻيا شش يا تہ شايد اُدڪ رامپت جا شش، ڪوليہ ديس ۾ رهندا هوا. انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ انهن پنٿن جو شاڪيہ ۽ ڪوليہ ٻنهي ديسن ۾ مان هو. بوڌيستو بہ پرتم ڏيان ۽ مارگ انهن سنياسن کان ورتو هوندو ۽ انهن ئي کيس سنياس جي ديکشا ڏني هوندي.
پر شاڪيہ يا ڪوليہ ديس جي ڪنهن آشرم ۾ رهڻ سو بوڌيستو کي ٺيڪ نہ لڳو هوندو. پلي جو مارگ لهڻ ۽ سرپشت، اتر، شانتي تنو جو بوڌ ڪرڻ لاءِ هن خود آلار ڪالام سان وڃي ملاقات ڪئي. تنهن وقت آلار ڪالام ڪوشل ديس جي اندر ڪنهن هنڌ رهندو هوندو. هن بوڌيستو کي چار ڌيان ۽ انهن جون ئي منزلون سيکاريون. پر سڪطي سماڌيءَ جي انهن ستن منزلن مان کيس سنتوش نہ ٿيو. اهو بيشڪ هن کي سنجهہ ۾ رکڻ جو مارگ هو،

## آڌياءُ (٥)

# تپسيا ۽ تتو-ٻوڌ (ٻڌپڻو)

## آلار ڪالام سان ملاقات

گهر ڇڏي ٻوڌيستو سڌو راڄگرهه ڏي ويو. اُتي ٻمبسار راجا سان سندس ملاقات ٿي ۽ پوءِ آلار ڪالام وٽ وڃي ڪري ڪانئس تتو گيان سکيو. انهن ”جاتڪ“ جي ندان ڪٿا ۾ ورنن ڪيل آهي. آشوگهوش جي ”ٻڌ چرت“ ڪوتا ۾ ندان ڪٿا وارو ورنن سٽيڪار ڪيل آهي. ”للت وستر“ ۾ اهو سڀ وستار سان ورنن ڪيل آهي ته ”ٻوڌيستو پهرئين ويشالي ويو ۽ اُتي آلار ڪالام جو شش ٿيو. پوءِ هو راڄگرهه ڏي ويو.“ ۾ اهي ٻئي ورنن پراچين سٽن سان نهڪن نٿا. ”آريه پريسن سٽ“ مان مٿي ڏنل واڪيه ۾ چيو ويو آهي ته ٻوڌيستو گهر ۾ ڀيءُ ماءُ جي اکين اڳيان سنياس ورتو. انهيءَ کانپوءِ هڪدم هي واڪيه ملي ٿو:

सो एवं पब्बजितो समानों किंकुसलगवेसी अनुतरं सन्तिवरपद
परयेसमानों येन आलारो कालामो तेनुपसंकमिं ।

اَرٿ: ڀڳوان چوي ٿو ته ”هن ريت سنياس وٺڻ کانپوءِ ڪهڙو لاڀڪاري مارڳ ٿيندو سو ڳولڻ جي مراد

ڪيا ۽ مک جا ٻرا ٻول تياڳ ڪيا ۽ پنهنجي آجيوڪا شڌ مارگ تي هلائي.

(۴) ٻڌ مگڌ جي گِرِوِرَج (راجگرھ) ۾ آيو. سڀني سرلڙ تي اثر لکشڻ ۽ نشانيون واري هـن ٻڌ ڀکيا وٺـڻ لاء راجگرھ ۾ پيرو پاتو.

(۵) پنهنجي محل جي مٿان راجا ٻمبسار ڪيس ڏٺو. سندس لکشڻ ڏسي ڪري ٻمبسار چيو-

(۶) اڙي، منهنجي ڳالهه ٻڌو. هي ته ڪو سندر، هوشيار، شڌ ۽ چرتروان پرش آهي. پيرن ۽ هٿن جي وچ ۾ اکيون ڪري هلي ٿو. (युगमत्तं च पेक्खति)

(۷) پيرن ڏي اکيون رکي هلندڙ هي سڄاڻ ڀکشو ڪنهن نيچ ڪل جو نه لڳي. پر هي ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي سو راجدوُت (قاصد) وڃي ڏسي پڇي اچن.

(۸) سو ڀکشو [ٻوڌيستو] ڪيڏانهن ٿو وڃي ۽ ڪٿي ٿو رهي سا خبر لهڻ لاء [اهي ٻمبسار راجا جا موڪليل] دوُت سندس پٺ وٺي هليا.

(۹) اندرين جو سنجم ڪندي، گهر گهر ڀکيا وٺندي، وويڪ واري ۽ سڄاڻ ٻوڌيستو هيتري ۾ گهرج سارو ڀکيا حاصل ڪئي.

(۱۰) ڀکيا جو ڪم پورو ڪري هي مني نگر کان ٻاهر آجهي لاء پانڊو پهاڙ ڏي ويو.

(۱۱) هن کي آتي نواس ڪندو ڏسي اهي دوُت ولس وڃي ويٺا ۽ منجهائن هڪ وڃي ڪري راجا کي

پر منش جاتيءَ کي تنهن مان ڪهڙو لاڀ؟ انهيءَ ڪري ٻوڌيستو لاپڪاري مارگ جي کوج ۾ اڳتي وڌيو.

## اُدڪ رامپُت سان ملاقات

آلار ڪالام ۽ اُدڪ رامپت ٻئي ڄڻا هڪ ئي سماڌيءَ جو مارگ سيکاريندا هوا. منجهن فرق فقط ايترو ئي هو جو آلار ڪالام سماڌيءَ جون ست منزلون ۽ اُدڪ رامپت اٺ منزلون ٻڌائيندو هو. ممڪن آهي ته ٻنهي جو ساڳيو گروُ هو ۽ ٻوءِ هنن وٽي ٻه پنٿ بنايا. آلار ڪالام کي ڇڏي ٻوڌيستو اُدڪ وٽ ويو. هن سندس مارگ ۾ به ڪيس ڪو خاص سچ نظر نه آيو. سو راڄگرهه وٽي ڪري آئي جي ٻوسڌ شرمڻ پنٿن جو تتو گيان حاصل ڪرڻ جو ارادو ڪيائين.

## بمبسار راڄا سان ملاقات

راڄگرهه ۾ ٻوڌيستو جي اچڻ جو ورنن هڪ اڻ ڄاتل ڪريءَ 'ست نپاٽ' جي پبجا ست ۾ ڪيو آهي. انهيءَ جو ترجمو هي آهي.

(۱) (ٻوڌيستو) پرورجيا (سنياس) جو ورتي ۽ ڪهڙي وچار ڪري هن ڪي اها پياري لڳي سو ٻڌائي ڪري سندس سنياس جو آءٌ ورنن ڪريان ٿو.

(۲) گرهست آشرم ٻڌنن ۾ ٻڌل آهي ۽ گندگيءَ جي جڳهه آهي ۽ پرورجيا کلي هوا وانگر آهي. ائين ڄاڻي ڪري هن سنياس ورتو.

(۳) سنياس وٺي ڪري هن سرير جا پاپ ڪرم تياڳي

جاتي شاڪيه سنڌ جي ٿي. انهيءَ ڪل مان، هي راجا، آءٌ
پرو راجڪ (سنياسي) ٿيو آهيان، سو ڪامنائون ماڻڻ ڪري
نه ٿيو آهيان.

(٢٠) ڪامنائن جي پوڄڻ ۾ مونکي دوش ڏسڻ ۾ آيو
۽ ايڪانت واس مونکي سک دائڪ نظر آيو. هاڻي آءٌ
تپسيا لاءِ وڃان ٿو. انهي مارگ ۾ منهنجو من رتل آهي.

هن ست جي ڇهين گاٿا (گيت) ۾ لکيل آهي ته بوڌيستو
پنهنجي ڪايا، واچا ۽ گذران جو سڌارو ڪيو، سو ڪم
گهر مان نڪرندي ئي، وات ويندي، هو نه ڪري
سگهيو هوندو. آلار ڪالام ۽ اُدڪ رامپت وٽ رهي
ڪري، سندن آچار ويچار جو نيڪ طرح پالن ڪري،
بوڌيستو اهو ڪم ڪيو هوندو. پر جيڪي حاصل ٿيس
تنهن تي سنتوش نه ٿيس ۽ پرسڌ شرمڻ نيتائن جو
تتوگيان حاصل ڪرڻ لاءِ هو راجگرهه ويو. انهن سڀني
سمپردائن (پنٿن) ۾ لوري ڪي گهڻي تپسيا ڏسي ڪري
کيس ائين لڳو ته مونکي به اهڙي ئي تپسيا ڪرڻ گهرجي.
انهيڪري ست جي آخرين گاٿا ۾ چوي ٿو ته، ”هاڻي
آءٌ تپسيا لاءِ وڃان ٿو.“ سو چوڻ جي ضرورت ئي
ڪانهي ته سک پوڄڻ ماڻڻ کان سندس من ڀڄي ٿي مري
ويو هو. انهيڪري مگڌ جي راجا کيس عهدو ٿي ڏنو
سو کيس پسند نه آيو.

## اُروُويلا ۾ وڃڻ (उरुवेला)

راجگرهه کان بوڌيستو اُروُويلا ويو ۽ تپسيا ڪرڻ

خبر ڏني ته:-

(١٢) ”هي مهاراج، اهو يڪشو پانڊو پربت جي پورب پاسي، چيتي وانگر، شير وانگر، سانَ وانگر آسن لي وينو آهي.“

(١٣) دُت جا اهي وچن ٻڌندي ئي اهو ڪتري [راجا] هڪ عمدي واهن ۾ ويهي ڪري جلدئي پانڊو پهاڙ ڏي روانو ٿيو.

(١٤) جيسين واهن هلي سگهيو تيسين وڃي ڪري هي ڪتري واهن مان لهي، ڪري پيرين پنڌ [بوڌيستووت] وٽ سندس پاسي ڪان وينو.

(١٥) وٽس ويهي ڪري راجا ڪانئس چڱيلائي وغيره بابت پڇا ڪئي، سو پڇي ڪري ڪيس هن ريت چيائين.

(١٦) تون جوان ۽ تازو توانو آهين. منش جي ڀرپور منزل تي آهين. تنهنجي سوڀيا، ڪلين ڪتريءَ جهڙي، بي حد موهيندڙ آهي.

(١٧) ”تون ته هاٿين جي ٽولي ساڻ وٺي ڪري منهنجي سينا جو شان وڌاءِ. اڄ ته توکي آءٌ ڌن ڏيان، سو تون ماڻ. هاڻي مونکي ٻڌاءِ ته تنهنجي جاتي ڪهڙي آهي؟“

(١٨) ”هي راجا، هتان سڌو وينديءَ، هماليه پربت جي ترائي ۾ ڌن ۽ ويرتا سان ڀرپور هڪ ديس آهي، جو هاڻي ڪوشل راڄ ۾ ملي ويو آهي.

(١٩) انهن (مهاڄنن) جو گوتر آدتيه آهي ۽ سندن

سچڪ - ”ھي گوتم، انھيءَ ڪانيءَ مان آڪ جون ڦڪگون نڪرن سو محال آھي، ڇو جو اھا ڪاني آلي آھي. انويءَ شخص جو ٻورھيو برباد ٿيندو ۽ رڳو پنھنجو ڳگھر ڪيندو.“

ڀڳوان - ”اھڙيءَ طرح، ھي آگويسن، جو شرامڻ ۽ براھمڻ، سڀڙو يا من ۾ ڪام ڀوڳ کان نوليپ نہ ٿيو آھي ۽ جنھن جون ڪامنائون شانت نہ ٿيون آھن سو ڀلي ڪٽي ڪيترا ۾ ڪشت سھي تڏھن بہ ھن کي گيان جي دوشتي ۽ اتم پرڪار جو ٻوڌ پراپت نہ ٿيندو. ھي آگويسن، مونکي ھڪ ٻي بہ مشابھت سجھي ٿي، تہ آلي ڪاني پاڻيءَ کان ٻري پيئي آھي ۽ ڪو شخص ڪانيءَ جو ٻيو ٽڪر گھي ڪري ان مان آڪ پيدا ڪرڻ چاھي، تہ ڀائين تو انھن مان آڪ نڪرندي؟“

سچڪ - ”ھي گوتم نہ نڪرندي، سندس ٻورھيو اجايو ٿيندو. رڳو تڪليف نصيب ٿيندس، ڇو جو ڪاني آلي آھي.“

ڀڳوان - انھيءَ پرڪار، ھي آگويسن، جو شرمڻ ۽ براھمڻ ڪام ڀوڳ ڇڏي ڪري، سڀڙو ۽ من سان نوليپ رھي ٿو، پر جنھن جي من جون ڪامنائون شانت نہ ٿيون آھن، سو چاھي ڪيترا بہ ڪشت سھي تہ بہ ھن کي گيان جي دوشتي ۽ اتم پرڪار جو ٻوڌ پراپت نہ ٿيندو. ھي آگويسن مونکي ھڪ ٽئين اپما (مشابھت) بہ سجھي ٿي. ڪا سڪل ڪاني پاڻيءَ کان ٻري پيئي آھي ۽ ڪو

لاءِ اهو استان پسند ڪيائين. انهيءَ جو ورنن آرياپريسن سُتُ (अरियमरियेसन सुत्र) ۾ ملي ٿو.

ڀڳوان چوي ٿو ته، "هي ڀڪشوئو، جڳه ۾ منگلڪاري جا آهي، سا جاڻڻ لاءِ هڪ نهايت عمدو، شانتيءَ وارو، سنو استان ڳوليندي ڳوليندي جاترا ڪندي اُروويلا ۾ سيناني‌نگم (सेनानीगाम) اچي پهتس. اُتي هڪ سندر استان ڏٺم. منجهس سهڻو بن هو ۽ ندي به ڏيمي ڏيمي وهي ٿي. نديءَ جي ٻنهي پاسي اچي ريتيءَ جو ميدان هو. ميدان جي ليٽ به سول ۽ بلڪل وڻندڙ هئي. بن جي چارو طرف ٻکيا وٺڻ لاءِ ڳوٺڙا هوا. اها سندر ڀومي، هڪ ڪُلين منش جي تپسيا لاءِ، مونکي نيڪ لڳي. سو مون هت رهي تپسيا ڪئي."

ڪيترن هنڌ لکيل آهي ته راجگرهه جي چارون طرف پهاڙن ۾ نرگرنٿ (جين) ۽ ٻيا شرمڻ تپسيائون ڪندا هوا. پر بوڌيستو کي تپسيا لاءِ هي سڀ پهاڙ پسند نه آيا. اُروويلا جا سندر پٽ وڻيا. تنهن مان ڏسجي ٿو ته قدرت جي سونهن کيس ڪيتري نه پياري هئي.

## ٽي مشابهتون

تپسيا ڪرڻ کان اڳ بوڌيستو کي ٽي مشابهتون سجهي آيون. انهن جو بيان "مهاسچڪ سُتُ" ۾ ڪيل آهي. ٻڌ چوي ٿو ته، "هي اگويسن، آلي ڪاٺيءَ جو ٽڪر پاڻيءَ ۾ پيو هجي ۽ ڪو شخص اها ٻاهر ڪڍي ٻي ڪاٺيءَ سان گهي ته ٻون سمجهين ٿو ته انهيءَ مان آگ جا اُلا نڪرندا؟"

## هٺ يوگ (हठ योग)

جيستوڻيڪ ٻوڌيستو کي اهي مشابهتون تنهن وقت سجهي آيون، تڏهن ٻه انهيءَ سمي جي ريت موجب سخت تپسيائون ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. شروع ۾ هن هٺ يوگ تي زور ڏنو. ٻڌ ڀڳوان سچڪ کي چوي ٿو ته، ”هي اگويسن، جڏهن ڏند ڏندن تي جمائي ۽ جيب تارونءَ ۾ لڳائي، پنهنجي چت کي قابو ڪندو هوس، تڏهن منهنجي ڪڇن مان پگهر جون لاٽون وهنديون هيون. جنهن نموني ڪو ٻلوان پرش هڪ نربل منش جي مستڪ يا ڪنڌ کي جهلي ڪري دٻائي ٿو، تنهن نموني آءٌ پنهنجو چت دٻائيندو هوس. هي اگويسن ساهه کڻڻ (پراڻ) ۽ ساهه ڪيڻ (اپان) کي روڪي آءٌ ڌيان ڪرڻ لڳس. تڏهن پنهنجي ڪنن مان ساهه نڪرڻ جا آواز ٻڌڻ لڳس. جيئن لوهر جي ڌمڻي ڌون ڌون ڪندي آهي، تيئن منهنجي ڪنن مان ڌون ڌون جا آواز نڪرڻ لڳا. پوءِ ٻه هي اگويسن، پراڻ اپان ۽ ڪن دٻائي ڪري، آءٌ ڌيان ڪرڻ لڳس. تڏهن مونکي ائين لڳو ڄڻ ڪو تيز تلوار سان منهنجو مستڪ ڪپي ڪوري رهيو آهي. تڏهن ٻه ڌيان کي ٻه قدم اڳتي وڌايم ۽ لڳم ته ڄڻ مستڪ کي ڪو چمڙي جي پٽي سان ڪشي ٻڌي رهيو آهي. پوءِ ٻه ڌيان کي اڳيرو ڪيم، جنهن ڪري پيٽ ۾ پيچ ۽ سور پوڻ لڳا. ڄاڻيم ته جنهن طرح ڪاسائي هڪ ڪاتيءَ سان ڳانءِ جو پيٽ ڪپيندو ۽ ڪوريندو آهي، انهيءَ طرح

شخص ٻہ ڪاٺيون گھي ڪري آگ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، تہ ھو آگ پيدا ڪري سگھندو يا نہ؟“

سُڀڪ - ”ھائو، ھي گؤتم، سو آگ پيدا ڪري سگھندو، ڇو جو اھا ڪاٺي ٻنھہ سڪل آھي ۽ پاڻيءَ ۾ پيل نہ آھي.“

ڀڳوان - ”انھيءَ طرح، ھي اگويسن، جو براھمڻ ۽ شرمڻ ڪايا ۽ چت سان ڪام ڀوڳ ڪان ڀري رھي ٿو ۽ جنھن جي من جا ڪام وڪار ٻنھہ ناس ٿي چڪا آھن، سو پنھنجي سر ۾ ڪي ڪشٽ ڏي يا نہ ڏي، تہ اُن لاءِ گيان جي درشتي ۽ اتم ٻوڌ جي پراپتي ٿيڻ ممڪن آھي.“

اھي ٽي اُپمائون (مشابھتون) ٻوڌيستو کي تپسيائون آرنڀ ڪرڻ وقت سجھي آيون. جيڪي شرمڻ ۽ براھمڻ يگيہ وغيره ۾ سنتوش پائين ٿا، سي اھڙن موقعن تي تپسيائون ڪري سر ۾ کي ڪاشٽائون ڏين، تڏھن بہ کين ٻنو - ٻوڌ نصيب نٿو ٿئي. پيا شرامڻ براھمڻ يگيہ وغيره جو مارگ ڇڏي ڪري جھنگلن ۾ وڃي وينا، پر جيڪڏھن سندن انتھڪرڻ مان ڪام وڪار ناس نہ ٿيا آھن، تہ بہ سندن تپسيائن جو ڪو ڦل نہ نڪرڻ وارو آھي. آلي ڪاٺيءَ تي ٻي ڪاٺي گھي ڪري آگ پيدا ڪرڻ وانگر، سندن سڀ جتن اجايا ٿيندا. پر جو شخص ڪام ڀوڳ ڪان دور رھي ڪري، من جي ڪام وڪارن کي پوريءَ طرح چت ڪري ٿو تہ ھو ديھہ کي تڪليف ڏيڻ بنا ٻنو ٻوڌ پراپت ڪري سگھندو.

ٽڪلين جي ماڻها وانگر منهنجي پٺيءَ جو ڪنڊو ڏسڻ ۾ ايندو هو. پيگل پانڊي جي ڇت جي ٻاين وانگر، منهنجي پاسريءَ جا ڪنڊا هيٺ مٿي ٿي ويا. اونهي کوھ اندر جيئن تارن جو ٻاچو ڏسڻ ۾ اچي تيئن منهنجون اکيون کڏن اندر ڏسڻ ۾ ايندڙيون هيون. ڪچي ڪدوءَ کي ڪپي سج ۾ رکڻ سان جيئن هو سڪي وڃي ٿو، تيئن منهنجي مٿي جي چمڙي سڪي ويئي. مان پيٽ تي هٿ گهمائيندو هوس ته پٺيءَ جو ڪنڊو هٿ کي لڳندو هو ۽ پٺيءَ جي ڪنڊي تي هٿ گهمائيندو هوس ته پيٽ جي چمڙي هٿ ۾ ايندي هئي، پٺيءَ جي ڪنڊي جي اها دشا ٿي هئي. پائخاني يا پيشاب لاءِ ويندو هوس ته اتي ئي ڪري رهندو هوس. مٿي تي هٿ گهمائڻ سان مٿي جا ڪمزور وار پاڙمرادو پٽ ٿي ڇڻي پوندا هوا.“

## دليل بازيءَ ۾ چترائي

ڪيترن هنڌ لکيل آهي ته ٻوڌيستو ڇهه سارا ست سال تپسيا ڪئي. انهن ستن سالن اندر خاص طور ديهه کي سختيون ڏنائين، ۽ سنڌس من ۾ پيا ويچار نه ايندا هوا، سو نه هو. مٿي ڏنل ٽن اپمائن (مشابهتن) مان پڌرو آهي ته هو سمجهي ويو هو ته ڪامنائن ٻوريءَ طرح ناس ڪرڻ بنا تانا ٻڪارن جون ديهه کي سختيون ڏيڻ مان ڪوبه ڪڙ ٽيل نه نڪرڻ وارو آهي. ٻر پيا ۽ ڪيترا سنا ويچار سنڌس من ۾ پيا ايندا هوا. سو ڪيترن

منهنجو پيٽ ٻه ڪو ڪٻي ڪوري رهيو آهي. سو سڀ ٿيندي منهنجو اتساهه قائم رهيو، سمرتي قائم رهي، پر سرير ڪمزور ٿيندو ويو. پر ٻوءِ اهي ڪشٽ ۽ سور منهنجي چت کي چوري موڙي نه سگهيا."

تنهن آڏياءَ پر، جي نانا پرڪارن جون تپسيائون شرمڻ ڪندا هوا، سي اسين ڏيئي چڪا آهيون. تنهن هوندي به اسانکي قبول ڪرڻو ٿو پوي ته متي ڏنيڪاريل هٺ يوڳ جو ابياس ڪندڙ تپسوي هوندا هوا. جي نه هجن ها ته پوڌيستو ٻه اهڙين تپسيائن جو ابياس شروع نه ڪري ها.

## گهٽ کاڌو (اُپوشڻ)

انهيءَ طرح هٺ يوڳ جو ابياس ڪندي جڏهن سمجهيائين ته هن ۾ ڪجهه سار نه آهي تڏهن هن ٿورو کائڻ شروع ڪيو. اَن-جل بنهه ڇڏي ڏيڻ سو ڪيس ٺيڪ نه لڳو، پر بلڪل آلپ (ٿورڙو) ڀوڄن ڪرڻ لڳو. ڀڳوان سڳڪي چوي ٿو ته، "هي اگويسن، مان ٿورو ٿورو کائڻ لڳس. آءُ مڱن جو ڪاڙهو (سوُپ)، ڪلٿيءَ (هڪ قسم جو سادو اَن) جو ڪاڙهو، مٽرن جو ڪاڙهو، ڇڻن جو ڪاڙهو پيئي ڪري گذران ڪندو هوس. سو ٻه بلڪل ٿورڙو هئڻ ڪري منهنجو بدن نهايت پتلو ٿي ويو. آسيتڪ ولي يا ڪال ولي (ٻوٽن) جي ڳنڍين ڳوڙهن وانگر منهنجي عضون جا سنڌ پيا ڏسڻ ۾ ايندا هوا. اٺ جي پير وانگر منهنجي ڪمر ٿي ويئي. سٺ ڪتڻ جي

ٿيندا ۽ ڪيس ڏنل پڙهو ٿيندو، انهي نموني مون سمجهي ورتو ته ڪام، ڌويش، وهنسا (ايذاءُ رسائڻ) وغيره من جا ٻچڙا وچار پيدائڪ آهن.

"تنهن وقت مان نهايت ساوڌاني ۽ آتساهه سان وهندو هوس، جڏهن نشڪام، متوتا، اهنسا، انهن ٽن دليلن مان ڪو دليل منهنجي من ۾ اڀري ٿيندو هو ته سوچيندو هوس ته اهو عمدو دليل من ۾ پيدا ٿيو آهي، اهو دليل موکي، يا ٻين کي يا سيني کي دک ڏيڻ وارو نه آهي، اهو ته گيان (प्रज्ञा) وڌائڻ وارو آهي ۽ نرواڻ تائين پهچائڻ وارو آهي. سڀ ساري راتيون يا ڏينهن انهي جو وچار ڪجي ته به انهي مان ڪو ڀؤ نه آهي. پر وڌيڪ وقت وچار ڪرڻ سان منهنجي ديهه ٿڪجي پوندي، جنهن ڪري منهنجو چت تر نه ٿي سگهندو ۽ جو چت استر نه آهي سو سماڌي ڪيئن پراپت ڪري سگهندو؟ انهي ڪري (توري دير تائين) مان پنهنجو چت آندر ۾ ئي ٿانئينڪو ڪندو هوس...... گرم موسم جي پوين ڏينهن ۾، جڏهن ماڻهو پنهنجا فصل لاهي پنهنجي گهر کڻي ويندا آهن، تڏهن ڪو چرواهو (ڌنار) ڍورن کي ڪولي ڇڏيندي به، وڻ هيٺان يا ميدان ۾ هوندي، ڍورن کي پنهنجي نظر مان نٿو ڪڍي؛ انهيطرح نشڪام وغيره عمدن وچارن ۽ دليلن جي اُتپتيءَ تي مان ايترو ياد رکندو هوس ته اهو عمدو ڌرم آهي (يعني ته دليلن کي روڪڻ جي نه ڪندو هوس).

شتن ۾ آيل آهي. انهن ويچارن مان ڪي اسين هت مختصر طور ڏيون ٿا.

”مجهم نڪايه“ جي ڊويڌاوتڪ ست द्वेधावितक्क सुत्त ۾ ڀڳوان چوي ٿو ته، ”هي ڀڪشوئو، ٻڌ ٿيڻ پراپت ڪرڻ کان اڳ، جڏهن آءٌ ٻوڌ يستو هوس تڏهن منهنجي من ۾ اهو ويچار آيو ته وترڪن (دليلن) جا ٻه حصا ڪيا وڃن. انهي موجب ڪام جا دليل (وشيه وترڪ)، دئيش ڀاو جا دليل (وياپاد وترڪ)، ٻاڻ يا ٻين کي ايذاءُ پهچائڻ جا دليل (وهمسا وترڪ)، انهن ٽن دليلن جو مون هڪ ڌار حصو ڪيو. ايڪانتواس جا دليل، متر تا جا دليل ايذاءُ نه ڏيڻ جا دليل- انهن ٽن دليلن جو ٻيو حصو بنايم. انهي ڪانپوءِ نهايت ساوڌاني ۽ هوشياريءَ سان رهندي ٻه پهرين ٽن دليلن مان ڪو دليل من ۾ اڀرڻ ٿيندو هو، تنهن وقت سوچيندو هوس ته ”هيءُ دليل منهنجي من ۾ پيدا ٿيو آهي، اهو منهنجي دک، يا ٻئي جي دک، يا اسان ٻنهي جي دک جو ڪارڻ ٿيندو، گيان جي آڏو ايندو، ۽ نرواڻ تائين نه پهچائيندو. اهو ويچار ڪندي اهڙو دليل منهنجي من مان هٽي ويندو هو.

”هي ڀڪشوئو، شرد موسم ۾ جڏهن جتي ڪٿي فصل پچي تيار ٿي ويندو آهي، تڏهن ڌراهو ڏاڍي خبرداريءَ سان پنهنجن جانورن جي سنڀال ڪندو آهي ۽ لٺ سان ماري به انهن کي ٻنيءَ کان دور وٺي ويندو آهي. ڇو جو ڄاڻي ٿو ته ائين نه ڪندس ته ڍور ٻنيءَ ۾ گهڙي

مان انهن سڀني مان هڪ آهيان جن جا ڪرم ۽ آجيوڪا شد هوا، تڏهن بہ واس ۾ مونکي بي حد بي ڊپائي محسوس ٿي.

”هي براهمڻ، جو شرمڻ لوڪ، ٻيڙي چت جو، آلسي، شڪ ۽ ڀرم سان ڀريل بہ ۾ رهي ٿو، سو انهن ڪوشش ڪري ڇڻ ڀو ڀولي کي ٽينڊ ڏئي ٿو. پر منهنجو چت ڪام وڪارن کان نرليپ هو، ڊويش ڀاو کان مڪت هو (آرتاعت سيدي ٻراٽين لاءِ من ۾ متر ٿا هيم)، منهنجو من اتساهہ سان ڀريل ٿائينڪو ۽ شڪن بنا هو. جڏهن ڏٺم تہ اهڙن گڻن سان گڏوان جي سڀڻ بہ ۾ رهن ٿا تہ مان آءٌ هڪ هوس، تہ بہ واس ۾ مونکي بي حد بي ڊپائي محسوس ٿي.

”هي براهمڻ، جي شرمڻ پنهنجي ساک ۽ ٻين جي نندا ڪن ٿا، ڊربوڪ ٿين ٿا، مان شان جي لچا رکي ڪري بہ ۾ وسن ٿا... مطلب تہ منہ ٻڌيءَ جا ٿين ٿا، سي انهن ڪوشش ڪري ڀو ڀولي کي ٽينڊ ڏين ٿا پر مون ۾ اهي ڊرگڻ نہ هوا، مان نہ پنهنجي ساک يا ٻئي جي نندا چاهيندو هوس، مان ڪاتر نہ هوس، مونکي مان شان جو چاهہ نہ هو... مان گيان وان هوس. جڏهن مون ڏٺو تہ جي سڀڻ انهن گڻن سان ڀرپور ٿي ڪري بہ ۾ واسو ڪن ٿا تن مان آءٌ بہ هڪ آهيان، تہ بہ ۾ مونکي بي حد بي ڊپائي محسوس ٿي.

## بي ڊپائي

عمدن ويچارن جي سهائتا سان ڀڄڻ ويچارن تي ضابطو رکجي تڏهن ٻه ڏوهي پُرش جي من ۾ جيسين ٽائين نرڀيتا (بي ڊپائي) اُتپن نه ٿي آهي تيسين گيان پراپت ٿيڻ ناشدن آهي. ڏاڙيل يا جوڌا پنهنجن دشمنن کي همت سان ڪاهي پوندا آهن، پر انهن ۾ بي ڊپائي ٿوري هوندي آهي. هو شسترن (هٿيارن) سان ڪٺي ڪيترو ٻه جهنجهيل هجن، پر دل ۾ ڊپ ڪندا آهن. ڪين اونو رهندو آهي ته ڪير ڄاڻي ڪڏهن اسانجو دشمن اسان مٿان اچي ڪڙڪندو. انهيڪري سڌن بي ڊپائي سورنهن آنا سچي نه هوندي آهي. پر ٻوڌ يستو اها نرڀيتا ڪيئن پراپت ڪجي سو هيٺئين مثال مان پڌرو ٿيندو.

ٻڌ ڀڳوان جانو شروڻي (जानु श्रोणी) براهمڻ کي چوي ٿو ته، ”هي براهمڻ، جڏهن اڃا ٻڌپڻو پراپت نه ڪيو هوم؛ آءٌ فقط ٻوڌ يستو هوس، تڏهن مونکي ائين لڳو ته شرمڻ يا براهمڻ شڌ ڪرم نه ڪري ٻن ۾ رهي ٿو سو انهي ڏوش ڪري ڄڻ پڙ کي نيند ڏئي ٿو. پر منهنجا ڪرم شڌ هوا؛ جڏهن ڏٺم ته شڌ ڪرم ڪندڙ سڄڻ (آريه) جي ٻن ۾ رهن ٿا تن ۾ مان ٻه هڪ هوس تڏهن ٻنواس ۾ مونکي بي انت نرڀيتا جو انڀو ٿيو. ٻيا ڪئين شرمڻ يا براهمڻ واچا جا اُشڌ ڪرم ڪن ٿا، من جا اشڌ ڪرم ڪن ٿا، اشڌ آجيوڪا ڪري ٻن ۾ رهن ٿا. پر منهنجي من، واچا ۽ ڪايا جا ڪرم شڌ هو. جڏهن مون ڏٺو ته

اهو پڻ من ۾ ايندو هو ته آءٌ نه آئي وهندو هوس، نه کڙو
تيندو يا هلندو هوس. بستري تي ليٽي ئي کيس ننڊ
کندو هوس.

## راج يوگ

اٿين نه آهي ته بوڌيستو پنهنجو سارو وقت فقط هٺ
يوگ ۽ تپسيائن ۾ گذاريندو هو. اٿين ڪرڻ ته ڪنهن به
تپسويءَ لاءِ ممڪن نه هو. وچ وچ ۾ هن کي سنڌو اَن
۾ ڪاٽو پوندو هو. ٻو سريو ۾ جان ئي سگهه ايندي هيس
ته وري ڪاڏو گهٽ ڪري ڏيهه کي سختيون ڏيندو
هو. سچا سارا ست سال بوڌيستو خاص ڪري تپسيائن
۾ لڳو رهيو، پر تڏهن به شڪ نه آهي ته وچ وچ ۾ سنڌو
پوڄن ڪاٽيندو هو ۽ شانت سماڌيءَ جو به آنيو ڪندو هو.
هٺ ڇڏي ڪري هو "آناپان سمرتي سماڌيءَ" (هڪ
پرڪار جي سماڌي) جي ڀاونا ڪيئن ڪندو هو، تنهن
بابت ڀڳوان ٻڌ "آناپان سنيمت" جي ڀوڻين وڳ جي
اٿين ست ۾ ٻڌائي ٿو.

ڀڳوان چوي ٿو ته، "هي ڀڪشوئو، آناپان سمرتي
سماڌيءَ جي ڀاونا ڪرڻ سان ڏاڍو لاڀ ٿئي ٿو. ڪهڙي
نموني اَن جي ڀاونا ڪرڻ سان وڏو لاڀ ٿئي ٿو؟ ڪو
ڀڪشو بن ۾ وڻ هيٺان يا ٻئي ڪنهن ايڪانت استان
تي آسن ٻڌي ويهي ٿو. جڏهن هو ڊگهو ساهه کڻي ٿو
تڏهن هو سمجهي ٿو ته آءٌ ڊگهو ساهه کڻي رهيو آهيان.
جڏهن هو ڊگهو ساهه ڇڏي ٿو تڏهن هو سمجهي

”هي ٻراهمڻ، چتردشي، پورنما، اماواسيا ۽ اشٽمي* جون راتيون (ڏپ لاءِ) پرسنڌ آهن. انهن راتين جو جن ٻڪيچن ۾، جهنگلن ۾، وڻن هيٺ ماڻهو ديوتائن لاءِ ٻليدان چاڙهيندا آهن، يا جي استان بلڪل ڀوائتا سمجها ويندا آهن، اتي آءٌ وڃي اڪيلو رهندو هوس. سو انهيءَ ڪري تہ آءٌ ڏسان تہ ڀؤ ڇا ٿيندو آهي. اهڙن استانن ۾ رهڻ وقت ڪو هرڻ ڊوڙي هوڏانهن ويو، ڪو مور سڪل ڏانڊي ڪيرائيندو هو، يا وڻ جا پن هوا ۾ جهلندا هوا، تہ آءٌ ڀانئيندو هوس تہ اهو ئي ڀؤ ڀيڙو آهي. پاڻکي چندو هوس تہ ”ڀؤ ڇا آهي سو سمجهڻ جي اڇا سان مان هت آيو آهيان. تنهنڪري هن ئي حالت ۾ اهو ناس ڪرڻ کپي.“ هلندي چلندي من ۾ ڀؤ ٿيندو هوم تہ هلندي وقت انهيءَ کي ناس ڪندو هوس. جيسين تائين اهو ناس نہ ٿيندو هو تيسين تائين نہ پاڻ جهليندو هوس، نہ وهندو ۽ نہ بستري تي ليٽندو هوس. جي اهو ڀؤ ڀيڙو بيٺي بيٺي من ۾ ايندو هوم، تہ بيٺي ئي سندس ناس ڪندو هوس. جيسين تائين اهو ناس نہ ٿيندو هو تيسين تائين نہ پاڻ جهليندو هوس، نہ وهندو ۽ نہ بستري تي ليٽندو هوس. جي اهو ڀؤ ويٺي ويٺي من ۾ ايندو هو تہ آءٌ نہ سمهندو هوس، نہ ڪڙو ٿيندو يا هلندو هوس. جي ليٽندي وقت

*چنڊ جي چوڏهين رات (۲) پورڻما- چنڊ جي پندرهين رات (۳) اماواسيا- اونده جي پوئين رات (۴) اشٽمي- اونداهي اٺين رات

انهي سمرن موجب مون سمجهو تہ اهو ئي گيان جو مارگ هوندو. پوءِ منهنجي من ۾ وري هي ويچار آيو تہ جيڪي سک آرام ماڻڻ بنا ۽ سٺن ويچارن سان پراپت ٿئي ٿو، تنهن سک کان آءٌ ڇو ڀڄان؟ پوءِ مون فيصلو ڪيو تہ انهي* سک کان آءٌ نہ ڀڄندس. پر سو سک بنهہ ڏٻري سريرسان نہ ملڻ وارو هو. انهيءَ ڪري ٿورو ٿورو کاڌو کائڻ لڳس. تنهن وقت پنج ڀڪشو منهنجي شيوا ڪري رهيا هوا، ڇو جو هنن سمجهو تہ جنهن ڌرم جو ٻوڌ مونکي پراپت ٿيندو سو سوجهرو کين بہ ڏيندس. پر جڏهن آءٌ اَن کائڻ لڳس تڏهن هنن سمجهو تہ، ”هي گوتم تپسيا کان ڀرشٽ ٿي ڪري کائڻ پيئڻ ڏي لڙيو آهي. سو پنج ئي ڀڪشو مونکان منهن موڙي مونکي ڇڏي هليا ويا.“

پر تڏهن بہ ٻوڌيستو جو نشچو اٽل رهيو. سندس من ۾ پڪو وشواس هو تہ تپسيا جي وات ڇڏي ڪري سڌي سنواٽي ڏيان مارگ تي ئي تتو-ٻوڌ پراپت ڪرڻ گهرجي.

## مار سان جڌ

تنهن مهل ٻوڌيستو جي ’مار‘* سان جڌ ٿي، سو قصو ”ٻڌ چرت“ جي ڪوتائن ۾ ۽ ٻين گرنٿن ۾ اچي ٿو. سا جڌ ڪيئن پيدا ٿي سو ”ست نپات“ جي پدان ست

* ٻڌ ڌرم ۾ هرڪا ٿيندڙ ۽ ڦسلائيندڙ ديوتا- ٻڌ ڌرم جو شيطان

تہ تہ آءٌ ٻڍھو ساھہ ڇڏي رھيو آھيان، جڏھن ھو نديءَ ساھہ ڪٽي ٿو ... وغيرہ.* ھن ريت آنا پان سمرتي سماڌيءَ جي پاونا رکڻ سان ڏاڍو لاڀ ٿئي ٿو. ھي ڀڪشوئن، ٻڌ پڻ پراپت ڪرڻ کان اڳ، ٻوڌيستو جي اوستا ۾ رھندي وقت آءٌ بہ اھا پاونا من ۾ رکندو ھوس. انھيءَ ڪري منھنجي سريرؔ ۽ اکين کي تڪليف نہ ٿيندي ھئي ۽ منھنجو چت پاپ جي وڪارن کان دور رھندو ھو."

تنھن مان پڌرو آھي تہ ٻوڌيستو ھميشہ ھٺ يوڳ نہ پيو ڪندو ھو. وچ وچ ۾ ھو شانت راج يوڳ جو بہ اڀياس ڪندو ھو ۽ انھيءَ مان کيس شانتي ملندي ھئي.

## ڏيان مارگ جو سھارو

ھن ريت اُلپ پوڄن ونندي، ھٺ يوڳ ۽ راج يوڳ جا اُنيڙ ونندي، آخر ۾ ٻوڌيستو جي مَن اوچتو اھو فيصلو ڪيو تہ ھي تپسيائون بلڪل بيڪار آھن. انھن بنا بہ مڪتي حاصل ٿي سگھي ٿي. سو تپسيائون ڇڏي ڪري ھن ٻوريءَ طرح ڏيان مارگ جو سھارو وٺي ورتو. سو ڪيئن ٿيو تنھنجو ورنن ٿوري ۾ "مھاسچڪ ست" ۾ ڏنل آھي.

ڀڳوان سچڪ کي چوي ٿو تہ، "ھي اگويسن، جڏھن منھنجي پتا جي ٻنيءَ ۾ ڪم پيو ٿيندو ھو، تڏھن جمبو جھاڙ جي سيتل ڇانوَ ھيٺان ويھي ڪري پرٿم (پھريون) ڏيان مون پراپت ڪري ورتو ھو. سو مونکي ياد آيو ۽

*وڌيڪ ڄاڻ لاءِ ڏسو 'سماڌي مارگ' صفحو ٣٨-۴٨

(۹) هيءَ هوا نديءَ جي وهڪ کي ٻه سڪالي سگهي ٿي ۽ ٻر جنهن ٻنهنجي مقصد لي چت چنبڙايو آهي تنهنجو وس نه سڪائي سگهندي.

(۱۰) ٻر جي منهنجي لي ڪشالن ڪري منهنجو رت سڪي ويو ته انهيءَ سوڌو منهنجا چت چور وڪار ٻه سڪي نوٽه ٿي ويندا. سچ پچ ته ماس گهرندي ٻه منهنجو چت وڌيڪ پرسن ٿيندو وڃي ٿو ۽ منهنجي سمرتي، ٻڌي ۽ سماڌي روز ٻروز ڏور وٺندا وڃن ٿا.

(۱۱) هن ٻوڪاو جي جيون ڪري اُتم سک جو لاڀ ٿئي ٿو ۽ منهنجو چت ڪام ڀوڳ ڏي نٿو وڃي. اها منهنجي آتم شڌي تون اکيين ڏس.

(۱۲) (هي مار) تنهنجي سينا جو ڪام ڀوڳ ٻهريون، چت جو پتڪڙ ٻيو، بک ۽ پياس ٽيون ۽ ترشنا چوٿون سپاهي آهي.

(۱۳) پنجون آلس، ڇهون ڊپ، ستون اجايو شڪ، اُٺون ايمان.

(۱۴) لاڀ، ستڪار، پوڄا نائون سپاهي ۽ سڪٽو ٺاماچار ڏهون سپاهي. انهن ڪري انسان ٻنهنجي ساک ۽ ٻين جي ننڌا ڪري ٿو.

(۱۵) هي ڪارا ڏليت ماڻهن تي حملي ڪرڻ لاءِ هيءَ تنهنجي سينا سنيو پل آهي. ڪائر انسان انهن کي جيتي نٿو سگهي، ٻر جو انهن کي جيتي ٿو سو سک پائي ٿو.

(۱٦) آءٌ ٻنهنجي مٿي تي منج جو گاهه ٻڌي ڪري

۾ ڏنل آهي. انهيءَ سٽ جو ترجمو هيٺ ڏنو وڃي ٿو.

(١) نرنجن نديءَ جي ڪناري، تپسيا جو آرنڀ ڪري، نرواڻ پراپت ڪرڻ لاءِ وڏي اتساهه سان آءٌ ڌيان ڪري رهيو هوس ته.

(٢) ڏڪندي آواز سان مار مون وٽ آيو ۽ چيائين ته تون ڏٻرو سڪي ويو آهين؛ تنهنجي چهري جو رنگ لهي ويو آهي؛ موت اچي در تي بيٺو آهي.

(٣) هزار ڀاڱن تون مري چڪو آهين ؛ باقي هڪ ڀاڱي جيئرو رهيو آهين. ڀو ڀلارا تون سدا جيئرو رهه. جيئڻ ڀلو آهي. جيئرو هوندين ته ڀلي جا ڪارج ڪري سگهندين.

(٤) برهمچاري جو پالن ڪندين، اگني هوتر جي پوڄا ڪندين ته ڏاڍو پن ڪٽيندين. مگر نرواڻ لاءِ هيڏا ڪشالا ڇا لاءِ ڪري رهيو آهين؟

(٥) نرواڻ جو مارگ نهايت ڪٺن آهي، اڻانگو آهي. سي واڪيه چئي ڪري مار ٻڌ جي پير ۾ وڃي بيٺو.

(٦) تڏهن ڀڳوان چيس ته، "غافلن جا يار، هي پاپي، (آءٌ سمجهانٿو) ته تون هت ڇو آيو آهين.

(٧) تو واري پن جي مونکي ڪابه درڪار ڪانهي، جنهنکي هجي تنهن اڳيان وڃي اهي مرليون وڄاءِ.

(٨) مون ۾ شردا آهي، ويرج آهي، گيان آهي. هن ريت جڏهن آءٌ پنهنجي مقصد تي هڪ ٽڪو بيٺو آهيان تڏهن ڇو مونکي جيئڻ لاءِ ريجهي رهيو آهين؟

ويندا جتي شوڪ نتو ٿئي.

(٢٢) (مار چيو...) ست سال آءٌ ڀڳوان جي پٺيان ڦريس، ٻر سمرتي واري ٻڌ جي ذره جو ٻرزو به هٿ نه آيم.

(٢٣) هت ڪا ڪونڌري شيءِ ملندي يم، ڪا مني شيءِ ملنديم انهيءَ آس سان ڪانءُ ڪي چرٻي هڪ چرب رنگي پٿر هٿ آيو.

(٢٤) انين شوڪ ڪندي مار جي ڪڪ مان سندس بين (ويڻا) ڪري پيئي ۽ پوءِ هو انتردڌيان (غائب) ٿي ويو.

هن سٽ جو ترجمو "للت وستر" جي ارڙهين اڌياءَ ۾ آيو آهي. تنهن مان سندس پراچينتا جي سڌ پوي ٿي. مٿي ڏنل "ڀي ڀيرو سٽ" (भय भेरव सुत) جو ٽڪرو پڙهڻ سان هن سادي روپڪ (*Allegory*) جو ارٿ سولائي سان سمجهي ونجي ٿو. مٿس جاتيءَ جي ڪلپنا لاءِ جڏهن ڪو اڳتي قدم کڻي ٿو ته مٿس سڀ کان اڳ مار سينا جو يعني ڪام پوڳ جو حملو ٿئي ٿو. انهي کي روڪي ڪري اڳتي وڌي ٿو ته اهتري ۾ اسنتوش اتپن ٿئي ٿو. تنهن کانپوءِ بک، پياس، وغيره جي سينا سندس سامهون پوي ٿي. انهن سڀني واسنائن ۽ وڪارن کي جيتڻ بنا ڪلپاڪاري تتو جو ساکياتڪار انهو ڪڏهن به نتو پراپت ٿئي. سو ٻڌ مار کي جيتيو، يعني ته سڀني من جي وڪارن تي جيت پراپت ڪيائين.

هيءَ پرتگيا ڪريان* تو تہ جي منهنجي هار ٿي تہ منهنجو جيئڻ اجايو ٿيندو. جنگ ۾ هارائي ٻوءِ جيئڻ تنهن کان مرڻ مون لاءِ بهتر آهي.

(١٧) ڪئين شرمڻ براهمڻ تنهنجي سينا ۾ شامل ٿيا آهن. تنهنڪري منجهن سوجهرو ڪونهي ۽ جنهن مارگ کي ساڌو پرش هلن ٿا سو مارگہ ڪين ڏٺو سجهي.

(١٨) چارون طرف تنهنجي سينا نظر اچي ٿي ۽ پنهنجن سوارن ساڻ لون سنيہو بيٺو آهين. ٻو توسان جنگ جوٽڻ لاءِ آءٌ اڳتي قدم کڻان ٿو، تہ متان مونکي پنهنجي آسن تان لوڏي نہ وجهين.

(١٩) ديوتا ۽ منش تنهنجي سينا جي سامهون بيهي نہ سگهن. پر تنهنجي انهيءَ سينا کي آءٌ پنهنجي گيان ٻڌيءَ سان ائين چور ڪندس، جئين پٿر مٽيءَ جي برتن کي چور چور ڪري.

(٢٠) سنڪلپ کي وس ڪري، سمرتيءَ کي سجاڳ ڪري، انيڪ سٽندڙن (شراوڪن)§ کي اپديش ڪندو آءٌ ديس ديسانتر ويندس.

(٢١) اهي سٽندڙ (شراوڪ) منهنجي اپديش موجب ساوڌان رهي ڪري ۽ پنهنجي مقصد تي محڪم رهي ڪري، تنهنجي اڇا جي خلاف، اهڙي پد تي پهچي

*جنگ ۾ هارائي پٺتي نہ هٽڻ لاءِ منيچ جو ڳاهہ مٿي تي ٻڌي جوڌا پرتگيا ڪندا هوا.
§شروڻ ڪندڙ- ٻڌندڙ- پوئلڳ

۾ نہ آهي. ڇو ته ششانڪ (शशांक) راجا اهو ناس ڪري ڇڏيو. هن وقت ساڳئي هنڌ هڪ ٻيو ٻڌ جو وڻ لڳايل آهي ۽ پير ۾ ٻڌ گيا جو پرسڌ مندر آهي. انهيءَ وڻ هيٺان جڏهن بوڌيستو وهي ويٺو ته وري هڪ پيرو مار مٿس مارو ڪيو، جو پرسنگ للت وستر ۾ آيو آهي. "سنيت نڪاي" جي سنگاتا وڳ ۾ انهن ورتن ڪيل آهي ته ٻڌ کي ڦاسائڻ لاءِ مار پنهنجون ٽي نياڻيون- ترشنا، پتکند رچت ۽ موهہ- وڻ ڏي موڪليون. جاتڪ جي ندان ڪٿا ۾ ته وڏي وستار ۾ هن جو ورنن آيو آهي ته انهيءَ موقع تي مار جي سينا چارون طرف کيئن ٻڌ تي وار ڪري ٿي، مار جي سينا ڏسي ڪري برهما ۽ ٻيا ديوتائون ڀڄي ويو ۽ اڪيلو هڪ بوڌيستو وهي رهي ٿو. پوءِ مار ٻڌ کي چوي ٿو ته "هي استان منهنجو آهي، تون هتان هليو وڃ." انهيءَ استان تي پنهنجو حق ثابت ڪرڻ لاءِ مار پنهنجي فوج جي گواهي ڏئي ٿو. سب ديوتائون ڀڄي ويا هوا، جنهنڪري پگوان ٻڌ جي پاران ڪوبہ گواهي ڏيڻ وارو ڪونہ رهيو هو. تڏهن ٻڌ پنهنجو ساڄو هٿ هيٺ ڪري چوي ٿو، "هيءَ ڌرتي ماتا جي ڌرتي منهنجي ساکي آهي." پوءِ پرٿوي ماتا وراٽ (وڏو) سروپ ڌارڻ ڪري مار سينا کي ڀڄائي ڇڏي ٿي. اهڙيون پراڻيون ڪٿائون جاتڪ آنڪتا ڪار ورنن ڪيون آهن.

چترڪارن ٻڌ ڌرم جي چتر ڪلا ۾ هي پرسنگ نهايت

## سُڄاتا جي ڏنل ڀڪيا

ٻوڌيستو کي سمبوڌ گيان (ٻڌ پڻو) ويساکيءَ جي پورڻما واسي پراپت ٿيو. تنهن ڏينهن ٻپهرن جو سُڄاتا نالي ڪُلين ڪماريءَ کيس هڪ عمدي ڀوڄن جي ڀڪيا ڏني. اهو قصو ”ست پٽڪ“ ۾ ڪن هنڌ ڏنل آهي* اهو پرسنگ ڇڏي ٻي ڪنهن هنڌ سڄاتا جو نالو نٿو ملي. تڏهن به ٻڌن جي ڪلا ۾ سڄاتا کي اتم استان ڏنو ويو آهي ۽ ٻڌ جي درشٽيءَ سان به اهو پرسنگ هميشه لاءِ ياد ڪرڻ جهڙو ٿي پيو. چُند لوهار جي ڀڪيا وٺي ڪري ٻڌ ڀڳوان بيمار ٿي پيو. هو سمجهي ويو ته هن بيماريءَ ڪري منهنجو پرنرواڻ§ ٿيڻ وارو آهي. متان سندس مرتيوءَ ڪانپوءِ لوڪ چند کي ڏوهه نه ڏين انهيڪري ڀڳوان آنند کي سڏي چيو ته ”جنهن ڏينهن مونکي سمبوڌ گيان ٿيو تنهن ڏينهن جي ڀڪيا ۽ اڄوڪي ڀڪيا، مون لاءِ ٻئي سمان آهن. سو تون چند کي سمجهاءِ ۽ آٿت ڏي.“

## ٻوڌي ورڪش هيٺ آسن

سڄاتا جي ڀڪيا وٺي ڪري ٻوڌيستو نيرنڃرا (नैरंजरा) نديءَ جي ڪناري تي ويهي ڀوڄن ڪيو ۽ تنهن رات هڪ پپر جي وڻ هيٺان آسن لڳايائين. اهو پپر هن وقت هستيءَ

* ديهانت، جنهن ڪانپوءِ وري جنم نه وٺبو آهي.

§ ”انگوتر نڪايه“ ايڪڪ نپاتس، ٻُڌ سنگهاچا پرچم صفحه ٢٣٦

چڪيندو رهيو ۽ ”مهاوڳ“ ۾ لکيل آهي ته اوڏي مهل
راتم جي ٽئين پهر ۾ هيٺ لکيل ”پرتيتيه سمتپاد“
(प्रतीत्य समुत्पाद)، سلٽو ۽ پوءِ اُلٽو، سندس من ۾ تري آيو.
پر ”سنيت نڪايه“ جي ٻن سُتن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته
بوڌيستو جي حالت ۾ ئي ”پرتيتيه سمتپاد“ جو سلسلو
ڄاڻي ورتو هوائين.* جيڪي مهاوڳ ۾ لکيل آهي سو هنن
سُتن سان ٺهڪي نٿو اچي. ائين لڳي ٿو ته جڏهن مهاوڳ
لکيو ويو هو تڏهن هن ”پرتيتيه سمتپادن“ جي سلسلي
کي ڏاڍي اهميت ملي چڪي هئي. مهايان پنٿ جي
ناگرُجن جهڙي آچاريه ته هن وچار کي پنهنجي تتو گيان
جو بنياد ڪٽي ٻڌايو.§

## پرتيتيه سمتپاد (प्रतीत्य समुत्पाद)

اِهو پرتيتيه سمتپاد مختصر طور هن ريت آهي:

اوديا مان سنسڪار پيدا ٿين ٿا، سنسڪارن مان
وگيان (سرت)، وگيان مان نام روپ، نام روپ مان ڇهن
اندرين جا ڇهه کيتر، ڇهن کيترن مان سپرش (ڇهڻ)،
سپرش مان ويدنا (اندرين دوارا گيان)، ويدنا مان
ترشنا، ترشنا مان اُپادان (من جو ڇهڻ)، اُپادان مان ڀو
(ٿيڻ)، ڀوُ مان ڄاتي (جنم)، ڄاتيءَ مان جرا، مرڻ، شوڪ،
ورلاپ، ڏک، دل جي سستي، دل جو ٽٽڻ پيدا ٿين ٿا.
پورن وئراڳ سان اوديا ناس ڪري پوءِ سنسڪار

*ندان وڳ سنيت ست ۱۰ ۽ ۶۵ ڏسو
§ڏسو ماڌيه مڪ ڪاريڪا جو مهاڳ

سندرتا سان ڇٽيو آهي. لوڀ، ڌيش، موهه، مد (گهمنڊ)، متسر (حسد) ۽ ٻين ٻيڙين من جي ورتين کي اهڙو ڇٽو روپ ڏنو اٿن، جو نهايت سارا‍هه جوڳو آهي. ائين تتو ڇٽي سگهجي ته ٻڌرئين کونِ هي پرسنگ کوتائن ٻ ورتن کيو ۽ پوءِ انهيءَ موجب چترڪارن روپ رنگ چٽڻ جي ڪوشش ڪئي، يا چترڪارن ٻڌرئين هي پرسنگ روپ ريکا ۾ آندو ۽ پوءِ ڪوبن انهي تان هن پرسنگ جو ورنن ڪيو. ڪجھ به هجي پر اها ڳالهه صحيح آهي ته متي ٻتايل مارجي سينا کي مورت جي صورت ڏيڻ لاءِ هيءَ هڪ ڪوشش هئي.

## تتو - ٻوڌ (ٻڌ ٿيڻ)

انهي ويساکي پورنما جي رات جو ٻوڌ يستو کي تتو - ٻوڌ ٿيو ۽ تڏهن کان وٺي کيس ٻڌ (سڄاڻ) چوندا آهن. ارٿات ٽيستائين گوتم ٻوڌ يستو هو ۽ انهي ڏينهن کانپوءِ گوتم ٻڌ ٿيو. ٻڌ کي تتو - ٻوڌ ٿيو يعني چار آريه ستيه (آتم سچ) ۽ تن اندر ان انگن جو مارگ، سجهي آيو. انهن جو آپديش هن سيني کان ٻڌرئين پنهنجن پنجن پراڻن سائين کي ڏنو.*

## مکتي سکم جو سواد

تتو - ٻوڌ پراپت ڪرڻ کانپوءِ ٻڌ ٻڌوان انهيءَ ٻوڌي وڻ هيٺ ست ڏهاڙا ويهي ڪري مکتي سکم جو سواد

---

*هي پرسنگ پوءِ اچڻ وارو آهي، انهيڪري هت ورنن نتو ڪيو وڃي.

۾ جو خاص طرح ڦهلجي ويو سو اهڙن گهڻن تتو گيان جي ويچارن ڪري نه ۾ چئن آريہ سچن جو ويچار بلڪل سليس آهي ۽ اهو ويچار سيني قسمن جي ماڻهن کي سولائي سان آڻيو. انهيءَ تي اڳتي ويچار ڪيو ويندو.

## برهمديو جي پرارٿنا

مٿي چئي آيا آهيون ته بڌپڻو (تتو-بوڌ) پراپت ڪرڻ کان پوءِ ٻه بڌ ڀڳوان هڪ هفتو بوڌي وڻ (پپر) جي هيٺان گذاريو. تنهن کانپوءِ ٻيو هفتو اجپال نيگروڌ (अजपाल न्यग्रोध) وڻ جي هيٺان، ٽيون هفتو مچلند (मुचलिन्द) وڻ جي هيٺان، چوٿون هفتو راجايتن (राजायतन) وڻ جي هيٺان گذاري بڌ ڀڳوان وري اجپال وڻ هيٺان اچي ويٺو. اتي سندس من ۾ ويچار آيو ته ”هي ڌرم مون اِي اَنت سختيون سهي پراپت ڪيو آهي ۽ تنهنڪري لوڪن کي انهيءَ جو اپديش ڏجي. هن کانپوءِ ڏيهه کي وڏيڪ ڪشت ڏيڻ نيڪ نه آهي.“ برهمديو سندس اهو ويچار سمجهي ورتو ۽ ڌرم اپديش ڏيڻ لاءِ ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي. اها ڪٿا وستار سان ”مهاوڳ“ ۾ ۽ ”مجهم نڪايہ“ جي آريپريسن (अरियपरियेसन) سٽ ۾ آيل آهي، پر اها گوتم بڌ بابت ئي نٿي سگهي. ڪنهن پراڻ رچيندڙ وپسي (वपस्सी) بڌ بابت اها ڪٿا رچي ۽ ساڳي ڪٿا گوتم بڌ جي جيونيءَ ۾ داخل ٿي ويئي. هن روپڪ (*Allegory*) جو اندريون ارٿ ڪيڻ جي ڪوشش مون پنهنجي پستڪ ’बुद्धधर्म आणि संघ‘ (صفحو ١٦-١٩) ۾ ڪئي

ناس کھڻ تائين سنسڪارن جي ناس ڪرڻ سان وگيان (يا سوجهه) ناس ٿئي ٿو، وگيان جي ناس ٿيڻ سان نام روپ ناس ٿئي ٿو، نام روپ جي ناس ٿيڻ سان ڇهن ڪيترن جو ناس، ڇهن ڪيترن جي ناس ٿيڻ سان سپرش جو ناس، سپرش جي ناس سان ويدنا يعني اندرين جي گيان جو ناس، ويدنا جي ناس ٿيڻ سان ترشنا جو ناس، ترشنا جي ناس ٿيڻ سان اُپادان (يعني راڳ) جو ناس، اُپادان يا راڳ جي ناس ٿيڻ سان ڀوَ جو ناس، ڀوَ جي ناس ٿيڻ سان جنم جو ناس، جنم جي ناس ٿيڻ سان جرا، مرڻ، شوڪ، ورلاپ، ڏک، دل جي سستي، دل جي ٽٽڻ جو ناس ٿئي ٿو.

ڏک جي بنيادي هيٺين ٻارهن ڪارڻ جو سلسلو جوڙڻ سان اهو رواجي ماڻهن جي سمجهه کان گهڻو ٻاهر ٿي ويو. آهستي آهستي هن "پرتيتيه سمتپادن" جي ويچار کي هڪ گهري گيان جو روپ ملي ويو ۽ انهيءَ تي واد-وواد ٿيڻ لڳا. ناگرجن آچاريه پنهنجو "مادهيه مڪڪارڪا" (माध्य मककारिका) گرنٿ هن پرتيتيه سمتپادن ويچار جي بنياد تي لکيو. ٻڌگهوش آچاريه به پنهنجي گرنٿ "وِشڌ مارگ" جو ڇهون ڀاڱو (اٽڪل سؤ سوا سؤ صفحا) هن ويچار جي ڇنڊڇاڻ ۾ لڳايو آهي.

سو سڀ پڙهي ڪري ودوان ٻانڪ به ڏاڍي مونجهاري ۾ پئجي وڃي ٿو. پوءِ سادارڻ جنتا جي ڳالهه ئي ڪهڙي؟ ٻڌ ڀڳوان جو ڌرم براهمڻ، ڪتري وغيره اونچ ورڻن

هن شخص جو ڪنهن ٻه قسم جو آءٌ آدر نه ڪنداسين. ٻو جيئن ويجهو آيو لڳو تيئن سندن فيصلو ڪچو ٿيندو ويو ۽ آخر ۾ هنن سندس ڪجھ مڙٻوئي آدر ڪيو. مگر سندس ڌرم جي نئين مارگ بابت ٻڌڻ لاءِ تيار نه هوا. جڏهن ڀڳوان کين چيو ته ”مونکي هڪ نئون ڌرم-مارگ سجهيو آهي“ ته چوڻ لڳا ته ”آيُشمان (وڏي آيو هجيو) گوتم، اڳين تپسيائن ڪري به توهانکي سچي ڌرم مارگ جو ٻوجهه نه ٿيو. هاڻي ته توهان تپسيا کان پرشت ٿي ڪري کائڻ پيئڻ شروع ڪيو آهي. تنهن حالت ۾ سچي ڌرم جو سوجهرو توهانکي ڪيئن حاصل ٿيو هوندو؟“

ڀڳوان چيو ته ”هي ڀڪشوئو، ڀلا اڳي ڪڏهن مون ڪا اجائي سچائي هام هڻي آهي؟ جي نه، ته منهنجي ڳالهه ڌيان ڏيئي ٻڌو. امرت جو مارگ مونکي ملي ويو آهي. اهو مارگ وٺڻ سان توهانکي جلدئي مڪتي پراپت ٿيندي؟“

هن ريت پنجن جي ٽولي کي سمجهائي جلدئي انهي نئين ڌرم-مارگ بابت ٻڌڻ لاءِ کين تيار ڪيائين. انهي اوسر تي جيڪو هن اپديش ڪيو تنهن اپديش کي ڌرم چڪر پرورتن (धर्मचक्रप्रवर्तन) نالي سڏيو ويو آهي: اهو سُت ”سچ سنيت“ (सच्चसंयुत्त) جي ٻئي وڳ ۾ ۽ ونيه گرنٿ جي ”مهاوڳ“ ۾ آيو آهي. سُت جو سنسڪرت ۾ ”انواد للت وستر“ جي چوٿين اڌياءَ ۾ ڏنو ويو آهي. اسين هت مول پالي سُت جو ترجمو ڏيون ٿا.

آهي. انهيءَ ڪري هٺ ويچار نٿو ڪريان.

## پنجن ڀڪشن جي ٽوليءَ کي اُپديش ڏيڻ جو ويچار

ٻڌ ڀڳوان جي سامهون اهو سوال آيو ته چار آريه سچن جو گيان، جو مون پراپت ڪيو آهي، سو پهرين ڪنهنکي دان ڪريان. بوڌيستو جا ٻه گرو آلار ڪالام ۽ اُدڪ رامپت جي حيات هجن ها ته ٻنهي کي هي نئون ڌرم جو مارگ هڪدم قبول پوي ها. پر هو گذاري ويا هوا. سو ڀڳوان ٻڌ سوچيو ته اهو اُپديش پنهنجن پنجن ساٿين (पंचवर्गीय भिक्षुओ) کي وڃي ڏيان. اهي ڀڪشو تنهن وقت بنارس ڀرسان رشيپتن (ऋषिपतन) ۾ رهندا هوا. ڀڳوان اوڏانهن وڃڻ لاءِ سنڀريو. واٽ تي اُپڪ نالي اُجيوڪ شرمڻ ملي ويس. چيائينس ته، ”مونکي تتو- ٻوڌ پراپت ٿيو آهي.“ پر اُپڪ کي انهيءَ بابت ڪوبه وشواس نه آيو. ”سو هوندو“ ائين چئي ڪري هو پنهنجي واٽ وٺي رمندو رهيو. هن هڪ پرسنگ مان ئي ڀڳوان سمجهي ورتو هوندو ته ٻين پنٿن جي شرمڻن کي اُپديش ڏيڻ مان ڪوبه ڪڙ ٿيل نه نڪرندو.

## پنجن جي ٽوليءَ جا شڪ دور ڪرڻ

آکاڙ مهني جي پورنماسيءَ کان اڳ ڀڳوان بنارس (वाराणसी) پهچي ويو. جڏهن هو رشيپتن ۾ ويو تڏهن پريان ڏسندي ئي پنجن جي ٽوليءَ فيصلو ڪيو ته اسين

دکڪارڪ آهن.* (उपादान स्कन्ध)

”هي ڀڪشوئو، وري وري اُٿڻ ٽيڻ واري ۽ انيڪ وشين پٺيان ڀوڻ واري ترشنا (جنهن کي ڪام - ترشنا، ڀَوَ - ترشنا ۽ وناش - ترشنا چوندا آهن)، دک سمُديہ (دک پيدا ڪندڙ) نالي ٻيو آريہ سچ آهي.

”وٺواڳہ سان هن ترشنا کي پورن طرح دٻائڻ، تياڳ ڪرڻ، انهيءَ کان مڪت ٿيڻ، اهو دک نِروڌ (دک کي روڪڻ) جو ٽيون آريہ سچ آهي.

”مٿي ڏيکاريل آرين جو اَشٽ - انگو مارگ دک- نروڌ گامني پرِتپدا (دک روڪڻ جي واٽ) نالي چوٿون آريہ سچ آهي.

”(الف) هي دک آهي - جڏهن اهو سمجهہ ۾ آيم تڏهن مون ۾ نئين درشٽي پيدا ٿي، گيان پيدا ٿيو. اهو دک سمجهڻ جهڙو آهي - جڏهن ائين جاتم تڏهن مون ۾ نئين درشٽي وغيره ...... اهو دک جڏهن سمجهم تڏهن مون ۾ ......

”(ب) مون سمجهو تہ هي دک جو ٻيو آريہ سچ آهي؛ مون سمجهو تہ اهو دور ڪرڻ جهڙو آهي؛ مون سمجهو تہ مون اهو دوُر ڪيو - تڏهن مون ۾ نئين درشٽي پيدا ٿي ......

---

*سڪند پنج آهن. جڏهن اهي واسنائن وارا ٿين ٿا تڏهن انهن کي اُپادان سڪند چوندا آهن. ڏسو: ”بڌ ڌرم اَڻ سنگهہ“ صفحہ ٩٠-٩١

# ڌرم چڪر جو چالو ٿيڻ

موں هيئن ٻڌو آهي. هڪ ڀيري ڀڳوان واراڻسي (بنارس)جي رشيپتن ۾ مرگ وَن (هرڻن جي بن) ۾ رهندو هو. اتي ڀڳوان پنجن ڀڪشن جي ٽوليءَ کي چيو ته، ڀڪشوئو! ڌارمڪ مڌشن (पब्बजितेन) کي هنن ٻن حدن تائين نه وڃڻ گهرجي. اهي ٻه حدون ڪهڙيون آهن؟ هڪ حد آهي ڪام ڀوڳ ۾ سک سمجهڻ جي. اها حد آنت ٻنا، ڪُڌي، رواجي، آناري، ۽ بي مطلب آهي. ٻي حد آهي ديهه کي ڏنڊ ڏيڻ. اها حد به دکڪاري، آناري (نيچ) ۽ بي مطلب آهي. انهن ٻن حدن تائين نه وڃي ڪري، تٿاگت* گيان چکشو اکين کرڻ وارو، شانتي، اوچو گيان، سمبوڌ ۽ نرواڻ اکين کرڻ وارو مڌيم مارگ (وچون رستو) ڳولي ڪڍيو آهي. اهو ڪهڙو رستو آهي؟ صحيح (सम्यक) درشٽي، صحيح سنڪلپ، صحيح واچا، صحيح چال، صحيح آجيوڪا، صحيح جتن، صحيح سمرتي، سماڌي ـ اهو آريه جو اٺ انگو مارگ آهي.

هي ڀڪشوئو! دک نالي پهريون آريه سچ هيئن آهي. جنم دکڪارڪ آهي؛ جرا (ٻڍاپو) دکڪارڪ آهي؛ بيماري دکڪارڪ آهي؛ جا اپريه (ان وڻندڙ) آهي سا ملڻ ۽ جا پريه آهي سا نه ملڻ دکڪارڪ آهي. گهربل وستو ملڻ سان به دک ٿئي ٿو: مطلب ته پنج اپادان سڪند

---

*تٿي پهتل، رسيل

سمجهائڻ ۾ اهي نيڪ مدد ڪن ٿا. انهيڪري اهي هت
ڏنا ويا آهن.

## چئن آريه سچن جي چٽي سمجهاڻي

ڪو به انڪار نه ڪري سگهندو ته جگت ۾ دک آهي،
پر هرڪو شخص اهڙي سوچي ٿو ته منهنجو دک ڪيئن
دور ٿيندو. انهي سببان هرڪو ٻئي کي ڇيهو رسائي
به پاڻ سکي رهڻ چاهي ٿو. منجهن جي هنسا ڪرڻ
وارا ۽ ڇتر ٿين ٿا سي نيتا بڻجن ٿا ۽ ٻين کي آهڙن جي
آڌين رهڻو پوي ٿو. هنسڪ ٻڌيءَ ڪري انهن نيتائن
جو پاڻ ۾ سنگهٽن ٿئو ٿئي ۽ جو سڀني ۾ وڌيڪ هنسا
ڪندڙ ۽ ڇتر آهي تنهنکي پنهنجو راجا بڻائي، انهي جي
مرضيءَ موجب هلڻو پوين ٿو. راجا کي وري اهو پئو رهي
ٿو ته متان ٻيو ڪو راجا منهنجو راڄ کسي وٺي. انهي
ڪري راڄ جي رکيا لاءِ يگيه وغيره ڪري پسن جو
بلدان ڪري ٿو. منشن ۽ پسن جي هن قسم جي هاڃيڪار
سماج رچنا کي دور ڪري جي سندس جگهه تي ٻيو
سکاري ۽ ڀلي جو سنگٺن ڪڙو ڪرڻو آهي ته هرڪنهن
کي محسوس ڪرڻ گهرجي ته آخرڪار منهنجو ۽ ٻئي
جو دک هڪ آهي. انهيڪري ڀڳوان ٻڌ ٻهو ٿين آريه سچ
۾ سرو ساڌارڻ دک ٻڌايو آهي.

جنم، جرا، مرڻ وغيره جا سرو ساڌارڻ دک شرمڻن
جاتا ٿي. نه رڳو ايترو پر اهي دک ناس ڪرڻ لاءِ ٿي
هو تپسيائون ڪندا هوا. ٻر دک جا ڪارڻ ڪهڙا. تنهن

”(ب) مون سمجهو ته دک نروڌ (روڪڻ) آريه (اتم) سچ آهي؛ مون سمجهو ته انهيءَ دک کي ساکيات روڪڻ ٺيڪ آهي؛ مون سمجهو ته مون ساکياتڪار ائين ڪيو؛ تڏهن مون ۾ نئين درشٽي پيدا ٿي......

”(ت) مون سمجهو ته اهو دک نروڌ-گامني پرتپدا (دک روڪڻ جي واٽ) ناليءَ هڪ آريه (اتم) سچ آهي؛ مون سمجهو ته انهيءَ جو اڀياس ڪرڻ جوڳو آهي؛ مون سمجهو ته مون انهيءَ جو اڀياس ڪيو آهي؛ تڏهن مون ۾ نئين درشٽي پيدا ٿي، گيان پراپت ٿيو، وديا اُٿي تي ۽ جوت اُٿي تي. جيسين تائين هر هڪ سچ جا ٽي ٽي چئن سچن جا ٻارهن پاسا نه سجهيا تيسين تائين مونکي پورن سمبوڌ (گيان) پراپت نه ٿيو هو.“

ٻڌ جا ڪئين اپديش سُت پٽڪ ۾ گڏ ڪيل آهن. ٻڌ ڌرم جو بنيادي اپديش هي آهي. فقط ”سچ سنيت“ ۾ انهن چئن آريه (اتم) سچن جي سنبنڌ ۾ ڪل ١٣١ ست آهن. انهيءَ ڪانسواءِ ٻين نڪاين ۾ انهن ڏي وري وري اشارا اچن ٿا. ٻڌ جا ٻيا سڀ اپديش انهن چئن آريه سچن تي ٻيٺل آهن، انهيءَ ڪري انهن جي وڏي اهميت آهي.

مٿئين ترجمي ۾ 'الف' کان وٺي 'ت' تائين ذڪر ڪيل وچار فقط ”سچ سنيت“ جي هڪ ست ۾ ۽ مهاوگ ۾ ملن ٿا. اهي ٻئي هنڌ ڳنڍيا ملن. تنهن مان ڪو شڪ اُٿي ٿو ته اهي پوءِ گڏيا ويا آهن. تڏهن به چار آريه سچ چٽي طرح

نہ آتما نہ پرڪرتي آهي؛ بلڪ منش جي ترشنا آهي. پورب (اڳين) جنم يا هن جنم جي ترشنائن ڪري ئي دک جو ماندائو منڊ جي ٿو. ترشنا ڪٿان آئي، سو سوال ئي مطلب آهي. جيسين تائين ترشنا آهي تيسين تائين دک آهي ئي آهي. اهو ٻيو آريہ سچ آهي.

ٽيون آريہ سچ اهوئي آهي تہ ترشنا ناس ڪرڻ سان ئي منش دک مان مڪت ٿئي ٿو.

ترشنا ناس ڪرڻ جو اُپاءُ آهي ٻئي حدون ڇڏي وچون آريہ اٺ-انگو مارگ وٺڻ-اهو چوٿون آريہ سچ آهي.

## آٺ انگي مارگ جي چٽي سمجهاڻي

هن آريہ اٺ آنگي مارگ جو پهريون ڏاڪو آهي صحيح درشٽي. صحيح درشٽي معنيٰ چئن آريہ سچن جو سچو گيان. جڳت دک سان ڀريل آهي، منش جاتيءَ جي تکي تيز ترشنا مٽائڻ سان سڀني کي شانتي ملي سگهي ٿي؛ ۽ هڪ ٻئي سان من، ڪايا ۽ واچا سان سچ، پريم، شرڌا ۽ سداچار سان ورتاءُ ڪرڻ. اهو اٺ آنگو آرين جو مارگ انهي شانتيءَ جو مارگ آهي. جي اهڙي صحيح درشٽي ماڻهن ۾ اتپن نہ ٿيندي تہ اهنڪار يعنيٰ سوارٿ جي سبب جهڳڙا ختم نہ ٿيندا ۽ سرشٽيءَ کي شانتي نصيب نہ ٿيندي.

جيڪڏهن هرڪو پنهنجي اختياري ۽ اُوچ وڏائڻ جو سنڪلپ ڪندو تہ سندس ٽوڙي ٻين جي هاڃي

ٿا ٻڌ مت پيدا ھون. ھڪڙا چوندا ھوا تہ دک اسان پاڻ اُتپن ڪيو (सयंकतं दुक्खं)، ٻيا چوندا ھوا تہ دک ٻين اُتپن ڪيو (परंकतं दुक्खं)؛ ٽيان چوندا ھوا تہ ڪي قدر پاڻ ۽ ڪي قدر ٻين دک اُتپن ڪيو آھي. (सयंकतं च परंकतं च दुक्खं) وري چوٿان چون ٿا، دک پاڻ نہ ٻين پيدا ڪيو آھي. دک بنا ڪارڻ پاڻمرادو پيدا ٿيو آھي. (असयंकारं अपरंकारं अधिच्चसमुप्पनं दुक्खं)*

انھن ٻن ڀھرئين قسم جا شرمڻ نگرنٿ جين ساڌو ھوا. انھن جي مھتا ھئي تہ اڳئين جنم ۾ آتما جي پاپ ڪرڻ ڪري دک اتپن ٿيو آھي ۽ اھو دور ڪرڻ لاءِ ديھہ کي سختيون ڏيئي ڪري آتما کي ڪشت ڏيڻ کپي. ٻئي قسم جا شرمڻ جڙ سانکيہ مت جا ھوا. سندن مھتا ھئي تہ جڙ پرڪرتيءَ ڪري دک اُتپن ٿيو آھي ۽ پنھنجي آتما کي پرڪرتيءَ جي شڪنجي مان ڇڏائڻ واسطي گھور تپسيا ڪرڻ کپي. ٽئين قسم جا شرمڻ ٻڌائيندا ھوا تہ آتما ۽ پرڪرتي ٻئي ملي ڪري دک اُتپن ڪن ٿا، ۽ آتما کي دک کان ڇڏائڻ لاءِ ديھہ کي سختيون ڏيڻ کپن. چوٿين قسم جا شرمڻ دک کي بنا ڪارڻ سمجھندا ھوا. اُھي ڪري اھي وري اَڪرياواد (ڪم نہ ڪرڻ) ڏي جھڪيا ٿي. اُھي قسم جا شرمڻ يا تہ نشڦل تپسيا ڪندا ھوا يا تہ نِشڪريہ (بي ڪار) ٿي ويٺا ھوا. ماڻھن جي سماج کي انھن مان ڪو ٿورو پاڻ لاڀ ٿيندو ھو.

ٻڌ ڀڳوان ڀھرئين اھو ثابت ڪيو تہ دک جو اصلي سبب

*ندان وگ سنيت، ورگ ٢، سنڌ ٧ ڏسو

ڏور ونائي ڏيڻ ڪرڻ - انهن جي جتن کي وياپام چئجي ٿو.*

هي سريو آيوتو پدارٿن جو ٺهيل ہوتو آهي، سو وچار ٻاهي ۽ وچڙ سريو کي اندرين جو سک ڏک ٿئي ٿو؛ تنهن تي سرسري نظر رکڻ ۽ اندرين جا وشين سان ڪهڙا بندن پيدا ٿين ٿا ۽ انهن کي ڪيئن ٽوڙجي - انهن سيني من جي ڏرمن تي نيڪ وچار ڪرڻ - سا آهي صحيح سمرتي.

پنهنجي سريو تي، موتڪ ديهه تي، متروا تي، ڪُرُنا ۽ ٻين منو ورتين تي يا پرتوي، ڀاطي، تيج وغيره پدارٿن تي چت ايڪاگر ڪري چار ڌيان قائم ڪرڻ - سا صحيح سماڌي آهي.§

ٻئي حدون ڇڏي ڪري انهي مڌ يہ مارگ جي پالنا ڪرڻ گهرجي. پهرئين حد آهي ڪام ڀوڳ ۾ سک سمجهڻ. انهي سک ساڻ پنج صفتون لڳايون ويون آهن - ته اهي هلڪيون، گُڏيون، رواجي، اناري (نيچ)، نڪميون آهن. (हीनो गम्मो पोथुज्जनिको अनरियो अनत्थसंहितो) جڏهن منش جاتي اگيان ۾ آندي پيل آهي تڏهن اسين سک چين ۾ آنند سمجهون، انهي ڪان ٻي ڪهڙي هلڪي ڳالهه ٿي سگهي ٿي؟ اها حد گنوار ۽ گُڏن لوڪن جي حد آهي.

---

* بدن جي وياپام يا ڪثرت سان هنن جو ڪو بہ واسطو نہ آهي

§ انهن سيني تي ڌيان ڪيئن لڳائي سگهجي ٿو، تنهنجو ورنن 'سماڌي مارگ' ۾ ڪيل آهي

ٿيڻ واري آهي. انهيءَ ڪري ڀوڳي ۽ ٻڌ جي، ٻين ساڻ پوري مترتا رکي، ٻين کي سک سنتوش ڏيڻ جو من ۾ سنڪلپ ڪرڻ نيڪ آهي.

ڪوڙ، چغلي، گاريون، اجائي بڪ بڪ وغيره ڪري سماج جو سنگهٺن ٽٽي پوي ٿو ۽ جهيڙا مچڻ ڪري هنسا ٿئي ٿي. تنهنڪري سچ ڳالهائڻ، هڪ ٻئي سان ملنسار، پيار ۽ مترتا جا ٻول ٻولڻ کپن. انهي کي صحيح واچا چئجي ٿو.

مارڻ، چوري، ويڀچار ۽ وغيره ڪمن ڪري سماج ۾ ڏاڍيا انرٿ ٿين ٿا. انهيءَ ڪري مارڻ، چوري، ويڀچار ۽ ٻين اهڙن ڪمن کان دور رهي، اهڙائي ڪايا سان ڪرم ڪرڻ گهرجن جن مان لوڪن جو ڪلياڻ ٿئي. انهن کي صحيح ڪرم چئجي ٿو. صحيح آجيوڪا جو مطلب آهي ته ٻئي جي اڌرپورتا انهيءَ ريت ڪجي جنهن مان سماج کي هاڃي نه پهچي. مثلا دارونءَ جو وڪرو، جانورن جو واپار وغيره ڌنڌا گرهستيءَ کي نه ڪرڻ گهرجن، ڇو جو پڌرو آهي ته انهن مان سماج کي ڇيهو رسي ٿو. اهڙا ڌنڌا ڇڏي ڪري پيا شڌ ۽ سرل ڌنڌا آجيوڪا لاءِ اختيار ڪرڻ سائي صحيح آجيوڪا سڏجي ٿي.

جي ٻڇڙا ويچار من ۾ آيا هجن تن کي اچڻ جو وجهه نه ڏيڻ ۽ جي ٻڇڙا ويچار من ۾ آيا هجن تن کي تڙي ڪڍڻ ۽ جي سٺا ويچار من ۾ نه آيا هجن سي آڻڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ ۽ جي سٺا ويچار من ۾ آيا هجن انهن کي

ڪؤنڊنيه جو چيو مڃيو ۽ هو ساٿس ساڻو ساٿ پرورجا (سنياس) وٺي ڪري ٻوڌيستو جي پٺ وٺي هليا، اهي پنج ڄڻا ٻوءِ "پنجن جي ٽولي" جي نالي ۾ مشهور ٿي ويا. انهن جا نالا "مهاوڳ" ۽ "للت وستر" ۾ ملن ٿا. سي هيٺين آهن. ڪؤنڊنيه، (कौण्डिन्य) وَپ (वाष्प)، ڀديه (भद्रिक) مهانام، آسج (अश्वजित्).

ٻڌ پنجن جي ٽوليءَ واري وارتا ڏند ڪٿا وانگر لڳي ٿي. جي ڪؤنڊنيه کي اهو وشواس هو ته گؤتم ڪمار ٻڌ ٿيڻ وارو آهي ته ڪيس اُروبلا (उरुवेला) ۾ ڇڏي ڪري ڇو واراڻسي هليو ويو؟ جڏهن ٻوڌيستو سرير جي گذر لاءِ ضروري خوراڪ ورتي ته ڪؤنڊنيه جي پورن شرڌا ڪيئن ختم ٿي وئي؟ مونکي لڳي ٿو ته اها پنجن جي ٽولي اوائل ۾ آلار ڪالام جي پنٿ ۾ هئي ۽ شاڪين يا انهن جي آس پاس ديسن ۾ رهندي هئي. اُتي ٽوليءَ جي ڀڪشن جي ٻوڌيستوءَ سان مترتا ٿي وئي. ائين به چئي نٿو سگهجي ته ٽوليءَ جا سڀ ڄڻا براهمڻ هوا. ممڪن آهي ته آلار ڪالام ۽ اُدڪ رامپت جي پنٿن ۾ ڪونوس سچ نه ڏٺائون ۽ جڏهن سچ جي ڳولا ۾ ٻوڌيستو راجگرهه ڏي هليو ويو ته هي پنج به سندس پٺيان ويا. سمجهائون ته جي ٻوڌيستو کي ڪنهن نئين سچ جي مارگ جي ڄاڻ پيئي ته اسين به سندس مارگ وٺنداسين. ٻيو جڏهن ٻوڌيستو تپسيا ۽ الپ آهار ڇڏي ڏنا. تڏهن سندن وشواس هليو ويو ۽ هو واراڻسي ڏي موٽي ويا.

ارڙاٺ: رام، ڌوَج (ध्वज)، لکڻ (लक्ष्मण)، منتي (मन्ती)، ڪوڊنيہ (कौण्डिन्य)، ڀوج، سيام ۽ سُدت - اهي ويدن جا ڇهه انگ* ڄاڻندڙ - آٺ براهمڻ هوا. انهن ٻوڌيستو جو آئينده ٻڌايو.

منجهانئن ستن ٻن قسمن جو آئينده ٻڌايو - ته جي ٻوڌيستو گرهست آشرم ۾ رهندو ته چڪرورتي راجا ٿيندو ۽ جي گرهست آشرم ڇڏي سنياسي ٿيندو ته سميڪ سمٻڌ§ (सम्यक सम्बुद्ध) ٿيندو. انهن انن ۾ ڪوڊنيہ سڀني کان ننڍو هو. هن هڪڙي سندس پوشيہ ٻڌايو ته ٻوڌيستو سَميڪ سَمٻڌ ٿيندو. باقي ٻين ستن براهمڻن پنهنجي گهرن ۾ وڃي پنهنجن ٻارن کي چيو ته ”اسين هاڻي ٻڍا اچي ٿيا آهيون. جي سڌارٿ راجڪمار ٻُڌَ ٿيو ته اهو اکثین ڏسڻ اسانجي نصيب ۾ نہ آهي. ٻر جي هو ٻڌ ٿئي ته توهين سندس سنگهہ ۾ داخل ٿجو.“

جڏهن ٻوڌيستو گهر جو تياڳ ڪيو تڏهن رڳو ڪوڊنيہ حيات هو. ٻين ستن براهمڻن جي ٻارن کي هن وڃي چيو ته، ”سڌارٿ ڪمار پروراجڪ (گهومو سنياسي) وڃي ٿيو آهي؛ هو پڪ ٻڌ ٿيندو؛ سو اسانکي بہ سندس پنيان هلي پروراجڪ ٿيڻ گهرجي.“ انهن جوانن مان چئن

*شڪشا، ڪلپ، وياڪرڻ، نرڪت، ڇند ۽ جوتش - اهي ڇهه انگ آهن

§ٻورن ٻڌ يا ٻنهہ سڃاڻ

## ڇهه سنڌس ساٿي

ٻڌجن سان گڏ ٻڌ ڀڳوان جڏهن رشيمتن ۾ رهندو هو
تڏهن ٥٥ ڀيا به ڀڪشو ڪيئن اچي شامل ٿيا ۽ چوماسي ڪاٽهوء
ڀڳوان ٻڌ راجگرهه جي جاترا ڪري ڀڪشو سنگهه کي
خوب زور وٺايو. انهيءَ جو ورنن مهاوگ ۾ اچي ٿو.
اڳهي جو ٽانپرج هيٺ ڏنو وڃي ٿو:

وارانسيءَ ۾ يش نالي هڪ سکي جوان رهندو هو.
سنڌس من اچانڪ گرهست آشرم کان ڪنو ٿي پيو ۽ هڪ
سا ڌنيڪي استان جي کوجنا ڪندي رشيمتن ۾ اچي پهتو.
ٻڌ ڪيس اُپديش ڏيئي ڪري سنگهه ۾ داخل ڪيو. ڪيس
ڳولهيندي ڳوليندي سنڌس ماءُ پيءُ به اُتي اچي نڪتا.
ٻڌ ڀڳوان ڪين به اپديش ڪيو ۽ هو به ٻڌ جا اُپاسڪ ٿيا.

وارانسي نگر ۾ يش جا چار متر رهندا هوا- وِمل،
سباهوُ، پُرنجِ (पूर्णजित)، ۽ گونپتِ (गवांपति). انهن کي جڏهن
خبر ملي ته يش هاڻي ڀڪشو ٿي سنگهه ۾ داخل ٿيو آهي
ته اهي به رشيمتن وڃي ڪري ڀڪشو-سنگهه ۾ داخل
ٿيا. انهن ٻڌجن جا پنجاهه ٻيا جوان دوست هوا. انهن
به رشيمتن ۾ وڃي ڪري ٻڌ جو اُپديش ٻڌيو ۽ سڀيئي
ٻين دوستن وانگر سنگهه ۾ شامل ٿيا انهيءَ طرح سٺ
ڇهٽن جو سنگهه رشيمتن ۾ ٺهي جڙي ويو.

## ڳوٺن جي ڀلي لاءِ ڌرم جو پرچار

چوماسي ڪاٽهوء ٻڌ ڀڳوان پنهنجي ڀڪشو سنگهه کي

## پنجن ڀڪشن جو سنگهه

مٿي پنجين آڏ ڀاءُ ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته جڏهن گوتم ٻوڌيستو ٻڌ ٿي ڪري وارانسي جي رشيپٽن ۾ ويو ته انهن پنجن ڀڪشن کيس ڏسي ڪري سندس آدرستڪار ڪرڻ کان ڪيٻايو. آخر ۾ پنجن جي ٽوليءَ ٻوڌيستوءَ جو ڌرم مارگ ورتو ۽ تنهن مهل فقط ڪونڊنيه پنهنجي راءِ فالدي ۾ ڏني. تڏهن ٻڌ ڀڳوان چيو ته ”ڪونڊنيه ڄاتو“ (अञ्ञासिवत भो कोण्डञ्ञो). تنهنڪاري ڪونڊنيه تي نالو پئجي ويو ‘अञ्ञासि कोण्डञ्ञ’ (आज्ञात कौण्डिन्य). هن هڪ ڳالهه ڪري ٻڌن جي ڇهن شاسترن ۾ ڪونڊنيه کي پرسڌ استان ملي ويو آهي. پر انهي ڪانپوءِ ڪنهن به قسم جو ڪو وڏو سچو ڪارج ڪيائين تنهن بابت ڪجهه به لکيل نه آهي. سندس ڀاڻ ته اتروتي ٻوشارڪ سمجهڻ ڪبي ته ڀهرئين اڪيلي سر ٻڌ جي نئين مارگ جو آدر ڪيائين.

ٻوءِ جلد ٿي ٻڌ ڀڳوان وَپ (वाप्प) ۽ ڀدي ۽ भद्रिक کي سمجهايو ۽ ٽورن ڏينهن ڪانپوءِ هنن به نئين ڌرم مارگ جو آدر ڪيو. ٽورو رکي ڪري مهانام ۽ اسج (अश्वजित) کي نئين مارگ جو ٻوڌ ٿيو ۽ اهي پنج ڀڪشو ٻڌ جا پڪا ڀڳت ٿي ويا. تنهن ۾ مڙيوئي ڪيترو وقت لڳو سو ڪٿي ڪونه ڏيکاريل آهي. پر پنجن ڀڪشن جي ٽولي سڀ کان ڀهرئين ٻڌ جي ڀٽ ورتي ۽ پنجن جو ڀڪشو سنگهه ٿيو. تنهن بابت ”سٽ پٽڪ“ ۽ ونيه پٽڪ ٻئي ساکي ممڪ جا آهن.

ٻاغ ۾ هڪ وڻ هيٺان وشرام لاءِ اچي ويٺو هو. جڏهن ٽيهن جوانن کي ٻوجهه پيئي ته ويشڪا قيمتي شيون کڻي ڀڄي ويئي آهي ته ڳوليندي ڳوليندي اُتي اچي پهتا جتي ٻڌ ڀڳوان وڻ هيٺان ويٺو هو. ڀڳوان کي ڏسي پڇائونس ته، ”هي ڀڳونت (ڀدنته) ڪنهن جوان استريءَ کي هن وٽ ويندي ڏٺو.“

ڀڳوان چيو ته، ”هي جوان گرهستي، ڪنهن ترڪي (جوان) استري جي ڳولها ڪرڻ ۽ آتم-ٻوڌ جي ڳولها ڪرڻ- انهن ٻنهي مان توهانکي ڇا چڱو ٿو لڳي؟“

ٻڌ جا وچن ٻڌندي ئي هو ولس ويهي رهيا ۽ سندس اپديش خوب ٻڌي ڪري، گرهست آشرم تياڳ ڪري، ڀڪشو سنگهه ۾ شامل ٿيا.

## ڪاشيپ ڀائر (काश्यप-बन्धु)

ٻاغيچي مان هلندي ڀڳوان اُرويلا پهتو. اُتي اُرويل ڪاشيپ، ندي ڪاشيپ ۽ گيا ڪاشيپ نالي ٽي جٽاڌاري ڀائر، اُنڪل پنج سو، ٽي سو ۽ ٻه سو جٽاڌاري شش سان اَگني هوتر موجب تپسيا ڪري رهيا هوا. انهن مان وڏي ڀاءُ جي آشرم ۾ ٻڌ ڀڳوان اچي لٿو ۽ انيڪ آديه چمتڪار (ڪرامتون) ڏيکاري ڪري، اُرويل ڪاشيپ ۽ سندس پنج سؤ شش کي ڀڪشو-سنگهه ۾ داخل ڪيائين. اُرويل ڪاشيپ جي پٺيان سندس ندي ڀائر ٻه شش سميت سنگهه ۾ اچي شامل ٿيا.

ڇيو ته، ”آءِ گرهست ۽ سرڳ جي جنجال کان مڪت ٿيو آهيان ۽ توهين ٻه انهيءَ جنجال کان ڇٽا آهيو. سو هاڻي، هي ڀڪشو، جهجهن جي ڪلياڻ لاءِ، سک لاءِ، لوڪن جي ديا ڪرڻ لاءِ، ديون ۽ منشن جي ڪلياڻ لاءِ، ڌرم اپديش ڏيڻ لاءِ ڪمر ڪشيو. هڪ واٽ تي ٻه نه وڃو! آرنڀ ۾ ڪلياڻڪار، مڌيه ۾ ڪلياڻڪار، ۽ انت ۾ ڪلياڻڪار هن ڌرم- مارگ جو لوڪن کي اپديش وڃي ڏيو.“

تنهن ڪانپوءِ ٻڌ ڀڳوان پنهنجن سٺ ڀڪشن کي چوطرف روانو ڪيو. اهي وري ٻين ٻين کي ڀڳوان وٽ اماڻيندا هوا ۽ ڀڳوان کين پرورجيا (سنياس) ڏيئي ڪري ڀڪشو سنگهه ۾ شامل ڪندو هو. پر هن نموني سٺ ڀڪشن ۽ جوان اميدوارن کي تڪليف ٿيڻ لڳي. سو ڀڳوان کين اها آگيا ڏني ته توهين خود لوڪن کي اپديش ڏيئي، ڪري، سنياسي بڻائي سنگهه ۾ داخل ڪريو ۽ پاڻ اُرويلا طرف هليو.

## ڀدرورگي ناڻي ڀڪشو

رستي تي ڀدرگي (भद्दवग्गीय) ناڻي سان ٽيهه جوان هڪ ٻنيچي ۾ پنهنجن استرين سان من بهلائڻ لاءِ آيا هوا. منجهائن هڪ استريءَ سان نه آيو هو. سو هن لاءِ هڪ ويشيا ورني آيا. اهي ٽيهه جوان ۽ اُنتيهه استريون جڏهن موجون ڪندي مست ٿي ويا، تڏهن اها ويشيا سندن جهجها ٿيڙ ڪٺي اُتان رمندي رهي. انهي وقت ٻڌ ڀڳوان

۾ سو ۽ پنجاهه سنياسي ساڻ ڪري ٻڌ وٽ وڃي سنگهه ۾ مليا.

## اتهاس جي ڪسوٽي

پش ۽ سندس ۵۴ جوان ساٿي ڪيئن ڀڪشو ٿيا، سا ۽ ٻيون سڀ ڳالهيون ڪتابن ”مهاوڳ“ مان مختصر طور ورتيون ويون آهن.*

هاڻي هنن ڪتابن کي اتهاسڪ ڪسوٽي سان جاچي ڏسڻ کپي. ٻڌ پهريائين اُرويلا ۾ ڪيئن ڪيو ۽ ڇا ڇا ٻڌ پرچايت ڪيو. يعني ته ٻڌ ڀڳوان کي اُرويلا ديس جي چڱي ڄاڻ هئي. اُرويلا ۾ ڪاشيپ ۽ سندس ٻه ڀائر هڪ هزار جٽاڌاري شش سميت رهندا هوا. جيڪڏهن ٻڌ ڀڳوان کين ڪرامتون ڏيکاري پنهنجو شش بنائڻ چاهيو ٿي ته ڇو کين چڏي ڪري ڪاشيءَ ڇا لاءِ ويو؟ هن انهن جو سمجهو ته پنجن جي ٽوليءَ بنا ٻيو ڪو منهنجو ڌرم نه سمجهندو؟ انهن سمجهون ڇا ته انهيءَ وقت ڪرامتن ڏيکارڻ جي طاقت ٻڌ ۾ نه هئي ۽ ڪاشيءَ ۾ وڃي ڪري پنجن جي ٽوليءَ کي اُپديش ڏيڻ کانپوءِ اها طاقت منجهس آئي؟

رشيپتن ۾ پنجن کانسواءِ جيڪي پنجونجاهه ڀڪشو ٻڌ کي ملي ويا تن مان فقط پنجن جا نالا ”مهاوڳ“ ۾

*”ٻڌ - ليلا - سار - سنگرهه“، صفحو ۱۶۰-۱۶۵
”ٻوڌ سنگهاچا پرچيه“، صفحو ۷-۸

## وڏي ڀڪشو سنگهہ ساڻ راجگرھہ ۾ گهرڻ

انهن هڪ هزار ٽن ڀڪشن کي ساڻ ڪري ٻڌ ڀڳوان راجگرھہ ويو. اُتي ايڏي ساري شاهي سنگهہ کي ڏسي ڪري نگرواسين ۾ ڇوڀولو متو. راجا بمبسار ۽ سندس سردار ٻڌ جي آڄيندن (سواگت) لاءِ اچي سهريا. بمبسار راجا ٻئي ڏينهن ٻڌ کي ڀڪشن سميت راج ڀَوَن ۾ ڀوڄن ڪرڻ جي نيند ڏني، ۽ جڏهن ڀوڄن ختم ٿيو تڏهن سنگهہ کي ويڙهو ون اُديان (ويڙهو بن جو باغ) دان ۾ ڏنائين.

## ساريپت (सारिपुत्त) ۽ موگلان (मोग्गल्लान)

راجگرھہ ڀرسان سنڄيہ संजय نالي هڪ ڀرسڌ سنياسي پنهنجن ڪيترن ششن سان رهندو هو. ساريپت ۽ موگلان سندس ٻہ مکيہ شش هوا. پر انهي* سمپرداءِ (پنٿ) ۾ سندن من ٿڙ نٿي ڪاڏو. ٻنهي ٻاڻ ۾ فيصلو ڪيو هو ته اسان مان ڪنهن کي سچي ڌرم مارگ ٻتائڻ وارو ڪو ملي ويو ته ٻئي پاڻ ۾ صلاح ڪري، گڏجي اهو ڌرم مارگ وٺنداسون.

هڪڙي ڏينهن آسج (अस्सजि) ڀڪشو راجگرھہ ۾ ڀکيا لاءِ رٿن ڪري رهيو هو. سندس شانت ۽ گنڀير مک منڊل ڏسي ڪري ساريپت کي لڳو ته، ڪير جاڻي، هي منش نرواڻ مارگ تي هلڻ وارو سنياسي لڳي ٿو. آسج سان ڳالهائڻ ڪانپوءِ پتو لڳس ته هو ٻڌ جو شش هو ۽ ٻڌ جوئي ڌرم مارگ سچو آهي. ساريپت وري اها ڳالهہ موگلنا سان ڪئي ۽ پوءِ ٻئي ڄڻا سنڄيہ پنٿ جا

## الت وستر ۾ ڏنل يادداشت

جيتوڻيڪ ڀڪيءَ طرح نٿو چئي سگهجي تہ سچي حقيقت ڪهڙي هئي، تڏهن بہ ”الت وستر“ جي شروعات ۾ جيڪا ڀڪشن جي يادداشت ڏني ويئي آهي، انهيءَ مان ڀڪشو سنگهہ جي اوائل ۾ حالت جي توري واقفيت ملي سگهي ٿي، سو اها يادداشت اسين هت ڏيون ٿا.

(١) گيان ڪوڻڊنيہ (ज्ञान कौण्डिन्य)، (٢) آسج (अस्सजि)، (٣) وَپ (बाष्प)، (۴) مهانام، (٥) ڀدريہ (भद्दिय)، (٦) يس (यस)، (٧) ومل، (٨) سباهوُ، (٩) پورڻ، (١٠) گوميتي (गवम्पती)، (١١) اُرويل ڪاشيپ (उरुवेल काश्यप)، (١٢) ندي ڪاشيپ، (١٣) گيا ڪاشيپ، (١۴) ساريپتر، (١٠) مهاموگلان (महामोग्गल्लान )، (١٦) مها ڪاشيپ، (١٧) مها ڪاتيايڻ، (١٨) ڪفل، (١٩) ڪوڻڊنيہ، (٢٠) چند (चुन्द)، (٢١) ڀرڻ متاڻوت (पण्ण मन्ताणिपुत्त)، (٢٢) انرڌ (आनरुद्ध)، (٢٣) نندڪ (नन्दक)، (٢۴) ڪپن (कप्पिन)، (٢٥) سڀوت (सुभूति)، (٢٦) ريوت (रेवत)، (٢٧) کدروَنڪ (खदिर वनिक)، (٢٨) موگهراج، (٢٩) مها پاراڻڪ، (٣٠) بڪل، (٣١) نند، (٣٢) راهل، (٣٣) ساگت، (٣۴) آنند.

جيڪڏهن ”مهاوگ“ ۾ ڏنل گمنام ڀڪشن جي سنکيا ڇڏي ڏجي تہ هن يادداشت جي پندرهن ڀڪشن جو پتو مهاوگ جي ڪٿا سان نهڪي اچي ٿو ۽ انهيءَ مان اهو اُنومان ڪري سگهجي ٿو تہ پنجن جي ٽوليءَ ڪانپوءِ ڀڳوان کي ٻيا ۽ سندس چار ساٿي ملي ويا. انون ڏهن

اڃن تائين باقي پنجاهه مان هڪ جو نه نالو نڪو مليو.
انهيءَ مان سمجهجي ٿو ته ڀڪشن جي سنکيا وڌائڻ لاءِ
پنجاهه ٻيا به ملايا ويا آهن.

وات تي ٻه جوان پرش، اٺنيهن استوپن سان موجود
ڪري رهيا هوا؛ تن کي ڀڳوان ٻڌ ائين جو ائين ڀڪشو
بنايو، سو ڪوڙو ٿي نٿو لڳي. جي ائين ٿي ڪرٺو هوس
ته اُرويلا ڪان ڪاشيءَ وڃڻ جي تڪليف ڇو سر تي
کنيائين؟ اُرويلا جي آس پاس ٻيا موجي جوان ڪونه هوا
ڇا؟ سمجهه ۾ نٿو اچي ته وچڙ ٿي انهن ٻنهي جوانن جي
ڳالهه ڇو ٺونسي وئي آهي؟

ڇيو ويو آهي ته ٻڌ ڀڳوان هڪ هزار ٽن جٽادارين کي
ڀڪشو بنائي، ساڻ وٺي راجگرهه پهتو، تڏهن سڄي شهر
۾ ماندائي لڳي وئي. پوءِ به سارپٽ کي اها خبر ڪانه
هئي ته ٻڌ ڪير آهي؟ سا ڳالهه به ڪا ٺيڪ جهڙي آهي؟
اسڄ پنجن جي ٽوليءَ مان هڪ هو. انکي ٻين ڇئن سان
ڪاشيءَ جي آس پاس ڌرم اُپديش ڏيڻ لاءِ موڪلي ڪري،
ڀڳوان پاڻ اُرويلا ۽ اتان راجگرهه ڏي ويو. پوءِ پلا اهو
ساڳيو اُسڄ وري راجگرهه ۾ ڪيئن اچي پهتو؟ سو آخرڪار
ائين چوڻو ٿو پوي ته پنجن جي ٽولي، پش ۽ سندس
ڇئن دوستن کي ڀڪشو سنگهه ۾ داخل ڪرڻ ڪانپوءِ،
ٻڌ ڀڳوان جي ڪاشيءَ کان وٺي راجگرهه تائين جاترا بابت
ڳالهيون، جي "مهاوَڳ" ۾ آيون آهن، سي گهڻي قدر ڏند
ڪٿائون ٿي آهن.

ٽيهه ۽ اُرويلا ۾ هڪ هزار- سو مڙيوئي ۱۰۹۳ ڀڪشن جي سنگهه کي وٺي ڀڳوان راجگرهه ۾ گهڙيو. اُتي وري ساريپت ۽ موگلانا سان سنجيه جا آڍائي سؤ شش سي به سنگهه ۾ اچي شامل ٿيا يعني ته تنهن وقت ڀڪشو سنگهه جي سنکيا ۱۳۴۵ تي وڃي هئي. پر ايڏو وڏو ڀڪشو سنگهه پڌ وت هو، سو ذڪر ست پٽڪ ۾ ڪٿي به نه ڪيل آهي.

”سامنج ڦل ست“ (सामञ्ञफल सुत्त) ۾ چيو آهي ته پڌ ڀڳوان پرنرواڻ کان هڪ به سال اڳ جڏهن راجگرهه ويو تڏهن هن سان ۱۲۵۰ ڀڪشو هوا. پر ”ديگهه نڪاي“ جي ٻين اُتن ستن ۾ ڀڪشو سنگهه جي سنکيا ۵۰۰ ڏني ويئي آهي. ائين لڳي ٿو ته ڀڳوان جي پوئين جاترا ۾ به ساڍس ۵۰۰ ڀڪشو هوا. ڀڳوان جي پرنرواڻ کانپوءِ راجگرهه ۾ ڀڪشن جي جيڪا پهرين پريشد ٿي تنهن ۾ به ۵۰۰ ڀڪشو هوا. تنهنڪري اهو اَنومان ڪڍي سگهجي ٿو ته ڀڳوان جي پرنرواڻ تائين ڀڪشو سنگهه جي سنکيا ۵۰۰ کان مٿي نه هئي.

پڌ ڀڳوان جي پرنرواڻ کانپوءِ شايد اها سنکيا وڌائڻ چڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هجي. ”ملت وستر“ جي شروع ۾ چيو ويو آهي ته شراوستي ۾ ڀڳوان سان ٻارهان هزار ڀڪشو ۽ ٻتيهه هزار پوڌيستو هوا. هن نموني پنهنجي سمپرداءِ (پنٿ) جي مهما وڌائڻ لاءِ تنهن سمي جي ڀڪشن اڳئين زماني جي ڀڪشن جي سنکيا به وڌائڻ شروع ڪري ڇڏي ۽ مهايان پنٿ جي گرنٿڪارن ته

کي ساڻ ڪري ڀڳوان اُرويلا ويو ۽ اُتي ئي ڪاشيپ ڀائر سنگهه ۾ شامل ٿيا. اهي ٽيرهان شش ساڻ وٺي ڀڳوان راجگرهه ڏي ويو. اُتي سنجيه جي شش مان ساريپت ۽ موگلنا، سي سنجيه جو پنٿ ڇڏي ڪري ٻڌ ڀڳوان جا شش وڃي ٿيا. انهن ٻنهي جي شامل ٿيڻ سان ڀڪشو سنگهه جي مهما وڌي ويئي، ڇو جو راجگرهه ۾ سندن ڏاڍو نالو هو. انهن ٻنهي ٻڌ جي مت جو ڪهڙي طرح وڪاس ڪيو، تنهنجي ساکي سٽ ۽ ونيه پٽڪ ڏين ٿا. ائين سمجهو وڃي ٿو ته ڇهي ڪٽي ته سڄو ”اڀڌرم پٽڪ“ سو ساريپت جو لکيل آهي.

انهن ڪانپوءِ آيل ۱۹ ڀڪشن جي پرمپرا اتهاسڪ نٿي نظر اچي. ”چل وڳ“ (پاڳهه ۷) ۾ ٻڌايو ويو آهي ته آنند ۽ اُنرڌ ساڳئي وقت ڀڪشو ٿيا. ۾ هت اُنرڌ جو نمبر ۲۲ ۽ آنند جو ۳۴ آهي. انهن سان گڏ اُپالي حجام به سنياس ورتو هو ۽ پوءِ هو ڏرم پالينڌڙ ٿي ويو. ٻر پوءِ به سندس نالو هن يادداشت ۾ ڪونهي. هت ڏنل سيني ڀڪشن جون جيونيون ”ٿوڌ سنگهاچا پرچيه“ نالي ڪتاب جي ٽئين پاڳهه ۾ ڏنل آهن. پڙهندڙ وڌيڪ خبر لاءِ اهو ڏسن.

## ڀڪشن جي سنکيا

هاڻي اسين هن ڳالهه تي مختصر طور ويچار ڪريون ته راجگرهه تائين ڀڳوان ٻڌ کي جيڪي ڀڪشو مليا سي انهن پندرهن ڀڪشن کان وڌيڪ هوا يا نه؟ ٻڌ کي واراڻسيءَ ۾ سٺ ڀڪشو مليا. اُرويلا ويندي واٽ تي

جي مهتا وارا ڇهه ڄڻا آهن، سي ڪير آهن؟ سي هي آهن- پورڻ ڪسپ، مکل گوسال، اَجت ڪيسڪمبل، پڪڌ ڪچاين، سنجيه، سنجيه بيلٺپت ۽ نگنٺ ناٿپت.

## ٻڌ سنگهه جي فرض ادائي

اهي ڇهه آچاريه عمر ۾ ٻڌ ڀڳوان کان وڏا هوا ۽ سندن ڀڪشن جي سنکيا به گهڻي وڌيڪ هئي. انهن سڀني آچارين ۾ ٻڌ سڀني کان ننڍو هو ۽ سندس ڀڪشو سنگهه جي سنکيا به بلڪل ٿوري هئي. تنهن هوندي به هي ننڍو سنگهه سڀني کان گوءِ کڻي ويو ۽ نه رڳو هندوستان ۾ پر ايشيا جي وڏن ڀڱن تي پنهنجو پرڀاءُ ڄمايائين. انهيءَ جو ڪهڙو سبب هو؟

جواب هي آهي ته مٿي ڄڻايل شرمڻ سنگهه ڳڻپ ۾ وڏا هوا پر رواجي جن-سماج جو ڪو خاص اونو نه ڪندا هوا. انهن ۾ گهڻن جو اهوئي مقصد هو ته تپسيائون ڪري اسين موک پراپت ڪريون. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ اچي گرهستين کان ڀکيا وٺندا ۽ ڪڏهن پنهنجي پنٿ جو تتو گيان ڪين ڏيندا هوا. پر پوءِ به گرهستين جي ڀلي ۽ سک لاءِ هو ڪو خاص جتن نه ڪندا هوا.

ٻڌ سنگهه جي ڳالهه هنن کان بنهه نرالي هئي. ٻڌ جو اهو اُپديش اسين مٿي ٻڌائي چڪا آهيون ته ”لوڪن جي ڀلي ۽ سک ڪارڻ توهين چوطرف پکڙجي وڃو. هڪ رستي ۾ ٻه ڄڻا نه وڃو.“ اهو اُپديش 'مهاوڳ' ۽ 'مار سنيت' ۾ ملي ٿو ۽ ساڳئي مطلب جا اُپديش 'ست پٽڪ' ۾ ڪيئين

من جي مؤج موجب ٻوڌ ڀڪشون جي سنکيا وڌائي ڇڏي. ٻڌ ڌرم جي زواليت جو اهو مکيه ڪارڻ هو. ٻنهي ڌرم ۽ سنگهه جي مهما وڌائڻ ڪاڻ ٻڌ ڀڪشن اَنڌ ٻنا منڌ ٻنا ڏنڌ ڪٿائون گهڙڻ شروع ڪيون ۽ براهمڻ ته ڪانئن ٻه واڌو ڪرامتن جون ڪٿائون گهڙي ڀڪشن کي گوءِ ڏيئي ويا.

## ڇهه پرسڌ شرمڻ سنگهه

ٻڌ جي سمي ۾، ٻڌ جي سنگهه کان وڌا ۽ پرسڌ ڇهه شرمڻ سنگهه موجود هوا ۽ انهن ڇهن سنگهن جا نيتا - پُورڻ ڪاشيپ (पूरण कास्यप)، مکل گوسال (मक्खलि गोसाल)، اَجت ڪيسڪمبل (अजित केसकंबल)، پڪڌ ڪچايڻ (पकुध कच्चायन)، سنجيه بيلٺپت (संजय बेलट्ठपुत्त) ۽ نگنٺ ناٿپُت (निगण्ठ नाथपुत्त) هوا، جن جو لوڪن ۾ ڏاڍو وڏو مان هو. هن سنبنڌ ۾ "مجهم نڪاي" جي چُولسارو پم سُت चूलसारोपम सुत्त ۾ هيٺيون احوال اچي ٿو:

''येमे भो गौतम समण ब्रम्हणा संघिनो गणिनो गणाचारिया ञाता यसस्सिनो तित्थकरा साधुसम्मता बहुजनस्स, सेय्यथीदं पूरणो कस्सपो, मुखलि गोसालो, अजितो केसकम्बलो, पकुधो कच्चायनो, सञ्जयो बेलट्ठपुतो, निगण्ठो नाथ पुतो ।''

آرٿات: پنگل ڪوٽس (पिंगल कौत्स) ڀڳوان کي چوي ٿو ته "هي گوتم، هي جو سنگهي (سنگهن وارا)، گڻي (جن جي ڳڻت هجي)، گڻاچاريه (لوڪن جا آچاريه)، پرسڌ، يشسوي (جن جو ناماچار هجي)، تيرٿنڪر يعني گهڻن

گهڻو وقت لڳاءِ ٿي ڪائي. هڪ ٻئي سان ٻل مانسائي ۽ تياڳ ڪري جا ايڪتا اُتپن ٿئي ٿي سا ئي سچي سمجهي وڃي ٿي. ست نياصت جي ڪاسي ڀاردواج (कासिभारद्वाज) ست مان ثابت ٿئي ٿو ته هن ڀرڪار جي ايڪتا سماج ۾ آڻڻ لاءِ ٻڌ سنيريو هو. انهيءَ جو ثابوج هيٺين آهي.

هڪڙي ڏينهن ڀڳوان ٻڌ ڀکشا وٺندي ڀاردواج براهمڻ جي ٻنيءَ ۾ ويو. اُتي ڀاردواج براهمڻ ٻنهنجن مزورن کي ڪارائي رهيو هو. ڀڳوان کي ڀکيا لاءِ بيٺو ڏسي چيائين ته، "مون وانگر تون به ٻني ڪر، هر ڪاهه، ٻج ڇٽ ۽ فصل جو لابارو ڪري پوءِ اَن کاءِ. تون هيٺن ٻنهين جو تو؟"

ڀڳوان کيس چيو ته "آءٌ به ڪسان آهيان ۽ آءٌ شرڌا جو ٻج ڇٽيان ٿو، تنهن مٿان تپسيا (جتن) جي برسات پوي ٿي، ڀرگيا (شڌ ٻڌي) منهنجو هر آهي، پاپ کان لڄ ڪرڻ منهنجي هر جي مڻ آهي، چت رسي آهي، سڄاڳي هر جو ڦار ۽ ڇهڪ آهي، سريو ۽ واچا جو سنجم ڪريان ٿو، ڪاڏي ۾ سنجم ڀالي سچ دوارن مان من جي دوشن جي گڏ ڪريان ٿو. سنتوش منهنجي راحت آهي. آتساهه منهنجا ڏڳا آهن. منهنجو واهن اوڏانهن هلي ٿو جيڏانهن نه شوڪ نه دک آهي."

هن واٽيءَ جو رهسيه ڀاردواج جهٽ ۾ سمجهي ورتو ۽ ٻڌ جي سرن ورتائين.

هن اُپديش ۾ ٻڌ ڀڳوان کيتيءَ جي منع نه ڪئي آهي.

هند ملن ٿا. ٻڌ ڀڳوان جي هن اُپديش جي پوئواري ڪرڻ سان، سندس سنگهه جن سماج ۾ ڏاڍو پيارو ۽ مانُ قبول پوڻ جهڙو) ٿي ويو ۽ سيني ماڻهن ٿي سندس پرڀاءُ پوڻ لڳو.

جوٿين اڌ ڀاڱي ۾ اسين ڇڪي آيا آهيون ته ٻاهر جهيڙا ڪندڙن کي ڏسي ڪري ٻوڌ ڀڪشو ۾ وڙاڳ اُتپن ٿيو. اهي جهڳڙا راج ستا جي وسيلي مٽائڻ محال هوا. ڇو جو جيسين ماڻهن ۾ هنساتمڪ (هنسا واري) ٻڌي آهي تيسين سماج جا جهيڙا جهٽا ختم نه ٿيڻا آهن. انهيءَ ڪري راج ستا کان دور ٿي، منش جاتيءَ جي مڪتيءَ جي ڳولا ڪرڻ لاءِ ٻوڌ ڀڪشو سنڌ رو ٻڌو. ستن سال تپسيائن جا خوب آزمودا وٺي پوءِ ڪيس مڌ ير (وچولو) مارگ سجهي آيو ۽ اهو مارگ سيني کي ٻڌائڻ لاءِ هن فيصلو ڪيو. انهيءَ مراد سان ڀڳوان ٻڌ پنهنجو سنگهه برپا ڪيو. تنهنڪري انهيءَ ۾ عجب ڪونهي ته ٻين سنگهن جي مقابلي ۾ ٻڌ شرمڻ جنتا جو دک سک وڌيڪ سوچيندا هوا.

## آڌياتمڪ ڪيتيءَ جي ضرورت

سماج ۾ ڪيتي، واپار ۽ ٻيا ڌنڌا هلن چلن ٿا. پر جي جنتا ۾ سنگهنن نه آهي ته انهن ڌنڌن مان لاڀ نٿو ٿئي. هڪ جو ڪمايل فصل ٻيو لاهارو وجهي ڪٽي ويندو ۽ ڪنهن واپاريءَ کي ڪونه ڪر چور ڦري ويندو. هن ريت جي ڪنهن سماج ۾ اَنڌ ڌنڌ ڦهلجي ويو ته سماج جي ماڻهن کي نهايت تڪليفون آڏو اينديون. اهو سنگهنن يا ايڪتا شستر جي زور سان آڻي سگهجي ٿو پر اها

ٻڌايس ته منهنجو راڄ اڄاتشترو انهن وڄين تي حملو ڪرڻ وارو آهي. اهو ٻڌي ڀڳوان ڪيس چيو ته ”جيسين منهنجن ٻڌايل ستن نيمن تي وڄي قوم وارا قائم رهندا تيسين ڪير به سندن وارو ونگو نه ڪري سگهندو.“ وسڪار براهمڻ جي موڪلائي وڃڻ کانپوءِ ٻڌ ڀڳوان پنهنجي ڀڪشو سنگهه کي سڏي چيو ته ”هي ڀڪشوئو، آءٌ توهانکي واڌاري جا ست سريشت نيم ٻڌايان ٿو. (١) جيسين ڀڪشو ٻاڻهر ڪٺين ٿيرا ملندا رهندا تيسين واڌارو ٿيندو رهندو- هاڃي نه ٿيندي. (٢) جيسين ڀڪشو هڪ راءِ سان گڏ ٿيندا ۽ هڪ من سان سنگهه جي ڪمن تي ويچار ڪري اٿندا، تيسين ڀڪشن جو واڌارو ٿيندو رهندو- هاڃي نه ٿيندي. (٣) جيسين سنگهه جي ٻڌايل نيمن بابت ڀڪشو ائين چوندا ته اهي سنگهه جا ٻڌايل آهن ۽ جيسين سنگهه جا ٻڌايل نيم هو نه ٽوڙيندا، نيمن جو رهسيه سمجهي ڪري انهيءَ اُنوسار پالن ڪندا، تيسين ڀڪشن جو واڌارو ٿيندو رهندو- هاڃي نه ٿيندي. (۴) جيسين ڀڪشو وڏن ۽ سيلوان نيتائن کي مان ڏيندا (٥) جيسين ڀڪشو رکي ٻڙڪو کائيندڙ ترشنا جي وس نه ايندا (٦) جيسين ڀڪشن کي ايڪانت واس پيارو لڳندو (٧) جيسين نه آيل سڄاڻ برهمچاري سنگهه ۾ اچن ۽ آيل سڄاڻ براهمچاري سنگهه ۾ سکيا رهن تن لاءِ ڀڪشو سدائين سڄاڳ رهندا، تيسين ڀڪشن جو واڌارو ٿيندو رهندو- هاڃي نه ٿيندي.“

سيندس اُپديش جو ڏهور اهو ٿي آهي ته جي انهيءَ کيتيءَ کي نيتيءَ جي پشتي نه حاصل ليندي ته سماج کي سک بدران ڏک ٿي حاصل ٿيندو. هڪ جي ڪمائيل ٻنيءَ جو ٻيو اچي فصل ڪٽي ته کيتي کير ڪندو ۽ سماج ۾ اونده، انڌوڪار ڇهي ويندو. انهيءَ ڪري ڀوئين ته سيني جي پلي ڪاڻ اهنسا تمڪ ٿيڻ گهرجي. انهيءَ مانسڪ کيتي کيڙڻ بنا وهنواري کيتي بيڪار ثابت ٿيندي. اهو محسوس ڪري ٻڌ ڀڳوان پنهنجي سنگهه کي سماج ۾ نيتي آڻڻ لاءِ سجاڳ ڪيو. انهيءَ ڪري ٿي اهو سنگهه ننڍو هوندي به جلد ٿي وقت اندر جنتا ۾ پيارو ٿي ويو ۽ پنهنجي پرشارت سان ٻين شرمڻ سنگهن کان اڳتي وڌي ويو.

## سنگهه جو سنگهٽن

سنگهه کي ڪارائتو بنائڻ لاءِ ڀڳوان ٻڌ نهايت ساوڌان رهيو. سنگهه جي رچنا اهڙيءَ طرح رچيائين جيئن ڪانگس پرش اُن اندر ايڪتا قائم رهي ۽ سنگهه دوران آلڪ بنا جن سيوا ٿيندي رهي. وَجيِن جي پرجا تنترو راڄن ۾ سنڌن نيتا گڏ ٿي ڪري وچارن جي ڏي وٺ ڪندا هوا ۽ هڪ ٻئي جي ڀلي خاطر نيم بنائيندا هوا. مهاپرنرواڻ سُت جي آرنڀ ۾ آيل ليکن مان سمجهجي ٿو ته ساڳيءَ طرح، ڪجهه ڦيرڦار ڪري، ٻڌ ڀڳوان اهڙا نيم پنهنجي ڀڪشو سنگهه ۾ چالو ڪيا هوندا.

هڪ ڀيري وَسڪار براهمڻ ٻڌ ڀڳوان وٽ وڃي ڪري

ڪٿيا يا ساڌارن وهار آڏائي ڪري انهيءَ پر رهن ۽ اهڙي ڪم لاءِ پنهنجي هٿين زمين کوٽڻ يا کوٽائڻ پاپڪاري نه هو. پر اهو نيم ماڻهن کي راضي ڪرڻ لاءِ بڻائڻو پيو هو. اڪثري سڀ شرمڻ اها خبرداري رکندا هوا ته جيئن ننڍڙن وڏڙن جيئن جو ناس نه ٿئي. راسه جو ڏيئو پر نه ٻاريندا هوا. سبب جو ڏيئي مٿان جيئن جو اچي ڪرڻ ممڪن هو ۽ اهڙي سنيال وڻڻ تي ماڻهو هريل هوا. اهڙي حالت پر ڪو شرمڻ کوڏر کٽي ٻاڻ زمين کوٽڻ لڳندو هو ته رواجي ماڻهن جي دل پر چوٽ لڳڻ سياويڪ هو. ماڻهن سان بحث مباحثو ڪرڻ ۽ سندن نقط نظر بدلڻ جي ضرورت ڀڳ ڀڳوان محسوس نه ڪئي. سندس خيال موجب تپسيائن پر اجايو وقت نه وڃائي ڪري، جنتا کي ڌرم جو اپديش ڏيڻ لاءِ ڏيان ڌواران چت کي ايڪاگر ڪرڻ لاءِ ڀڪشن کي وقت ملي، ته سنگهه جو ڪارج پورو ٿيندو. انهيءَ ڪري سمجهائين ته جيڪي رواج رسمون نقصانڪار نه آهن سي سنگهه پر قائم رهڻ سان ڪاپ هاڃي نه ٿيندي.

## ڀڪشو سنگهه جي سادگي

ڀڳوان ٻڌ کي ٻين سنگهن جون تپسيائون پسند نه هيون ۽ پر هو انهيءَ بابت نهايت خبردار هو ته سنگهه جا ڀڪشو بلڪل سادگيءَ سان رهن. جيڪڏهن ڀڪشو مالڪ (परिग्रही) ٿيندا ته ملڪيت رکي چوطرف وهي کهڙو ٻچار ڪري سگهندا؟ ”سامنج ڦل ست“ پر

انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهي نيم- سنگهہ هڪ جڳهہ تي گڏ ٿيئي، هڪ مت سان سنگهہ فيصلا ڪري، ٻڌن ۽ سيلوان ڀڪشن جو مان ڪري وغيره نيم جي 'ونيہ پٽڪ' ۾ مان ٿا- سي ٻڌ ڀڳوان وڄين جي پرجا تنتر راج ۾ چالو ڏسي سنگهہ ۾ داخل ڪيا.

## سنگهہ جا ڪي نيم لوڪن جي رواجن مان ورتا ويا

پر راجن جي حڪومتن جا سڀ نيم سنگهہ ۾ داخل ڪرڻ ممڪن نہ هو. سنگهہ ۾ ڪو ڀڪشو اپراڌ ڪندو هو تہ گهٽي ۾ گهٽي سزا اها هئي تہ کيس سنگهہ مان کيس نيڪالي ڏني وڃي. انهيءَ کان وڌيڪ ڪا سخت سزا نہ هئي. سبب جو سنگهہ جا سڀ نيم اهنسا تي ٻڌل هوا. سندن ڪيترا نيم تہ فقط چالو رسم رواج مان ورتا ويا هوا. مثلا هيٺيان نيم ڏسو-

ٻڌ ڀڳوان آلوي (आलवी) جي اگالو (अग्गालव) چيتيہ* (चेतिय) ۾ رهندو هو. انهن وقت آلوڪ ڀڪشو جڳهہ ٺاهڻ لاءِ زمين کوٽائي رهيو هو. مٿس ماڻهو ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ لڳا. جڏهن ڀڳوان کي خبر پيئي تہ هن ڪم جي مدح ڪري، ڀڪشن لاءِ اهو نيم بنايائين تہ، جو ڀڪشو زمين کوٽي يا کوٽائي، تنهنکي پاچتيہ ٿئي ٿو، يعنيٰ سندس چت§ ايڪاگر نٿو رهي.

ڀڪشن کي ٻڌ ڀڳوان اهتري آگيا ڏيئي ڇڏي تہ ڇوٽي

---

*ڀڪشن جي رهڻ جي مٺ

§ڏسو "ٻوڌ سنگهاچا پرچيہ"، صفحو ٩٧

جو ڪين وجهه ملي ويندو هو. سو روڪڻ لاءِ ڪيترا ئي نيم ناهڻا پيا، جن جي سکيا ڪافي وڏي ويئي.

”ونيه پٽڪ“ ۾ ڀڪشو سنگهه لاءِ ڇا نه ڪجي تنهن بابت نيم ڏنل آهن. انهنکي ”پاٽي موک“ (पातिमोक्ख) چوندا آهن. انهن مان ٻه اُنيٺ (نيم کان ٻاهر) ۽ ٧٥ سيکيه (सेखिय) يعني ڪاڏي ٻيٺي، اُٿڻ وهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ وغيره ۾ سيکيا جا نيم هوا. اهي ڇڏي ڪري باقي ١٥٠ نيمن کي اشوڪ جي وقت ۾ ”پاٽي موک“ ڪري چوندا هوا. تنهن کان اڳ اهي سڀ نيم نهيا نه هوا ۽ جيڪي ٺهي چڪا، تن مان بنيادي نيم ڇڏي ڪري، باقي پيا بدلائڻ جو حق سنگهه کي هو. پر نرواڻ کان اڳ ڀڳوان ٻڌ، آنند کي ڪوٺائي چيو ”هي آنند، جي سنگهه جي اِڇا هجي ته مهنجي مرتيوءَ کانپوءِ رواجي نيمن کي ڇڏي ڏئي.“

انهي مان صاف معلوم ٿئي ٿو ته ننڍا يا معمولي نيم ڇڏڻ يا ديس ڪال موجب رواجي نيمن ۾ ڦير ڦير ڪرڻ جي اختياري ٻڌ ڀڳوان سنگهه کي پوري ڏني ڇڏي هئي.

## ديهه لاءِ ضروري شين بابت خبرداري

ڀڪشن لاءِ ضروري شين ۾ اَن، اجهو، لٽو ۽ دوا اهي چار شيون هيون. ڀڳوان جو چوڻ هو ته اهي شيون ”پاٽموک“ جي نيمن موجب ڪم آڻيندي ۾ ڀڪشن کي

ٻڌ ڀڳوان اجاتشترو راجا کي چوي ٿو:

सेय्यथापि महाराज पक्खी सकुडो येन येनेव डेत सपतभारो वडेति। एवमेव महाराज भिक्खु संतुट्ठो होति, कायपरिहारिकेन चीवरेन, कुच्छि परिहारिकेन पिण्डपातेन। सो येन येनेव पक्कमति समादायेव पक्कमति।

ارٿات هي مهاراج، ڪو پکي ڪنهن به طرف اڏامي ٿو ته پنهنجن کنين سوڌو ئي ان طرف اڏامي ٿو، اهڙيطرح هي مهاراج، ڀڪشو ته ديهه لاءِ ضروري پوشاڪ ۽ پيٽ لاءِ ضروري اَن (ڀکيا) تي راضي رهي ٿو. هو جيڏانهن وڃي ٿو تيڏانهن پنهنجو سارو سامان کڻي وڃي ٿو."

اهڙي ڀڪشوءَ وٽ گهٽ ۾ گهٽ هيٺيون اٺ شيون هيٺ لکيل گاٿا ۾ ٻڌايل آهن:

तिचीवरं च पत्तो च वासिसूचि च बंधन।
परिस्सावनेन अट्ठेते युतयोगस्स भिक्खुनो॥

اَرٿات: "ٽي ڪپڙا، ٿانو (ٻرتن)، واسي (ننڍڙي کهاڙي) سئي، ڪمربند، پاڻي ڇاڻڻ جو ڪپڙو- اهي اٺ شيون جوڳي ڀڪشوءَ لاءِ ڪافي آهن."

## رهڻيءَ جا نيم

ٻڌ ڀڳوان جو اهو اپديش هو ته ڀڪشو انهيءَ ريت بلڪل سادگيءَ سان رهن. ٻر منش جو سڀاءُ اهڙو آهي جو ڪي ڀڪشو اهي شيون وٺنديء نيمن جو اُلنگهن ڪندا هئا. مثلا ٽن ڪپڙن کان وڌيڪ رکندا هوا، مٽي يا لوهي جي ٻرتن رکڻ بدران ٽامي يا پتل جو ٻرتن وٺندا هوا ۽ ڪپڙا به وڏ ٻرا پور پندا هوا. انهن ملڪيت وڌائڻ

صحت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪم ۾ آڻيان ٿو.“*

## سنگهہ ۾ قوت آڻڻ لاءِ ديودت جي ڪوشش

سنگهہ ۾ مترتا ۽ سرلتا جو پاو رهي، تنهن بابت ٻڌ ڀڳوان نهايت خبردار هو. پر منش جو سڀاءُ اهڙو عجيب آهي جو ماڻهن جي ميڙ اندر مت ڀيد پيدا ٿين ٿا ۽ جدا طرف ٿين ٿا تنهنڪري مکيہ ڪارڻ آهي ايمان ۽ سندس پنهنجان اڳيان. انسان ڀلي ڪيتري بہ سادگيءَ سان رهي، پر جي اڳوان ٿيڻ جي خواهش اٿس تہ پڻ جي ڳڻن کي اوگڻ ڄاڻائي ڪري، پنهنجي سرخروي ڪرڻ بنا نہ رهي سگهندو. انهيءَ جي چار ۾ ڪو اگياني ڦاسي پوي ٿو تہ هو سولائيءَ سان ڪو خاص پنٿ يا ٽولو ٺاهي وٺي ٿو.

ٻڌن جي سنگهہ ۾ هن نموني جو پهريون پڪشو ديودت هو. شاڪيہ ڪل جو ۽ ٻڌ جو رشتيدار بہ هو. ڀڳوان کي پرارٿنا ڪيائين تہ سنگهہ جو مکيہ مونکي سونپيو وڃي. پر ڀڳوان سندس ڳالهہ نہ ٻڌي، جنهنڪري ٻڌ کي مارائڻ لاءِ هن راجا اجاتشتروءَ جي مدد سان کي خوني اماڻيا. پر ڀڳوان جو خون ڪرڻ بدران هو مرڳو سندس شش وڃي ٿيا. تڏهن وري گرڌڪوٽ پهاڙ تان هڪ شاهي چپ ڀڳوان مٿان ڪيرايائين، پر چپ جي

---

*هن ريت ڏيهہ لاءِ ضروري ڇهن شين جو خبرداريءَ سان پرہيز، تنهنکي پنچويکڻ (पच्चक्खाण) چوندا آهن ۽ اها ريت اڄ تائين چالو آهي.

سنڀالي رهڻ گهرجي. ڪپڙي پهرڻ وقت ڀڪشوءَ کي چوڻو پوندو هو ته ”پوريءَ طرح سوچي ڪري هي ڪپڙو ڪم آڻيان ٿو.“ چوڻ جو مطلب اهوئي هو ته آءٌ فقط سردي، گرمي، مڇرن، مکين، هوا، اُس کان بچاءَ طور پهريان ٿو ۽ اندرين جي رکيا لاءِ پهريان ٿو.“

ڀوڄن کائڻ مهل کيس چوڻو پوندو هو ته، ”پوري طرح سوچي ڪري هي ڀوڄن ڪريان ٿو.“ انهيءَ جو مطلب اهو نه هو ته، ”منهنجو سرير راند روند واسطي رشت پشت رهي، ۽ سينگاريل هجي. بلڪ اهائي مراد اٿم ته سرير جي سنڀال ٿئي، تڪليف نه رهي ۽ برهمچريه جي پالن ۾ مدد ملي. هن ريت بک جي پراڻي سوُر کي آءٌ ناس ڪري سگهندس ۽ وڌيڪ کائي ڪري نوان سور نه پيدا ڪندس. هن ڪري منهنجي سرير جي جاترا ٿي سگهندي، غلطفهمي نه ٿيندي، ۽ جيون سکڪاري ٿيندو.“

اجهي جو استعمال ڪندي کيس چوڻو پوندو هو ته، ”آءٌ پوري طرح سوچي ڪري هي اجهو ڪم آڻيان ٿو. منهنجي اهائي مراد آهي ته سردي، گرمي، مڇرن، مکين، هوا، اُس، نانگ بلا وغيره جي ڪري تڪليف نه ٿئي ۽ ايڪانت ۾ رهي سگهان.“

دوائن جي استعمال وقت کيس چوڻو پوندو هو ته، ”آءٌ پوريءَ طرح سوچي ڪري هنن دوائن جو استعمال ڪريان ٿو. اهي دوائون فقط بيماري دور ڪرڻ لاءِ ۽

ديودت کي ٥٠٠ ڇڪڙن لاءِ ڀوڄن موڪلي ڏيندو هو. ڪن ڀڪشن اها ڳالهه ڀڳوان سان ڪئي. ڀڳوان چيو ته، ’هي ڀڪشوئو، توهين ديودت جي لاڀ ۽ آدرستڪار جو حسد نه ڪريو. انهيءَ لاڀ مان ديودت جي هاڃي ٿي ٿيڻي آهي، ڀلو نه ٿيڻو آهي.‘“

انهيءَ ڪانسواءِ ديودت بابت هيٺيون گاٿا (ڪوتا) ٻن هنڌ آچي ٿي:

फलं वे कदलिं हन्ति फलं वेलुं फलं नलं !

सक्कारो कापुरिसं हन्ति गब्भो अस्सतरिं यथा ॥*

آرٿات: ”ڦل ڪيلي جي جهاڙ کي ناس ڪري ٿو. ڦل بانس ۽ نل (بانس جهڙو وڻ) جي وڻن کي ناس ڪري ٿو. خچريءَ جو گرڀ خچريءَ کي ناس ڪري ٿو. ساڳيءَ طرح آدرستڪار ڏرجن کي ناس ڪري ٿو.“

انهيءَ مان آئومان ڪيو وڃي ٿو ته پد حاصل ڪرڻ لاءِ ديودت ڪيئن اجاتشتروءَ جي مدد وٺي رهيو هو. اجاتشتروءَ پنهنجي پتا کي مارائي راڄ گدي هٿ ڪئي. تڏهن به ديودت سندس دوستي نه ڇڏي، بلڪ سندس مدد سان سنگهه ۾ ڦوٽ آڻي ڪيئين ڀڪشن کي ٻاهر ڏي ڪري ورتو. اهي سڀ ڪارناما ڀڳوان ٻڌ کي ناپسند هجن ته ڪهڙو عجب؟ ٻر ديودت جيڪا اها ڦوٽ سنگهه ۾ وڌي سا سنگهه لاءِ هاڃيڪار نه ٿي ۽ انهيءَ

* ”سنيت نڪاءِ“ ٢، صفحو ٢٤١ ۽ ”آنگوتر نڪاءِ“ ڀاڳ ٢، صفحو ٧٣

هڪ ٽڪر ڀڳوان جي فقط پيرن کي ضربيو. جڏهن پير نيڪ ٿيس ۽ ڀڳوان ٻکيا جي ڊوري تي راجگرهه ۾ وري نڪتو تڏهن مٿس هڪ مست هاٿي ناڳلري ڇڏيائين. پر هن هاٿيءَ ڀڳوان جي ڀون جي ڌوڙ کڻي پنهنجي مستڪ تي رکي ۽ پوءِ سانت ۾ پنهنجي ٿاڻي تي هليو ويو. هن ريت جڏهن سندس سڀ سازشون بيڪار ثابت ٿيون تڏهن ڀڳوان کي پرارٿنا ڪيائين ته سنگهه ۾ ڀڪشڻ لاءِ ڪنور نيم بنايا وڃن. پر ڀڳوان سندس اها ڳالهه به نه مڃي. تڏهن سنگهه ۾ ڦوٽ وجهي کي ڀڪشو ساڻ ڪري هو گيا ڏي هليو ويو.

ديودت جي اها ڪٿا وستار سان "چل ولڳ" ۾ آيل آهي.* پر منجهس اهاسڪ سچ بلڪل گهٽ نظر اچي ٿو. ڇو جو جيڪڏهن ديودت اهڙو دشت هو جو ڀڳوان جو خون ڪرڻ لاءِ تيار هو، ته سنگهه ۾ ڦوٽ آڻي ڪن ڀڪشن کي پنهنجو چيلو بنائڻ سندس لاءِ ڏاڍو ڏکيو ٿئي ها.

"لاڀستڪارسنيت" (लाभसत्कारसंयुत्त) جي ڇنڊڇاڻ سان لڳي ٿو ته جڏهن اجاتشترو اڃا يوراج هو تڏهن ديودت جو مٿس تي ويو هو ۽ تڏهن کان وٺي نيتا ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳو. سُت جو تاتپرج هن ريت آهي:

"ٻڌ ڀڳوان راجگرهه جي ويلوُ ٻن ۾ رهندو هو. تنهن وقت راجڪمار اجاتشترو پاڻ سان ٥٠٠ رٿون وٺي ڪري صبح سانجهيءَ ديودت وٽ درشن لاءِ ويندو هو ۽

*ڏسو "ٻڌ - ليلا - سار - سنگرهه"، صفحو ١٧٩-١٨٨

ڪنديڙ ڀڪشن کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ نه سندن آدرستڪار ڪيو ۽ نه ڪين ڀڪيا ڏياري. انهيءَ ڪري انهن ڀڪشن جو مزاج نيڪ ٿي ڀيو ۽ هو شراوستيءَ ڏي ويا. تڏهن جهيڙا لاهڻ لاءِ ڀڳوان کي نيم ٻڌايا ۽ آيالي ۽ ٻين ڀڪشن کان اهي جهيڙا طئه ڪرايائين.*

”مجهم نڪاءِ“ جي اُپڪليس سُت (उपक्किलेस सुत्त) نمبر ١٢٨ ۾ مهاوگ جي ڪٿائن مان ڪيترين ڪٿائون اچي وڃن ٿيون، پر منجهس ديگهاءِ جي ڪٿا نه آهي ۽ انهيءَ سُت جي سماپتي پراچين ونس داو بن ۾ ٿئي ٿي.

پارليڪ بن ۾ ڀڳوان ٻڌ جو وڃڻ سو پاروليڪ سُت ۾ نه پر ”اُدان وگ“ ۾ ڏنو ويو آهي.

”ڪوسمبيه سُت“ ۾ وري انهيءَ کان ٽراليون ڳالهيون ڏنل آهن. انهن جو تاٽڙج هن ريت آهي:

ڀڳوان ٻڌ ڪوشامبيءَ جي گهوشتارام (घोषितारामः) ۾ رهنديڙ هو. تنهن وقت ڪوشامبيءَ جا ڀڪشو پاڻ ۾ جهڳڙا پيا ڪندا هوا. جڏهن ڀڳوان کي خبر پيئي تڏهن انهن ڀڪشن کي پاڻ وٽ گهرايائين ۽ چيائين ته، ”هي ڀڪشوئو، جي توهين پاڻ ۾ جهڙا ڪندا رهندا، ته اِئين ممڪن آهي ته توهانجي ڪايا، واچا ۽ من جا ڪرم هڪ ٻئي لاءِ متريا جا ٿي سگهندا؟“

جواب ڏنائون ته ”نه ٿي سگهندا.“

”جي نه ته پوءِ پاڻ ۾ جهيڙا ڇا لاءِ ٿا ڪريو؟ هن نموني

---

* ”ٻوڌ سنگهاچا پرچيه“، صفحه ٣٧-٤٣

مصيبت مان سنگهه صحيح سلامت پار لنگهي پيو.*

## ڀڪشو سنگهه ۾ هڪ ٻيو ٻه جهڳڙو

سنگهه اندر ٻيو ٻه هڪ معمولي جهڳڙو ڪوشامبيءَ ۾ ٿيو هو. انهيءَ جو وستار سان بيان مهاوڳ ۾ ملي ٿو. مهاوڳ جي لکندڙ يا لکندڙن هن ڪٿا جي رچنا اهڙي ڪئي آهي جو ٻين اهڙن موقعن تي ٻه ڪم اچي سگهي. ڪٿا جو تاپرج هي آهي:

ٻن ودوان ڀڪشن وچ ۾ نمرتا جي هڪ خسيس نيم بابت متڀيد ۽ جهڳڙو ٿي پيو. تڏهن ڀڳوان کين ديرگهايو (दीर्घायु) جي ڪٿا ٻڌائي. پر ٻوءِ ٻه باز نه آيا. منجهائن هڪ جڻي چيو ته، "سائين، توهين ماٺ ۾ رهو. اسين هن جهيڙي کي پاڻ ۾ نبيري نپٽائينداسين." سڀني جا من خراب ٿيل ڏسي، ڀڳوان ٻڌ ڪوشامبيءَ کان پراچين ونس داو (वंसदाव) جي بغيچي ڏي هليو ويو. اتي انرڌ (अनुरुद्ध)، نندي (नंदिय) ۽ ڪمبل (किम्बिल) نالي ٽي ڀڪشو رهندا هوا. سندن پاڻ ۾ ميل ميلاپ ڏسي ڪري ڀڳوان سندن ساک ڪئي ۽ اتان ٿي ڀڳوان پارليڪ (पारिलेय्यक) باغ ڏي ويو. تنهن سمي هاٿين جي ٽولي جو هڪ اڳوان هاٿي پنهنجي ٽولي مان ڪڪ ٿي ڪري ٻن ۾ اڪيلي سر رهندو هو. هن هاٿيءَ ٻڌ جو سواگت ڪيو. اتي ڪجهه وقت ڪاٽي ڀڳوان شراوستي هليو ويو.

هيڏانهن ڪوشامبيءَ جي اپاسڪن (ڀڳتن) جهيڙي

---

*ڏسو "ٻڌ ـ ليلا ـ سار ـ سنگرهه"، صفحو ۱۸۷ـ۱۸۸

هيڪڙي ڀيري ڀڳوان ڪوشامبيءَ جي گهوشت آرام ۾ رهندو هو. تڏهن چوهيو آنند وٽس وڃي ڪري سندس پرسان ويٺو. ڀڳوان کيس ڏسي چيو ته "آنند، ڦلاڻو جهيڙو لهي ويو؟"

آنند- ڀڳونت (ڀدنت) جهڳڙو نه ڪيئن لهي؟ آنرڌ جو شش باهيه نه پاڻ ۾ سنگهه ۾ قوت آڻڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺو آهي. آنرڌ کيس نه اکر نه ٿو چوي."

ڀڳوان- پر سنگهه ۾ جهڳڙن کي طيءِ ڪرڻ جو ڪم ڪڏهن آنرڌ ڪيو نه آهي؟ ساريپت- موگلان ۽ تون اهو جهيڙو ڇا نه نپٽائي سگهو؟"

انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته باهيه جي ڪري اهو جهيڙو وڌي ويو هو ۽ اهو ختم ڪرڻ لاءِ خود ڀڳوان کي ڪوشش ڪرڻي پيئي. انهن ڀڪشن جي سيا مان ڀڳوان پڻ پاڻ ڪري ڪجهه وقت دور ٿي ويو هجي، پر اهو جهڳڙو نه ڪوشامبيءَ ۾ ئي ختم ٿي ويو هو. انهن سمجهجي ٿو ته اهڙن موقعن تي نه جهيڙو ڪندڙ ڀڪشن کي بار آڻڻ لاءِ ٻيا ڀڪشو سندن ڀهشڪار ڪندا هوا ۽ ڪيئن نه ڪري جهيڙو مٽائيندا هوا، اهو ڏيکارڻ لاءِ مهاوگاڪارهيءَ ڪهاڻي بنائي آهي. پر اهڙن معمولي جهڳڙن ڪري سنگهه تي ڪو خاص برو اثر پوندو هو سو بلڪل ناممڪن هو.

## ڀڪشڻي سنگهه جي استاپنا

ڀڪشڻين لاءِ سنگهه ڪيئن برپا ٿيو تنهن بابت جيڪي

جا جهيڙا نه توهان لاءِ هميشه هاڃيڪار ۽ ڏکدائڪ ٿي
ٿيندا.“

وري ڀڳوان کين چيو ته، ”هي ڇهه ڳالهيون جهيڙن
کي مٽائي ڪري سنگهن ۾ پاڻ ۾ ايڪتا آڻڻ جهڙيون
آهن. انهيءَ ڪري اهي ياد رکندا. (۱) مترتا جا سريرڪ
سان ڪم (۲) مترتا جا واڻيءَ سان ڪرم (۳) مترتا جا من
سان ڪرم (۴) اُپاسڪن کي مليل دان ٻين کي ڪري سيني
۾ هڪ طرح ورهائڻ (۵) پنهنجي چرتر ۾ ڪوبه ڀڱ نه
وجهڻ (۶) آريه (اُتم) شراوڪ (ٻڌ ڌرم جا) کي جا سوڀيا
ڏئي اُها صحيح درشٽي رکڻ.“

انهيءَ صحيح درشٽيءَ بابت ڀڳوان خوب سوچ ويچار
ڪيو آهي. انهيءَ بابت وستار سان هت لکڻ جي ضرورت
نه آهي. اُپديش جي آخر ۾ انهن ڀڪشن ڀڳوان جي وياڪياڻ
جي ڏاڍي تعريف ڪئي.

انهيءَ مان اهو اَنومان نڪري ٿو ته هيءَ ڳالهه لاڳي ٿي
ختم ٿي، نه ته اهي ڀڪشو ڀڳوان جي وياڪياڻ جي تعريف
ڇو ڪن ها؟ ”مهاوڳ“ ۽ ”اُپڪليس ست“ ۾ ڀڪشن
جي تعريف بابت ڪجهه به لکيل نه آهي. اُتي لائين ڏيکاريل
آهي ته اهي ڀڪشو جهيڙا ڪندا رهيا جنهن سبب ڪري ڪڪ
ٿي ڪري ڀڳوان اُتان پراچين ونس داو بن ڏي هليو ويو.
انهن ٻن بيانن وچ ميل ڪيئن آڻجي؟

”انگوتر نڪايه“ جي چتڪ نپات (चतुक्कनिपात) جي
۲۴۱ ست ۾ هيٺيون لکيل ڳالهيون اچن ٿيون.

قل* پراپت ڪرڻ ممڪن نه آهي؟" تڏهن ڀڳوان جواب ڏنو ته، "ها، ممڪن آهي." ته آنند چيو ته، "جي لائين آهي ته جنهن ماسيءَ ماتا ٻدران ڀڳوان کي نهائي وڏو ڪيو، تنهن جي پرارٿنا قبول ڪري ڀڳوان استرين کي سنياس وٺڻ جي آگيا ڪري."

ڀڳوان چيو ته، "جي مهاپرجاپتي گوتمي اٺ اترداتو (उत्तरदायित्व) پورڻ نيم يعني اٺ مکيه ڌرم سويڪار ڪري ته استرين کي سنياس وٺڻ جي صلاح ڏيندس. اهي آهن: (۱) ڀڪشڻي چاهي سنگهه ۾ ڪيترا به سال رهي هجي ته به سيني ڀڪشن، ننڍن توڙي وڏن کي، پرنام ڪري. (۲) جنهن ڳوٺ ۾ ڀڪشو نه هجي اتي ڀڪشڻي نه رهي (۳) هرهڪ پکواري (ٻن هفتن) ۾ اپوست (اپواس) ڪهڙي ڏينهن آهي ۽ ڌرم اپديش ڪڏهن ٻڌڻو آهي، اهي ٻئي ڳالهيون ڀڪشڻيون ڀڪشو سنگهه کان پڇن (۴) چؤماسي کانپوءِ ڀڪشڻيءَ کي ڀڪشو سنگهه ۽ ڀڪشڻي سنگهه کي پرواريٽا (प्रवारणा)§ ڪرڻ کپي (۵) جنهن ڀڪشڻيءَ کان سنگهه جي نيمن جي ڀڃڪري ٿي هجي، تنهن ڀڪشڻيءَ کي ٻنهي سنگهن کان پندرهن ڏينهن جي مانت (मानत्त)† وٺڻ گهرجي (۶) جنهن ٻه سال اڀياس ڪيو

---

*انهن چئن قلن بابت سمجهاڻي هن آڌياءَ ۾ هيٺ ڏنل آهي

§پنهنجا دوش ٻڌائڻ لاءِ سيني کي پرارٿنا ڪرڻ. ڏسو "ٻوڌ سنگهاچا پرچيه"، صفحو ۲۴-۲۶

†سنگهه جي سنتوش لاءِ وهار کان ٻاهر پندرهن راتيون ڪاٽڻ

چل وڳ (चुल्लवग्ग) ۾ لکيل آهي، تنهن جو ترجمو هن ريت آهي:

ٻڌ ڀڳوان ڪپلوستوءَ جي نگروڌ آرام ۾ رهندو هو. تڏهن مهاپرجا پتي گوتميءَ ڀڳوان کي وڃي چيو ته، ”ڀڳونت، توهين استرين کي پنهنجي سمپرداءِ (پنٿ) ۾ سنياس وٺڻ جي آگيا ڪريو.“ اها پرارٿنا ڀڳوان ٽي ڀيرا اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي؛ اتان هو ويشالي ڏي هليو ويو. مهاپرجاپتي گوتميءَ پنهنجو مٿو منڊائي (وار لاهي) ڪري، ٻين استرين ساڻ ڪري، ڀڳوان جي پٺ وٺي ويشالي ويئي پڌ جاترا ڪري سندس پير سڄي پيا هوا، سر ڌوڙ ۾ ميرو ٿي ويو هو؛ منهن جي چهري تي اداسائي ڇانئجي ويئي هئي. کيس ڏسي ڪري آنند ڪانئس اداسائي جو سبب پڇيو. جواب ڏنائين ته، ”ٻڌ ڀڳوان پنهنجي سمپرداءِ ۾ استرين کي سنياس وٺڻ جي آگيا نٿو ڏئي، انهيڪري آءٌ مايوس آهيان.“ سو ٻڌي آنند ڀڳوان وٽ ويو؛ پرارٿنا ڪيائين ته استرين کي سنياس وٺڻ جي آگيا ڪريو. پر وري به ڀڳوان اها ڳالهه قبول نه ڪئي. تڏهن آنند چيو ته، ”پدنت، جو ڌرمي سمپرداءِ تٿاگت ٻڌايو آهي تنهن ۾ ڪنهن به استريءَ کي پڪشي ٿي ڪري سروتپ آپت ڦل (ڌرم جي سروتپ يعني وهڪ ۾ وهڻ جو ڦل)، سڪرداگامي ڦل (سنسار ۾ باقي هڪ ڀيرو جنم وٺڻ جو ڦل)، اناگامي ڦل (وري جنم نه وٺڻ جو ڦل)؛ ارهت (مڪت ٿيڻ)

مٽائڻ لاءِ نيم نٿو بنائي.""*

هن واڪيہ موجب ٻڌ جا سيپيٽي نيم رچيا ويا آهن، ڀڪشو کي نيم ٻڌائڻ لاءِ ...

ڀورين تہ ڪو ڀڪشو اپراڌ يا ڀل ڪندو هو. جڏهن اهڙا ڳالھہ ڀڳوان جي ڪنن تائين وڃي پهچندي هئي تڏهن هو ڀڪشو سنگھہ کي سڏي کو نيم ٺاهيندو هو. ٻيو جڏهن آزمودي مان ڏسبو هو تہ انهيءَ نيم جو ٺيڪ پالن نہ ڪيو ويو آهي، تہ نيم کي سڌاريندو هو.

پر مهاپرجاپتي گوتمي جي باہت اهو نيم ٺاهڻ جو نمونو ڇو ڪين اختيار ڪيو ويو؟ اهو عجيب لڳي ٿو تہ ڀڪشڻي سنگھہ پر ڪو دوش پيدا ٿئي تنهن کان اڳ، اُنن نيمن جو بار مٿن پيو ويو وڃي. هن مان اهو انومان نڪري ٿو تہ سڀي ساري اختياري ٻنهجن هٿن پر سوگهي رکڻ لاءِ ڀڪشو سنگھہ اهي نيم پوءِ بنايا ۽ ونيہ ۽ انگوتر نڪايہ پر شامل ڪري ڇڏيا.

"ونيہ پٽڪ" جي پيٺ پر "ست پٽڪ" وڌيڪ پراچين آهي. تڏهن بہ اُنہ ڪي ست پوءِ گڏيا ويا آهن ۽ شايد هي ست بہ انهن مان ئي آهن. عيسيٰ کان هڪ يا ٻہ سؤ سال اڳ، جڏهن مهايان پنٿ تيزيءَ سان ڦهلجي رهيو هو تڏهن اهي ست لکيا ويا هوندا. انهن پر سِڌ ڌرم جو مطلب آهي استور وادي (स्थविर वादी) پنٿ. سُت رچيندڙ جيڪا اڳڪٿي ڪئي سا هيءَ تہ ڀڪشڻي سنگھہ جي پربا ٿيڻ ڪري اهو ڌرم ۵۰۰ سال زنده رهندو ۽ انهن

* "ٻوڌ سنگهاچا پرچيہ"، صفحہ ۵۲-۵۳

هڪڙي آهڙي اُپاسڪا کي ٻئي سنگهه اُپسمپدا (उपसम्पदा)
يعني مکيه سهايڪ جو پد ڏين (٧) کهڙي به سبب
ڀڪشڻي ڀڪشوءَ کي گارگند نه ڏئي (٨) ڀڪشو ڀڪشڻيءَ
کي اُپديش ڏئي."

اهي اٺ نيم آنند وٽي مهاپرجاپتي گوتميءَ کي ٻڌايا
۽ هن کي اهي پسند آيا. اها ڪٿا ايستائين "اَنگوتر نڪايه"
جي اَنڪ نپاتہ ۾ به آهي. تنهن کانپوءِ ڀڳوان ٻڌ آنند
کي چوي ٿو ته، "هي آنند، اِستريءَ کي هن ڌرم اندر
پرورجيا (سنياس) نه ملي ها ته اهو ڌرم هڪ هزار سال
قائم رهي ها. پر هاڻي جو اِستريءَ کي به اَڌڪار ڏنو
ويو آهي ته هي ست ڌرم فقط ٥٠٠ سال جٽاءُ ڪندو."

هن ريت ونيه ۽ اَنگوتر ۾ ساڳي ڳالهه چيل آهي، پر
چوڻو پوي ٿو ته اهي اٺ ڌرم پوءِ بنايا ويا آهن. سبب
اهو آهي ته ونيه ڌرم جا نيم ٺاهڻ جو نمونو جو ٻڌ جو
هو سو هن نموني جي اُلٽو هو.

ٻڌ ڀڳوان ويرنجا (वेरंजा) ڳوٺ پرسان رهندو هو.
تنهن وقت ويرنجا ڳوٺ جي آس پاس ڏڪر ڪري ڀڪشن
کي ڏاڍيون سختيون سهڻيون پيون. تڏهن ساريپت وٽي
ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي ته هاڻي ڀڪشن جي آچار وچار
لاءِ نيم ٺاهيو. ڀڳوان چيو ته، "هي ساريپت، تون ڌيرج
ڌر. تٿاگت ڄاڻي ٿو ته نيم ٺاهڻ جو ڪهڙو موقعو آهي.
سنگهه ۾ جيسين پاپاچار نه آيو آهي تيسين تٿاگت اهي

هتان جو راهل کي شروڻ بنايو ويو سا ڪٿا مهاوڳ ۾ هن ريت آهي:

ڀڳوان ڪجهه وقت راجگرهه ۾ رهي ڪري ڪپلوستو ويو. اتي هو نگروڌ آرام ۾ رهيو. هڪڙي ڏينهن جڏهن هو شڌوڌن جي مڪان پرسان ڀکيا لاءِ وڃي ڪري رهيو هو ته راهل جي ماتا کيس ڏسي ورتو. تڏهن راهل کي چيائين ته ”هي پت، هي تنهنجو پتاجي آهي. وٽس وڃ ۽ ڪانئس ورثي جو حصو گهر.“ ماءُ جي ڳالهه ٻڌي ڪري راهل وڃي ڀڳوان جي پيرن ۾ بيٺو ۽ چيائينس ته ”هي شرمڻ، توهانجي ڇايا سکدايڪ آهي.“ ڀڳوان اتان هليو ويو. پر سندس پٺيان پنهنجو ورثو گهرندي راهل به هلندو رهيو. وهار ۾ پهچڻ ڪانپوءِ راهل کي پنهنجي ورثي جو حصو ڏيڻ لاءِ، ساريپت کي سڏائي ڪري، کيس شرمڻ بنايائين. سا ڳالهه شڌوڌن کي سٺي نه لڳي. هن وڃي ٻڌ ڀڳوان کي سمجهايو ته ننڍن ٻارن کي سنياس (پرورجيا) ڏيڻ سان سندن سنڀاليندڙن کي ڪيترو نه ڏک ٿئي ٿو ۽ ڀڳوان ڪان اهو نيم بنايائين ته صغيرن کي سنياس نه ڏنو وڃي.

پر اها وارتا اتهاسڪ ڪسوٽيءَ تي بيهڪ نٿي ڪائي؛ هڪ ته شڌوڌن شاڪيه ڪپلوستوءَ ۾ نه رهندو هو؛ ٻيو ته نگروڌ آرام ٻڌ جي ٻڍاپي ۾ ٺاراهيو ويو هو، جڏهن راهل صغير نه هوندو. سو چوڻو پوي ٿو ته هيءَ قصو ڪيترن صدين بعد ناهي گهڙي مهاوڳ ۾ ٽنبيو ويو آهي.

ڪانئوءِ مهايان سمپرداءِ ڦهلجي ويندو. انهيءَ اڳڪٿيءَ مان ايترو ئي ثابت ٿو ٿئي ته اهو ست ڀڳوان ٻڌ جي مهاپرنرواڻ کان ٥٠٠ سال پوءِ لکيو ويو هو.

پارت ورش ۾ ڀڪشڻي سنگهه جي آستاپنا جي ٻڌ ڀڳوان ئي ڀورڻ ڪري ها ته ممڪن آهي ته انهن آنن ڌرم نيمن جي ڳڻت، توري ڪي گهٽيءَ، اتهاس آندر ئي سگهي ها. پر سچ پچ اها حالت نه هئي. جيئن ءِ ٻيا پنت ٻڌ سمپرداءِ کان هڪ يا ٻه صديون اڳ قائم ٿيا هوا ءِ انهن پنٿن آندر ڀڪشن جا وڏا سنگهه هوا، جن ۾ ڪي ڀڪشڻيون چتر ءِ ودوان هيون. هن قسم جي خبر پالي ساهتيه ۾ ڪيترن هنڌ پوي ٿي. ساڳي ڍنگ ٿي ٻڌن جي ڀڪشڻي سنگهه جي آستاپنا ڪئي ويئي هوندي. پرجا تنتر ءِ هڪ مهاراجا وارن راڄن ۾ استرين کي ڏاڍو مان ڏنو ويندو هو. انهيءَ ڪري ڀڪشڻي سنگهه جي رکيا لاءِ عجيب نيمن ناهڻ جي ضرورت نه هئي. آشوڪ ڪال کان پوءِ اها حالت بدلجي ويئي. هن ديس ٿي يونن (यवन) ءِ شڪ قوم جا حملا ٿيا ءِ سماج ۾ استرين جو آستان تڪو ڪرندو رهيو ءِ سندن مان نه رهيو. آهڙي وقت استرين لاءِ آهڙا نيم ناهيا ويا هجن ته ڪو عجب ڪونهي.

## راهل جو شرڻ ٿيڻ

ڀڪشو سنگهه ءِ ڀڪشڻي سنگهه جي ٻرپا ٿيڻ کانپوءِ انيرشرامڻ ءِ شرامڻين کي داخل ڪرڻو پيو. ٻڌ ڀڳوان

(اهي پرستاوروپي منتر آهن.)

ڀڳوان: (٣) من ۽ اندرين کي وڌندڙ ڪام ڀوڳ تن جو تياڳ ڪري، شردا سان گهر ڇڏي تون دک کي ختم ڪر.

(٤) ڪلياڻ ڪندڙ منترن سان منترتا ڪر. تنهنجو نواس اهڙي ايڪانت ۾ هجي جتي گهڻو گوڙ شور نه هجي. تون آلپ آهاري (ٿورو کائيندڙ) ٿيءُ.

(٥) وستر، آن، دوائن ۽ رهڻ جي جڳهه جي ترشنا نه ڪر ۽ پنر (وري) جنم پراپت نه ڪر.

(٦) نيتيءَ جي نيمن موجب پنهنجن اندرين کي سنجم ۾ رک، سرير جي گهرجن کي ياد رک ۽ وتراڳ ۾ پورن ٿي.

(٧) ڪام وڪارن سان گڏيل سڏيل وشين کي تياڳ ڪر، ڇاهي سندن ڪارڻ شپ هجي ۽ ايڪاگرتا ۽ سماڌي پراپت ڪرڻ جي ڀاونا رک، ڇاهي سندن ڪارڻ آشپ هجي.

(٨) نرواڻ جي ڀاونا رک ۽ اهنڪار ڇڏي ڏي. اهنڪار کي ناس ڪندين ته تون شانتي پراپت ڪندين.

هن ريت انهن منترن دوارا ڀڳوان ٻڌ راهل کي وري وري آپديش ڏنو.

هن سُت ۾ ڪل اٺ گاٿائون (منتر) آهن. انڪتاڪار جو چوڻ آهي ته انهن مان نمبر (٢) گاٿا سا راهل جي آهي، ۽ باقي ٻيون ڀڳوان جون آهن. انڪتاڪار ائين

آمبلٺڪ راهلو واد ست (अम्बलट्ठिक राहुलो वाद सुत) جي اُنڪتا ۾ چيو ويو آهي ته ٻڌ ڀڳوان جڏهن راهل کي شرمڻ جي ديڪشا (منتر اُپديش) ڏني تڏهن هو ستن ورهين جي عمر جو هو. اچ ڏينهن تائين ٻڌ ڌرم وارا ۾ اها ڳالهه مڃن ٿا. جيڪڏهن ائين مڃجي ته راهل ڪمار جو جنم ٻوڌيستو جي گهر ڇڏڻ وقت ٿيو، ته شرمڻ جو منتر وٺڻ مهل راهل جي عمر ستن سالن جي هئي، سا ڳالهه ٺيڪ نٿي ڪائي. سبب جو گهر تياڳ ڪرڻ کانپوءِ ٻوڌيستو ست سال تپسيائون ڪيون؛ تنهن ٻوڌ (ٻڌ پڻو) پرابت ڪرڻ کانپوءِ هن ڦيريون چؤماسو وارانسي ۾ گذاريو. تنهن کانپوءِ سنگهه ٻوڌا ڪرڻ ۾ ٻيو نه ته هڪ سال ضرور لڳو هوندس. انهيڪري شرمڻ جي ديڪشا وٺڻ مهل راهل جي عمر ست سال نه هوندي.

”ست نپاٽ“ جي راهل ست مان اهو انومان ڪيو ٿو وڃي ته راهل کي کهڙي نموني شرمڻ بڻايو ويو. انهي ست جو ترجمو هيٺ ڏنو ٿو وڃي.

ڀڳوان: (۱) ”سدائين ڪين جاڻڻ ڪري تون پنڊتن جو نراد ته نه ڪندو آهين؟ جي شخص مڻش کي گيان جي روشني بخشين ٿا (تن شخصن) جي تون شيوا ڪندو آهين؟“

راهل: (۲) ”سدائين ڪين جاڻڻ ڪري آءٌ پنڊتن جو نراد نه ڪندو آهيان. جي شخص منشين کي گيان جي روشني بخشين ٿا تن جي شيوا ڪندو آهيان.“

مان جيڪي سنياسي ايندا هوا تن کي چار مهنا اميدوار ٿي رهڻو پوندو هو. سمجهجي ٿو تہ هن قسم جي ٿي شرامڻن جو تعداد وڌيڪ هو. "ديگهہ نڪاير" جي مهاسِينهنادسُت (महासिंहनादसुत) جي آخر ۾، جڏهن ڪاشيپ پرواجڪ ٻڌ جي سنگهہ ۾ داخل ٿيڻ چاهي ٿو تڏهن ڀڳوان کيس چوي ٿو تہ، "هي ڪاشيپ، هن سمپرداي ۾ جڏهن ڪو سنياس وٺي سنگهہ ۾ داخل ٿيڻ چاهي ٿو تہ چئن مهنن تائين کيس اميدوار ٿي رهڻو پوي ٿو. انهيءَ مدي ڪانپوءِ، جي ڀڪشن کي وشواس اچي ٿو تہ کيس سنياس ڏيئي داخل ڪن ٿا. مونکي خبر آهي تہ هن بابت ڪي اپواد بہ آهن."

انهيءَ طرح ڪاشيپ چئن مهنن جي اميدواري ڪئي ۽ جڏهن ڀڪشن کي وشواس ٿيو تڏهن کيس سنگهہ اندر داخل ڪيائون.

## شرمڻن جي سنستا جو واڌارو

شرامڻن جي سنستا ڀڳوان جي پرنرواڻ ڪانپوءِ وڌندي ويئي. سا ڳالهہ ايتري قدر ٿي جو ٻالڪپڻ ۾ شرامڻ ٿي ڪري پوءِ ڀڪشو ٿيندڙن جي ٽي سنکيا زور وٺي ويئي. انهيءَ ڪري سنگهہ ۾ ڪئين اوڻايون اچي ويون. خود ٻڌ ڀڳوان کي ۽ ڪيترن ڀڪشن کي گرهست اوستا جو چڱو چوکو آزمود و هو. جنهنڪري سندن من ۾ پهر گرهست جي وهنوار ڏي وڃڻ وارو نہ هو. پر جن کي ٻالڪپڻ کان وٺي سنياس جي ديڪشا ڏيئي ڪري گرهست جيون

۽ چوي ٿو، ته ڀڳوان جنهنکي پنڊت سڏيو آهي، سو ساريپت ڏي اشارو آهي. راهل جي ٻالڪپڻ ۾ ئي، سندس سکيا لاءِ، ڀڳوان سندس ٻانهن ساريپت کي سونپي هئي. انهيءَ کان سال ۽ پوءِ راهل وڏيرو ٿيو ته هن ڀڳوان ٻڌ کيس اهو اُپديش ڏنو هوندو. سبب جو جيڪي ڳالهيون منتن ۾ ڏنل آهن سي اهڙيون نه آهن جو ٻال اوستا ۾ سمجهڻ ۾ اچن. جي راهل شرامڻ ٿي چڪو هو ته کيس اهو اُپديش ڏيڻ جي ضرورت نه هئي ته ’تون گهر ڇڏي دک کي ختم ڪر.‘

براهمڻ ڪمار گروءَ جي گهر ۾ رهي ڪري برهمچريه جو پالن ڪندي ويد جو اڀياس ڪندا هوا ۽ پوءِ من جي اڇا موجب گرهست آشرم يا تپسيا سنيڪار ڪندا هوا. راهل سان ته ساڳي حالت ٻڻي هوندي. وهنواري روا جي جاڻ لاءِ ڀڳوان کيس ساريپت کي سپرد ڪيو هوندو؛ ساريپت سان گڏ رهڻ ڪري برهمچريه جو پالن ڪرڻ سندس لاءِ ضروري ٿيو هوندو. ڀڳوان کيس هي اُپديش هن ڪري ڏنو هوندو ته متان ٻالغ اوستا ۾ گرهست آشرم نه سنيڪار ڪري. راهل جي هن ڪٿا جي بنياد تي مهاوڳ جي لکندڙ شرامڻن بابت وستار سان ڪٿا تيار ڪئي.

## پهريان شرامڻ

ڀڳوان ٻڌ جي حياتيءَ ۾ ٻالڪپڻ ۾ جيڪي شرامڻ سنگهه ۾ داخل ٿيا سي بلڪل ٿورڙا هوا. ٻين سمپرداين

جي پرسان آنڊ ۾ ڏيان ڪرڻ وڃي ته مار ونس وچي ڪري چيو ته:

यन्तं इसीहि पत्तब्बं ठान दुरभिसम्भवं ।
न तं द्वंगुलपञ्ञाय सक्का पप्पो तुमित्थियं ॥

آرتات: جو "نرواڻ استان رشين کي به ماڻڻ مشڪل آهي سو انهن کي ڪيئن پراپت ٿيندو جن جو عقل ٻن آڱرين سان چانور ڪٽي ڏسڻ (ته پڪا آهن يا نه)، جيترو آهي؟

سوما ڀڪشڻي جواب ڏنس ته:

इत्थिभावो किं कमिरा चितम्हि सुसाहिते ।
आणाम्हि वतिमानम्हि सम्मा धम्मं विपस्सतो ॥
यस्स नून सिया एवं इत्थाहं पुरिसो ति वा ।
किञ्चि वा पन अस्मीति तं मारो वतु मरहति ॥१॥*

آرتات:- جنهنجو چت نيڪ طرح سنتشت ٿي ويو آهي، ۽ جنهن کي گيان جو لاڀ مليو آهي، اهڙي ڌرم کي صحيح طرح ڄاڻندڙ لاءِ (نرواڻ مارگ ۾) استري پڻو ڪهڙو اٽڪاءُ وجهي سگهي ٿو؟ مار اهي ڳالهيون تنهن کي ٻڌاءِ جنهن ۾ اهو اهنڪار§ آيو هجي ته آءٌ استري آهيان، يا پرش يا ٻيو ڪجهه."

مار سمجهي ويو ته سوما ڀڪشڻي مونکي سڃاڻي

*ڀڪشڻي سنيت ست

§اهنڪار ٽن قسمن جو ٿئي ٿو. (١) مان سريشٽ آهيان، سو مهڙ (٢) مان هڪ جهڙو آهيان، سو مهڙ (٣) مان نيچ آهيان، سو مهڙ، ونيه صفحه ٣٤٦ ۽ ٣٥٣

ڪان ٻاهر رکيو ويو هو، تن جو گرهست ڌي ڄڪجي وچڙ سياويڪ هو. ٻاهريان رواج کين ڏبيندا رهيا، پر من جون ڪمزوريون هو روڪي نه سگهيا. سنگهه جي ناس ٿيڻ جي ڪيترن ٻين سببن مان هي به هڪ سمجهڻ گهرجي.

شرامڻن جي پڻنگم موجب شرامڻين جو سنگهه ٺهايو ويو هو. فرق فقط ايترو هو جو شرامڻ ڀڪشن جي ۽ شرامڻيون ڀڪشڻين جي آشرمن ۾ ڏار رهنديون هيون.

## شراوڪ سنگهه جا چار حصا

پر سنگهه جي چئن حصن اندر شرامڻن ۽ شرامڻين جي ڳڻپ نه ڪئي ويئي آهي. تنهن مان لڳي ٿو ته پگوان جي جيون ڪال پرانهن کي ڪا به اهميت نه ڏني ويئي هئي. فقط ڀڪشو ۽ ڀڪشڻيون، آپاسڪ ۽ آپاسڪائون، اهي چار پڌ جي شراوڪ (پڌ نديڙ) سنگهه جا حصا آهن.

انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته ڀڪشو سنگهه جو ڪارج بلڪل وڏو هو. تنهن هوندي به تريڻڪ ۽ چيل وچنن ۾ اهڙا ڪئين مثال اچن ٿا جن مان پتو پوي ٿو ته ڀڪشڻين، آپاسڪن ۽ آپاسڪائن به سنگهه جي ترقيءَ ۾ ڪافي ڀرو ورتو هو.

## استرين جو استان

مار سان جيڪو سوما ڀڪشڻيءَ جو سنواد (گفتگوءِ) هليو، تنهن مان اهو پڌرو آهي ته پڌ جي ڌرم مارگ ۾ استرين جو استان پرشن سان بلڪل برابريءَ جو هو.

ڀهرن جو سوما ڀڪشڻي جڏهن شرواستي نگر جي

ارهتڦلتو (अरहत्फलतो) چوندا آهن. هن ريت شراوڪن جا چار يا اٺ درجا ڪيا وڃن ٿا. چتر ۽ وشاک نالي شش گرهستي هوندي به اناگامي ليکيا ويا ۽ آنند ڀڪشو هوندي به ٻڌ ڀڳوان جي حياتيءَ ۾ فقط 'سوتاپن' ٿيو هو. کيما (क्षेमा)، اُپلورڻا (उत्पलवर्णा) ۽ ٻيون ڀڪشڻيون اَرهت پد کي پهتيون ويون هيون. مطلب ته نرواڻ مارگ ۾ ترقي ڪرڻ لاءِ استريٿو يا گرهستيٿو ڪنهن به قسم جون اڙڪون نه هيون.

## سنگهه جي پرتشٺا (درجو)

बुद्धं सरणं गच्छामि
धम्मं सरणं गच्छामि
संघं सरणं गच्छामि

انهن کي شرڻ-گمڻ يعني سرڻ وٺڻ چوندا آهن. اڄ به ٻڌ ڌرم وارا انهي ٽي سرڻ اُچاريندا آهن. اهو دستور ٻڌ جي حياتيءَ ۾ ئي شروع ٿي ويو هو. اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته ٻڌ ڀڳوان سنگهه کي ۽ ڌرم کي ساڳي اهميت ڏني. ٻئي ڪنهن به ڌرم ۾ اها ڳالهه نه ڏسبي. حضرت عيسيٰ چوي ٿو ته، "هي دکي ۽ ٿڪل لوڪ توهين سڀ مون وٽ اچو، آءٌ توهانکي سک ولي ڏيندس."*

सर्वधर्मान्परित्यज्य मामेकं शरणं व्रज ।
अहं त्वां सर्वपापेभ्यो मोक्षयिष्यामि मा शुचः ॥२॥§

---

*Mathew 11, 28* *

§ ڀڳوت گيتا، ادياءِ ١٨، سلوڪ ٦٦

ويٺي آهي، سو مايوس ٿي ڪري اتان اندر ڏيان تي ويو.
هيءَ گفتگوءِ ڪرڻ جي رنگ ۾ رکل آهي، پر تڏهن ۾ منجهانس ايترو پڌرو آهي ته ٻڌن جي سنگهه ۾ استرين جو ڪهڙو استان هو.

## نرواڻ جي مارگ ۾ شراوڪن جون چار منزلون

نرواڻ مارگ ۾ شراوڪن جون چار منزلون هونديون هيون. سوتاپن (सोतापन्न)، سڪداگامي (सकदागामी)، آناگامي (अनागामी) ۽ ارهت (अरहत). سڪايه درشٽي (सक्काय दिट्ठि)، (آتما کي نرالي وستو ڄاڻي ڪري انکي دائم سمجهڻ واري درشٽي)، سيلبتپراماس (सीलब्बतपरामास) (سنان وغيره ۽ انپ آهار دوارا مڪتي پراپت ڪرڻ ۾ وشواس)، وچڪڇا (विचिकिच्छा) (ٻڌ، ڌرم ۽ سنگهه بابت شنڪا ۽ اوشواس). اهي ٽن پرڪارن جا بندن ناس ڪرڻ ڪانپوءِ شراوڪ سوتاپن ٿئي ٿو. ۽ جڏهن انهيءَ مارگ ۾ ٿائينڪو ٿئي ٿو تڏهن انکي سوتاپتڦلنو (सोतापत्तिफलहो) چوندا آهن. انهيءَ ڪانپوءِ ڪام واسنائن ۽ ڪروڌ جي ٿدي ليڻ ڪري هن جو اڳيان گهٽ ٿئي ٿو، تڏهن هو سڪداگامي ٿئي ٿو ۽ انهيءَ مارگ ۾ ٿائينڪو ٿئي ٿو تڏهن انکي سڪداگامڦلنو چوندا آهن. انهيءَ ڪانپوءِ روپ راڳ (برهم لوڪ وغيره پراپت ڪرڻ جي اڇا)، اروپ راڳ (اروپ ديولوڪ پراپت ڪرڻ جي اڇا)، مان (اهنڪار)، پتڪنڊڙ چت ۽ اوديا انهن پنجن بندنن کي ٽوڙي هو ارهت بڻجي ٿو ۽ انهيءَ مارگ ۾ ٿائينڪو ٿئي ٿو تڏهن انکي

ڪري ڀڪشو آنند کان پڇيائين ته، ”ڀڳوان پڻ ڇهڙو ڳالهيون ڀڪشو سنگهه جو ڪو آهي؟“

آنند جواب ڏنو ته، ”ڀڳوان ڪو ڪونه آهي.“

باط ۾ سنڌن ڳالهيون هلي رهيون هيون ته ايتري ۾ مگڌ جو پڌان منتري وسڪار (वस्सकार) براهمڻ به اُتي اچي نڪتو ۽ آنند جو جواب ٻڌي ڪري پڇيائين ته ”انهيءَ ۾ ڀڳوان ڪو اهڙو ڀڪشو مقرر ڪيو آهي، جو ڀڳوان جي نه هوندي، سنگهه اهڙي ڀڪشوءَ جي سرن وني؟“

آنند چيو ته، ”نه، اهڙو ڪو ڪونهي؟“

”نه پلا ڪو اهڙو ڀڪشو آهي، جنهن کي ڀڳوان جي استان تي، سنگهه چونڊيو هجي.“

آنند چيو ته، ”نه، سنگهه ڪنهن کي به نه چونڊيو آهي.“

”يعني نه توهانجي هن ڀڪشو سنگهه جو ڪو به نيتا ڪونه آهي. نه پلا اهڙي سنگهه ۾ سنگهٺن ۽ انتظام ڪيئن ٿو رهي.“

آنند چيو ته ”اٿين نه سمجهڻ ڪيي ته اسانجو ڪو به نيتا نه آهي. ڀڳوان پڻ ونيه جا نيم ٺاهي ڇڏيا آهن. اسين سڀ ڀڪشو جي هڪ هنڌ رهون ٿا اُتي سڀ گڏ ٿي ڪري انهن نيمن کي پيهڙ ٽيهڙ ياد ڪريون ٿا. جنهن کان ڪا غلطي ٿئي ٿي سو اها غلطي قبولي ٿو ۽ اُنجو پڇتاءُ به ڪري ٿو... ڪو ڀڪشو شيلوان، چرتروان ٿئي

ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته:

ارڄن، ”پيا سڀ ڌرم ڇڏي ڪري رڳو مون هڪ جي سرڻ وٺ؛ سڀني پاپن کان توکي مڪت ڪري ڇڏيندس. تون شوڪ نه ڪر.“

پر ڀڳوان ٻڌ چوي ٿو ته، ”تون ٻڌ، ڌرم ۽ سنگهه جو اچهو اچي وٺ. پنهنجي ڪشالي سان، پنهنجي ۽ ٻين جي دک کي ناس ڪر ۽ دنيا جو دک گهٽ ڪر.“

جيڪڏهن اسين سنسار جي سڄاڻ ۽ شيلوان استري پرشن جو سنگهه جوڙي ڪري انهي سرن وٺنداسين ته دک ناس ڪرڻ جو مارگ سولو نه ٿيندو؟

## سنگهه ئي سڀني جو نيتا آهي

ٻڌ ڀڳوان پاڻ ڪانهه ڪنهن کي به سنگهه جو نيتا نه بنايو. بلڪ اهو نيم ٺاهيائين ته سڀ سنگهه کي ملي ڪري سنگهه جو ڪارج پورو ڪرڻ گهرجي. هڪ جنهن جي راڄ واري سرشتي ۾ پاپل ماڻهن کي ٻڌ جو هيءُ نيم عجيب ئي لڳو هوندو.

ڀڳوان جي پر نرواڻ کان ٿورو پوءِ آنند راجگرهه ۾ رهندو هو. چند پرديوت جي ڀؤ کان راجا اجاتشروءِ راجگرهه جي ديوارن جي مرمت شروع ڪئي هئي ۽ اهو ڪم گوپڪ موگلان نالي هڪ براهمڻ تي رکيو هوائين. جنهنجيو آنند ڀکيا وٺڻ لاءِ راجگرهه لاءِ نڪتو. پر ڀکيا جي رٿن ۾ اجا ڪجهه وقت پيو هو، ته گوپڪ موگلان وٽ لنگهي ويو. براهمڻ کيس آسن ڏنو ۽ پاڻ هيٺيري آسن تي ويهي

## آڌياءُ (٧)

# آتم واد

## آتم وادي شرمڻ

"نواپ ست" (निवाप सुत) موجب ٻڌ جي سمي ۾ جيڪي شرمڻ - برهمڻ هوندا هوا تن جا ٿلهي ليکي چار درجا ڪيا ويا آهن. تن ۾ يگيه وغيره ڪندڙ ۽ سوم پان ڪندڙ براهمڻن جو پهريون درجو آهي. انهن موجب هن نموني موج ڪرڻ سان موڪش ملي ٿو. يگيه وغيره ۽ سوم پان مان ڪتا ٿي جي براهمڻ بن ۾ وڃي ڪري گهور تپسيائون ڪندا هوا، سي رشي مني ٻئي درجا جا هوا. اهي بن اندر گهڻو وقت نه رهي سگهيا. اهڙا وري گرهست آشرم ۾ رڙهي آيا ۽ عيش عشرت ۾ سک ميڻ لڳا. پراشر، رشيشرنگ (ऋष्यशृंग) ۽ ٻين اهڙن رشين جا مثال هن ڪلاس وارن جا آهن. ٽئين درجي ۾ ڪي وري اهڙا شرمڻ - براهمڻ هوندا هوا جي آبادين جي آس پاس رهندا هوا ۽ تورو ڪاڏو کائيندا هوا. پر سي آتمواد (نه آتما آهي) پرهايا ويا. منجهن ڪي آتما کي سناتن ۽ نت (नित्य) سمجهندا هوا، ته ڪي آتما کي

تو ته اسين ڪيس .مان ڏيون ٿا ۽ سندس صلاح وٺون ٿا.٭ وسڪار ( वस्सकारा ) براهمڻ سو اجاتشترو راجا جو منتري هو. شايد سندس اهڙي ڳڪي راءِ هئي ته ڪنهن ٻوريءَ اختياريءَ واري بنا راڄ جو انتظام ٻوريءَ طرح سان ٿي نٿو سگهي. سندس خيال هو ته جي ٻڌ ڀڳوان پنهنجي جڳهه تي ڪنهن کي نه، وهاري آهي ته سنگهه کي ٻيو نه ته ڪنهن ڀڪشوءَ کي چونڊي سندس گديءَ تي وهارڻ گهرجي. ٻو اهڙي اختياري واري بنا سنگهه جو ڪارج، ٻڌ ڪانهوءِ ٻ، سهڻي نموني هلندو رهيو. تنهن ڪري قبول ڪرڻو ٻوي تو ته سنگهه جي ٻُڌ دواران ڪيل رچنا نيڪ هئي.

---

٭مجهم نڪاءِ، گوپڪ موگلان سُت، نمبر (١٠٨)

چوري ڪري، گهر ۾ کاٽ هڻي، ڌاڙا لڳائي، هڪ ئي گهر تي ڌاڙو لڳائي، واٽ تي ڦر ڪري، پرائيءَ استريءَ وٽ وڃي يا اَسٽ ٻولي- پوءِ به انکي پاپ نٿو لڳي. تکي ڪاتيءَ سان ڪو جانورن جي ماس جا ڍير ڪٽي ڪري ته به ان ۾ بلڪل پاپ نه آهي، ڪو ڏوش نه آهي. گنگاجيءَ جي ڏکڻ واري ڪناري تي وڃي ڪري ڪو مارڪٽ ڪري، ڪپي يا ڪپائي، ڪشٽ ڏي يا ڏياري ته انهيءَ ۾ ڪوبه پاپ ڪونهي. گنگا نديءَ جي اتر پاسي وڃي ڪري ڪو اَنيڪ دان ڪري يا ڪرائي، يگيه ڪري يا ڪرائي، ته انهيءَ ڪري ڪو پڃ نٿو ڪري. دان، ڌرم، سنجم ۽ سچ ڳالهائڻ ڪري پڃ پراپت نٿو ٿئي."

## نيَتِ واد

مکل گوسال (मक्खलि गोसाल) سنسار شڌ- وادي يا نيَتِ وادي (سڀ قسمت ڪري ٿي) هو. هن جي چوڻ موجب، "پراڻيءَ جي اپوترتا جو ڪو سبب نٿو ٿئي، ڪوبه ڪارڻ نٿو ٿئي. سبب بنا، ڪارڻ بنا پراڻي اپوتر ٿين ٿا. پراڻيءَ جي شڌيءَ لاءِ ڪوبه سبب نٿو ٿئي، ڪوبه ڪارڻ نٿو ٿئي. سبب بنا، ڪارڻ بنا پراڻي شڌ ٿين ٿا. پنهنجي سمرٿيءَ سان ڪجهه به نٿو بڻي. ٻئي جي سمرٿيءَ ڪري به ڪجهه نٿو بڻي. پرش جي سمرٿيءَ ڪري ڪجهه نٿو بڻي. (ڪنهن ۾ به) ٻل ڪونهي، ويرج ڪونهي، پرش- شڪتي ڪانهي، پرش- ويرتا ڪانهي، سڀ جيڪي آهي، سڀ

اَنِتُ (अनित्य) سمجهندا هوا. هن طرح واد وواد ۾ پورڻ ڪري هو ٻه مارڳ جي ڄاڻ ۾ وڃي ڦاٿا. ٻڌ ڀڳوان اهو آتم-واد (ته آتما آهي) ڇڏي ڏنو ۽ پنهنجي تتوگيان جو درسن سچ جي بنياد تي قائم ڪيو. انهيءَ ڪري سندس سراوڪ مارڳ جي ڄار ۾ نه ڦاٿا ۽ سندن ڇهه چوٿين ڪلاس جي شرمڻ- براهمڻ ۾ ڪٿي ويٺي آهي.

ٻڌ ڀڳوان اهو آتم-واد جو ڇڏي ڏنو، انهيءَ تي ويچار ڪرڻ کان اڳ اسانکي ڏسڻ کپي ته اُنهيءَ وقت شرمڻ براهمڻ جو آتمواد ڪهڙي قسم جو هو. اسين ٽئين اڌياءَ ۾ ڇٽي آيا آهيون ته انهيءَ وقت مڙ ٻوٽي ٦٢ شرمڻ پنٿ هوندا هوا. انهن مان ڪو هڪ به آتمواد کان آجو نه هو. ۽ انهن سڀني جي تتوگيان جو درشن اڄ هٿ نٿو اچي. ۽ منجهائن ڇهن وڏن سنگهن جي درسن جو ٿورو حصو پاليءَ ۾ ڇپل وچنن اندر موجود آهي ۽ اهي پڙهي ڪري پين شرمڻ براهمڻ جي آتمواد بابت ڪجهه نه ڪجهه انومان ڪڍي سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري پهرين انهن ڇهن جي درشن (فيلسوفي) تي ويچار ڪرڻ مناسب آهي.

## آڪريا- واد (अक्रिया वाद)

ڇهن منجهان پهريون پورڻ ڪسپ (पूरण कस्सप) اَڪريا واد جو حامي هو. هن ليکي "ڪو شخص ڪجهه ڪري يا ڪرائي، ڪپي يا ڪپائي، ڪشت ڏئي يا ڏياري، دک ڪري يا ڪرائي، ڪنهن کي ڪو ڏک ٿئي يا ڪو ڏک ڏئي، ڏپ لڳي يا ڏيجاري، پراڻين کي ماري،

کي ڏيڻ وارا، تتو گيان موجب ۽ جوڳي مارڳ تي هلڻ
وارا شروڻ برهمڻ هن سنسار ۾ نٿا ٿين. منش ڇهن ڀوتن
(عناصرن) جو پتلو ٺهيو آهي. جڏهن مري ٿو تڏهن سندس
ديهه جي پرٿوي ڌاتو پرٿويءَ ۾ واپ (پاڻي) ڌاتو پاڻيءَ
۾، تيج ڌاتو تيج ۾، ۽ وايو ڌاتو وايو (هوا) ۾ وڃي ملن
ٿا ۽ مطلب ته اندريون آڪاش ۾ ليءِ ٿي وڃن ٿيون.
مردي کي ماڻهو کاٽيءَ تي رکي کري مساڻي ۾ کڻي
وڃن ٿا. سندس گڻن ۽ اوگڻن جي ڳالهه نکري ٿي،
پر سندس هاڃي سڦيد ٿي کري سندس آهوڻيون (آڳ ۾
ڀسم ٿي وڃن ٿيون. دان جو کتواڳ مورکن کڻي ڪڙو کيو آهي.
جو شخص آستڪ واد (ته ايشور آهي) ٻڌائي ٿو سو ڪوڙ
ٻڌائي ٿو ۽ اجائي بڪواس کري ٿو. سرير جي ناس
ڪانپوءِ ودوانن ۽ مورکن جو ناس ٿئي ٿو. موت ڪانپوءِ
ڪجهي جو نالو نيشان نٿو رهي.

## آنيونيه واد (अन्योन्य वाद)

## يعني هڪ ٻئي سان ملڻ کري

ڀڪڌ ڪچاين (पकुधक च्यायन) آنيونيه وادي هو. چوندو
هو ته "ست پدارٿ آهن، جي نه کنهن کيا يا کرايا
آهن. اهي ست پدارٿ اڀناسي (قائم)، نگر دوار جي ٿنڀ
وانگر اچل آهن.* اهي نه هلن چلن ٿا، نه بدلجن ٿا، هڪ

*لڙائيءَ ۾ شتروءَ جو هاٿي نگر جي دوار تي ڌوڪيندو
حملو نه کري، انهيءَ کري دوار جي سامهون هڪ
زبردست ٿنڀ کوڙي ڇڏيندا هوا. ٿنڀ کي اندر کيل
(اندر جو کلو) به چوندا هوا.

پراڻي، سڀ ڀوُت (عناصر)، سڀ جيو ٻي وس ۽ ويوج بنا آهن. سڀ پاڳ يا قسمت ڪري، هڪ ٻئي سان ملاڻ ڪري (संगति)، سڀاو ڪري ڦاڻ ۾ وڪريل تين ٿا ۽ ڇهن مان ڪنهن ۾ هڪ جاتيءَ ۾ رهي ڪري سک دک ماڻين ٿا. ٻڌوان توڙي مورکن کي چوراسي لک جوُڻين ۾ ڦرڻو پوي ٿو، تڏهن وڃي سندن دک دور ٿئي ٿو. ڪو ڪٿي چوي ته سيل اسٽي چال) سان، هن ورت سان، تپسيا سان يا برهمچريه سان اڻ پڪي (جنهن جو ڦل تيار تيو هجي) ڪرم کي پڪو (جنهن جو ڦل تيار تيو هجي) بنائيندس يا ته پڪي ڪرم جو ڦل پوڳي ڪري ڪرم جو مؤل ناس ڪندس، ته ائين نه ڪري سگهندو. هن سنسار ۾ سک دک اهڙا زور آهن جو جڻ ڪين توري ماپي سگهجي ٿو. اهي گهٽ يا وڌ ڪري نٿا سگهجن. جهڙيءَ طرح سٽ جو ٻيڙو اُڇلائڻ سان اهو چڪر ڪائيندو ويندو جيسين سڄو ويڙهيل سٽ کلي ويندو، ساڳيءَ طرح ٻڌوان ۽ مورکن جي دکن جو ناس تڏهن ٿيندو جڏهن هو سنسار جو سڄو سارو چڪر پورو ڪري موٽندا.“

## اُڇيد واد (उच्छेद वाद)

اَجت ڪيسڪمبل (अजित केसकम्बल) سو اُڇيد وادي يعني انڪار وادي هو. چوندو هو ته ”دان، يگيه ۽ هوم ۾ ڪجهه به سَتيه نه آهي؛ چڱي يا بڇڙي ڪر جو ڦل نٿو ٿئي. هي لوڪ پرلوڪ، ماتا پتا يا ديوتا ۽ نرڳواسي پراڻي نه آهن؛ هن ۽ ٻئي لوڪ جو چڱو گيان پراپت ڪري ٻين

جي گرنٿن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهنسا، ستيہ (سچ)، استيہ (چوري نہ ڪرڻ)، اپرگرھ (ملڪيت نہ رکڻ) انهن چئن سنڌمن جو اپديش پارشو (पार्श्व) منيءَ ڪيو هو. تن ۾ مهاپير سواميءَ پنجون برهمچريہ بہ گڏيو. تنهن هوندي بہ ٻڌ جي سمي ۾ نگرنٿن (جينين) ۾ مٿي ڄاڻايل چارئي سنڌم اهميت وارا هوا. جين ڌرم جو تاتپرج اهو هو تہ چئن سنڌمن ۽ تپسيائن سان پورب جنم جا پاپ کپي ڪرڻ سان ڪيوليہ (موک) پراپت ٿئي ٿو.

## (अक्रिय वाद और सांख्य मत) اَڪريہ واد ۽ سانکيہ مت

پورڻ ڪاشيپ جو اَڪريہ واد (تہ آتما ڪرم نٿي ڪري) سو سانکيہ مت وانگر نظر اچي ٿو. سانکيہ مت وارا مڃن ٿا تہ آتما پرڪرتيءَ کان پَرِ (نياري) آهي، مرڻ مارڻ وغيرہ جو پرڻام آتما تي نٿو پوي. انهيءَ سُر جي ڏِ ن ڀڳوت گيتا ۾ ڪيترن هنڌ پڙهڻ ۾ اچي ٿي.

प्रकृतेः क्रियमाणानि, गुणैः कर्माणि सर्वशः ।
अहंकार विमूढात्मा कर्ताऽहमिति मन्यते ॥१॥*

ارٿات سڀ ڪرم پرڪرتيءَ جي گڻن ڌواران ٿين ٿا، تڏهن بہ اهنڪار ۾ ورتل آتما "مان ڪريان ٿو ائين سمجهي ٿي."

य एनं वेत्ति हन्तारं, यश्चैनं मन्यते हतम् ।
उभौ तौ न विजानीतो, नायं हन्ति न हन्यते ॥§

---

*اڌياءُ ۳، سلوڪ ۲۷
§اڌياءُ ۲، سلوڪ ۲۱

ٻئي لاءِ سک دک اُپن ڪري نٿا ڪري سگهون. اهي ڪهڙا پدارٿ آهن؟ سي هي آهن - پرٿوي، آپ، تيج، وايو، سک، دک ۽ جيو. انهن کي مارڻ وارو، ٻڌڻ وارو، ٻڌائڻ وارو، ڄاڻڻ وارو يا سندن ورنن ڪرڻ وارو ڪير ڪونهي. ڪير تکي تلوار سان ڪنهن جو سر ڪپي ٿو وجهي ته هو سندس پراڻ نٿو ڪڍي. ايترو ئي سمجهڻ گهرجي ته ستن پدارٿن منجهان تلوار ڦري وئي.

## وکشيپ واد (وگهن وجهندڙ واد)

سنجيه ويلٿيپت (संजय वेल्हपुत) سو وِکيشپ وادي (विक्षेप वादी) هو. چوندو هو ته، "جيڪڏهن موکان ڪو پڇي ته پرلوڪ ٿيندو آهي ۽ موکي لڳي ته پرلوڪ برابر آهي ته ٻه ائين ئي چوندس ته پرلوڪ آهي. پر ائين ٻه نٿو لڳيم ته پرلوڪ نه آهي. نوگهه سرگهه جا پراڻي ٿين ٿا يا نه، چڱي ٻڇڙي ڪرم جو ڦل ٿئي ٿو يا نه، تٿاگت موت کانپوءِ رهي ٿو يا نه - انهن سڀني بابت موکي ڪابه خاص خاطري نه آهي.*

## چاتريام سنور واد (चातुर्यामसंवर वाद)

نگنٿ ناٿپت (निगण्ठ नाथपुत्त) چاتريام سنور وادي (ته سنجم چار آهن) هو انهن چئن يمن يا سنجمن جي ڄاڻ جيڪا سامنيج ڦل ست ۾ ملي ٿي سا اڻپوري آهي. جينين

*سامنيج ڦل ست (सामञ्ञफल सुत) ۾ نگنٿ ناٿپت جو چاتريامنسور واد (चातुर्यामसंवर वाद) وکشيپ واد کان اڳ ڏنل آهي. پر مجهم نڪاءِ جي چولسارويم ست (चूलसारोपम सुत) ۾ ناٿپت جو نالو آخر ۾ اچي ٿو.

ٻوري ڪسپ ڇهه تنديون جاتيون ٻڌايون آهن- ڪرشڻ، نيل، لوهت، هردر، شڪل ۽ پرم شڪل. ڪاسائي، شڪاري ۽ اهڙيون ٻيون جاتيون ڪرشن جاتيءَ ۾ اچي وڃن ٿيون. ڀڪشن ۽ ٻين ڪرم وادين جو ڳاڻاٽو نيچ جاتيءَ ۾ هڪ ڪپڙو پهريندڙ نگرنٿن جو لوهت جاتيءَ ۾ شپ وستر پهريندڙ آجيوڪن جو هردر جاتيءَ ۾ آجيوڪن ۽ آجيوڪ ڀڪشڻين جو شڪل جاتيءَ ۾ نند ٻچ، ڪس سنڪچ ۽ مکل گوسال جو پرم شڪل جاتيءَ ۾. انهيءَ مان صاف معلوم ٿئي ٿو ته ٻوري ڪسپ جو پنٿ ۽ آجيوڪن جو پنٿ ماڻي هڪ ٿي ويا هوا. نند ٻچ وغيره ٿي آچاريہ آجيوڪ پرمپرا جا نيتا هوا. انهيءَ مان اهو به ثابت ٿئي ٿو ته ڪسپ جي ۽ هنن جي آتم واد ۾ ڪو فرق ڪونه هو ۽ ڪسپ کي ڏيهه کي سختيون ڏيڻ جو مارگ پسند هو.

## اجت ڪيسڪمبل جو ناستڪ واد

اجت ڪيسڪمبل (अजित केसकम्बल) جي اڇيد واد تي وچار ڪرڻ سان اها ڳالهه ڏيان ۾ اچي ٿي ته هو پورن ناستڪ هو. "سرو-درشن-سنگره" ۾ چارواڪ مت جو هو بنياد وجهندڙ نه هو، پر پشتي ڏيندڙ بيشڪ هو. جهڙي طرح هنکي براهمڻن جا يگيه وغيره پسند نه هوا اهڙيطرح آجيوڪ ۽ ٻين شرمڻن جون تپسيائون به ڪيس پسند نه هيون. "سرو-درشن-سنگره" ۾ چيو ويو آهي ته،

अग्निहोत्रं त्रयो वेदास्त्रिदण्डं भस्मगुण्ठनम् ।
बुद्धिपौरुष हीनानां जीविका धातृनिर्मिता ॥

ارٿات ”جو هن آتما کي ماريندڙ سمجهي ٿو، يا جو، سمجهي ٿو ته آتما ماري وڃي ٿي، انهن ٻنهي سچ نه ڄاتو آهي؛ ڇو جو هيءَ آتما نه مري ٿي ۽ نه ڪنهن کان ماري وڃي ٿي.“

यस्य नाहंकृतो भावो, बुद्धिर्यस्य नलिप्यते।
हत्वाऽपि स इमांल्लोकान्न हन्ति न निबध्यते ॥१॥*

ارٿات ”جنهن ۾ اهم ڀاو نه آهي، جنهن جي ٻڌي (اُن کان) نرليپ رهي ٿي، سو لوڪن کي ماري ڪري به ڪين نٿو ماري. اهو بنڌن ۾ نٿو رهي.

## اَڪريا واد ۽ سنسار شُڌي واد

هن قسم جي اَڪريا واد کان مکل گوسال (मक्खलि गोसाल) جو سنسار شڌي واد گهٽو نرالو نه هو. سندس چوڻ هو ته جيتوڻيڪ آتما پرڪرتيءَ کان نرليپ آهي تڏهن به ڪيس ڪيءَ طرح جنم وٺڻا پون ٿا. انهن جنمن وٺڻ ڪانپوءِ آتما خود بخود مڪت ٿي وڃي ٿي. اهو ويچار هن وقت به هندو سماج ۾ آهي ته چوراسي لک جنمن بعد پراڻي موڪ پائي ٿو ته اهو خيال مکل گوسال جي ذهن ۾ بلڪل چالو هو.

”انگوتر نڪايه“ ۾ چڪ نپاٿ جي هڪ سٽ (نمبر۵۷) مان لڳي ٿو ته اڳتي هلي ڪري پورن ڪاشيپ جو پنٿ مکل گوسال جي آجيوڪ پنٿ سان شامل ٿي ويو. ڇهين سٽ ۾ آنند، ڀڳوان ٻڌ کي چوي ٿو ته، ”هي ڀڳونت،

*اڌياءَ ۱۸، سلوڪ ۱۷

۽ وئشيشڪن جي سٺن پدارٿن ۾ گهڻو فرق آهي. جيتوڻيڪ ڪڻاد جو شروع ۾ سنگهه وڏو هو تڏهن به هن جي پرمپرا قائم نه رهي. هاڻوڪو وئشيشڪ درسن سنلس تتو گيان مان نڪتو هوندو، پر انهيءَ ڳالهه جو تتو گيان مهيندڙ شروع پنٿ پڻ جي سمي ڪانهوءَ لڳاءُ نه ڪائي سگهيو هوندو.

## وڪشيپ واد ۽ سياد واد

سنجيه ويلٺ پت (संजय बेलट्ठपुत्त) جو وڪشيپ واد (विक्षेप वाद) جينين جي سياد واد (स्याद वाद) وانگر هو ۽ اڳتي هلي ڪري جينين اهو خيال پنهنجي تتو درشن ۾ ملائي ڇڏيو. ”ائين هوندو، ائين نه هوندو“ (شايد هجي، شايد نه هجي... स्यादस्ति स्यान्नास्ति) سياد واد ۽ ويلٺ پت جي وڪشيپ واد ۾ خاص فرق ڪونهي. انهيڪري ائين چوڻ ۾ ڪا به اٽڪ ڪانهي ته جين پنٿ وڪشيپ واد کي پنهنجي تتو گيان درشن ۾ پرڏان پد ڏنو.

## نرگرنٿ ۽ آجيوڪ

جين گرنٿن مان معلوم ٿئي ٿو ته ٻڌ جي سمڪالين چوويهين تيرٿنڪر مهاوير سوامي (جنهنکي نگنٿ ناٿپتر چون ٿا) ۽ مکل گوسال ٻنهي گڏجي ڇهه سال تپسيائون ڪيون. ڪير جاڻي ٻنهي جي ڪوشش هجي ته آجيوڪ ۽ نگرنٿ ٻنهي جا ڌار پنٿ، ماڻهو هڪ ٿي وڃن. پارشو (पार्श्व) منيءَ جا سنياسي هڪ يا ٻه وستر ساڻ رکندا هوا. پر مهابير سواميءَ مکل گوسال جو ڊگمبر ورت (دشائون جنهن جو وستر) سويڪار ڪيو ۽ تڏهن کان

اَرٿاتس:- ”اڳني هوترو ڪرڻ، ٽي ويد مڃڻ، ترشول ڌارڻ ڪرڻ ۽ ڀسم لڳائڻ... اهڙي رهڻي، ٻڌي ٻنا ۽ ٻي همت پرشن لاءِ برهما دوارا ٺهرائي وئي آهي“.

تنهن هوندي به آجت جي ڳجهه شرمڻن ۾ ڳڻتي هئي. تنهن جو سبب هي هو جو وئدڪ هنسا هنڪي بلڪل پسند نه هئي، ۽ جيتوڻيڪ هو تپسيا نه ڪندو هو، نه ته شرمڻن جي آچار ويچار جو پالن ڪندو هو. شرمڻن جي آتم-واد ڪان به بنهه آجو نه هو. آتما بابت سندس ڪامنا هيءَ هئي ته آتما چئن مهاڀوتن (عناصرن) مان پيدا ٿئي ٿي ۽ موت ڪانپوءِ آتما انهن چئن مهاڀوتن ۾ ملي وڃي ٿي. انهيڪري سندس هيءَ مت سياويڪ هئي ته:-

यावज्जीवं सुखं जीवन्नास्ति मृत्योरगोचरः ।

भस्मीभूतस्य देहस्य पुनरागमनं कुतः ॥

ارٿاتس:- ”جيسين تائين اسين جيئرا آهيون تيسين تائين سکي رهون، ڇو جو ڪوبه اهڙو پراڻي نه آهي جو موت جي ڦندي ۾ نه ڦاسي؛ ۽ ديهه جي ناس ٿيڻ کان پوءِ اها آتما ڪٿان موٽي ايندي؟“

ڪيسڪمبل جي هن ويچار مان ئي لوڪايت ارٿ شاستر نڪتو انهي شاستر جو وڪاس ڪؤٽليه جهڙي ارٿ شاستريءَ ڪيو.

## آنيونيه واد ۽ وئشيشڪ درشن

پڪڌ ڪچاين (पकुध कच्चायन) جو آنيونيه واد (अन्योन्यवाद) وئشيشڪ (वैशेषिक) مت وانگر هو. پر انهن جي ستن پدارٿن

ٿا ڏيو؟‘‘

جواب ڏنائون ته، ’’نرگرنٿ ناٿپت سڀ ڄاڻڻھار آھي.
ھو چوي ٿو ته ھلندي، ويھندي، سمھندي، جاڳندي،
ھر حالت ۾ منھنجي گيان درشٽي قائم رھي ٿي. ھن
جو اُپديش آھي ته، ’’ھي نرگرنٿو، توھان پورب جنم
۾ جيڪي پاپ ڪيا آھن، تن کي ھن پرڪار جي سخت‌تين
سھڻ سان پراڻو جھونو ڪريو (निर्जरय) ۽ ھن جنم ۾ من،
وچن ۽ سريو سان ڪوبه پاپ نه ڪريو. ھن نموني تپسيا ٿي
سان پورب جنم جي پاپن جو ناس ٿيندو ۽ نئون پاپ
نه ڪرڻ ڪري ايندڙ جنم ۾ ڪرم ڪيءَ ٿي ويندا، انھي
ڪري سڄو دک ناس ٿي ويندو. اھا سندس ڳالھ اسان
کي پياري لڳي ٿي.

ڀڳوان چيو ته- ھي نرگرنٿو، توھانکي خبر آھي ته
پورب جنم ۾ توھين ھوا يا نه؟

نرگرنٿ- اسانکي خبر ڪانھي.

ڀڳوان- ڀلا، اھا خبر اٿو ته پورب جنم ۾ توھان پاپ
ڪيو ھو يا نه؟

نرگرنٿ- سا به اسانکي خبر ڪانھي.

ڀڳوان- ڀلا اھا خبر اٿو ته توھانجو ڪيترو دک ناس
ٿي چڪو آھي ۽ باقي ڪيترو بچو آھي؟

نرگرنٿ- سا به خبر ڪانه اٿئون.

ڀڳوان- جيڪڏھن انھن ڳالھين جي توھانکي خبر نه
آھي ته انھي جي اھا معنيٰ نه آھي ته اڳئين جنم ۾ توھين

وٽي نرگرنٿ نر- وستر يعني ننگا ٿي ڦرندا آهن. ٻـو نرگرنٿن ۽ آجيوڪن جو پاڻ ۾ ميلاپ نه ٿي سگهيو. جيڪڏهن مهاٻير سوامي لک چوراسي (جونين جو) درشن قبول ڪري ها ته نرگرنٿن جي ٻنهي ۾ چالو چئن سنجمن جي ڪا به اهميت نه رهي ها. جيڪڏهن آئين مڃجي ته ڀاڳ (قسمت)، سنگت (حالتن جو ميلاپ)، ۽ سڀاو ڪري پراڻي ڳنڍيل آهن ته پوءِ اهنسا، استيه (چوري نه ڪرڻ) ۽ اپرگره (ملڪيت نـه رکڻ) انهن چئن سنجمن جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ مطلب ته اهي ٻئي آچاريه هڪ ٿي نه سگهيا.

آجيوڪ پنٿ جي لک چوراسي جونين جي درشن کان نرگرنٿن جو چئن سنجمن وارو درشن ماڻهن کي وڌيڪ پسند آيو. سبب جو انهن سنجمن ڪري ۽ تپسيائن ڪري اڳين جنمن جا پاپ ڌوپي سگهيا ٿي ۽ هڪ ئي جنم اندر موک پراپت ٿي سگهيو ٿي.

## نرگرنٿن سان واقفيت

"ست پٽڪ" ۾ نرگرنٿن معه وارن جي ڪافي ڄاڻ ملي ٿي. "مجهم نڪايه" جي چل دکند ست (चूलदुक्खक्खन्ध) ۾ ٻڌ ۽ نرگرنٿن وچ ۾ سنواد اچي ٿو. انهيءَ جو تاتپرج هي آهي.

راجگره ۾ ڪي نرگرنٿ بيٺي بيٺي تپسيا ڪري رهيا هوا. ڀڳوان ٻڌ وٽن وڃي ڪري چيو ته، "هي پانرو، توهين پنهنجي سرير کي هيترين ساسنائون ڇو

ڪرمن کي ڪيڻ ڪري سگهجي ٿو. انهي ويچار جي پرمپرا اڄ تائين قائم آهي.

## آتما بابت ڪلپنائون

انهن آچارين ۽ ٻڌن جي سمڪالين پڻ شرمڻن جي من ۾ آتما بابت ڪيتريون عجيب ۽ اديت ڪلپنائون هونديون هيون تنهن جو ٿورو نمونو اپنشدن ۾ ملي ٿو. مثال طور هيءَ ڪلپنا ونو ته آتما چانور ۽ جوَ جي داڻي کان به ننڍي آهي ۽ هردي اندر وسي ٿي.

एष म आत्मान्तर्हृदयेऽणीयान्व्रीहेर्वा यवाद्वा सर्षपाद्वा श्यामाकाद्वा श्यामाकतण्डुलाद्वा ।१

ارٿات:- هيءَ منهنجي آتما هردي اندر (وسي ٿي). چانور کان، جوَ کان، آهر کان، ساوي ثالي چانور جي داڻي کان به ننڍڙي آهي.*

۽ اها آتما ايتري ئي وڏي آهي.

मनो मयोऽयं पुरुषो भाः सत्यस्तस्मिन्नन्तर्हृदये यथा व्रीहिर्वा यवो वा ।२ §

ارٿات:- هيءَ پرش روپي آتما، منومي (من جي ڪوش ۾ رهندڙ) ڀاسوان (تيج واري)، ۽ ستيه روپي آهي ۽ هردي اندر ائين وسي ٿي جيئن چانور يا جوَ جو داڻو. پر هي ڪلپنا ئي ته آتما آڱوٺي جيڏڙي آهي.

अंगुष्ठमात्रः पुरुषो मध्य आत्मनि तिष्ठति ॥

---

* ڇاندوگيه اپنشد ۳-۱۴-۳

§ برهدارڻيڪ اپنشد، ۵-۶-۱

† ڪٺ اپنشد، ۲-۴-۱۲

شڪارين وانگر ڪنور هئا ۽ هن جنم ۾ انهن پاپن جي ناس ڪرڻ لاءِ هي تپسيائون ڪريو ٿا؟

نرگرنٿ - چرنجيو گوتم، سک مان سک نٿو پراپت ٿئي؛ دک مان ئي سک پراپت ٿئي ٿو. سک مان سک حاصل ٿئي ها ته بمبسار راجا کي چرنجيو گوتم جي مقابلي ۾ وڌيڪ سک ملي ها.

ڀڳوان - هي نرگرنٿو، توهان هيءَ ڳالهه سوچڻ ويچارڻ بنا ڪئي آهي. مان توهان کان فقط ايترو ئي ٿو پڇان ته ڀلا بمبسار راجا ست ڏينهن سڌو ويهي ڪري، مک مان هڪ شبد به نه بولي، ايڪانت سک جو انڀو ڪري سگهي ٿو؟ ۽ ستن ڏينهن جي ڳالهه ڪٿي ڇڏيو. ڇا هڪ ڏينهن لاءِ به اهڙي سک جو انڀو ڪري سگهي ٿو؟

نرگرنٿ - سو سندس لاءِ ممڪن نه آهي.

ڀڳوان - آءٌ ته هڪ ڏينهن لاءِ نه، ۽ ست ڏينهن انهيءَ پرڪار جو سک ماڻي سگهان ٿو. آءٌ توهان کان پڇان ٿو ته بمبسار راجا (پنهنجي دبدبي سان) وڌيڪ سکي آهي يا آءٌ؟

نرگرنٿ - جي ائين آهي ته آيشمان (چرنجيو) گوتم ئي بمبسار راجا کان وڌيڪ سکي آهي.

ٻڌ ڌرم جي ويچار جي خاصيت ڏيکارڻ لاءِ هي سنواد (گفتگوءِ) لکيو ويو آهي؛ تنهن هوندي به منجهس جين مت کي الٽو سلٽو نه ڪيو ويو آهي؛ سندن چوڻ هو ته تپسيائن ۽ ڇهن سنڌمن جي اپياس سان پورب جي

نہ سگهي يا ابناسي)، ۽ نگردوار سامهون کتل تمپ مثل
تہ (بينل) آهي."*

هن مت اندر پُورڻ ڪسپ، مکل گوسال، پکد کچاين
۽ نرگرنٿ ناٿپتر جي مت اچي وڃي ٿي.

پيا شرمڻ براهمڻ وري اُڇيد واد جي پک ۾ هوا.
سندن چوڻ هو تہ:-

अयं अता रूपी चातुम्माहा भूतिको मातापेतितसंभवो कायस्स भेदा उच्छिज्जति वितस्सति न होति परं मरणा ॥

ارٿات:- هيءَ آتما جڙ، چئن مهاڀوتن (عناصرن) مان
بنايل آهي. ماتا پتا مان اتپن ٿي آهي. اها ديهہ جي
ناس ڪانپوءِ ناس ٿي وڃي ٿي ۽ موت ڪانپوءِ نٿي رهي."

هن مت جي پک ۾ شرمڻن مان خاص ڪري اُجت
ڪسمڪمبل هو. انهن ٻن وچارن جي وچ اهڙا بہ شرمڻ
براهمڻ هوا جي چوندا هوا تہ آتما ڪجهہ انس ۾ ساسوت
(نت) ۽ ڪجهہ انس ۾ اساسوت (انت) آهي. سنجيہ ويلٿپت
جي مت انهي پرڪار جي نظر اچي ٿي. تتو گيان جي
اها مت، اڳتي هلي ڪري، جينين سويڪار ڪئي.

## آتم وادن جا پرڻام (نتيجا)

انهن سڀني آتم وادن جا پرڻام گهڻي قدر ٻن پرڪارن
جا ٿيندا هوا. هڪ تہ اندر ٻن جي مون ۾ سک سمجهڻ،

---

*هي ۽ پيا آتم واد جا نمونا "ديگهہ نڪاءِ" جي برهم
جال سُت ۾ ڏنل آهن. ٻين نڪاين ۾ بہ نرالا آتم واد
مان ٿا

ارٿاٽ:- ”اڳولي جيڏو اهو پرش آتما جي وچ ۾ وسي ٿو.“

۽ منش جي سمجهي پوڻ ڪاڻ اها آتما سنڌس سرير ڇڏي ٻاهر گهمڻ وڃي ٿي:

स यथा शकुनिः सूत्रेण प्रबद्धो दिशं दिशं पतित्वान्यत्रायतनमलब्ध्वा बन्धनमेवोपश्रयत एवमेव खलु सोम्य तन्मनो दिशं दिशं पतित्वान्यत्रायतन-मलब्ध्वा प्राणमेवोपयते प्राणबन्धनं हि सोम्य मन इति ॥४*

ارٿاٽ:- اها آتما اهڙي آهي جهڙيطرح رسيءَ ۾ ڦاٿو ٿيل پکي چئوطرف اڏامي ٿو ۽ هوا ۾ نہ رهي ڪري وري ٻنڌن ۾ اچي ٿو. ساڳي طرح هي سؤميہ (پيارا)، من جي ڪري آتما چارو طرف اڏامي ٿي ۽ اٿي ٿو نہ ملڻ ڪري پران جو آسرو وٺي ٿي، ڇو جو پراڻ من جو ٻنڌن آهي.“

## ساسوت واد (اُتمانتُ آهي) ۽ اُڇيد واد (آتما اَنت آهي)

آتما بابت ٽنهن وقت هن قسم جون وچتر ۽ عجيب ڪلپنائون شرمڻ براهمڻن ۾ ڦهليل هيون. سي سڀ ٻن ڀاڱن يا ڪلاسن ۾ اچي وڃن ٿيون. تن مان هڪ جو چوڻ هو تہ:-

सस्सतो अता च लोको च वंझो कूटट्ठो एसिकट्ठायी ठितो।

ارٿاٽ:- آتما ۽ جڳت ساسوت ۽ نت آهن. اها آتما وندهيہ (جنهن مان ڪجهہ نهي نڪرو) ڪوٽسٿ (جا بدلجي

*ڇاندوڳيہ اپنشد، ٦-١٢

ڊوارا انهيءَ ترشنا جي ڪيءَ ڪرڻ سان ئي منش ۽ منش جاتيءَ کي شانتي-سنتوش حاصل ٿيندو. آتم واد جو تياڳ ڪرڻ بنا اهو ٿئون مارگ ماڻهن جي ڏيان ۾ نٿي اچي سگهيو. سو ڪنڌ سنيت (स्कन्ध संयुत) ۾ اها ڳالهه لکيل آهي ته ٻڌ ڀڳوان پنجن ڀڪشن جي ٽوليءَ کي ٻهرئين چار آريه ستيه ۽ ٿنهن ڪانپوءِ اَناتم واد (آتما نه آهي) جو اُپديش ڏنو.*

ڀڳوان ٻڌ وارا‌ڻسيءَ ۾ رشيپتن جي مرگ بن ۾ رهندو هو. اُتي پنج ورگي ڀڪشن کي پوءِ ڏيندي چيائين ته،

”هي ڀڪشوئو هي جڙ سرير اناتما (آتما بنا) آهي. سرير جي آتما هجي ها ته اُپدر وڪاري (جهنجهٽ ۽ کٽ ڦٽ وارو) نه هجي ها ۽ ائين چئي سگهجي ها ته منهنجو سرير ڀلي اهڙو هجي يا اهڙو نه هجي، پر جيئن ته سرير اَناتما آهي (آتما نه آهي) انهيڪري سرير جهنجهٽن وارو آهي ۽ ائين چئي نٿو سگهجي ته منهنجو سرير ڀلي اهڙو هجي يا نه هجي.

”هي ڀڪشوئو، ويدنا (*Sensation*) اناتما (آتما بنا) آهي. جيڪڏهن ويدنا آتما هجي ها ته جهنجهٽ واري نه هجي ها ۽ ائين چئي سگهجي ها ته منهنجي ويدنا ڀلي اَهڙي هجي يا آهڙي نه هجي. پر جيئن ته ويدنا اناتما آهي انهيءَ ڪري ويدنا جهنجهوٽ واري آهي ۽ ائين چئي نٿو سگهجي ته منهنجو سرير ڀلي اَهڙو هجي

*اهو سٽ مهاوڳ ۾ به آهي

پر ته تڪليفن سان ڏيهه کي ڪمت ڏني. ٻڌن ڪرم جي مت اها هئي ته جيڪڏهن آتما ڪنهن کي به ماري نٿي، ته پوءِ سک وِلاس لاءِ ٻين کي مارڻ ۾ ڪهڙي برائي آهي؟ جينين جي مت انوسار انهن سمجهڻ ڪري اها آتما پورب جنم جي ڪرمن جي چڪر ۾ ٻڌجي وڃي ٿي. انهي قسم جو پرنام سِياوڪ آهي ته انهي چڪر مان ڇٽڻ لاءِ ڪٺور تڪليفون ڪرڻ گهرجن. ٻڌ جي انهن مڃي ته آتما آساسوت (انت) آهي ۽ موت ڪانپوءِ رهي نٿي، ته انهي مڃتا مان ٻن قسمن جا واپا پيدا ٿي سگهن ٿا. هڪ ته جيسين اسين جياپت آهيون تيسين عيش عشرت ۾ مگهن رهون يا ته انهن عيش سکن کي آساسوت (انت) سمجهي ڪري تڪليفون ڪريون.

## آتم واد جو تياڳ

ڀڳوان ٻڌ کي ٻئي مارگ، ڇاهي سک وِلاس جا يا تڪليفن جا تياڳ (ڇڏڻ جهڙا) هوا، ڇو جو ٻنهي مان منش جاتيءَ جا ڏک نِورت نٿي ٿيا. جهڙي جهٽي واري جنتا کي انهن ٻنهي حدن جي راهن مان شانتيءَ جو مارگ ملڻ ممڪن نه هو. ٻڌ پسنو کي اها خاطري ٿي وئي ته انهن ٻن حدن جي راهن جو ڪارڻ آتمواد آهي. تنهن ڪري اهو پاسيرو ڪري هن وچان ٿي هڪ نئون مارگ کولي ڪڍيو. آتما نت آهي يا انت ٻر هن جڳت ۾ ڏک ته آهي ئي آهي. اهو ڏک منش جاتيءَ جي ترشنائن جو ڦل آهي. آريه اشٽانگڪ (آٺ انگن جو) مارگ جي

ڏور يا ويجھو آھي، سو سڀ منھنجو نہ آھي، سو آءٌ نہ آھيان، سو منھنجي آتما نہ آھي. ساڳيءَ طرح سڀ ۽ صحيح گيان سان سمجھڻ گھرجي تہ ڪاٻہ ويدنا، سنگنيا، سنسڪار، ڪوبہ گيان، اڳ، وچ، آئين ٿيڻ، اساڻهي سري اندر يا ٻاھر، اسٿول، سوکيم، اوچ، نيچ، ڏور يا ويجھو، سو سڀ منھنجو نہ آھي، سو آءٌ نہ آھيان، سو منھنجي آتما نہ آھي. ھي ڀڪشو، ائين ڄاڻڻ وارو وڌوان آريہ سراوڪ (ٻڌ ڌرمي) ڇڙ پدارٿ، ويدنا، سنگيا، سنسڪار ۽ گيان بنسبت اناسڪت رھي ٿو ۽ من کي الڳ رکڻ ڪري مڪت ٿئي ٿو.

## آتما جا پنج حصا

آتما نت آھي يا انت، انھيءَ سوال جو سڌو جواب ڏيڻ ڪري، غلطفھمي پيدا ٿيڻ ممڪن ھئي. انھيءَ ڪري آتما ڇا آھي سو سمجھائڻ لاءِ ٻڌ ڀڳوان آتما جا ڌار ڌار پنج انگ ٻڌايا آھن. ڇڙ پدارٿ، ويدنا، سنگنيا، سنسڪار ۽ وگيان - ھن ريت آتما جا پنج ڀاڱا يا انگ ڪري سگھجن ٿا. انھن انگن ۾ ورھائڻ سان چٽو ڏسجي ٿو تہ آتما نت يا انت نہ آھي. سبب جو اھي پنج ئي "اسڪند"* ڦرڻ ٻدلجڻ وارا مطلب تہ انت آھن، ڏکاري آھن؛ انھيءَ ڪري ائين چوڻ مناسب نہ ٿيندو تہ اھي منھنجا آھن يا اھي منھنجي آتما آھن. ٻڌ ڀڳوان جو اھوئي اناتم (آتما نہ آھي) واد آھي. ھو نت ۽ انت جي

*انگ يا حصا. ٻڌ ڌرم موجب سري جا پنج اسڪند آھن.

يا نه هجي. انهيءَ پرڪار سنگنيا (*Consciousness*)، سنسڪار (*Tendencies*) ۽ وگيان (*Knowledge*) اناتما آهن. جي وگيان آتما هجي ها ته جهنجهٽ وارو نه هجي ها ۽ ائين چئي سگهجي ها ته منهنجو وگيان پلي آهڙو هجي يا نه هجي. پر جيئن ته وگيان اناتما آهي انهيءَ ڪري وگيان جهنجهٽ وارو آهي ۽ ائين چئي نٿو سگهجي ته منهنجو وگيان پلي آهڙو هجي يا آهڙو نه هجي.

هي ڀڪشوئو، هي جڙ سريرر (*Body*)، ويدنا (*Sensation*)، سنگنيا (*Consciousness*)، سنسڪار (*Tendencies*) ۽ وگيان (*Knowledge*)، سي سڀ نت آهن يا انت؟

ڀڪشو - ڀڳونت، سي سڀ انت آهن.

ڀڳونت - جو انِتُ آهي سو دڪاري آهي يا سکاري؟

ڀڪشو - ڀڳونت، سو دڪاري آهي.

ڀڳونت - جو دڪاري آهي، اٿو سلئو هلي ٿو، تنهن بابت ائين سمجهڻ ته اهو منهنجو آهي، اهو آءٌ آهيان، سو منهنجي آتما آهي، اهو واجب ٿيندو؟

ڀڪشو - نه سائين.

ڀڳونت - انهيءَ ڪري هي ڀڪشوئو، سچي ۽ صحيح گيان سان ائين سمجهڻ گهرجي ته ڪوبه جڙ پدارٿ جو اڳئو آهي، ويٺو آهي، اُهو تيٺو آهي، پنهنجي سرير اندر يا سرير جي ٻاهر، استول، سوکيم، نيچ، اونچ،

ڀڳوان وٽ انهن سوالن جو ٺيڪ جواب نہ آهي تہ توهانکي لائين سڌو چوڻ گهرجي.

ڀڳونت - هي مالونڪيہ پٽ، ڀلا مون توکي ڪڏهن لائين چيو آهي ڇا تہ جيڪڏهن منهنجو شش ٿيندين تہ هنن سوالن جي صفائي آءٌ ڪندس؟

مالونڪيہ پٽ - نہ سائين.

ڀڳونت - ڀلا تو ڪڏهن مونکي لائين بہ چيو هو ڇا تہ ڀڳوان هنن سڀني سوالن جي ڀورين صفائي ڪندو تہ پوءِ آءٌ ڀڪشو سنگهہ ۾ داخل ٿيندس؟

مالونڪيہ پٽ - نہ سائين.

ڀڳونت - تہ پوءِ لائين چوڻ جو ڪهڙو ضرور تہ هنن سوالن جي ٺيڪ جواب بنا آءٌ ڀڳوان جو شش نہ ٿيندس؟ هي مالونڪيہ پٽ، جڏهن ڪو شخص زهريلو تير لڳڻ ڪري پيو ڦٿڪندو آهي تہ سندس دوست عزيز تير لڳڻ جو علاج ڪرڻ لاءِ ويڄ کي سڏي ايندا آهن. پر سمجهہ تہ بيمار ڪين چوي تہ "ڀورين ٻڌايو تہ هي تير ڪنهن هنيو ؟ پوءِ آءٌ ويڄ کي ويجهو اچڻ ڏيندس؟ تير براهمڻ هنيو يا کتريءَ؟ ويش هو يا شودر؟ ڪارو هو يا گورو؟ سندس ٻاڻ ڪهڙي قسم جو هو؟ ٻاڻ جي رسي ڇا جي ونيل هئي؟ پوءِ تہ هي مالونڪيہ پٽ، اهڙو شخص سڀ ڄاڻڻ کان اڳ مري ويندو. ساڳي طرح جو شخص هن ڳالهہ تي اٽڪ هٺي ويهندو تہ ڀورين صاف ٻڌايو تہ هي جڳت نت آهي يا انت وغيره پوءِ

ٻن حدن تائين نٿو وڃي. ڪاتياين گوٽر جي ڀڪشوءَ کي ٻڌ ڀڳوان چيو ٿو ته، ”هي ڪاتياين، جنتا ٻن حدن تي هلي ٿي- آتما آهي يا نه آهي. پر تٿاگت اهي ٻئي حدون ڇڏي ڪري مڌيم (وچين) مارگ وارو ڌرم اُپديش ڏئي ٿو.“*

## انهيءَ جي ڪهڙي ضرورت

سو سڀ ڇٿو سمجهائڻ ڪانهيءَ ته ڪو ضد ڪري ويهي ته، ”پلا سرير ۽ آتما هڪ آهن يا ڌار؟“ ته ٻڌ ڀڳوان جو جواب آهي ته، ”آءٌ هن دليلبازيءَ جي چڪر ۾ نه پوندس. انهيءَ مان منش جاتيءَ کي ڇا حاصل ٿيندو؟“ هن ڳالهه جو نمونو چولمالوُنڪيپت سُت (चूलमालुंक्यपुत्त सुत) جي آخر ۾ ڏنل آهي. انهيءَ سُت جو تاتپرج هن ريت آهي:

ٻڌ ڀڳوان جڏهن شراوستيءَ ۾ اناٿپنڊڪ جي آشرم ۾ رهندو هو تڏهن مالونڪيپت نالي هڪ ڀڪشو وٽس ويو ۽ نمسڪار ڪري هڪ پاسي وڃي ويٺو. ڀڳوان کان پڇيائين ته، ”ڀڳونت، ايڪانت ۾ رهندي منهنجي من ۾ هي وچار آيو ته ڀڳوان هنن سوالن جو نبيرو نه ڪيو آهي، ته هي جڳت نت آهي يا اَنت؟ هي سرير ۽ آتما هڪ آهن يا ڌار؟ مرتيوءَ کانپوءِ تٿاگت لاءِ وري جنم آهي يا نه؟ وغيره.“ توهان کان اهي سوال پڇان ٿو ۽ جواب دل سان لڳندا ته پوءِ توهانجو شش ٿي رهندس. پر جي

*”ٻڌان سنيت“، وڳ ٢، سُت ٥

جهڙيون آهن.

”هنن ڳالهين جو اهوئي مطلب آهي ته جيتوڻيڪ آتما جا پنج انگ آهن تڏهن به سندس آڪار وڪار کهڙو، انهيءَ روپ ۾ پرلوڪ وڃي ٿي يا نه، انهن تي ويچار ڪرڻ سان مونجهارو پيدا ٿيندو. هن سنسار ۾ ڪافي ڏک آهي، جو ترشنا ڪري اُتپن ٿئي ٿو. اُن اُنگي مارگ تي هلي ڪري اهو ڏک ناس ڪرڻ هرهڪ منش جو ڌرم آهي. سوئي سڌو سنوالو رستو آهي ۽ سوئي ٻڌ جو رستو آهي.“

## ايشور واد

ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته ٻڌ ڀڳوان جو ايشور ۾ نشچو نه هو. هو هڪ ناستڪ هو. پر ٻڌ ڌرم جا چيل وچن يا پراچين اُپنشد پڙهڻ سان صاف سمجهبو ته اهو خيال اجايو آهي. مگر ماڻهن جو اهو ڀرم دور ڪرڻ لاءِ ٻڌ جي وقت جنهن قسم جو ايشور واد هو تنهن جي واقفيت ڪرائڻ واجب سمجهان ٿو.

خاص ايشور شبد جو استعمال ”آنگوتر نڪايه“ جي تڪنپاته (ست نمبر ٦١) ۽ ”مجهم نڪايه“ جي ديو دهن (ست نمبر ١٠١) ۾ ڪيو ويو آهي. انهن ٻنهي مان ٻهرئين ست ۾ هيٺ لکيل ڳالهيون اچن ٿيون:

ڀڳوان چوي ٿو ته، ”هي ڀڪشوئو جي شخص ائين چون ۽ مڃن ٿا ته منش پراڻي جيڪو سک، ڏک يا

آءٌ برهمچريه وغيره جو پالن ڪندس سو شخص اهو سمجهڻ کان اڳ مري ويندو.

هي مالڱڪيه پٽ، هي جڳت نت آهي يا اَنت، آهڙو ايمان هوندي به ڌرم موجب هلڻ ۾ سهايتا نٿي ملي. سمجهه ته هي جڳت نت آهي، تو به پوءِ به پيدائش، مرڻ، دک، ورلاپ وغيره کان ڇوٽڪارو نٿو ملي. ساڳئي طرح سمجهه ته هي جڳت اَنت آهي، سرير ۽ آتما هڪ آهن يا نرالا آهن، مرڻ کانپوءِ تٿاگت پيهر جنم وٺندو يا نه، انهن ۽ ٻين ڳالهين ۾ اسين وشواس رکون يا نه، ته به جنم، مرڻ، سک، دک پيدا ٿي آهن. انهيءَ ڪري هي مالڱڪيه پٽ، هنن ڳالهين ۾ آءٌ نه پيو آهيان. سبب جو آهڙي واد وواد مان برهمچريه جي پالن ۾ ڪا به سگهه نٿي ملي. آهڙن دليلن مان وٺراڳ اُتپن نٿو ٿئي، پاپ جو ڪمٽن نٿو ٿئي، شانتي، گيان، نرواڻ جي پراپتي نٿي ملي.

پر هي مالڱڪيه پٽ، اها ڳالهه مون چٽي سمجهائي آهي ته هي دک آهي، هن نموني دک اُتپن ٿئي ٿو ۽ نورت ٿئي ٿو، ۽ دک نورت ڪرڻ جو هي مارگ آهي. چو جو اهي چار آرم سچ برهمچريه کي مضبوط بنائڻ وارا آهن، انهن مان وٺراڳ پيدا ٿئي ٿو، پاپ ناس ٿئي ٿو، شانتي، گيان ۽ نرواڻ حاصل ٿين ٿا. انهيءَ ڪري هي مالڱڪيه پٽ، جن ڳالهين جو بحث مون نه ڪيو آهي، انهن جو بحث توهين به نه ڪريو. جن ڳالهين جي صفائي مون ڪئي آهي سي ڳالهيون سمجهو ته صفا ڪرڻ

وقت گذرندي هن سنسار جو وڪاس شروع ٿي ٿو. شروع ۾ هڪ سگھو برهم وماڻ پيدا ٿي ٿو. پوءِ جوتوان ديو لوڪ جو هڪ ٻراٽي آتان لهي ڪري انهي وماڻ ۾ جنم وٺي ٿو. اهو من ۾ سمايل، پريت جو پوجن ڪندڙ، سينيوُءَ سيم ٻرپو، آڪاشواسي، شڀ ۾ استو ۽ وڏي آيو وارو ٿئي ٿو. ڪاڻس پوءِ ٻيا انيڪ ٻراٽي جوتوان ديولوڪ مان هيٺ لهي ڪري انهي وماڻ ۾ جنم وٺن ٿا. اهي سمجهن ٿا ته هي يگوان برهما، مهابرهما، رکندڙ، سرو درسي، وسوارو، ايشور، ڪرتا، جوڙيندڙ، سريشٽ، آياتياڻيندڙ، اڳي ۽ پوءِ جو مالڪ آهي."

ब्रह्म देवानां प्रथमः संबभूव विश्वस्य कर्ता भुवनस्य गोप्ता*

مٿئين سلوڪ ۾ برهم ديو بابت جا ڪلپنا ڪيل هئي سا توري ۾ اچي وڃي ٿي. سلوڪ مان ظاهر آهي ته، برهم ديو کي جڳت جو ڪرتا بنائي براهمڻن جو ويچار هو. پر تنهن وقت جيڪا شرمڻ سنسڪرتي هئي تنهن اڳيان اهو ويچار ڪامياب نه ٿيو. انهيڪري خود براهمڻن کي اها ڪوشش ڇڏي ڪري "برهم" شبد (جو ٻي جنس آهي) قبول ڪرڻو پيو ۽ گهڻو ڪري سيني اپنشدن ۾ انهي برهم شبد کي ئي اهميت ڏني ويئي آهي.

برهم يا آتما ڪري سنسار ڪيئن اڀريو، تنهن جي هڪ ڪلپنا "ورهه آرڻيڪ اپنشد" ۾ هن ريت آهي:

---

*مڻڊڪ اپنشد، ۱-۱

اُداسينتا پوڳي ته سو سڀ ايشور جي آگيا موجب پوڳي ته، تن کان اهي سوال پڇان ٿو ته، ڀلا توهين ايشور جي آگيا موجب اَبرهمچاري، خوني، چور، ڪوڙا، چغلخور، گارگند ڪندڙ، اجائي بڪ ڪندڙ، ٻين جو ڌن ڦٽڪيندڙ، ديش رکندڙ، غلط درشٽي رکندڙ، ٿيا آهيو؟ هي ڀڪشوئو، جيڪڏهن ائين سمجهو وڃي ته هي سڀ ايشور جي آگيا سان ٿيو آهي، ته (چڱي ڪم بابت) ڪوبه لڳن ۽ اُتساهه پيدا نه ٿيندو. نڪي ڪي اهو سمجهه ۾ ايندو ته فلاڻو ڪم ڪرڻ گهرجي ۽ فلاڻو نه ڪرڻ گهرجي."

انهيءَ ايشور واد بابت ديوڌن سُت ۾ به اشارو ڪيل آهي ۽ من ۾ اهڙي ڪي شنڪا ٿئي ٿي ته سو سڀ پوءِ ٺنبيو ويو آهي، ڇو جو ٻين ڪنهن به سُت ۾ اهڙا خيال ظاهر نه ڪيا ويا آهن. ٻڌ جي سمي ۾ سيني ديوتائن ۾ برهما مکيه سمجهيو ويندو هو. ۽ اهو ديوتا هڪ نرالي نموني جو ڪرتا هو. انجيل جي ديوتا جهڙو نه آهي. جڳت جي پيدا ٿيڻ کان اڳ هوُ نه هو. سرشٽيءَ جي پيدا ٿيڻ کانپوءِ پهرين هن اوتار ورتو ۽ پوءِ ٻيا پراڻي اُتپن ٿيا. انهيءَ برهما کي گهڻي گذري ۽ پوشيه جو ڪرتا چوڻ لڳا. "برهم جال سُت" ۾ سندس جيڪو ورنن ڪيل آهي تنهن جو تاتپرج هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

"ڪجهه سمي کانپوءِ سنسار جو ناس ٿئي ٿو ۽ سندس گهڻا پراڻي جوتوان ديولوڪ ۾ پڌارين ٿا. پوءِ وري ڪجهه

ورش پڙهي ٿو.

## پرجاپتيءَ جي اُتپتي

پرجاپتي ارٿات جڳت جي ڪرتا برهما جي اُتپتي ”ورهه آرڻيڪ اُپنشد“ (۱/۵/۵) ۾ هن ريت ڏيکاريل آهي:-

आप एवेदमग्र आसुस्ता आपः सत्यमसृजन्त, सत्यंब्रह्म, ब्रह्म प्रजापतिं, प्रजापतिर्देवांस्ते देवाः सत्यमेवोपासते ।

ارٿات- ”سڀ کان اڳ فقط پاڻي هو. پاڻيءَ ستيه کي، ستيه برهم کي، برهما پرجاپتيءَ کي، ۽ پرجاپتيءَ ديون کي اُتپن ڪيو. اهي ديو ستيه جي ئي اُپاسنا ڪن ٿا.“

انهيءَ جي ستين اڌياءَ ۾ جل پرليه ڪري ڪائنات سرشٽي وري پيدا ڪئي وڃي ٿي. پرانڻن ڪٿا ۾ ايشور شروع ۾ حضرت نوح جي ڪشتي پس پکين جي جوڙن (نر ۽ مادي) کي جهاز ۾ رکي محفوظ ڪيو ۽ پوءِ جل پرليه ڪيائين. اُپنشدن ۾ انهن نه ڄاڻايل آهي ته جل پرليه کان اڳ ڇا هو. نه رڳو ايترو پر ستيه کي برهم ديو ۽ برهم لوڪ کان به مٿي ڏاڪي تي رکيو ويو آهي. ”برهم جال ست“ ۾ برهما جي اُتپتيءَ جي ڏنل ڪٿا هن ڪٿا وانگر ئي آهي.

ته ايشور جڳت کان ڌار آهي ۽ هن هيءَ سرشٽي پيدا ڪئي- اهڙي ڪلپنا شايد شڪ قوم هندستان ۾ کڻي آئي. ڇو جو اڳ جي ڇهن وچن ۾ اها ڪٿا هن روپ ڪٿي به نٿي ملي. انهيءَ ڪري ٻڌ مٿان اها تهمت رکڻ ته، هو ايشور کي نه مڃيندو هو ۽ ناستڪ هو، ممڪن نه آهي. براهمڻ مٿن اها تهمت ڏيندا هوا ته هو ويدن

आत्मैवेदमग्र आसीत् पुरुष विधः......सवै नैव रेमे तस्मादेकाकी न रमते । सद्वितीयमैच्छत् । स हैतावानास यथा स्त्री पुमांसौ संपरिष्वक्तौ । स इममेवात्मानं द्वेधा पातयततः पतिश्चपत्नी चाभवतां तस्मादिदमर्धं बृगलमिव स्व इति ।

ارٿات:- "سڀ کان اڳ فقط پرش روپي آتما ئي هئي......سندس من نه لڳو. انهيڪري (منش) کي اڪيلائي نه وڻي. ٻئي جي اڇا ڪرڻ لڳو؛ جيئن استري پرش هڪ ٻئي جي ويجهو رهندا آهن تيئن رهڻ لڳو. هن پاڻکي هڪ مان ٻه ڪيو. هن ريت پتي ۽ پتني اُٿي ٿيا. انهيڪري هي سرير (جانورن جي) سارين جي ٻن ڦٽڻ وانگر آهي."

هاڻي وري انجيل جي ٻئين اڌ ڀاڱي ۾ ڏنل قصو ٻڌو:-
"پوءِ پرٿويءَ جي مٽيءَ مان پرميشور هن منش جو پتلو ٺاهيو... پوءِ آدم کي گهري ننڊ ۾ وجهي ڪري سندس پاسريءَ مان هڪ ڪنڊو ڪڍي منجهانس ٻيبي حوا بڻايائين... انهيءَ ڪري آدمي پنهنجو پيءُ ماءُ ڇڏي پنهنجي استريءَ کي چهٽي رهي ٿو ۽ ٻئي هڪ سرير ٿي رهن ٿا."

هاڻي انهن ٻنهي سرشٽين جي وچ ۾ ڪيڏو نه فرق آهي. انجيل موجب ايشور ساري سرشٽي اُپائي ڪري، آدمي ۽ پوءِ سندس پاسريءَ جي ڪنڊي مان زال کي پيدا ڪري ٿو ۽ ايشور هن دنيا کان ٻنهه نيارو آهي. هوڏانهن پرش روپي آتما پاڻ ٿي ٻه ٿي ڪري استري

سمڪالين (سمي واري) شرمڻ ۽ براهمڻن ۾ ايشور واد کي ڪا خاص اهميت ڪانه هئي. منجهائن ڪي ايشور بدران ڪرم ۾ مڃيندا هوا ۽ وقتي ته انين ۽ ٻڌ مٿان تهمت رکندا هوا ته هو ڪرم وادي نه آهي ۽ ناستڪ آهي. انهيءَ تهمت ۾ ڪيترو وزن آهي سو اڳئين اڌياءَ ۾ سمجهايو ويندو.

جو انڪاري ۽ انهيءَ ڪري ناستڪ آهي، پر ٻڌ ڪا ويدن جي نندا ڪئي سو ڪتي ٻه نظر نٿو اچي. هوڏانهن خود براهمڻن جي مانيه "سانکيه ڪا رڪا" (सांख्यकारिका) جهڙن گرنٿن ۾ ويدن جي نندا ڪهڙي گهٽ آهي.

दृष्टवदानुश्रविकः

स ह्यविशुद्धिक्षयातिशययुक्तः

ارٿات- "ڏٺل وائتل اُپاوَن وانگر ويدن جو اُپاءُ ٻه (بيڪار) آهي، ڇو جو اهي اَشڌي، ناس ۽ وڌاءَ سان ڀريل آهن."

۽ ڀڳوت گيتا ۾ "त्रैगुण्य विष्यावेदा" وغيره جيڪي سلوڪ آهن تن ۾ ويدن جي نندا نه ڪيل آهي؟ پر سانکيه درسن براهمڻ جي جاتي ڀيد تي حملو نه ڪيو ۽ ڀڳوت گيتا ته انهيءَ جاتي ڀيد جو ڪليو ڪلايو سمرٿن ڪيو. انهيءَ ڪري انهن جيڪي ڪجهه ويدن جي نندا ڪئي سا مٺي ماٺ ۾ سٽجي ويئي. انهن جي اُلٽو ٻڌ ڀڳوان ويدن جي نندا نه ڪئي، پر جاتي ڀيد تي هن سخت حملو ڪيو. سو ڪيس ويد-نندڪ ڪري سڏيو ويو. جڏهن ويدئي جاتي ڀيد هوا ۽ جاتي ڀيدئي ويد هوا. ايتري قدر اهي ٻئي ساڳئي رنگ جا ٿي ويا. ڀلا جاتي ڀيد نه رهيو ته ويد ڪيئن رهندا؟ ۽ جاتي ڀيد قائم رکي ڪري ويدن جو هڪ اکر ٻه ماڻهو نه ڄاڻن ته ٻه ويد وچڙ واري ٻڌي جي قائم رهندي، ۽ اها ٻڌي جي قائم هوندي ته سمجهڻ کپي ته ويدئي قائم رهندا.

مٿين سوچ ويچار مان صاف سمجهو ته ٻڌ جي

جي هن تعريف ٻڌي، پر وري به ناٿپت جي چوڻ ڪري
ٻڌ جو درسن نه ڪيائين. آخر ناٿپت کان پڇڻ بنا ٻڌ
سان ملڻ جو پڪو ارادو ڪيائين ۽ پنهنجا ساٿي وٺي
ڪري مهاوَن ۾ ڀڳوان سان وڃي مليو. نمسڪار ڪري
پاسو وٺي ويٺو ۽ ڀڳوان ٻڌ کي چيائين ته، ”هي ڀڳونت،
اها ڳالهه نيڪ آهي ته توهين اڪريا وادي آهيو ۽
پنهنجن سراوڪن (پوئلڳن) کي اڪريا واد سيکاريو ٿا؟“

ٻڌ چيو ته، ”هڪ خيال سان سچو ماڻهو ائين چئي
سگهي ٿو ته شرمڻ گوتم اڪريا وادي آهي. سو
ڪيئن؟ هي سِنهه، ڪايا سان برو ڪرڻ، واچا سان برو
ڪرڻ يا من سان برو ڪرڻ، تنهن بنسبت آءٌ اَڪريا
(نه ڪرڻ) جو اُپديش ڪندو آهيان.“

”هي سنهه، ٻئي خيال سان سچو ماڻهو ائين چئي
سگهي ٿو ته شرمڻ گوتم ڪريا وادي آهي. سو ڪيئن؟
هي سنهه، ڪايا سان چڱو ڪرڻ، واچا سان چڱو ڪرڻ
يا من سان چڱو ڪرڻ، تنهن بنسبت آءٌ ڪريا (ڪرڻ)
جو اُپديش ڪندو آهيان.“

”ٻيو به هڪ خيال آهي جنهن موجب ڪو سچو ماڻهو
چئي سگهي ٿو ته شرمڻ گوتم اُڇيد (انڪار) وادي آهي.
سو ڪيئن؟ هي سنهه ۽ لوڀ، موهه، ديش ۽ ٻين
پاپڪاري منوورتين جي اُڇيد (انڪار) جو آءٌ اُپديش
ڪندو آهيان.

”هڪ خيال اهو به آهي جنهن موجب ڪو سچو ماڻهو

### اڌياءُ (٨)

# ڪرم يوگ

## ٻڌ ناستڪ هو يا آستڪ؟

هڪ ڀيري ٻڌ ڀڳوان ويشاليءَ پرسان مهاون ۾ رهندو هو. تڏهن ڪي مکيه لڇوي (लिच्छवी) قوم جا راجائون سيا مندپ ۾ اچي گڏ ٿيا. اُتي ٻڌ بابت ڳالهيون نڪتيون. گهڻو ڪري سڀ جيڪي حاضر هوا سي ٻڌ، سندس ڌرم ۽ سنگهه جي ساک ڪرڻ لڳا. سو ٻڌي ڪري سِنهه (सिंह) سيناپتيءَ کي ٻڌ جو درسن ڪرڻ جي اڇا ٿي. جيئن ته هو نگرنٿ (جين) پنٿ جو پوڄاري هو تنهن ڪري ڀرئين پنهنجي مکيه گرو ناٿپت وٽ ويو ۽ پڇيائينس ته، ”ڀڳونت، آءٌ شرمڻ گوتم سان ملڻ چاهيان ٿو.“

ناٿپت چيس ته، ”هي سِنهه، تون ڪريا وادي (ڪرم ۾ وشواس رکندڙ) آهين، پوءِ اڪريا وادي گوتم سان ڇو ملڻ چاهين ٿو؟“

گروءَ جا اهي وچن ٻڌي ڪري سِنهه سيناپتيءَ ٻڌ سان ملڻ جو خيال لاهي ڇڏيو. وري هڪ ٻه ڀيرو لڇوين (लिच्छवियों) جي سيا مندپ ۾ ٻڌ، سندس ڌرم ۽ سنگهه

روهني ندي وهندي هئي ۽ پاڻيءَ مٿان ٻنهي وچ ۾ جهيڙا جهٽا ٿيندا رهندا هوا. هڪ قوم ٻيءَ قوم قبيلي جي شخص جو نقصان يا خون ڪندي هئي ته انهيءَ قوم جي شخص جو نقصان يا خون ڪري بدلو وٺڻ جو رواج اڄ به سرحدي پٺاڻن ۾ چالو آهي. بدلي وٺڻ جي هيءَ به رسم پراچين ڪال جي کترين ۾ به چالو هئي ته ڪهڙو عجب. عجب ته اهو آهي ته انهن کترين ۾ هڪ اهڙو منش پيدا ٿيو جنهن ٻاڙيسرن ۽ عزيزن کان بدلو وٺڻ جو انڪار ڪيو ۽ هڪدم تپسوين سان وڃي شامل ٿيو.

براهمڻ ۽ کترين جو مت، گوتم وانگر، گرهست آشرم کان وياڪل ٿئي ها ته هو به گهر ڇڏي پرواجڪ سنياسي بڻجن ها ۽ گهور تپسيائون ڪن ها. سو آءٌ نٿو ڄاڻان ته گوتم جي تپسيائن ڪري ڪنهن کي به عجب لڳو هوندو. گهٽي ۾ گهٽو ماڻهن ائين ڪٿي چيو هوندو ته هي ڇوڪرو گرهست سوا آشرم واسطي وڃي هڪ بيڪار ساڌو ٿيو آهي. پر سچا سارا ست سال تپسيائون ڪري جڏهن گوتم ٻڌ کي بوڌيپڻو پراپت ٿيو ۽ هيڏانهن گرهست آشرم جي سکن ۽ هوڏانهن سنياس آشرم جي تپسيائن جي ساڳئي حساب منع ڪرڻ لڳو تڏهن البت مٿس ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ لڳا.

براهمڻن جي اها خواهش هئي ته چالو سماجڪ سرشتو جاري رهي؛ ته سندن ڪرم يوگ موجب براهمڻ يگيه وغيره ڪندا رهن، کتري ٻڌ، ويش واپار ۽ سودر شيوا.

ڇئي سگهي ٿو ته شرمڻ گوتم نفرت ڪندڙ آهي. سو ڪيئن؟ آءٌ ڪايا، واچا ۽ من سان بڇڙائي ڪرڻ جي نفرت ڪندو آهيان، پاپڪاري ڪمن کان آءٌ وياڪل ٿيندو آهيان.

”هڪ خيال اهو به آهي جنهن موجب ڪو سچو ماڻهو چئي سگهي ٿو ته شرمڻ گوتم ناس ڪندڙ آهي. سو ڪيئن؟ آءٌ لوڀ، ڌيش ۽ موهه جي ناس ڪرڻ جو اُپديش ڪندو آهيان.

”هي سنهه، هڪ اهو به خيال آهي جنهن موجب ڪو سچو ماڻهو چئي سگهي ٿو ته آءٌ تپسوي آهيان. سو ڪيئن؟ آءٌ چوان ٿو ته پاپڪاري ڪنن ڪمن کي تپائي ترڻ گهرجي. جنهن منش جا پاپڪاري ڪما ڪرم ڳري سري وڃن ٿا ۽ وري اُٿڻ نٿا ٿين، تنهن منش کي آءٌ تپسوي سڏيان ٿو.“*

## ناستڪتا جي تهمت

انهي سبب ۾ ٻڌ مٿان اها تهمت مڙهي وئي ته هو آڪرياوادي هو. سا تهمت خود مهاوير سوامي ۽ مٿس رکي يا نه رکي، پر ايترو پڌرو آهي ته تنهن سمي اها تهمت ٻڌ مٿان مڙهي ويندي هئي.

گوتم جو جنم ڪتري ڪل ۾ ٿيو هو. ڪوليه (कोलिय) قوم جا ڪتري سي شاڪيه (शाक्य) قوم جا پاڙيسري ۽ عزيز هوا. اسين اڳي ڄاڻائي چڪا آهيون ته ٻنهي جي وچم

*ڏسو ”ٻڌ ليلا سار سنگرهه“ صفحو ۲۷۹-۲۸۱

ڪري. پوءِ نہ لڳس تہ تپسيائن ڪري ۽ تپسوي لوڪن جي لئہ گيان دوارا منش جانيءَ لاءِ ڪو اهڙو سول سگهو مارگ سجهي ايندو. انهيءَ ڪري گهر گهاٽ ڇڏي وڃي تپسيائون شروع ڪيائين. جڏهن ڏٺائين تہ انهن مان ڪي ڪين هٿ ايندو تڏهن هڪ نئون مڌيم (وچولو) مارگ ڳولي ڪڍيائين.

اڄ ڪالهہ جا راجنيتي ماڻهو ۽ ڌرمي ماڻهو هن زماني جي ڪرانتڪاري (انقلابي) شخص کي (*Nihilist*) يعني اختياريءَ جا مخالف ڪري سڏيندا آهن ۽ سندن اُنجاڻپ سماج اڳيان پيش ڪندا آهن. ساڳيءَ طرح اسين سمجهي سگهون ٿا تہ پڌ جا سمڪالين ٽيڪاڪار ڪيس اڪرياوادي ڪري سڏيندا هوا ۽ سندس نون ويچارن جي نڪمائي ماڻهن اڳيان پيش ڪندا هوا.

## ڪڪرم ۽ سڪرم

ڪڪرم ڇا ۽ سڪرم ڇا آهي تنهن بابت ٿوري ۾ هت ويچار ڪرڻ ٺيڪ ٿيندو. سالڪ (सालेख्यक) براهمڻ کي ڀڳوان پڌ چيو ٿو تہ، "هي گرهستو، ڪايا سان جيڪي ٽن قسمن جا دراچار ٿين ٿا سي ڪهڙا آهن؟ (١) ڪو شخص خوني آهي، شوخ ۽ ڪنور آهي، خون ڪري ٿو، مارڪٽ لي پاري بيهي ٿو. (٢) يا هو چوري ڪري ٿو، شهر ۾ يا جهنگل ۾ جا شيءِ سندس نہ آهي سا مالڪ کان پڇڻ بنا کڻي وڃي ٿو. (٣) يا هو ويڀچار ڪري ٿو، ماتا، پتا، ڀيڻ، پتي يا ڀين عزيزن

جنهن شخص کي اهڙو ڪرم ڀوڳ پاڻ نه ڀوڳي سو پلي ڇهنگ ڇهاڳي، تپسياڻون ڪري، آخر ٻوڌ پراپت ڪري ۽ پوءِ ماڻ پر موڪلائي وڃي. مگر سو شخص اهڙو ڪجھ نه ڪري جنهنڪري سماج جو چالو سرشتو هيٺ مٿي ٿي وڃي.

جدا جدا شرمڻن جي سنگهن پر جدا جدا تتو گيان جا ويچار هوندا هوا، پر تپسيائن بابت گهڻا شرمڻ هڪ راءِ جا هوا. جيڪي نرگرنٿ يعني جين مت جا هوا سي ڪرم کي خاص اهميت ڏيندا هوا. سندن نيتا چوندا هوا ته هي جنم دککاري آهي ۽ پورب جنم جي پاپ ڪرمن ڪري هن جنم ۾ انهن پاپن کي لهائي ناس ڪرڻ لاءِ تپسياڻون ڪرڻ گهرجن. پر ٻڌ ڀڳوان تپسيائن جي منع ڪندو هو. سو سهاويڪ طور نرگرنٿ جين کيس اڪرياوادي يا آڪرمواديس سڏڻ لڳا. ٻڌ ته ششتر ڪٽڻ ٻه ڇڏي ڏنا هوا، انهيڪري براهمڻن جي نظر ۾ به هو اڪرياوادي لڳو ٿي ۽ تپسياڻون تياڳڻ ڪري تپسين ۾ به آڪرياوادي نظر آيو.

## ڪرانتيءَ وارو

ياد رکڻ گهرجي ته گوتم ٻڌ فقط آخر ٻوڌ دوارا موڪ پراپت ڪرڻ لاءِ گهر نه تياڳيو هو. پنهنجن ٻاڙ يسرين مٿان تلوار ھلائڻ کيس پسند نه هو. انهيءَ ڪري سندس من ۾ هميشه اها ماندائي لڳي رهي هئي ته ڪيئن زور زبردستي بنا، هڪ ٻئي سان پاڻهي رکڻ وارو سماج قائم

ڌن جي لوڙ ڪري ٿو، خواهش رکي ٿو ته ٻئي جي ڌن جا ساڌن مونکي حاصل ٿين. (٢) يا ٻيائيءَ واري ٻڌي رکي ٿو؛ ائين سوچي ويچاري ٿو ته هن پراڻيءَ جو خاتمو ٿئي. (٣) يا هو مٿيا درشٽي ڌاري ٿو، انهيءَ قسم جو ناستڪ وچار ڌاري ٿو ته دان ڪونهي، ڌرم ڪونهي، ڪرم سڪرم جو ڦل نٿو ڀوڳجي؛ پرلوڪ ڪونهي وغيره. هن ريت من سان نانا پرڪار جا اڌرم آچار ٿين ٿا.

هي سمجهو، ڪايا سان ٽن پرڪارن جا سداچار ٿين ٿا سي ڪهڙا آهن؟ (١) ڪو شخص خون نٿو ڪري ٻين تي هٿيار نٿو هلائي، ٻين جي هتيا ڪرڻ ۾ ڪيس لڄ اچي ٿي، سڀني پراڻين ڏي سندس دياوان هلت آهي. (٢) هو چوري نٿو ڪري شهر يا جهنگ ۾ پيل ٻئي جي چيز کي تيسين هٿ نٿو لائي جيسين اها ڪيس ڏني نه وڃي. (٣) هو وڀچار نٿو ڪري. ماتا، پتا، ڀيڻ ياڀاءُ، پتي، مهاپرش وغيره جي سنڀاليل استريءَ ساڻ سنبنڌ نٿو رکي. هن ريت ڪايا سان ڌرم آچار ٿئي ٿو."

"هي سمجهو؛ واڻيءَ سان چئن پرڪارن جا سداچار ٿين ٿا سي ڪهڙا آهن؟ (١) ڪو شخص ڪوڙ ڳالهائڻ بند ڇڏي ڏئي ٿو. سڀا ۾، سميلن ۾، راج درٻار ۾ جڏهن سندس شاهدي ورتي وڃي ٿي ته جنهن ڳالهه جي ڄاڻ نه اٿس تنهن بابت چوي ٿو ته ڄاڻ نه اٿم؛ جا اکين ته ڏٺي اٿس تنهن بابت چوي ٿو ته ڏٺي اٿم. هن ريت پاڻ ڪاڻ، ٻين ڪاڻ يا ٿورڙي لاڀ ڪاڻ ڪوڙ

جي سنڀال هيٺ استريءَ ساڻ ويچار ڪري ٿو، سو هن ريت ڪايا ساڻ دراچار ڪري ٿو.

”هي گرهستو، واڻيءَ سان جيڪي چئن قسمن جا دراچار ٿين ٿا سي ڪهڙا آهن؟ (۱) ڪو شخص ڪوڙ ٻولي ٿو. سڀا، سميان، پنهنجن جي ميڙ يا راج دربار ۾ ڪانئس گواهي ورتي وڃي ٿي ته جيڪي تو اکين ڏٺو سو ٻڌاءِ، پوءِ جنهن جي ڄاڻ نه اٿس تنهن بابت چوي ٿو ته ڄاڻ اٿم؛ جو نه ڏٺو اٿس سو چوي ٿو ته ڏٺو اٿم؛ هن ريت پاڻ لاءِ، ٻين لاءِ، يا ٿورڙي لاڀ لاءِ ڄاڻي واڻي ڪوڙ چوي ٿو. (۲) هو چغلي هڻي ٿو. هتي جي ڳالهه هتي وڃي ٻڌائي ڪري دشمني پيدا ڪري ٿو؛ هن ريت جن ۾ ميلاپ آهي تن اندر ڦوٽ وجهي ٿو يا جهيڙو ڪندڙن کي ڀڙڪائي ٿو؛ جهڳڙو مچائڻ ۾ مزو اچيس ٿو ۽ جهڳڙو مچائڻ واريون ڳالهيون ڪري ٿو. (۳) يا گارگند ڪري ٿو؛ دشمنيءَ جا سخت ۽ ڪوڙا، دل ۾ چڀندڙ، غصي وارا ۽ سانت سنتوش ڦٽائڻ وارا ٻول ٻولي ٿو. (۴) يا واهيات بڪواس ڪري ٿو. اڻتي وقت ڳالهي ٿو، من گهڙيل ڳهاٽ گهڙي ٿو، اڌرمي، ڀلمانسائي خلاف، اجوڳه، وقت تي اڻ سهائيندڙ، اجائي وستار سان ۽ بيڪار ٻول ٻولي ٿو، هن ريت واڻيءَ سان چئن پرڪارن جا اڌرمي آچار ٿين ٿا.

”هي گرهستو، ۽ من سان جيڪي ٽن قسمن جا دراچار ٿين ٿا سي ڪهڙا آهن؟ (۱) ڪو شخص پرائي

ڪرڻ ۽ ويچار ڪرڻ اهي ٽيئي ڪايا جا پاپ ڪرم آهن. ڪوڙ ڳرڻ، چغلي هڻڻ، گار گند ۽ واهيات بڪواس ڪرڻ اهي چار واچا جا پاپ ڪرم آهن. پرائي ڌن جو لوڀ، ٻين جي خاطي جي خواهش، ناستڪ درشٽي، اهي ٽيئي مانسڪ پاپ ڪرم آهن. انهن ڏهن ئي کي آڪشل يعني ڏک جو ڪرم مارگ سمجهو وڃي ٿو. انهن کان ابتڙ ٽيڻ سو ڪشل يعني سک جو ڪرم مارگ سمجهو وڃي ٿو. اهي ٻه ڏهه آهن جن جو ورنن مٿي ڪيل آهي. ڏهن ڪشل ۽ ڏهن آڪشل ڪرمن جو ورنن ٽرپٽڪ جي ڇهن وچن ۾ ڪٿين هنڌ ڪيل آهي. ڏنل مثالن ۾ آڪشل ڪرمن کي اڌرم آچار ۽ ڪشل ڪرمن کي ڌرم آچار ليکيو ويو آهي.

## ڪشل (سڪرم ڪرم) ۽ آٺ - آنگو مارگ

هن موجب سڪرمن جو مارگ اُٺ آنڌ- انگي مارگ اندر سمائجي وڃي ٿو. ٽن قسمن جا ڪشل ڪايا جا ڪرم سي ئي صحيح (सम्यक्) ڪرم آهن. ڇهن پرڪارن جا ڪشل واڻي جا ڪرم سي ئي صحيح واڻي آهن، ۽ ٽن قسمن جا ڪشل مانسڪ ڪرم سي ئي صحيح درشٽي يا صحيح سنڪلپ آهن. اُٺ آنڌ- آنگي مارگ جا پويان چار آنگ انهن ڪشل ڪرمن کي پشتي ڏيندڙ آهن. صحيح آجيوڪا، صحيح ڏنڊو، صحيح سمرتي، صحيح سماڌي - انهن ڇهن انگن جي سهائتا بنا ڪشل ڪرم مارگ ۾ ترقي يا پوري ڪاميابي حاصل ٿي نٿي سگهي.

نٿو ٻولي. (۲) هو چغليون هڻڻ ڇڏي ڏئي ٿو. هتي جون ڳالهيون ٻڌي ڪري هتي نٿو ڪري ۽ ٿوت نٿو وجهي، نه هتي جون هت ڳالهيون ڪري ٿو. جن ماڻهن جو ٻاڻ ۾ ميل ميلاپ آهي تنکي مرچو هميشا ٿو. ايکتا ۾ هن کي آنند اچي ٿو ۽ اهي ٻول ٻولي ٿو جنهن مان ايکتا ٿئي. (۳) هو ڳار گند نٿو ڪري. سڌي سنواڻي، ٻڌڻ ۾ مٺي، دل کي ڇڪيندڙ ۽ نگرواسيءَ کي سوپيا ڏيندڙ ۽ جهجهن لاءِ پيارا ٻول ٻولي ٿو. (۴) هو اجائي بڪواس نٿو ڪري. هو موقع ڏسي ڪري، حقيقت موجب، بامطلب، ڌرمي سداچار موجب، ٻڌڻ جهڙي، نيڪ وقت تي، دليل موجب، ثابتيءَ موجب، ۽ مطلب موجب ٻولي ٿو. هن ريت واڻيءَ سان چئن ٻوڪارن جا ڌرمي آچار ٿين ٿا.

”سچڻو، ٽن قسمن جا مانسڪ ڌرم آچار ڪهڙا ٿين ٿا؟ (۱) ڪو شخص پرائي ڌن جو لوڀ نٿو رکي، اهو من ۾ نٿو سوچي ته پرائو ڌن منهنجو ٿئي؛ (۲) سندس من ۾ ديش ڀاءُ نٿو رهي. سندس من اندر شڌ سنڪلپ رهي ٿو ته هي پراڻي نروير، نروگهن، دک رهت يعني سکي هجن. (۳) سندس صحيح گيان درشٽي ٿئي ٿي. دان ڌرم آهي، سڪرمن ڪڪرمن جو ڦل ڀوڳجي ٿو، هي لوڪ ۽ پرلوڪ آهن، انهن ڳالهين ۾ سندس وشواس ٿئي ٿو. هن ريت من سان ٽرالا ڌرم آچار ٿين ٿا.*

توري ۾ اسين ڇئي سگهون ٿا ته خون ڪرڻ، چوري

*ڏسو ”مجهم نڪايہ“ نمبر ۴۱، سالےک ست

ارٿات، مٿي ڄاڻايل سڀئي اڪشل ڪرمن جو پوريءَ طرح تياڳ ڪرڻ گهرجي ۽ ڪشل ڪرمن جي سدائين پوئواري ڪندي، انهن پنهنجو من ڦاسائڻ نه گهرجي. سو سڀ آتم-انگي مارگ جي اڀياس سان حاصل ٿئي ٿو.

## ڪشل ڪمن ۾ جاڳرتيءَ اڀياس

تريپٽڪ ۾، ڪيترن هنڌ اهو اپديش ڏنل آهي ته ڪشل ڪمن ۾ ٻنهي سڄاڳيءَ اڀياس رکڻ گهرجي. انهن سڀني جو هت سنگرهه ڪري نٿو سگهجي. پر نموني طور هت هڪ لنبو اپديش ڏنو ٿو وڃي.

ٻڌ ڀڳوان چوي ٿو ته، "ڀڪشوئو، استري، پرش، گرهست يا پرواجڪ (گهومو سنياسي) کي هنن پنجن ڳالهين جو سدائين چنتن ڪرڻ گهرجي- (١) هو وارونوار اهو ويچار من ۾ ڪري ته آءٌ ٻڍاپي جي اثر هيٺ آهيان. ڇو جو جنهن جوانيءَ جي مستيءَ ۾ اچي ڪري پراڻي من-ڪايا-وچن جو دراچار ڪري ٿو، سا مستي هن چنتن ڪري ناس ٿي وڃي ٿي يا گهٽجي وڃي ٿي. (٢) هو وارونوار من ۾ ويچار ڪري ته آءٌ بيماريءَ جي اثر هيٺ آهيان، ڇوجو جنهن تندرستيءَ جي مستيءَ ۾ اچي ڪري پراڻي من-ڪايا- وچن جو دراچار ڪري ٿو، سا مستي هن چنتن ڪري ناس ٿي وڃي ٿي يا گهٽجي وڃي ٿي. (٣) هو وارونوار من ۾ اهو ويچار ڪري ته آءٌ موت جي اثر هيٺ آهيان. ڇوجو جنهن جيئڻ جي مستيءَ ڪري هو ڪايا-واچا- من جو دراچار ڪري ٿو، سا

# آناسڪتي يوگ

ٻر جي اسين ڪشل ڪرم ڪندا رهون ٻر منجهن موهه رکون، سنگ رکون ته ممکن آهي ته اُنهيءَ مان اَڪشل اُٿون ٿئي.

कुसलो धम्मो अकुसलस्स धम्मस्स आरम्मणपच्चयेन पच्चयो। दानं दत्वा सीलं समादियित्वा उपोसथकम्मं कत्वा तं अस्सादेति अभिनन्दति। तं आरब्भ रागो उप्पज्जति दिट्ठि उप्पज्जति विचिकिच्छा उप्पज्जति उद्धच्चं उप्पज्जति दोमनस्सं उप्पज्जति ।

اُرٿات، ڏنو ويو آهي ته ڪشل (سڪرم جي) منوورتي اَڪشل لاءِ نيڪ ثابت ٿئي ٿي. (ڪو شخص) دان ڏئي ٿو، سشيل آهي، اُپواس ڪري ٿو، ٻر منجهانس رس وٺي ٿو، منجهس موهه رکي ٿو. انهيءَ مان لوڀ پيدا ٿئي ٿو لالچ پيدا ٿئي ٿي، شڪا اُٿون ٿئي ٿي، ڀرم اُٿون ٿئي ٿو دُرجنتا اُٿون ٿئي ٿي.

انهيءَ ٻرڪار ڪشل منوورتي اَڪشل جو ڪارڻ بڻجي ٿي. تنهن ڪري ڪشل وچار ۾ به موهه نه رکڻ گهرجي ۽ اُداسين من سان ڪشل ڪرم ڪرڻ گهرجن. هيٺ ڏنل ”ڌمپد“ جي گاٿا ۾ اهوئي اَرٿ ٻڌايو ويو آهي:-

सब्बपापस्स अकरणं कुसलस्स उपसम्पदा।
सचितरियोदपनं एतं बुद्धान सासनं॥

ارٿات، سڀ پاپ ڪرم نه ڪرڻ، ڪشل ڪرمن جي پوئواري ڪرڻ ۽ پنهنجي چت کي نيڪ ڪرڻ، ٻڌ جو شاسن (آگيا) آهي.

ليندو ۽ جي ٻيڙا ڪرم ڪندس ته دک ڀوڳڻو پوندم. ڪرم ٻوني آهيان، اوتاس ڪرم سان ئي منهنجو جنم ٿيو آهي، ڪرم ـ ٻڌو آهيان، اوتاس ڪرم ئي منهنجو ساٿي آهي، ڪرم ئي منهنجي رکيا ڪندڙ آهي. هن مان پڌرو آهي ته ٻڌ ڀڳوان ڪرم تي ڪيترو نه زور ڏنو هو. اهڙي گروهه کي ناستڪ سڏڻ ڪيتري قدر مناسب هو؟

ته انساهه سان ڀريل من سان ست ڪرم ڪرڻ کون، تنهن ٻنسمس ڌمپد جي هيٺئين گاٿا ويچار جوڳي آهي:-

अभित्थरेथ कल्याणो पापा चित्तं निवारये ।
दन्धं हि करोतो पुञ्ञं पापस्मिं रमतो मनो ॥

اوتاس، ”ڪلياڻ ڪاري ڪرم ۾ سيگهه ڪرڻ گهرجي ۽ پاپ کان چت کي نوارڻ گهرجي، ڇو جو آلس ڪري ٻيچ ڪندڙ جو من پاپ ۾ رڳجي وڃي ٿو.“

## براهمڻن جو ڪرم يوگ

هيستائين ٻڌ جي ڪرم يوگ تي ويچار ڪيو ويو آهي، هاڻي تنهن سمي جي براهمڻن ۾ ڪنهن پرڪار جو ڪرم يوگ چالو هو تنهن تي ٿوري ۾ ويچار ڪرڻ ضروري آهي. براهمڻن لاءِ آجيوڪا جو ساڌن يگيه وغيره هوا ۽ اهي وڏي ۽ پوري نيم سان ڪيا ويندا سو انهن لاءِ ڪرم يوگ هو. پوءِ هو انهن سمجهاڻ وينا ته ڪترين جو يڌ ڪرڻ، ويشن جو واپار ڪرڻ، ۽ سودرن جو سيوا ڪرڻ، سو سندن لاءِ ڪرم يوگ آهي، انهن ڪندي ڪنهن جو من مرولو ڪائي ته سڀ سنگت ڇڏي ڪري

مستي هن چئن ڪرڻ سان ناس ٿي وڃي ٿي، يا گهٽجي وڃي ٿي. (۴) هو وارونوار من ۾ اهو ويچار ڪري ته وٺندڙ ۽ پيارين (پراڻين يا پدارٿن) جو وڇوڳ (وڇوڙو) مونکي سهڻ گهرجي. جو جو جن پيارين جي سنبنڌ ڪاڻ پراڻي ڪايا - واچا - من جا دراچار ڪري ٿو، سو سنبنڌ انهيءَ چنتن سان ناس ٿي وڃي ٿو يا گهٽجي وڃي ٿو. (۵) هو وارونوار من ۾ اهو ويچار رکي ته آءٌ ڪرم جو پرڀتوان، ڪرم ۾ حصيدار، ڪرم ۾ پيدا ٿيل، ڪرم جو بنڌو، ڪرم جي سرڻ وٺندڙ آهيان ۽ ڪلياڻ يا پاپ ڪرم ڪندس، تنهن جو حصيدار ٿيندس. جو جو انهيءَ ويچار ڪري ڪايا - واچا - من جا دراچار ناس ٿين ٿا يا گهٽجي وڃن ٿا.

رکو آءٌ نه، ۾ سڀ پراڻي ٻڍاپي، بيماري، موت جي بندن ۾ ٻڌل آهن ۽ سڀني کي پنهنجن پيارن جو وڇوڳ ٿئي ٿو ۽ ڪرم ۾ حصيدار آهن. هن ريت آتم سراوڪ (ٻڌندڙ) سدائين ويچار ڪندو رهي ٿو. تڏهن ڪيس صحيح مارڳ سمجهي ٿو. انهيءَ مارگ جي ابياس سان سندس بندن ٽٽن ٿا.*

مٿي اشارو ڪيل آهي ته آءٌ ڪرم جو پرڀتوان آهيان، يعني ڪرم ئي مونکي پيارو آهي ۽ باقي ٻيون سڀ وستو شايد مونکان ڌار ٿي وڃن. آءٌ ڪرم جو حصيدار آهيان، ارٿات چڱن ڪرمن ڪرڻ سان مونکي سک پراپت

*"انگوتر نڪاية" پنچڪ نپاتس، ست ۵۷

جو هي هلايل چکر ٺيڪ نہ آهي، ڇو جو سندس بنياد ہرهنسا آهي، تہ هنکي اهو ويچار من مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي، ڇو جو انهي ڪري اگيانين جي من ۾ مونجهارو پيدا ٿيندو.

न बुद्धिभेदं जनयेद ज्ञानांकर्मसंगिनाम् ।
जोषयेत् सर्वकर्माणि विद्वान्युक्तः समाचरन् ॥

ارٿات، "گياني پرش ڪرم سان سنگ ڪندڙ اگياني پرشن جي بدّيءَ ۾ ڀيرم نہ پيدا ڪري؛ پر پاڻ ڀڪو ٿي ڪري سڀ ڪرم ڪري ۽ ٻين کان ڪرائي."*

ڀڳوت گيتا ڪهڙي صديءَ ۾ لکي ويئي، تنهن تي هن همند ويچار ڪرڻ مناسب نہ ٿيندو. پر ڪنهن بہ ليکڪ ائين نہ ڄاڻايو آهي تہ ٻڌ جي سمي ۾ لکي ويئي. مغربي ماهرن جيڪي انومان ڪيا آهن تن موجب ٻڌ ڀڳوان کان پنج يا ڏهہ سؤ سال پوءِ گيتا رچي ويئي. انهي ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ گيتا ٻنهي هاڻوڪي آهي. تنهن هوندي بہ متي ٻڌايل ويچار ٻڌ جي سمڪالين براهمڻن ۾ هوا. لوهتيہ ناالي ڪوشل ديس واسي، ۽ پرکياٽ براهمڻ چوندو هو تہ جيتوڻيڪ اسان کي اتم تتو گيان پراپت ٿئي تڏهن بہ اهو عام ماڻهن ۾ پرگهٽ نہ ڪرڻ گهرجي§

---

*ڀڳوت گيتا، اڌياءُ ٣، سلوڪ ٢٦. گيتا جو سڄو ٽيون اڌياءُ ويچار ڪرڻ جهڙو آهي.
§ڏسو ديگهہ نڪاي، ڀاڱو (١) لوهچ سُت

هو ڀلي بن ۾ وڃي تپسيائون ڪري تنهن کي هو سنياس يوڳ چوندا هوا ۽ انهي ۾ ڪرم يوڳ پاڻ حد کي پهچي ويو. ڪي براهمڻ سنياس وٺندي ۽ اڳي هوتر وغيره ڪرم يوڳ ڪندا رهندا هوا ۽ ڪين سريشٽ ڪري سمجهندا هوا. هن بابت ڀڳوت گيتا جي ٽئين اڌياءِ ۾ چيو ويو آهي تہ:-

यज्ञार्थात्कर्मणोऽन्यत्र लोकऽयं कर्मबन्धनः ।
तदर्थं कर्म कौन्तेय मुक्तसंगः समाचार ॥

ارٿات، ”يگيہ بنا ڪيل ڪرم منش ڪاڻ بنڌن وارا آهن، انهي ڪري هي ارجن، تون سنگ ڇڏي ڪري يگيہ ڪاڻ ڪرم ڪر.“

सहयज्ञाः प्रजाः सृष्ट्वा पुरोवाच प्रजापतिः ।
अनेन प्रसविष्यध्वमेष वौऽस्त्विष्ट कामधुक् ॥

ارٿات: ”يگيہ سان پرجا کي اپائي ڪري پرجا پتيءَ (برهما) چيو تہ هن يگيہ سان توهين ڦلو ڦولو ۽ يگيہ توهانجي ڪامڌينو ٿئي.“

एवं प्रवर्तितं चक्रं नानुवर्तयतीह यः ।
अघायुरिन्द्रियारामो मोघं पार्थ सजीवति ॥

ارٿات، هن ريت هن لوڪ ۾ هلايل يگيہ وغيره جو چڪر جو نہ ٿو هلائي سو منش پاپ ڪندي، اندرين جو سک ڀوڳيندي اجايو جيئي ٿو.“

## براهمڻن جو سنگرهہ

پر جي ڪنهن جي من ۾ اهو ويچار اچي تہ پرجا پتيءَ

لوھتيہ- برابر گوتم، منھنجي اھا راءِ آھي.

ڀڳوان- ھي لوھتيہ، تون ھن شاڪوتِڪا ڳوٺ ۾ رھين ٿو. ھاڻي سمجھ، تہ ڪوڪٽي چوي تہ ھن ڳوٺ جي اُپت اڪيلي سر لوھتيہ ئي پاڻ تي خرچ ڪري ۽ ٻين ڪنھن کي پائي بہ نہ ڏئي، تہ تون نہ پائين تہ اھڙا ٻول ٻوليندڙ ڳوٺ وارن سان ۽ توتي آڌار رکندڙن سان ڪنياءُ ڪري ٿو؟

لوھتيہ- ھائو، برابر ڪنياءُ ڪري ٿو.

ڀڳوان- جو ھِن بابت ٻيائي رکي ٿو، سو سندن ھمدرد سمجھبو يا بي درد؟

لوھتيہ- بي درد ئي سمجھبو.

ڀڳوان- اھڙي منش جو من متريا جو ڀا ويرُ ڀاو جو چئبو؟

لوھتيہ- ويرُ ڀاو جو، ھي گوتم.

ڀڳوان- ويرُ ڀاو واري منش جي متيا درشٽي چئبي يا صحيح درشٽي؟

لوھتيہ- متيا درشٽي.

## ڪُشل ڪرم سان اَڪُشل ڪرم کي جيتڻ گھرجي.

ھت ۽ ھِن ڪيترن ھنڌ ڀڳوان ٻڌ جو چوڻ ھو تہ جيڪڏھن چالو اَڪشل رواج جي خلاف ڪنھنکي ڪشل ويچار من ۾ اچي تہ اھو ويچار ماڻھن ۾ ڦھلائڻ ھڪ سچي پرش جو سرپشٽ ڌرم آھي. ٻيڙو ڪم ڪندڙ کي ڪجھ

سندس ڪهاڻي توري ۾ هن ريت آهي:-

ڀڳوان ٻڌ ڪوسل ديس ۾ جاترا ڪندي شالوتڪا (शालवतिका) نالي ڳوٺ ۾ اچي پهتو. ڪوسل جي پسيند راجا اهو ڳوٺ لوهتيہ براهمڻ کي پيتا طور ڏنو هو. لوهتيہ انهي پاپي مت جو هو تہ، ”ڪنهن شرمڻ يا براهمڻ کي اگر ڪو ٻوڌ پراپت ٿئي تہ ٻئي ڪنهن کي نہ ٻڌائي.“ ڀلا هڪ منش ٻئي منش لاءِ ڪري ئي ڇا ٿو سگهي؟ شايد ٻئي جو هڪ پراڻو بنڌڻ ڪاٽي ڪري ٻيو نئون بنڌڻ اُٿن ڪندو. انهيڪري آءٌ چوان ٿو تہ اها لوڀي هلت آهي.

جڏهن لوهتيہ براهمڻ کي سڌ پيئي تہ ٻڌ ڀڳوان ڳوٺ جي ويجهو اچي پهتو آهي تڏهن روسڪا نالي حجام کي موڪلي ڪري ڀڳوان کي نوتو ڏنائين. ٻئي ڏينهن ڀوڄن تيار ڪري سانجهي حجام کي ڀڳوان ٻڌ ۽ سندس ڀڪشوسنگهہ کي ڪوٺ لاءِ موڪليائين. ڀڳوان پنهنجو پاتر (ٿانو) ۽ وستر کڻي لوهتيہ جي گهر وڃڻ لاءِ نڪتو. واٽ تي روسڪا حجام لوهتيہ براهمڻ جي مت کان ڀڳوان کي واقف ڪيو ۽ چيائينس تہ، ”هي ڀڳونت، هن پاپي مت کان لوهتيہ کي توهين مڪت ڪندا.“

لوهتيہ براهمڻ ڀڳوان ۽ ڀڪشوسنگهہ کي ڏاڍي آدرستڪار سان ڀوڄن ڪرايو. ڀوڄن ڪرڻ کانپوءِ ڀڳوان پڇيس تہ، ”هي لوهتيہ، ڇا اها تنهنجي مت آهي تہ ڪنهن کي اگر ڪو ٻوڌ پراپت ٿئي تہ ٻين کي نہ ٻڌائي؟

۾ نه رکون، ٻيا ڏيئش ڀاو رکن ته اسين ڏيئش ڀاو کان مکت ٿيون، ٻيا مٿيا ڏرشٽي ڌارين ته اسين صحيح ڏرشٽيءَ وارا ٿيون. اهڙي ڀنهنجي شڌي ڪرڻ گهرجي.

”هي چند، ڪوانڪي واٽ ۾ اڙي ٻوي ۽ ٻوءِ ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪيس کا سڌائي واٽ نظر اچي، ساڳيءَ طرح هنسڪ منش لاءِ هنسا کان مکت ٿيڻ لاءِ اهنسا جي ئي واٽ آهي. خون ڪندڙ منش جو ڇوٽڪارو آهي خون جي چاهنا نه ڪرڻ، چوري ڪندڙ جو ڇوٽڪارو آهي، چوريءَ جي چاهنا نه ڪرڻ، ابرهمچاري منش جو ڇوٽڪارو آهي ابرهمچريه جي چاهنا نه ڪرڻ، ڪوڙ ٻولڻ واري جو ڇوٽڪارو آهي ڪوڙ جي چاهنا نه ڪرڻ، چغلخور منش جو ڇوٽڪارو آهي چغليءَ جي چاهنا نه ڪرڻ، ڪوڙو ٻولڻ واري جو ڇوٽڪارو آهي ڪوڙو ٻولڻ جي چاهنا نه ڪرڻ، اجابا ورلاپ ڪندڙ جو ڇوٽڪارو آهي اجاين ورلاپن جي چاهنا نه ڪرڻ... آهي ئي اپاو آهن ...هي چند، جو پاڻ گپ ۾ گتل آهي سو ٻئي کي گپ کان ٻاهر نه ڪڍي سگهندو. ساڳيءَ طرح جنهن پاڻ نه جيتيو آهي، پاڻ کي نيم اندر نه رکيو آهي، جو پاڻ شانت من جو نه آهي سو ٻئي کي ڪهڙو سنجم سيکاريندو ۽ شانت من ڪندو. پر جو پاڻ قابوءَ ۾ آهي، نهنو آهي، شانت آهي، تنهن لاءِ ممڪن آهي ته ٻئي کي قابوءَ ۾ آڻي، نهنو بنائي شانت من ڪري.

ساڳيو مطلب ڌمپد جي هڪ گاٿا (۲۲۳) ۾ مختصر

نه چوڻ يا نه ٻاڻ سندس وانگر ھاٿ ھلڻ، ھڪ سچي منش جو ڌرم نه آھي.

براھمڻن جي مھتا ھئي ته يگيه وغيره جو سرشتو ۽ ڇهن ورڻن ۾ ورھاڱو پرجاپتي ٻاڻ چالو ڪيو ھو. سو انھن ورڻن موجب ڪرم ٻوڙ سمجهڻ گهرجن. ٻر ڀڳوان ٻڌ جو چوڻ ھو ته ترشنا مان اٿيل تيل ھنسا وغيره جا ڪرم ڪڍهن ۽ شڌ تي نقا سگهن. اھي ڪندي منش ھڪ اٺانگي مارگ تي وڃي چڙھي ٿو ۽ اھڙن ڪرمن جي ڦرڌ ڪشل ڪرم ڪرڻ سان ٿي ھو انھيءَ ڏنگي مارگ کان ڇٽي سگهي ٿو.

مجهم نڪايه جي سليک (सल्लेख) سُت نمبر ٨ ۾ ڀڳوان چوي ٿو ته، "ھي چُندَ، جتي ٻيا ھنسڪ ڪرم ڪن ٿا، اُتي اسين اَھنسڪ ڪرم ڪريون ۽ اھڙي ٻنھنجي شڌي ڪرڻ گهرجي.* ٻيا پراڻ گهاتڪ يعني خون ڪن، ته اسين انھيڪان دور رھون؛ ٻيا ابرھمچاري ٿي رھن، ته اسين برھمچاري ٿجون؛ ٻيا ڪور ٻولين ته اسين ڪور کان ٻري ٿجون؛ ٻيا چغليون ماڻ ته اسين چغلخوريءَ کان پاسو ڪريون؛ ٻيا گارگند ڪن ته اسين گارگند کان آجا ٿيون؛ ٻيا اجائي بڪواس ڪن ته اسين بڪواس بند ڪريون؛ ٻيا پراوو ڌن تڪين ته اسين پرائي ڌن کي اکين

---

*ناد وغيره شبن کي ماٺھو گهي گهي چمڪائيندا آھن ۽ انھيکي "سليک" چوندا آھن. ھت آتم شڌيءَ لاءِ صفائي ڏي اشارو آھي.

ارٿات:- ڪنور واڻي، استيه بولڻ، چغلخوري ۽ بڪواس ڪرڻ- اهي چار واڻيءَ جا پاپ ڪرم آهن.

अदत्तानामपादानं हिंसा चैवाविधानतः ।
परदारोपसेवा च शारीरंत्रिविधं स्मृतम् ॥

ارٿات:- ”چوري، هنسا جا ويدن موجب نه هجي، پرائي استري سان سنبنڌ رکڻ- اهي ٽي ڪايا جا پاپ ڪرم آهن.“

त्रिविधंचि शरीरेण वाचा चैव चतुर्विधम् ।
मनसात्रिविधं कर्म दश कर्मपथास्त्यजेत् ॥

ارٿات:- هن ريت ٽن پرڪارن جا ساريرڪ، چئن پرڪارن جا واچڪ، ۽ ٽن پرڪارن جا مانسڪ، مڙيوئي ڏهن پرڪارن جا آڪشل (ڪڪرم) ڪرم تياڳي ڪرڻ گهرجن.“*

هنن مان پهرئين سلوڪ ۾ آيل ”ڪرم يوگ“ شبد بلڪل پوري طرح ڪم آندو ويو آهي. ”منو سمرتي“ وچيندڙ کي پڪ پگوان وارو ڪرم يوگ بيشڪ پسند هو، پر منجهس هڪ اپواد رکيائين. سو هي ته جي هنسا ”ويدن موجب نه هجي“ ته نه ڪرڻ گهرجي، پر جي ويدن جي آڌار تي هجي ته اها هنسا ٿي نه آهي.

## جنگين کي ڏرمي ليکڻ کري ڪڪرم مناسب سمجهيا ويا.

يگيه وغيره واري هنسا اجائي سمجهي وڃي ها ته

*آڌياءُ ١٢، سلوڪ ٥-٩

طور ڏنو ويو آهي. اها ڳالهه هن ريت آهي.

अक्कोधेन जिने कोधं असाधुं साधुना जिने ।
जिने कदरियं दानेन सच्चेनालीकवादिनं ॥

ارٿ:- "ڪروڌيءَ کي ڪميا سان جيتيو، اساڌوءَ کي ساڌوپڻي سان جيتيو، ڪنجوس کي دان سان جيتيو."

## ڏهن ڪشل ڪرمن ۾ براهمڻن جي ڪيل بدل سدل

ڏاڍي رڳڙ پيڙهه سان ويدن جي گرنٿ ڪارن مٿي ڏنل ڪشل ۽ اڪشل ڪرمن بابت منظوري ڏني پر منظوري ڏيندي انهن ايتري خبرداري رکي جيئن سندن اڌڪارن ۾ ڪا به گهوٽ نه لڳي. ڏسو ته منوسمرتيءَ اهي ڏهه اڪشل ڪرم ڪيتري قدر منظور ڪيا آهن.

स तानुवाच धर्मात्मा महर्षीन्मानवो भृगुः ।
अस्य सर्वस्य शृणुत कर्मयोगस्य निर्णयम् ॥

ارٿ:- منوءَ جي ڪل مان اڀرين مهاتما ڀرڳوءَ انهن مهارشين کي چيو ته هن سڀني ڪرم يوڳ جو نرنيه ٻڌو.

परद्रव्येष्वभिध्यानं मनसानिष्ट चिन्तनम् ।
वितथाभिनिवेशश्च त्रिविधं कर्म मानसम् ॥

ارٿ:- "پرائو ڌن تڪڻ، ٻئي جو برو چاهڻ، ۽ غلط وات ورتڻ (ناستڪتا) اهي ٽي مانسڪ پاپ ڪرم سمجهڻ کپن."

पारुष्यमनृतं चैव पैशुन्यं चापि सर्वशः ।
असंबद्धप्रलापश्च वाङ्मयं स्याच्चतुर्विधम् ॥

ڪرم سياويڪ طور ڪشل ليکيا ويا. مطلب ته يڳ ڪانسواءِ ٻي ڪا هنسا نه ڪرڻ ڪانسواءِ ڀوڳو ويچار نه ڪرڻ ڪجي، ساڳي طرح ڪوڙ ڪپٽ، چغلخوري، ڪنور وچن وغيره يڳ لاءِ ضروري نه هجن، يعني ته راجنيتي لاءِ ضروري نه هجن. ته نه ڪرڻ ڪپڻ برائي ڏن جي لوڙ ته يڳ ۾ هوندي ئي آهي. پنهنجي فوج ۾ ٻئي جي فوج لاءِ تڪار نه پيدا ڪجي ته فوج جا سپاهي جنگ لاءِ تيار ئي نه ٿيندا ۽ جيسين تائين اها غلط درشٽي نٿي پيدا ڪجي ته اسين سؤ ڌرم لاءِ لڙي رهيا آهيون، پنهنجي ديس لاءِ يا ٻئي ڪنهن اهڙي مَن گهرت پوتر ڪم لاءِ لڙي رهيا آهيون، تيسين تائين جنگ ۾ کٽڻ محال آهي. مطلب ته هڪ يڳ ڪرڻ لاءِ سڀ ڪشل (سڪرم) ڪرم هڪ ٻئي ۾نيان جڏنا پون ٿا ۽ اهو شڏ ڌرم ليکيو وڃي ٿو.

"اشوٿاما مري ويو"- اهڙو ڪچو ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ يڌشٽر تيار نه هو، تڏهن سري ڪرشن سندس مکان "नरोवा कुन्जरो वा" (منش يا هاٿي مري ويو) ٻولايو. اڄ ڪلهه جي راجنيتي ۾ اهڙي ئي ٿئي ٿي- ڪجهه سچي ڪجهه ڪوڙي ۽ جي پنهنجي ديس جو ڪجهه ۾ فائدو نظر اچي ٿو ته ڪوبه ڪرم بنهه پوتر سمجهو وڃي ٿو.

## ڌرمي جنگين جو وڌڻ

جيئن ۽ يڳ ڌرم ڪري وڌڻ واري هنسا بند ٿي ويئي، پر ڪترين جون پاڻ ۾ ڌرمي جنگيون هلنديون

يگيه وغيره بند ٿي وڃن ها. اهي يگيه ۽ ڇا جي ڪري ٿيندا هوا؟ هن ڪري ته يڌ ۾ جيءُ ٿڳي ۽ ڪتيل راڄ ڱڪاءُ ڪانئي. مطلب ته يڌ واري هنسا جي ڌرمي نہ سمجهي وڃي ها ته ويدن واري هنسا لاءِ ڪو سبب ٿي نہ هجي ها. انهيءَ ڪري يڌ کي واجب سمجهڻو پيو. سري ڪرشن چوي ٿو ته:-

स्वधर्ममपि चावेक्ष्य न विकंपितुमर्हसि ।
सुखिनः क्षत्रियाः पार्थलभन्ते युद्धमीदृशम् ॥

ارٿات:- ”پنهنجي ڌرم لي ويچار ڪندي پڻ تي هٽڻ تولاءِ واجب نہ آهي. ڪترين لاءِ ڌرم يڌ کان مٿي ڪا ٻي سوڀيا ڏيندڙ ڳالهه ڪانهي.“

यदृच्छया चोपपन्नं स्वर्गद्वारमपावृतम् ।
सुखिनः क्षत्रियाः पार्थ लभन्ते युद्धमीदृशम् ॥

ارٿات:- ”هي ڀاڳ سي ڪتري وڏڀاڳي آهن، جن کي هن قسم جي يڌ نصيب ٿئي ٿي، جنهنڪري هنن لاءِ پاڻمرادو سرڳ جو دوار کلي پوي ٿو.“

अथ चेत्त्वमिमं धर्म्यं संग्रामं न करिष्यसि ।
ततः स्वधर्मं कीर्तिं च हित्वा पापमवाप्स्यसि ॥

ارٿات:- ”۽ جي تون هيءَ ڌرم جي جنگ نہ جوڙيندين، ته پنهنجو سوڌرم ۽ پنهنجي ڪيرتي ناس ڪري پاپ ٿي حاصل ڪندين.“*

يڌ کي ڌارمڪ ٺهرائڻ ڪري سڀ اڪشل (ڪڪرم)

*ڀڳوت گيتا، ادياءِ ٢، سلوڪ ٣١-٣٣

آڌياءُ (٩)

# يگيه وغيره

## پُراڻو وارو ٻُڌ

هندو ماڻهو وشنوءَ کي ناڻون اوتار ڪري ليکين ٿا. ”وشنو پُراڻ“ ۾ هيءَ ڪٿا آيل آهي ته ٻڌ اوتار ڌارڻ ڪري اُسرن کي موهت ڪيوءِ ديوتائن دوارا سندن ناس ڪيو. انهيءَ جو تائيد ڀاڳوت جي هيٺئين سلوڪ ۾ ڏنل آهي.

ततः कलौ सम्प्रवृत्ते संमोहाय सुरद्विषाम् ।
बुद्धो नामाञ्जनसुतः कीकटेषु भविष्यति ॥

ارٿات، ”تنهن ڪانپوءِ ڪلجڳ جي اچڻ ڪري اُسُرن کي موهت ڪرڻ لاءِ ٻڌ نالي اَجن-پتر ڪيڪٽ ديس ۾ اُٿيندو.“ رواجي هندن کي ٻڌ اَوتار جي ڪا خاص ڄاڻ نٿي رهي. پنڊتن ۽ پراڻ ٻڌندڙ شردالو هندن کي ٻڌ بابت جا ڪجهه ڄاڻ هوندي آهي سا ”وشنو پراڻ“ يا ”ڀاڳوت“ مان ملندي آهي.

## سرڳواسي وشنو شاستري چپلوڪر جي ڪلپنا

مغربي ديس ۾ مئڪس ملر جي گروڻ پرکيات ودوان

رهيون. اهڙين ڌرمي جنگين جو واڌارو حضرت محمد پيغمبر اچي ڪيو. رڳو ڇپائين ته ٻاهر لڙڻ ٺيڪ نه آهي. انهن جو بدلو عيسائي ڌرم جي جنگين ۾ نظر اچي ٿو. انهن سيني کي ديس جي وڏائي مورچت ڪيو. تنهن وڏائيءَ ڪاتر ڪو به ڪڪرم مناسب سمجهو وڃي ٿو. انهيءَ ڪري سڄي منش جاتي هڪ اڪانگي وات تي وڃي اري آهي. تنهن وات ڇڏڻ لاءِ پڌ جي ڪرم ٻوڳ وات ڪانسواءِ ٻي ڪا وات آهي ڇا؟

محروم رهجي ويئي آهي. ٻڌ بابت جيتوڻيڪ اسان وٽ
ڪا سامگري موجود نہ آهي، تڏهن بہ اها ڳالهہ پڌري
آهي تہ سندس ٻڌي اُنوکي هوندي، جو سندس غير
طرفدارن يعني براهمڻن بہ کيس ايشور جو ساڪيات نائون
اوتار ڪري ڄاتو آهي، ڪوي جيديو जयदेव پنهنجي
"گيت گووند" جي آرنڀ ۾ چيو آهي تہ:-

निन्दसि यज्ञविधेरहह श्रु तिजातं ।
सदयहृदयदर्शितपशुघातं ।
केशव धृतबुद्ध शरीर जय जगदीश हरे ॥ ( ध्रुव पद )

"........عيسوي سنہ جي شروعات ۾ ٻڌ ڌرمين ۽
براهمڻن وچ ۾ خوب واد وواد هليا. تنهن ۾ شنڪراچاريہ
ٻڌ ڌرم جو کنڊن ڪيو ۽ براهمڻ ڌرم وري آستاپن
ڪيو. هن ريت ٻڌ ڌرم وارن جي هار ڪانهوءَ هو پنهنجي
مرضيءَ سان يا راجا جي آگيا سان هي ديس ڇڏي ٻاهر
هليا ويا. منجهائن ڪي تبيت ۾، ڪي چين ۾، تہ ڪي
لنڪا ۾ وڃي وسيا."

متئين ٽڪري مان اُنومان ڪري سگهجي ٿو تہ تنهن
وقت جي انگريزي خانده هندن ۾ ٻڌ ڌرم بابت کهڙا
ويچار هوا.

## "لائيٽ آف ايشيا" جو پرڀاو

تنهن ڪانپوءِ سنہ ۱۸۷۹ ۾ ايڊون آرنولڊ (*Edwin Arnold*)
جي "لائيٽ آف ايشيا" (*Light of Asia*) نالي پرڪياٽ
ڪوتا ڇپجي پڌري ٿي. اهو پڙهندي انگريزي دان

برنف (فرينچ) جو ڌيان سيني کان اڳ ٻڌ ڌرم ڏي
ڇڪيو. پر گهربل مصالحي نه ملڻ ڪري هو ٻڌ ڌرم
جي پوري ڄاڻ مغربين کي نه ڪرائي سگهيو. تنهن
هوندي به مغربين ۾ اهو خيال هو ته ٻڌ ڌرم معنيٰ سيءِ
ڪجهه نياڻڻ ۽ تنهن ڪري مٿس ڪو به غور ڪرڻ جي
ڪهڙي ضرورت؟ انهيءَ ويچار ۾ برنف صاحب جي
ڪوشش ڪري ڪافي ڦيرو آيو ۽ انهيءَ ڪري ڊاڪٽر
ولسن جهڙو سچو عيسائي به ٻڌ ڌرم جو ابياس ڪرڻ لڳو.
ڊاڪٽر ولسن جي سنگ صحبت ڪري اسانجي ڪاليج
پڙهيل جوانن ۾ به ٻڌ ڌرم بابت ويچارن ۾ ڪجهه ڦيرو آيو.
مشهور ليکڪ سرڳواسي شاستري چپلوڻڪر مرهاٽي
ٻوليءَ ۾ واڻ ڪوي بابت لکندي پنهنجي ڪتاب ۾
چيو آهي ته:-

”آريه لوڪن جي مؤل ويدڪ ڌرم بابت متيبد پيدا
ڪندڙ ڀريون ٻڌ هو. وقت جي پرياو ڪري ڪئين ماڻهو
سندس خيالن وارا نڪتا، جنهن ڪري ڌرم اندر
قومت پئجي ويئي. اهي نوان ماڻهو پاڻ کي ٻڌ ڌرمي
سڏائڻ لڳا. سندس ڪهڙا نوان خيال هوا،
اهي خيال ڪيئن پيدا ٿيا، ڦهلجي ويا ۽ پوءِ گم
ٿي ويا وغيره سو سڀ تواريخ نويسن لاءِ من وندرائيندڙ
قصو آهي. پر هاڻي ائين چوڻ مان ڪهڙو فائدو؟ اها
دک جي ڳالهه وري هڪ پيرو چوڻي پوي ٿي ته تواريخ
نه هوندي نه رڳو اسين پر ساري دنيا انهيڪري لاڀ کان

سمجهو تہ هن ڀڪشوءَ اسانجو اپمان ڪيو آهي. سو پنهنجن جوان ڇوڪرن کي ڇيڙيائون تہ وڃي ڪيس موچڙا ڏيو. تنهن تي سندن جوان ڪيس ڏنڊن، لٺين ۽ ڇهبوڪن سان ڪٽڻ سٽڻ لڳا. سو ڏسي ڪري ڪوسل راڄا جي ڪنيا ۽ پروهت جي استري ڀدرا کين روڪيو. ايتري ۾ انيڪ ڀڪش اچي ڪري انهن جوانن کي ماري ڪٽي خوناخون ڪري ڇڏيو. سو ڏسي براهمڻ ڊنا ۽ آخر هرڪيشبل کان ڪميا وٺي ڪيس اچا چانور ۽ ٻيون شيون دان ڪري آماڻيائون.

سو سڀ اُن کانئن وٺي هرڪيشبل چيو تہ، ”هي براهمڻو توهين ڀاهہ ٻاري ڪري پاڻيءَ سان ٻاهرين شدي پراپت ڪرڻ جي ڇو ٿا ڪوشش ڪريو؟ ويچاروان چون ٿا تہ توهانجي هيءَ ٻاهرين شدي نيڪ نہ آهي.“

تنهن تي براهمڻن پڇيس تہ، ”هي ڀڪشو تڏهن اسين ڪهڙي پرڪار جو يگيہ ڪريون ۽ ڪرم جو ناس بہ ڪيئن ڪريون؟“

هرڪيشبل ـ ساڌو منش ڇهن پرڪارن جي جيون* جي هنسا نٿا ڪن؛ استيہ ڀاڻي ۽ چوري نہ ڪري، ڌن، استريون، مان ۽ مايا تياڳ ڪري سنجم سان هلن

*پرٿوي، پاڻي، وايو، اگني، ونسپتي ۽ جاندار پراڻي ـ انهن ڇهن قسمن جا جيو وسن ٿا. جينين جي مڃتا آهي تہ پرٿوي وغيره ۾ جيو وسن ٿا.

هندن ۾ ٻڌ لاءِ ڏاڍو آدر ٿيو. ٻراهو ويچار ڀڳو ٿيندو ويو ته يگيه وغيره جو خاتمو ڪري، "آهنسا پرم ڌرم" آستاپن ڪرڻ لاءِ ٻڌ اوتار ورتو هو. اڄ به اهو ويچار، ٿورو ڪي گهٽجي، چالو آهي. اهڙي ويچار بنياد ڪهڙي حقيقت آهي، ٻڌ جي سمي ۾ شرمڻن ۽ خود ٻڌ جو يگيه وغيره بابت ڪهڙو خيال هو، تنهن تي هن هنڌ ويچار ڪرڻ ٺيڪ ٿيندو.

## هرڪيشبل جي ڪٿا

شرمڻن جا جيڪي پنٿ تڏهن هوا تن مان هن وقت فقط جين ۽ ٻڌ پنٿن جا گرنٿ هٿ اچن ٿا. انهن مان جينين جي "اُتراڌين سوتر" (उतराध्यय सूत्र) ۾ هرڪيشبل جي ڪٿا ملي ٿي. ڪٿا جو تاتپرج هن ريت آهي:

هرڪيشبل هڪ چنڊال (श्वपाक) جو ڇوڪرو هو. جين ڀڪشو ٿي ڪري ڏاڍو تپسوي بڻيو. ڪنهن وقت هڪ مهنو اُپواس ڪرڻ ڪانپوءِ پارڻ جي ڏينهن ڀکيا لاءِ رلندي هو هڪ مهايگيه جي آستان تي وڃي پهتو. سندس گندو، ننگو ۽ ڏٻرو سرير ڏسي ڪري ياڳڪ براهمڻ کانئس نفرت ڪئي ۽ ٻاهر ڪڍي ڇڏيائونس. اُتي تندڪ (هڪ قسم جو وڻ) وڻ تي وينل هڪ يڪش جي طور هرڪيشبل جي آواز ۾ براهمڻن کي چيو ته، "هي براهمڻو، توهين ته رڳو اکرن جي ٻولن جا بار ٻو ٿيندڙ آهيو. ويدن جو اڀياس ڪريو ٿا، پر سندن ارٿ ته نٿا ڄاڻو." تنهن تي اڀياس ڪندڙ براهمڻ

ڳاٿا اٿهي ”اُتراڌيين سوُتر“ جي ۲۵ اڌياءَ ۾ ملي ٿي.
سا هن ريت آهي:

पसुबंधा सव्वे वेया जट्ठं च पावकम्मुणा ।
न तं तायंति दुस्सीलं कम्माणि बलवंतिह ॥

اَرٿاتهه: ”سڀني ويدن ۾ پسن جو ڪُس بتايو ويو آهي.
۽ يگيه ڪرڻ پاپ ڪرم سان ڳنڍيل آهن. يگيه
ڪندڙن جا هي پاپ ڪرم سندن رکيا نٿا ڪن.“

هوڪيشبل جي ڪٿا ۾ فقط يگيه جي منع ڪيل آهي،
پر هن ڳاٿا ۾ رڳو يگيه جي نه پر ويدن جي به نندا صاف
نظر اچي ٿي.

## شرمڻ پنٿن جو ويد وروڌ

سرو درسن ۾ جيڪو چارواڪ (*Materialists*) مت
جو ورنن ڪيل آهي، تنهن مان اهو انومان ڪيي سگهجي
ٿو ته اَجت ڪيسڪمبل (अजित केसकम्बल) جو ناستڪ مت
ڦهلائيندڙ هو، سو نه رڳو يگين خلاف پر ويدن خلاف به
ٽيڪاٽپڻي ڪندو هو. سرو درسن ۾ چارواڪ مت بابت
جيڪي سلوڪ آهن تن ۾ هي ڏنل سلوڪ به آهي:

पशुश्चेन्निहतः स्वर्गं ज्योतिष्टोमे गमिष्यति ।
स्वपिता यजमानेन तत्र कस्मान्न हिंस्यते ॥...
त्रयो वेदस्य कर्तारो भण्डधूर्त निशाचराः ।

اَرٿاتهه: ”اگنشٽوم (अग्निष्टोम) يگيه ۾ جي ڪُٺل پسون
سرڳ وڃي ٿو ته اٿهي يگيه ۾ يجمان پنهنجي پتا کي
ڪهڙي نٿو ماري؟...... ويدن جا رچيندڙ ٽي آهن- ڀنڊ،

ٿا. اهي پنجن پرتگيائن* ۾ دري رهي ڪري، جيڪڙ جي ترشنا نه ڏاري، ديهه جي آس ڇڏي، ديهه بابت اداسين رهن ٿا ۽ (هن ريت) سرپشت ڀڪيه ڪن ٿا.

براهمڻ - تنهنجي اگني ڪهڙي آهي ۽ اگني ڪنڊ ڪهڙو آهي؟ سروا (ڪاٺ جو چمچو جنهن سان هون ۾ گيهه ڏبو آهي) ڪهڙو آهي؟ ڇيڻو ڪهڙو آهي؟ سمڌائون (هون جون لڪڙيون) ڪهڙيون آهن؟ شانتي ڪهڙي آهي؟ ۽ ڪهڙي هوم جي وڌيءَ سان تون ڀڪيه ڪندو آهين؟

هرڪيشبل - تپسيا منهنجي اگني آهي، جيو منهنجو اگني ڪنڊ آهي، يوگ منهنجو سروا آهي، سرير منهنجو ڇيڻو آهي، ڪرم منهنجي سمڌا آهي، سنجم منهنجي شانتي آهي. انهيءَ وڌيءَ موجب رشين جا واريل ڀڪيه مان ڪندو رهندو آهيان.

براهمڻ - تنهنجو تلاءُ ڪهڙو ۽ شانتي تيرٿ ڪهڙو؟

هرڪيشبل - ڌرم ئي منهنجو تلاءُ آهي ۽ برهمچريه منهنجو شانتي تيرٿ ...... انهيءَ ۾ سنان ڪري نرمل، شڌ مهارشي آتم پد پراپت ڪن ٿا.

هن ڪانسواءِ ڀڪيه وغيره جي منع ڪندڙ ٻيا به هڪ

---

*پنج پرتگيائون (संवर) آهن - اهنسا، ستيه، آستيه (چوري نه ڪرڻ)، برهمچريه، اپرگرهه (ملڪيت نه رکڻ). انهن کي يم (यम) چوندا آهن. ڏسو: ساڌن پاد، سوتر ۳۰

अस्समेधं पुरिसमेधं सम्मापासं वाजपेय्यं ।
निरग्गळं महारम्भा न ते होन्ति महप्फला ॥
अजेळका च गावो च विविधा यत्थ हञ्ञरे ।
न तं सम्मग्गता यञ्ञं उपयन्ति महेसिनो ॥
ये च यञ्ञा निरारम्भा यजन्ति अनुकुलं सदा ।
अजेळका च गावो च विविधा नेत्थ हञ्ञरे ॥
एतं सम्मग्गता यञ्ञं उपयन्ति महेसिनो ।
एतं यजेथ मेधावी एसो यञ्ञो महप्फलो ॥
एतं हि यजमानस्य सेय्यो होति न पापियो ।
यञ्ञो च विपुलो होति पसीदन्ति च देवता ॥

اُرٿات، ”اَشو ميڌ (अश्वमेध)، پُرش ميڌ (पुरुषमेध)، سميڪپاش (सम्यक्पाश)، واجپيه (वाजपेय)، ۽ نرگل (निरर्गल) يگيه نهايت خرچائو ٿين ٿا، پر مهاڦلدائڪ نٿا ٿين. جتي ٻڪر، رڍون ۽ ڳائون وغيره پراڻي ڪُٺا وڃن ٿا اُنهيءَ يگيه ۾ سداچاري مهارشي نٿا وڃن. پر جن يگين ۾ پراڻين جو گهاتُ نٿو ٿئي، جي لوڪن کي پيارا لڳن ٿا ۽ جنهن ۾ ٻڪر، رڍون، ڳائون وغيره پراڻي ٻلِ نٿا چاڙهيا وڃن، اهڙن يگين ۾ سداچاري مهارشي وڃن ٿا. انهيءَ ڪري سياڻي کي کپي ته اهڙا يگيه ڪري. اهو يگيه مهاڦلدائڪ ٿئي ٿو ۽ اَڪلياڻ ڪاري نٿو ٿئي. اهڙو يگيه ڦلي ٿو ۽ ديوتائون پرسن ٿين ٿا.“

## يگيه ۾ پاپ ڇا جو؟

پر جو چوڻ هو ته جنهن يگيه ۾ يجمان ڪايا-واچا-من سان اَڪشل ڪرم ڪري ٿو سو يگيه اَمنگل آهي.

چالباز ۽ راڪس."

هن مان نظر اچي ٿو ته اُڪثري سيڪي شرمڻ پنٿ، ٿورو ڪي گهڻو ويدن جي منع ڪندا هوا، جنهنڪري ڪين ويدن جي نندا ڪندڙ ۽ چئي سگهجي ٿو. پراها ثابتي ڪئي ۽ نٿي ملي ته ٻڌ ڀاڳ ڪا ويدن جي نندا ڪئي هئي. مرگوئي هرهنڌ ويد آيپاس جي مهما ڏيکاري ويئي آهي. ٻڌ جي يڪشو سنگهه ۾ مهاڪاتياين براهمڻ جهڙو ويد پنڊت ۽ هو. انهي ڪري اهو ناممڪن آهي ته يڳوان ٻڌ ويدن جي گهٽتائي ڪندو هو. ٻر ٻين شرمڻ وانگر ڪيس ۽ گاين، ٻلن ۽ ٻين پراڻين جي يڳيه لاءِ هنسا پسند نه هئي.

## يڳين جي منع

"ڪوسل سنيت" ۾ يڳيه وغيره جي منع بابت جو سٽ آهي سو هن ريت آهي:-

"ٻڌ يڳوان شراوستيءَ ۾ رهندو هو. تنهن وقت ڪوسل راجا پسيند جو مها يڳيه آرنڀ ٿيو. يڳيه ۾ پنج سؤ ويڙا، پنج سؤ ويڙيون، پنج سؤ ٻڪر ۽ پنج سؤ رڍون ٻلدان لاءِ ٻڌين (يڳيه جا ٿنڀ) ۾ ٻڌل هوا. راجا جا داس، دوت (قاصد) ۽ ڪرمچاري ڀؤ منجهون ڳوڙها ڳاڙيندي، روئندي يڳيه جو ڪم ڪري رهيا هوا.

سو سڀ ڏسي يڪشن وڃي يڳوان سان ڳالهه ڪئي. تڏهن يڳوان چيو ته:

ڏکائي، پوءِ ڪڙو ڪري ته سوئي ڏک پيدا ڪندڙ اڪشل شستر ڪٺي ته. سي ڪهڙا ٿي آهن؟ ڪايا جو شستر، واچا جو شستر ۽ چت جو شستر. جو يگيه آرنڀ ڪري ته تنهن جي من ۾ اهو اڪشل وچار اچي ته ته هيترا ٻيل، وڇڙا وڇڙيون، ٻڪر رڍون ڪوس ڪيا وڃن. انهيءَ ريت هو ٻين ڏک پيدا ڪندڙ اڪشل چت جو شستر ڪٺي ته. پوءِ هو پنهنجي مک سان انهن ڀراٽين جي ڪوس لاءِ آگيا ڏئي ته ۽ تنهن ڪري ڏک پيدا ڪندڙ اڪشل واچا جو شستر ڪٺي ته. آخر ۾ انهن ڀراٽين کي ڪهڻ لاءِ هو پاڻ ئي ڀراٽين کي مارڻ شروع ڪري ته ۽ انهيءَ ڪري ڏک ڪندڙ اڪشل ڪايا جو شستر ڪٺي ته.

”هي براهمڻ، اهي ٽي باهيون تياڳ ڪرڻ جهڙيون آهن ۽ ڏکائڻ جهڙيون نه آهن. سي ٽي ڪهڙيون آهن؟ ڪام جي اگني، ڊويش جي اگني ۽ موهه جي اگني. جو شخص ڪام جي وس اچي ته سو ڪايا- واچا- من سان ڪڪرم ڪري ته ۽ انهيءَ ڪري موت کانپوءِ درگتي پراپت ڪري ته. ساڳيءَ طرح دويش ۽ موهه جي وس پراڻي ڪايا- واچا- من سان ڪڪرم ڪري درگتي پائي ته. انهيءَ ڪري اهي ٽي باهيون تياڳڻ جهڙيون آهن، پارڻ جهڙيون نه آهن.

”هي براهمڻ، هنن ٽن اگنين جو سنتڪار ڪري، مان ڪري، پوڄا ڪري، سک سان شيوا ڪري. سي ڪهڙيون ٽي اگنيون آهن؟ آهونيا (आहवनीयाग्नि) اگني، گارهپتيا

هن بابت ”انگوتر نڪايہ“ جي سڌڪ نپات ۾ هڪ سٽ ملي ٿو. انهيءَ جو اُلٿو هن ريت آهي:-

هڪ ڀيري ڀڳوان ٻڌ شراوستيءَ جي ڇيٽ بن ۾ اَناٿپنڊڪ جي آرام گهر ۾ هو. تنهن وقت اُدگت شريرُ نالي هڪ براهمڻ مهايگيہ جي تياري ڪري رهيو هو. پنج سؤ ٻيل، پنج سؤ وڇرا، پنج سؤ وڇڙيون، پنج سؤ ٻڪر ۽ پنج سؤ رڍون ٻل تي چاڙهڻ لاءِ يوپن ۾ ٻڌل هوا. تڏهن اُدگت شريرُ براهمڻ ڀڳوان وٽ ويو ۽ ڪري، خوش خيريافت پڇي ڪري، هڪ پاسي تي ويٺو ۽ چوڻ لڳو ته، ”هي گوتم، مون ٻڌو آهي تہ يگيہ لاءِ اَگني دکائڻ ۽ يُوپ ڪرڻ ڏاڍو قلدائڪ ٿئي ٿو.“

ڀڳوان چيو، ”هي براهمڻ، مون بہ ٻڌو آهي تہ يگيہ لاءِ اَگني دکائڻ ۽ يُوپ کڙو ڪرڻ ڏاڍو قلدايڪ آهي.“

اهو واڪيہ براهمڻ وري دهرايو ۽ ٽهرايو ۽ ڀڳوان وري ڪيس ساڳيو ئي جواب ڏنو. تڏهن براهمڻ چيس تہ، ”تڏهن اسين ٻئي ساڳيءَ راءِ جا آهيون.“ تنهن تي آنند چيو تہ، ”هي براهمڻ، تنهنجو هي سوال نيڪ نہ آهي.“ ”مون ٻڌو آهي...“ چوڻ بدران تون هيئن چئو تہ،”آءٌ يگيہ لاءِ اَگني دکائڻ ۽ يوپ اُڀو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويٺو آهيان. هن بابت ڀڳوان مونکي اهڙو اُپديش ڏئي جنهن ڪري منهنجو سديو ڪلياڻ ٿئي.“

آنند جي چوڻ موجب براهمڻ انهيءَ ريت سوال پڇيو. تڏهن ڀڳوان جواب ڏنو تہ، ”جو شخص يگيہ لاءِ اَگني

ياڳيه والڪيه وڏو تپسوي ۽ برهم نشٺ (ڌرم جو مارگ ونندڙ) سمجهيو ويندو هو. پوءِ به هن جنڪ راجا جي يڳيه ۾ ڀاڱو ورتو ۽ آخر ۾ هن ڏهن هزارن سونن سڳن ساڻ هڪ هزار ڳئن جي ڏڪڻا سٽيڪار ڪئي.*

پر ٻڌ ڀڳوان جو چوڻ هو ته يڳيه ۽ تپسيا جو ملاوٽ پڻ ڏکدائڪ آهي. ڪندرڪ§ سٽ ۾ ڀڳوان ٻڌ چئن پرڪارن جا منش ورنن ڪيا آهن. (۱) جي پاڻ تپائين ٿا پر ٻين کي نٿا تپائين (۲) جي ٻين کي تپائين ٿا، پر پاڻکي نٿا تپائين (۳) جي پاڻکي ۽ ٻين کي تپائين ٿا (۴) جي نه پاڻکي ۽ نه ٻين کي تپائين ٿا.

انهن چئن ۾ پهريان ڪنور تپسوي آهن. هو نه وڳو پاڻکي پر ٻين کي به ناس تيڻ نٿا ڏين. ٻيا آهن ڪاسائي ۽ شڪاري وغيره. اهي ٻين پراڻين کي ڪشٽ ڏين ٿا، پر پاڻکي نٿا ڏين. ٽيان آهن يڳيه وغيره ڪرڻ وارا. اهي پاڻکي توڙي ٻين کي ڪشٽ ڏين ٿا. چوٿان آهن ٻڌ جا شرواڪ. اهي نه پاڻکي ۽ نه ٻين کي ڪشٽ ڏين ٿا.

انهن چئني قسمن جي ماڻهن جو وستار سان ورنن هن سٽ ۾ ڏنل آهي. منجهانئن ٽئين قسم جي ماڻهن جو ورنن مختصر طور هن ريت آهي:-

ڀڳوان چوي ٿو ته، ”هي ڀڪشوئو، پاڻکي تپائيندڙ ۽ ٻين کي تپائيندڙ ڪير آهن؟ ڪو کتري راجا يا ڪو

*ورهه آرڻيڪ اپنشد ۳-۱-۲
§ ”مجهم نڪايه“ نمبر ۵۱

(गार्हपत्याग्नि) آڳني ۽ دڪشڻا (दक्षिणाग्नि) آڳني. پتا ماتا کي آهونيا آڳني سمجهڻ گهرجي ۽ ڏاڍي آدر ستڪار سان سندن پوڄا ڪرڻ گهرجي. پتني ۽ ٻار، داس ۽ نوڪر، گارهپتيا آڳني سمجهڻ گهرجن ۽ آدر ستڪار سان سندن پوڄا ڪرڻ گهرجي. شرمڻ براهمڻن کي دڪشڻا آڳني سمجهڻ گهرجي ۽ آدر ستڪار سان سندن پوڄا ڪرڻ گهرجي. هي براهمڻ، هنن ڇهن لڪڙين جي آڳنيءَ کي ڪڏهن ٻارڻو، ڪڏهن جهيڻو ڪرڻ ۽ ڪڏهن وسائڻو پوي ٿو.”*

ڀڳوان جو اهو اُپديش ٻڌي ڪري اُدگت شريرَ براهمڻ سندس ڀڳت ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته، ”هي گوتم، پنج سؤ ٻيل، پنج سؤ وڇا، وڇڙيون، پنج سؤ ٻڪر، پنج سؤ رڍون وغيره سڀني پراڻين کي آءٌ پوڙن مان کولي، ڪين جيون دان ڏيان ٿو. تازي هوا کائي ڪري، ٿڌو جل پيئي ڪري هو سيتل ڇايا هيٺ آرام ڪن.

## يگيه ۾ تپسيا جو ملائڻ

ٻڌ جي سمي ۾ يگيه وغيره ۾ براهمڻن تپسيائون به ملائي ڇڏيون هيون. ويدڪ مني ان ۾ رهي ڪري تپسيائون ڪندي به موقع انوسار وچ وچ ۾ ننڍا وڏا يگيه ڪري وٺندا هوا. انهن جا هڪ ٻه مثال تعين اُڏياءَ ۾ اسان ڏنا آهن. انهن ڪانسواءِ ياگيه ولڪيه (याज्ञवल्क्य) جو مثال وٺو.

---

*اهي ٽي اگنيون براهمڻن جي گرهست ۾ پرسڌ آهن. سندن شيوا ڪيئن ڪجي ۽ سندن ڦل ڪهڙو ٿو ملي، سا ڳالهه گرهه سوترن ۾ ڏنل آهي.

گاٿائون آهن:-

यथा माता पिता भाता अञ्ञे वाऽपि च ञातका,
गावो नो परमा मित्ता यासु जायन्ति ओसधा ॥
अन्नदा बलदा चेता वण्णदा सुखदा तथा ।
एतमत्थवसं ञत्वा नास्सु गावो हनिंसु ते ॥

ارٿات:- "ماتا، پتا، ڀائي، ٻين مٽن مثل ڳئون بہ اسانجون پنهنجون آهن. کيتي جو مٿن آڌار آهي. اهي تہ انّ، ٻل، سونهن ۽ سک ڏيندڙ آهن. سو ڄاڻي ڪري پراچين براهمڻ ڳئن جي هتيا نہ ڪندا هئا."

تنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ عام ماڻهن کي ڳئون پنهنجي گهر جي ڀاتين وانگر لڳنديون هيون ۽ يگيہ وغيره ۾ انهن وانگر سندن هتيا ڪرڻ کين بلڪل ناپسند هو. راجائون ۽ ڌنوان خود پنهنجون ڳئون ٻلدان ڪن ها تہ سندن داسن ۽ قاصدن، ڪمين کي روئڻ پٽڻ جو سبب نہ ٿئي ها. پر جنهن حالت ۾ اهي ويچارا جانور غريب ڪسانن کان زبردستيءَ کسيا ويندا هوا، انهيءَ ڪري سندن دکي ٿيڻ سياويڪ هو. يگيہ لاءِ ماڻهن سان ڪيتري قدر زبردستيءَ ٿيندي هئي، تنهن جو هيٺين گاٿا مان ڪجهہ پتو پوي ٿو.

ददन्ति एके विसमे निविट्ठा ।
छेत्वा वधित्वा अथ सोचयित्वा ।
सा दक्खिणा अस्सुमुखा सदण्डा ।
समेन दिन्नस्स न अग्घमेति ॥

ارٿات:- "ڪي ڪُڌن مارگ تي هلي، مارڪُٽ ڪري، لوڪن کي ڏک ڏيئي دان ڏين ٿا. جا ڏکيا لوڪن جي ڳوڙهن ۽ ڏکن سان ڀريل آهي سا شانتمن سان ڏنل

شريمان براهمڻ هڪ نئون سيامنڊپ اڏائي ٿو ۽ مُنڊن (وار لاراهي) ڪرائي، کير جو ڇمرابوش ٻهري، سوڙ تي گيهه تيل لڳائي ۽ هرڻ جي سڱن سان ٻڌي، ڪنهن پنهنجي پتني ۽ پروهت سان سيا منڊپ ۾ گهري ٿو. اتي گوبر سان ليپيل ڌرتيءَ مٿان ليٽي ٿو. هڪ عمدي ڳئون جي هڪ ٿڻ (جي کير) تي هو گذر ڪري ٿو، ٻئي ٿڻ جي کير تي سندس استري، ٽئين ٿڻ جي کير تي پروهت، ۽ چوٿين ٿڻ جي کير سان هو هوم ڪري ٿو. ڇهن ٿڻن مان پوءِ جيڪي ڪجھ بچي ٿو ٿنهن تي وڇڙي کي نرواهه ڪرڻو پوي ٿو.

”پوءِ هو چوي ٿو ته ’منهنجي هن يڳيه لاءِ هيترا بيل ڪهو هيترا وڇڙا، ٻڪر، رڍون وغيره. يوپن لاءِ هيترا درخت ڪپيو، ڪُش جي آسن لاءِ هيترو ڀ ڪاٽيو. سندس داس، قاصد، ڪمي سزا جي ڀو کان اکين مان ڳوڙها ڳاڙيندي سندس اهو ڪم ڪن ٿا. انهيءَ کي چئبو آهي پاڻ تپائڻ ۽ ٻئي کي تپائڻ.“

## عام ماڻهن کي گهڻو هنسا پسند نه هئي.

اهي داس، دوت ۽ ڪمي يڳيه جو ڪم ڳوڙها ڳاڙيندي ڇو ڪندا هوندا؟ سو هنڪري جو يڳيه لاءِ جيڪي پسون ماريا ويندا هوا سي غريب ڪسانن کان زوريءَ ورتا ويندا هوا جنهنڪري هو ڏايا دکي ٿيندا هوا. ”ست نپات“ جي براهمڻ ڏڪ ست ۾ ٻنهي پراچين براهمڻن جي هلت جو ورنن ملي ٿو. انهن ۾ هيٺيون

کي ڏان ۾ ڏنو هو. اُن براهمڻ هڪ مهايگيه لاءِ ست سؤ ٻيل، ست سؤ وڇڙا، ست سؤ وڇڙيون، ست سؤ ٻڪر، ۽ ست سؤ رڍون گڏ ڪيون هيون.

ڳوٺ ۾ ڀڳوان ٻڌ جي اچڻ جو ٻڌي ڳوٺ جا سڀ براهمڻ سندس درشن لاءِ ڪُوٽ دنت براهمڻ جي محل ڀرسان اچي لنگهيا. ڪوٽ دنت کي جڏهن پتو پيو ته ڪيڏانهن ٿا وڃن تڏهن نوڪر کي سڏي چيائين ته، ”وڃي چئين ته ڪِسَ ترسن. آءٌ به ڀڳوان جي درسن لاءِ ساڻن هلڻ چاهيان ٿو.“

ڪُوٽ دنت جي يگيه لاءِ ڪيئين براهمڻ اچي مڙيا هوا. جڏهن انهن ٻڌو ته ڀڳوان جي درسن لاءِ ڪُوٽ دنت تياري ڪري رهيو آهي ته هو به وٽس ويا ۽ چيائون ته، ”يائي ڪوٽ دنت، ائين برابر آهي ته تون گوتم جي درسن لاءِ تيار ٿي رهيو آهين؟“

ڪوٽ دنت- سو ٺيڪ آهي، گوتم جي درسن جي اِڇا اٿم.

براهمڻ- هي ڪُوٽ دنت، گوتم سان گڏجڻ تو لاءِ ٺيڪ نه آهي. سندس درسن لاءِ ويندين ته سندس جس وڌندو ۽ تنهنجو گهٽبو. چڱو ائين ٿيندو ته گوتم پاڻ توسان گڏجڻ اچي ۽ تون ساڻس ملڻ نه وڃين. تون اُتم ڪل جو آهين، ڏاتا آهين، ودوان آهين، سشيل آهين، ڪيترن جو آچاريه آهين، ويد منتر سکڻ لاءِ چارو طرف کان ڪيئين شش تو وٽ اچن ٿا. عمر ۾ گوتم کان

دان جو ملهه نٿي حاصل ڪري سگهي. تن ڏينهن ۾ ۾ جيئن يگين ڪاڻ ليئن بيت گڏ لاءِ ڪئين پراڻي ڪنا ويندا هوا. گئوڪوس ڪري گئوماس ڇوڙاهي تي وڪڻڻ جي رسم بلڪل چالو هئي. پر ٻڌ ٻڌوان جيترو يگيه وغيره جو اوترو انهن ڳالهين جو وروڌ نه ڪيو. انهي مان اهو مطلب نه ڪيڻ گهرجي ته ٻڌ کي ڇوڙاهي تي گوشت وڪڻڻ جي رسم پسند هئي. پر ڪنهن يگيه وغيره جي پيت ۾ انهيڪي ڪا اهميت ڪانه هئي. جا ڳانءِ ڪاسائيءَ جي هٿ چڙهندي هئي سا ڪير نه ڏيندي هئي ۽ جو پيل سندس هٿ چڙهندو هو سو ڪيتي يا ٻئي ڪم لاءِ بيڪار هوندو هو. انهن لاءِ ڪير به جُهڙها نه ڳاڙيندو هو. پر يگيه جي ڳالهه ٻي اوڙ هئي. اسين اهو ويچار ڪريون ته هڪ يگيه لاءِ پنج يا ست سؤ ويڇا يا ويچريون بلدان ڪرڻ ڪري ڪيتيءَ کي ڪيڏو نه ڇيهو پهچندو هوندو ۽ ڪسان ڪيترو نه دکي ٿيندو هوندو. پوءِ اهڙي اتياچار جي ٻڌ منع ڪئي ته ڪيس ويد-نندڪ چو سڏيو ويو؟

## سيگيه کهڙو

ٻڌوان ٻڌ ”ديگهه نڪاءِ“ جي ڪتدنت ست ۾ اهو ٻڌايو آهي ته راجائن ۽ ڌني براهمڻن کي يگيه ڪيئن ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ست جو تاتپرج هن ريت آهي:-

هڪ ڀيري مگڌ ديس ۾ گهمندي ٻڌوان ٻڌ کاڻومت (खाणुमत) نالي هڪ براهمڻن جي ڳوٺ ۾ پهتو. اهو ڳوٺ مگڌ ديس جي راجا بمبسار ڪوتت دنت نالي براهمڻ

سيپٽي ڳڏجي وٺس هلون.

پوءِ ڪوٽ دنت برهمڻ جي سچي ٽوليءَ کي ساڻ وٺي آمريشٽ आत्रयष्टि وڻ ڏي هليو، جتي ڀڳوان ٻڌ اچي لٿو هو. اتي ڀڳوان کان خوش خيرعافيت پڇي ڪري هڪ پاسو وٺي ويٺو. ٻين براهمڻ مان ڪي ڀڳوان کي نمسڪار ڪري ۽ ڪي خوش خيرعافيت پڇي ڪري هڪ پاسو وٺي ويٺا.

پوءِ ڪوٽ دنت ڀڳوان کي چيو ته، "مون ٻڌو آهي ته توهانکي اٺ يگيه جي وِڌي معلوم آهي. اها اٺ وڌي اسانکي سمجهائي ٻڌائيندا ته ڏاڍو چڱو ٿيندو."

تڏهن ڀڳوان هيءَ ڪٿا ٻڌايس:-

پراچين ڪال ۾ مهاوجت نالي هڪ مشهور راجا ٿي گذريو آهي. هڪ ڏينهن جڏهن ايڪانت ۾ ويٺو هو ته سندس من ۾ اهو ويچار آيو ته مون وٽ چڱي سمپتي آهي، اها هڪ مهايگيه ۾ خرچ ڪريان ته ڳچ سمي تائين اهو ڪارج مون لاءِ ڀلي ۽ سک جو ڪارڻ ٿيندو. سو ويچار پنهنجي پروهت کي ٻڌايائين ۽ چيائينس ته، "هي براهمڻ، آءٌ هڪ مهايگيه ڪرڻ چاهيان ٿو. توهين ٻڌايو ته ڪهڙي پرڪار اهو ڪريان جيئن مون لاءِ لاڀڪاري ۽ سکدائي ٿئي."

پروهت چيس ته، "هن وقت توهانجي راڄ ۾ صلح سانت نه آهي. شهر ڳوٺ پيا ڦرجن ۽ ڌاڙا پيا ٿا لڳن. اهڙي حالت ۾ توهين ماڻهن مٿان ڍلون وجهندا ته پنهنجي

وڏيرو آهين ۽ مگڌ جي راجا هي ڳوٺ ڏاڍي مان شان سان توکي انعام طور بخشيو آهي. انهن سڀني ڳالهين کري واجب آهي ته گوتم اچي توسان ملي ۽ تون ساڻس ملڻ نه وڃين.

ڪوٽ دنت- هاڻي منهنجي ٻه ٻڌو. شرمڻ گوتم اُتم ڪل ۾ جنم ورتو، وڏي سمپتي تياڳ ڪري شرمڻ بڻيو آهي، هو ليڇسوي ۽ سشيل آهي، مڌر ۽ ڪلياڻ ڪاري وچن بولي ٿو، ڪيترن جو آچاريه ۽ پراچاريه آهي. وشين ڪان مڪت ٿي ڪري شانت ٿيو آهي، ڪرموادي ۽ ڪرياوادي آهي، سڀني ديشن مان لوڪ سندس ڌرم اُپديش ٻڌڻ لاءِ ڪنا ٿين ٿا. هو سڄو سمبڌ، ودياوان، سشيل، لوڪ مانيه، سڀني پرشن جو سارٿي، ديوتا، منشن جو نيتا آهي. انهيڪري سندس ڪيرتي هرهنڌ ڦهلجي ويئي آهي. راجا بمبسار ۽ ڪوسل جو پسيند راجا پنهنجن پروارن سوڌا سندس شرواڪ (شش) ٿيا آهن. انهن راجائن وانگر ٻين پوشڪر سادي جهڙي براهمڻ لاءِ هو پوڄا لائق آهي، ايتري سندس لياقت آهي. اڄ هو اسانجي ڳوٺ ۾ آيو آهي تنهنڪري ڪيس پنهنجو مهمان سمجهي، مهمان جي حيثيت ۾ وڃي سندس درسن ڪرڻ مون لاءِ واجب آهي.

براهمڻ- هي ڪوٽ دنت، تو گوتم جي اهڙي تعريف ڪئي آهي جو اسان کي لڳي ٿو ته سؤ يوجن پنڌ ڪري به سڀني کي وڃي ساڻس ملڻ گهرجي. تڏهن هلو ته پلا

طرح عمل ۾ آڻي ڪري مهاوجت جو ديس ٿوري ئي وقت اندر سکيو ٿي پيو. چورين ۽ ڦرلن گهٽجڻ ڪري سرڪاري ڍلون چڱيون اُگرڻ لڳيون ۽ خزانو ڀرپور ٿي پيو. عام ماڻهو بي ڊپا ٿي گهر جا دروازا کليل رکي ٻاهر ٻهين سگهه ۾ ڏينهن ڪاٽڻ لڳا.

هڪ ڏينهن مهاوجت راجا پروهت کان پڇيو ته، ”هي براهمڻ، تنهنجي ٻڌايل اُپاون وٺڻ ڪري ملڪ ۾ جا بي سلامتي هئي سا ختم ٿي ويئي. منهنجي خزاني جي سٺي حالت آهي ۽ ديس جا سڀ ماڻهو مزي ۾ وقت ڪاٽين ٿا. هاڻي آءٌ مهايگيه ڪرڻ چاهيان ٿو. يگيه جا نيم مونکي ٻڌاءِ.“

پروهت چيو ته، ”جي توهين مهايگيه ڪرڻ چاهيو ٿا ته اُنهيءَ لاءِ پرجا کان صلاح وٺڻ گهرجي. سو ٻهرئين راڄ جي سيني ماڻهن کي گڏ ڪري پنهنجي خواهش کان کين واقف ڪريو ۽ سندن راءِ وٺو.“

راجا جي خواهش جاڻي ڪري پرجا کيس يگيه ڪرڻ جي اجازت ڏني. تڏهن پروهت يگيه لاءِ تياريون ڪيون ۽ راجا کي چيائين ته، ”يگيه جي آرنڀ ۾ توهين پنهنجي من ۾ اهو ويچار نه آڻيندا ته هن يگيه ۾ منهنجو ڍاڍو ڌن خرچ ٿي رهيو آهي. جڏهن يگيه جاري ٿي وڃي ته من ۾ ائين نه سوچيندا ته منهنجي ڌن جو زيان ٿي رهيو آهي. يگيه جي سماپتيءَ تي توهين من ۾ اهو خيال نه آڻيندا ته منهنجو ڌن ڇٽ ٿي ويو. توهانجي يگيه ۾

رقص آدائي نہ ڪندا. توهان ليکي سڀني لاهڻ سان، يا ڪاٽڻ ۾ وجهڻ سان، يا ڏنڊ وجهڻ سان يا ديس نيڪالي ڏيڻ سان انتظام آڻي سگهجي ٿو. پر انهيءَ نموني صلح سانت پوريءَ طرح نٿو آڻي سگهجي. چو جو جيڪي چور بچي ويندا سي وري صلح سانت ۾ رخنو وجهندا رهندا. انهن کي پوريءَ طرح ختم ڪرڻ جا سچا اُپاءَ هي آهن - جيڪي شخص توهانجي راڄ ۾ کيتي ڪرڻ چاهين تا تن کي ٻج وغيره شيون گهربل انداز ۾ موجود ڪري ڏيو؛ جي شخص واپار ڪرڻ چاهين تا تن کي گهربل پونجي پهچائي ڏيو؛ جي سرڪاري نوڪري ڪرڻ چاهين تا، تن کي واجبي پگهار ڏيئي، نيڪ ڪم ۾ لڳايو. هن ريت هرڪو پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳو رهندو تہ راڄ جي صلح سانت ۾ رخني پوڻ جو امڪان نہ رهندو. وجهہ ملندي پلون حاصل ڪرڻ سان خزانو بہ پورل رهندو. صلح ۾ وگهن وجهندڙ نہ هئڻ ڪري عام ماڻهو ٻنا ڪنهن ڀپ جي در دروازا کليل رکندا ۽ ٻارن ٻچن سان آنند ۾ زندگي گذاريندا."

صلح ۾ رخنو وجهندڙن جو هن نموني خاتمو راجا مهاوجت کي پسند آيو. راڄ ۾ کيتيءَ لاءِ لايق هوا تن کي ٻج وغيره ڏيئي کيتيءَ ۾ لڳايائين؛ جي واپار ڪري سگهيا ٿي تن کي پونجي ڏيئي واپار جو واڌارو ڪيائين؛ جي سرڪاري نوڪريءَ لاءِ لائق هوا تن کي سرڪاري ڪمن ۾ پورن جڳهين تي مقرر ڪيائين. اهي اُپاءَ پوريءَ

ست سؤ ڳئن، ست سؤ ٻيان، ست سؤ وڇرن ۽ ست سؤ وڇرين، ست سؤ ٻڪرين ۽ ست سؤ رڍن کي آڻ ”پوءِ (تنهن) کان آزاد ڪريان ٿو ۽ جيون دان ڏيان ٿو. تازو گاهه چرين، ٿڌو پاڻي پيئن، هو پلي سيتل ڇانيا هيٺ آرام ڪن.“

## بيروزگاري ٽوڙڻ سوئي سچو يگيه آهي

متئين ست ۾ ”مهاوڃت“ شبد جو ارٿ آهي ”جنهنجو راڄ وشال هجي.“ اهڙو ئي مهايگيه ڪري سگهي ٿو. انهي مهايگيه جو مکيه نيم اهو آهي ته راڄ ۾ لوڪن کي بيڪار نه رکڻ کپي. سڀني کي ڪنهن ڪم ۾ لڳائڻ کپي. ساڳيو نيم چڪروتي سيهناد“ चक्कवत्तिसीहनाद ست ۾ ٻڌايو ويو آهي، سنڌس تاتپرج هن ريت آهي:-

ڏرڍ نيمي (दृढ़नेमि) نالي هڪ چڪرورتي راجا هو. ٻڍاپي ۾ پنهنجي پٽ جو راڄ تلڪ ڪري هو يوگ ابياس لاءِ وڃي بغيچي ۾ رهيو. پوري ستين ڏينهن راجا جي محل جي سامهون چمڪندڙ چڪر غائب ٿي ويو. تڏهن ڏرڍ نيميءَ جو پُٽر گهٻرائجي ويو ۽ پنهنجي راڄ رشي پتا وٽ وڃي ڪري کيس اهو سماچار ٻڌايائين. راڄ رشيءَ چيس ته، ”پٽ، ڀؤ نه ڪر. اهو چڪر تنهنجي پُڻن ڪري نه آيو هو. جيڪڏهن تون چڪرورتي راجا جا ورت پالن ڪندين ته اهو چڪر موٽي پنهنجي هنڌ اچي بيهندو. تون نياءَ ۽ سمانتا سان پرجا جي رکيا ڪر، راڄ ۾ انياءَ ٿيڻ نه ڏي. جو غريب آهي (تنهن لاءِ ڪم

ڇگا ڀچڙا ٻڌي اچي حاضر ٿيندا، پر منجهائن ڇگن تي مهر جي نظر ڪري توهين ڀڳيه ڪندا ۽ چت کي آنند ڏيندا.“

انهي مهاوجت جي ڀڳيه ۾ ڳئون، ٻيل، ٻڪريون ۽ رڍون نه ڪنيون ويون، درخت ڪپي ڪري ٿنڀ نه کوڙيا ويا، گاهه ڇني ڪري آسڻ به نه ٺاهيا ويا، داسن، قاصدن ۽ مزدورن کان زوريءَ ڪم نه ڪرايو ويو. جن جي مرضي هئي تن ڪم ڪيو ۽ جنهي نه هئي تن ڪجهه به نه ڪيو. گيهه، تيل، مکڻ، ماکي ۽ پٽ سان ئي اهو ڀڳيه سماپت ڪيو ويو.

تنهن کانپوءِ ديس جا ڏنوان پرش وڏيون وڏيون ڀيٽائون کڻي راجا مهاوجت جي درسن لاءِ آيا. تنکي راجا چيو ته، ”ڀائرو، مونکي توهان جي ڀيٽائن جي ڪا به گهرج ڪانهي. ڌرمي محصول جي ذريعي مون وٽ ڪافي ڌن اچي گڏ ٿيو آهي. انهيءَ منجهان توهان کي ڪجهه گهرجي ته بيشڪ کڻي وڃو.“

هن ريت جڏهن راجا ڏنوانن کان نذرانا وٺڻ کان انڪار ڪيو تڏهن هنن اهو ڌن خرچ ڪري ڀڳيه شالا جي چارو طرف ڌرمشالائون اڏايون ۽ غريبن کي دان ڏنو.“

ڀڳوان ٻڌ جي اها ڪٿا ٻڌي ڪري ڪوٽ دنت سان گڏ آيل براهمڻن چيو ته، ”هي ڏاڍو عمدو ڀڳيه ٿيو.“

پوءِ ڀڳوان ٻڌ ڪوٽ دنت براهمڻ کي پنهنجي ڌرم بابت وستار سان اپديش ڪيو سو ٻڌي ڪوٽ دنت براهمڻ ڀڳوان جو اُپاسڪ بڻيو ۽ چيائين ته، ”هي گوتم

شروع ڪئي، پر اهڙو ڪو انتظام نه ڪيائين، جيئن غريبن کي روزگار ملي، انهيءَ ڪري غريبي وڌي ويئي ۽ هڪ ڇڙي وهي چوري ڪئي. جڏهن ڪيس گرفتار ڪري راجا وٽ پيش ڪيائون ته راجا پڇيس ته ”ڙي ڀائي، تو برابر چوري ڪئي آهي؟“

جواب - برابر مون چوري ڪئي آهي.

راجا - تو ڇو چوري ڪئي؟

جواب - مهاراج، پيٽ ۾ بک هئي، انهيءَ ڪري چوري ڪيم.

ڪيس گهوڙو سارو ڪپهه ڏيئي راجا چيس ته، ”هن پونجيءَ سان تون هاڻي وڃي پنهنجو پيٽ گذر ڪر، ڪٽنب پال، واپار ڪر، هنر هلاءِ، دان ڌرم ڪر.“

سا ڳالهه ٻئي هڪ بيروزگار ٻڌي. پوءِ هن به وڃي چوري ڪئي. راجا کيس به گهوڙو سارو ڪپهه ڏنو. تان جو عام ۾ خبر پئجي ويئي ته جو چوري ڪندو تنهن کي راجا انعام ڏيندو. سو سيئي چوريون ڪرڻ لڳا. منجهائن هڪ ڄڻي کي جڏهن گرفتار ڪري وٺي آيا تڏهن راجا ويچار ڪيو ته، ”جي هيئن آءٌ چورن کي انعام ڏيندو رهندس ته ساري ديس ۾ چورن جو ٿهڪو پئجي ويندو، تنهن ڪري هن شخص جي سسي لاهڻ ٺيڪ ٿيندو.“ سو کيس رسن سان ٻڌائي، مٿو ڪوڙائي، رستن تي عام اگهاڻ ڦيرائي، نگر جي ڏکڻ طرف وٺي سندس سسي لاهڻ جو حڪم ڪيائين.

جو بندوبست ڪري) ڏن وٺي ڏي ۽ جيڪي سمت پرش شرمڻ براهمڻ آهن تن کان وقت بوقت ڪرتويه ۽ آڪرتويه جي ڄاڻ حاصل ڪر. سندن اُپديش ٻڌي ڪري آڪرتويه يعني جو نه ڪرڻ کپي تنهن کان دور رهج ۽ ڪرتويه يعني جو ڪرڻ کپي تنهن ۾ ٽڪو رهج.“

جوان راجا اهو اُپديش هيٺين سان هنڊايو. اُپديش موجب رهڻي رهڻ ڪري اهوئي چمڪندڙ چڪر موٽي پنهنجي جڳهه تي اچي بيٺو. راجا ڏائي هٿ ۾ پاڻيءَ جي صراحي کڻي ۽ ساڄي هٿ سان اهو چڪر چلايو. اهو چڪر سندس ساري سامراجيه ۾ چوطرف گهميو. چڪر جي پٺ وٺي راجا سڀني لوڪن کي اُپديش ڏيندو رهيو ته، ”پراڻگهاتو نه ڪريو، چوري نه ڪريو، وڀچار نه ڪريو، ڪوڙ نه ڳالهايو صحيح طرح نرواهه ڪريو. تنهن کانپوءِ اهو چڪر رتن موٽي چڪرورتي راجا جي راڄ سڀا سامهون اچي کڙو ٿيو. چڪر جي چمڪاٽ ڪري راڄ محل سوڀياوان ٿيو.

انهيءَ چڪرورتي ورت جو ٻرسنگ ستن پيڙهين تائين هلندو رهيو. ستين چڪرورتيءَ جڏهن سنياس وٺي ورتو ته ستين ڏينهن اهو چڪر گم ٿي ويو. سو ڏسي جوان راجا ڏاڍو دکي ٿيو. پر راڄ رشي پتا وٽ نه ويو ۽ چڪرورتي ورت جي ڄاڻ حاصل نه ڪيائين. سندس منترين ۽ ٻين سڄڻن کيس اهو ورت سمجهايو. سو ٻڌي ڪري راجا نياءُ سان لوڪن جي رکيا ڪرڻ

ڇا ڪندا سو ڪير ڄاڻي؟* پر هڪ ڳالهه پڌري آهي ته هنن سينني تيارين جو نتيجو جنگ جو مها يگيه ٿيندو، جنهن جنگ ۾ ٻين سيني پراڻين کان منش پراڻيءَ جون آهوتيون وڌ يڪ ٿينديون. جيڪڏهن هن جنگ جي مها يگيه کي روڪڻو آهي ته لوڪن کي جنگ جي تيارين ۾ لڳائڻ بدران سماج جي ڀلي جي ڪمن ۽ ڪارجن ۾ لڳائڻ گهرجي تڏهن ئي پڌ يگوان جو ٻڌايل يگيه - نيم عمل ۾ اچي سگهندو.

اسين ڪجهه ٿي پاسي هلي وياسين. پڌ جو يگيه نيم صاف سمجهائڻ لاءِ اٿين ڪرڻو پيو. مٿي ڏنل سمت پڌ جي پرنوواڻ کان ڪجهه وقت پوءِ رچيو ويو آهي، تڏهن ۾ منجهس پڌ جا ٻڌايل بنيادي تتو سمجهايا ويا آهن. اهڙي اٺم يگيه ٻڌائيندڙ کي گرؤ-ويد-نندڪ سڏي ڪري سندس گهٽتائي ڪرڻ، ڪيتري قدر سهائيندڙ هو، سو ڪو سمجهو اسانکي سمجهائي.

---

*هي سڀ پهي مهاڀاري لڙائيءَ کان اڳ لکيو ويو هو. پر اهو احوال اٿين جو هٿ ڏنو ويو آهي- ليکڪ

سو سڀ ڏسي ڪري سڀ چور خبردار ٿيا. هو سمجهي ويا ته سڌيءَ طرح چوري ڪرڻ خطرناڪ آهي. سو تڪا هٿيار تيار ڪرائي ڪليءَ طرح ڌاڙا مارڻ لڳا.

هن ريت غريبن کي ڪو روزگار نه ملڻ ڪري مفلسي وڌندي ويئي. مفلسي وڌڻ ڪري چوريون ۽ ڦرلٽ وڌڻ لڳا. هٿيارن جو استعمال وڌڻ لڳو ۽ خون وڌڻ لڳا. خون وڌڻ ڪري ڪوڙ، چغلخوري، ويڇا، ڳارگند، اجائي بڪواس سڀ وڌڻ لڳا. انهن جي وڌڻ ڪري لوڀ ۽ ڏيش پاڙ وڌي ويا ۽ غلط ويچارن ڪري هرقسم جا اُسٽ ڪم ٿيڻ لڳا.

مهاوجت راجا کي جيڪي ٻڌ، جا نيم پروهت ٻڌايا هوا تن جي چٽي سمجهاڻي هن چڪوت سنهناد سنت ۾ ڏنل آهي. عام ڪان ڏوريءَ سندن ڀسون وٺي ڪري انهن جو ڪرس ڪرڻ سچو ٻڌ نه هو؛ راڄ جي هرهڪ ماڻهوءَ کي سماج جي ڪارائن ڪمن ۾ لڳائڻ ۽ بيڪاري ٽڙي ڪڍڻ سوئي سچو ٻڌ هو. ٻلدان وارا ٻڌ وغيره ڪڌوڪا بند ٿي چڪا آهن؛ پر سچي ٻڌ جو جتن اڄا ڪٿي ڀ نٿو نظر ۾ اچي. بيروزگاري گهٽائڻ لاءِ جرمني ۽ اٽالي جنگ جوٽڻ لاءِ تياريون ڪيون. سو ڏسي ڪري فرانس، انگلنڊ، آمريڪا ۽ ٻين ديسن کي جنگ لاءِ تياريون ڪرڻيون پيون. هاڻي ائين لڳي ٿو ته جنگ ڇڙي ڪي ڇڙي. هيڏانهن جپان ته چين تي حملو شروع ڪري ڇڏيو آهي ۽ مسوليني يا هٽلر سياڻي تي

ننڍا ننڍا راڄائون هوا تن جي مکيه راڄا ورتر (वृत्र) کي اندر ماري وڌو، جنهن ڪري اندر کي برهم-هتيا جو پاپ لڳو. اهڙو ورنن مهاڀارت ۾ ڪيل آهي.* منتن منتر ۾ ٻڌايل آهي ته آرين جي اچڻ کان اڳ ڪهڙي حالت هئي. رشي چوي ٿو ته، ”هڪ سمي وراٽ (وڏي) پرش جو مک براهمڻ هو؛ سندس ٻانهون کتري هو؛ سندس ٽنگون ويش هو ۽ سندس پيرن مان سودر اُٿي پيو.“ آرين جي اچڻ ڪري کترين کي اهميت ملي ۽ براهمڻن جي اهميت ناس ٿي ويئي. پر پوءِ به پروهت جو ڪم سندن هٿ ۾ رهيو. اها حالت پڻ ڪافي ڪال تائين قائم رهي. پاليءَ ۾ چيل وچنن ۾ جتي ڪٿي کترين کي مکيه استان ڏنو ويو آهي ۽ اُپنشدن ۾ اهائي ڏن پڻ پراپت ٿي. مثال طور هي وٺو:-

ब्रह्म वा इदमग्र आसीदेकमेव । तदेक सन्न व्यभवत्तच्छ्रेयोरूप-मत्यसृजत क्षत्रं यान्येतानि देवता क्षत्राणीन्द्रो वरुणः सोमो रुद्रः पर्जन्यो यमो मृत्युरीशान इति तस्मात् क्षत्रात्परं नास्ति । तस्माद् ब्राह्मणः क्षत्रियमधस्तादुपास्ते ॥१॥

ارٿات، ”پهرئين رڳو برهم هو. پر هڪ هئڻ ڪري سندس وڪاس ٿي نه سگهيو، سو هن اُتم روپ جي کتري جاتي اُٿي ڪئي. اهي کتري هوا ديو لوڪ جا اندر، ورڻ، سوم، رُدر، پرجنيه، يم، مرتيو، ۽ اِشان. انهي ڪري کتري جاتيءَ کان ٻي ڪا وڏيڪ سريشٽ جاتي ڪانهي ۽ براهمڻ پاڻکي هلڪو سمجهي ڪري کتريءَ جي اُپاسنا ڪري ٿو.“

---

* ڏسو: ”هندي سنسڪرتي آءِ اهنسا“، صفحه ١٥

آڌياءُ (١٠)

# جاتي ڀيد

## جاتي ڀيد جو اتپن ٿيڻ

ब्राह्मणोऽस्य मुखमासीद्बाहू राजन्यः कृतः ।
ऊरू तदस्य यद्वैश्यः पद्भ्यां शूद्रो अजायत ॥*

سمجهو وڃي ٿو ته هندوستان ۾ جيڪو چالو جاتي ڀيد آهي تنهن جو بنياد آنهيءَ پرش-سوڪت جي منتر تي آهي. پر اهو وچار غلط آهي. ويد ڪال کان اڳ ۽ سپت-سنڌو ديس ۾ ۽ وچ هندوستان ۾ جيئن اهنسا ڌرم ليئن جاتي ڀيد ڌرم بہ چالو هوا. پهرئين آڌياءَ ۾ اسين سمجهائي چڪا آهيون ته آريہ قوم جي اچڻ ڪري ۽ ويدڪ سنسڪرتيءَ جي ڦهلجڻ ڪري اهنسا ڌرم ڪي بنواس وٺڻو پيو. پر جاتي ڀيد جي اهڙي حالت نہ هئي. ڪجهہ بدل سدل سان اها ساڳيءَ طرح هلندي رهي.

## ڪترين جي اهميت

سُميريا ديس ۾ ڪيترا پوڄاري پاڻ راجا ٿيندا هوا ۽ ۽ سپت-سنڌوءَ ۾ بہ ساڳي ڪار ٿي. هن ديس اندر جيڪي

*رگ ويد ، پرش سوڪت، ١٠/٩٠/١٢

آهي ۽ ڪرتوه جو پورو پالن ڪري تو تنهن کي ئي براهمڻ سڏڻ گهرجي.“

پاڻ ۾ ڏاڍو واد وواد هلين، پر هڪ ٻئي کي باز نه آڻي سگهيا. آخر واسشٽ چيو ته، ”هي ڀاردواج، اسانجو هي بحث پورو ئي نه ٿيندو. هاڻي تون ٻڌ، شرمڻ گوتم اسان جي ڳوٺ پاسي اچي لٿو آهي، هو ٻڌ آهي، پوڄيه آهي، سڀني جو گرو آهي. اها سندس ڪيرتي هرهنڌ ڦهليل آهي. هل ته هيءَ ڳالهه سندس اڳيان رکون ۽ پوءِ جيڪي چوي سو اسين قبول ڪريون.“

سو ٻئي گڏجي ٻڌ وٽ ويا ۽ خوش خيريت پڇي ڪري هڪ پاسو وٺي ويٺا. پوءِ واسشٽ چيو ته، ”هي گوتم، اسين ٻئي پڙهيل براهمڻ ڪمار آهيون. هي تارڪشيه جو شش آهي ۽ آءٌ پوشڪر ساديءَ جو شش آهيان. جاتي ڀيد بابت اسان جو پاڻ ۾ فرق ٿي پيو آهي. هن جو چوڻ آهي ته براهمڻ ڪرم ڪري ٿئي ٿو ۽ منهنجو چوڻ آهي ته نه، براهمڻ جنم ڪري ٿئي ٿو. توهانجي ڪيرتي ٻڌي ڪري توهان وٽ آيا آهيون، اسانجي متڀيد جو نبيرو توهين ڪريو.“

ٻڌ چيو ته، ”هي ڀاردواج ککن، وڻن ۽ ونسپتين ۾ ڪيتريون جاتيون ڏسجن ٿيون. ساڳي طرح ڪيڙن، ماڪوڙن ۽ جيتن ۾ به ملن ٿيون. سرپن، جانورن، پاڻيءَ جي مڇين ۽ هوا جي پکين ۾ به انيڪ جاتيون آهن. انهن

# جاتي ڀيد جي مذمت

هن ريت ڪتري جاتيءَ کي اهميت حاصل ٿي ويئي. پر ڪترين جو مکيه ڪرتويه ٻڌ ڪرڻ هو، جو ٻڌ کي بنهه ناپسند هو. انهيءَ ڪري سارو جاتي ڀيد کيس بيڪار نظر آيو ۽ انهيءَ جو هن بلڪل انڪار ڪيو. هن ڳالهه جي ڪتي به ثابتي نٿي ملي ته ٻين شرمڻ پنٿن جي نيتائن ٻڌ وانگر جاتي ڀيد جو انڪار ڪيو. سنڌن سنگهن اندر جاتي ڀيد لاءِ ڪا به جڳهه ڪانه هئي، پر سنڌن اُپاسڪن ۾ جيڪو جاتي ڀيد هو تنهن جو هنن ڪو به وروڌ نه ڪيو. سو ڪم ٻڌ ئي ڪيو. هاڻي ڏسون ته اهو ڪم هن ڪيئن ڪيو. جاتي ڀيد جو ٻڌ ڌواران وروڌ سڀ کان پراچين واسيٺ سُت، سُت نپاتس، ۽ مجهم نڪايه ۾ ڪيو ويو آهي. ان جو ترجمو هن ريت آهي:-

هڪ ڀيري ٻڌ ڀڳوان، اڇا نگل ڳوٺ ڀرسان اڇا نگل بغيچي ۾ رهندو هو. تنهن وقت ڪيترا ئي سڌ براهمڻ اڇا نگل ڳوٺ ۾ رهوا. منجهائن ٻن ڄڻن واسشٺ ۽ ڀارداوج نالي جوان براهمڻن ۾ بحث هليو ته ”منش جنم ڪري يا ڪرم ڪري سريشٽ ٿئي ٿو؟“

ڀارداوج چيو ته، ”هي واسشٺ، جنهن جون ماتا ۽ پتا طرفان ست پيڙهيون شڌ آهن، جنهن جي ڪُل ۾ ستن پيڙهين کان ورڻ جو ملاوٽ نه ٿيو آهي، سوئي سريشٽ براهمڻ آهي.“

واسشٺ چيو ته، ”هي ڀارداوج، جو منش شيلوان

براهمڻ سڏيان ٿو. ڪمل پتر مٿان جيئن جل جي ٻوند تيئن هن سنسار جي سکن ۾ نرليپ رهي ٿو تنهن کي آءٌ براهمڻ سڏيان ٿو......

”جنم ڪري نه ڪو براهمڻ ۽ نه ڪو اَبراهمڻ ٿئي ٿو. ڪسان، ڪاريگر، چور، سپاهي ياجڪ (يگيه ڪندڙ) ڪرم ڪري ٿين ٿا ۽ راجا به ڪرم ڪري ٿئي ٿو. ڪرم ڪري ئي هي سارو جڳت هلي پيو ٿو. جهڙيءَ طرح سواريءَ جي آڌار تي رٿ هلي ٿو، اهڙي طرح سڀ پراڻي پنهنجي ڪرم تي آڌار رکن ٿا.“

ٻڌ جو اهو اُپديش ٻڌي ڪري واسشٺ ۽ ڀاردواج ٻئي سندس اُپاسڪ ٿيا.

## براهمڻ ۽ اَبراهمڻ سمان آهن

”پرش-سُوڪت“ جي مٿي ڏنل منترن جي آڌار تي براهمڻ چوندا هوا ته اسين برهم ديو جي مک مان نڪتا آهيون، انهي ڪري اسين چئني ورڻن ۾ سرِيشٺ آهيون. مجهم نڪاءِ جي اَسلاين अस्सलायन سُت ۾ هن وشيه بابت ڀڳوان ٻڌ جي گفتگوءِ تمام گهڻي روشني وجهي ٿي. سُت جو تاتپرج هن ريت آهي:-

هڪ ڀيري ڀڳوان ٻڌ اناٿپنڊڪ جي آرام گهر ۾ رهندو هو. تنهن وقت پنج سؤ براهمڻ ڪنهن سبب ڪري هِتان هُتان اچي شراوستيءَ ۾ گڏ ٿيا هوا. منجهن سوال اٿيو ته شرمڻ گوتم جو رايو آهي ته چئني ورڻ وارن کي موک پراپت ٿئي ٿو. انهيءَ رائي جو کير مقابلو ڪري اهو

جي نرالائي جا نشان انهن ۾ صاف نظر اچن ٿا. ۽ منش ۾ نرالائي جا نشان ڏسڻ ۾ نٿا اچن. وار، ڪن، نڪ، منهن، چپ ڀرون، ڳلو، پيٽ، ٻني، هٿ، پير، وغيره عضوا - انهن سڀني ۾ هڪ منش ٻئي منش کان نيارو نٿو ٿئي. ارٿات پسن پکين ۾ آڪار وغيره ڪري جيڪا نرالتا نظر اچي ٿي سا نرالتا منشن وچ ۾ ٿيندي نظر اچي. سڀ عضوا هڪجهڙا هئڻ ڪري منش وچ ۾ جاتي ڀيد رکي نٿو سگهجي، ۽ منش جي جاتي ڪرم سان مقرر ڪري سگهجيتي.

"ڪو براهمڻ ڳئون پالي ڪري پنهنجو پيٽ گذر ڪري ته کيس براهمڻ نه، ۽ ڳنوار چوڻ گهرجي. جو شلپ ڪلا سان گذر ڪري ته کيس ڪاريگر چوڻ گهرجي؛ جو واپار ڪري تنهن کي واڻيو، نياپا پهچائي تنهن کي قاصد، چوريءَ سان گذر ڪري ته چور، يڌ سان پيٽ گذر ڪري ته يوڌو، يگيه وغيره سان جيون جو نرواهه ڪري ته ياجڪ ۽ راشٽر تي آڌار رکي جيون گذاري ته راجا آهي. ۽ منجهانئن هڪ کي به جنم جي ڪري براهمڻ نٿو سڏي سگهجي.

"جو ساري سنسار جي بندڻن کي ڪپي ڇڏي ٿو، جو ڪنهن به سنساري دک کان نٿو ڊڄي، جنهن جو ڪنهن به ڳالهه سان سنگ نه آهي، تنهن کي آءٌ براهڻ سڏيان ٿو. ٻين جو گار گند، ايذاءَ رسائڻ، بندش ۾ رکڻ سهي وڃي ٿو، ڪميا جنهن جو ٻل آهي، تنهن کي آءٌ

انهيڪري براهمڻ ئي برهم ديو جا وارث آهن،' هي گوتم هن ڳالهه بابت توهانجو ڇا رايو آهي؟''

ڀڳوان- هي آشولاين، براهمڻ جون استريون مهني مرڪنڙا وارين ٿيون، گرڀوتيون ٿين ٿيون، ٻار ڄڻين ٿيون، ٻارن کي ٿڃائين ٿيون. ساڳي طرح براهمڻ جو سنتان ماتا جي پيٽ مان جنم وٺي ٿو. پوءِ براهمڻ ائين چون ٿا، اسين برهم ديو جي مک مان پيدا ٿيا آهيون، ته توکي عجب نٿو لڳي؟

آشو- هي گوتم، توهانکي وٽي سو چئو، پر براهمڻ جو اهو ڏري نشچو آهي ته برهم ديو جا هوئي وارث آهن.

ڀڳوان- هي آشولاين، يونن (यौन) ۽ ڪامبوج وغيره ٻاليرن ديسن ۾ آريه ۽ داس فقط ٻه ورڻ آهن، ۽ آرين مان داس وقتي داسن مان آريه ٿيئي پون ٿا. تو اها ڳالهه ٻڌي آهي؟

آشو- ها، سو مون ٻه ٻڌو آهي.

ڀڳوان- جي ائين آهي ته پوءِ ڪيئن چئي سگهبو ته براهمڻ کي برهم ديو پنهنجي مک مان پيدا ڪيو ۽ هو سڀني ورڻن ۾ اتم آهن.

آشو- توهين ڀلي ڪجهه ٻه چئو پر براهمڻ جو اهو پڪو ويچار آهي ته سندن ورڻ ئي اتم ورڻ آهي ۽ ٻيا سڀ ورڻ ڪائن هيٺ آهن.

ڀڳوان- ڀلا تون ڀائين ٿو ته کتري، ويش يا سوڊر خون ڪن، چوري، ويڀچار، ڪوڙ، چغلخوري، گارگند،

رايو ڪرڻو ثابت ڪندو؟ نيٺ فيصلو ٿيو ته ٻحث ڪرڻ لاءِ آشولاين आश्वलायन نوجوان براهمڻ تي ڪم رکيو وڃي.

آشولاين جو اڀياس تازو پورو ٿيو هو. ويدن جو ڪوش، ڇند شاستر ويدانگن سميت چارئي ويد هن ڪنٺ ڪري ڇڏيا هوا، تڏهن به سمجهائين ٿي ته ڀڳوان ٻڌ سان واد وواد ڪرڻ ڪو سولو ڪم نه ٿيندو. جڏهن انهي ڪم لاءِ کيس چونڊيو ويو تڏهن چيائين ته ”ڀائرو، گوتم ڌرم وادي آهي ۽ ڌرم وادين سان بحث ڪرڻ سولو نه آهي. جيتوڻيڪ آءٌ ويدن ۾ ماهر آهيان تڏهن به گوتم سان وادوواد ڪرڻ لاءِ سمرٿ نه آهيان.“

ڪجھ وقت جي صلاح مشوري کانپوءِ براهمڻن کيس چيو ته ”هي آشولاين، تو پروراجڪ (سنياس) ڌرم جو اڀياس ڪيو آهي ۽ بنا جنگ جي هار مڃڻ سو توکي نٿو جڳائي.“

آشولاين- ”گوتم سان چنائيٺي ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي، پر توهانجي ليلائڻ ڪري آءٌ توهان سان گڏجي هلان ٿو.“

پوءِ ساڻن گڏجي ڀڳوان وٽ ويو ۽ خوش خير عافيت پڇي ڪري هڪ پاسو وٺي ويٺو. پوءِ چيائين، ”ڀائي گوتم، براهمڻن جو چوڻ آهي ته، ’براهمڻ ورڻ ئي سريشٺ آهي؛ براهمڻ ورڻ ئي شُڪل (گورو) آهي، باقي ورڻ ڪرشڻ (ڪارا) آهن. براهمڻن کي ئي موڪ ملي ٿو پين کي نٿو ملي. براهمڻ ئي برهم ديو جي مکان ڄڪتا آهن ۽ سندس (بارهن قسمن مان) پهرئين درجي جا پٽ آهن.

کي سوينشت سمجهن ٿا ۽ ٻين ورڻن کي گهٽ سمجهن ٿا.

ڀڳوان - هي آشو لاين، ڪو جيترو وارو راجا سڀني جاتين مان هڪ سؤ چٽا ڪرائي، ٻوء منجهائن ڪجهه براهمڻ ۽ راج ڪل ۾ اهين تيل ماڻهن کي سڏي چوي ته ”پائو هيڏانهن اچو ۽ سال يا چندن جي اعليٰ جنس جي درختن جون عمديون ڪاٺيون ڪٽي کين گهي اگني پيدا ڪريو ۽ هوڏانهن چنڊال، نشاد ۽ ٻين نيچ قوم وارن کي سڏي چوي ته، ”پائي هيڏانهن اچو، ۽ ڪتي کي کاراٺ واري برتن ۾ يا سؤر کي داڻو پاڻي ڏيڻ واري برتن ۾، يا ته رنگريز جي برتن ۾، ارنڊي جي اعليٰ ڪاٺين مان اگني پيدا ڪريو“ ته هي آشو لاين تنهنجي ليکي فقط براهمڻ ۽ ٻين اتم جاتين ڪري اتم ڪاٺين ڪري انهن ڪيل اگني روشني ڏيندي، تيج ڏيندي ۽ چنڊال ۽ ٻين نيچ جاتين واري ارنڊيءَ مان پيدا ڪيل اگني روشني نه ڏيندي ۽ تيج نه ڏيندي ۽ اگني ڪارج نه ٿيندو؟

آشو - پائي گوتم، ڪنهن به ورڻ جو منش، سٺي يا ڪني ڪاٺيءَ جي ٽڪرن سان، ڪنهن به استان ۾ اگني پيدا ڪندو ته اها اگني ساڳي طرح روشني ڏيندي، تيج ڏيندي ۽ اگني ڪارج ٿي سگهندو.

ڀڳوان - جيڪڏهن ڪو ڪتري جوان ڪنهن براهمڻ ڪنيا سان ساريرڪ سنبنڌ رکندو ۽ انهيءَ سنبنڌ ڪري کين پٽ ٿيندو، ته تون انکو پائين ته اهو پٽ پنهنجي پيا

ٻڪواس ڪن، ٻين جو ڌن تڪين، ٻين سان دئيش ڀاو رکن، ناستڪتا قبول ڪن ته ڀڄو هو، ديهه تياڳڻ ڪانپوءِ، نرڳ- ويندا ءِ جي براهمڻ ساڳيا ڪم ڪندا ته هو نرڳ- نه ويندا؟

آشو- هي ڳوتم، ڪنهن به ورڻ جو منش اهي پاپ ڪندو ته مرڻ ڪانپوءِ ضرور نرڳ- ۾ ويندو. براهمڻ يا ابراهمڻ، سڀني کي پنهنجي پاپ جو پراشچت ڪرڻو پوندو.

ڀڳوان- تون ڀائين ٿو ته ڪو براهمڻ خون نه ڪندو، چوري، وڀچار، ڪوڙ، چغلخوري، گارگند، ٻڪواس نه ڪندو، ٻين جو ڌن نه تڪيندو، ٻين سان دئيش ڀاو نه رکندو، ناستڪتا قبول نه ڪندو، ته موت ڪانپوءِ فقط هو سرڳ- ۾ ويندو ءِ ٻين ورڻن وارا اهي پاپ نه ڪندا ته هو سرڳ- نه ويندا؟

آشو- ڪنهن به ورڻ جو منش پاپ ڪرم نه ڪندو ته هو ضرور سرڳ- ۾ ويندو. نيڪ ڪرمن جو ڦل، براهمڻ چاهي ابراهمڻ، ساڳيءَ طرح ڀوڳيندا.

ڀڳوان- تون ڀائين ٿو ڇا ته هن ديس ۾ فقط براهمڻ ئي دئيش ڀاو ڇڏي مترتا جي ڀاونا ڪري سگهن ٿا ءِ کتري، ونش ءِ سودر ساڳيون ڀاونائون نٿا رکي سگهن؟

آشو- چارئي ورڻ مترتا جي ڀاونا ڌاري سگهن ٿا.

ڀڳوان- پوءِ انهيءَ چوڻ مان ڪهڙو فائدو ته برهمڻ ورڻ ئي سريشٽ ورڻ آهي ءِ ٻيا ڪانئن هيٺا آهن.

آشو- توهين ڀلي ڪيچ به ڪٿي چئو، پر براهمڻ پاڻ

آشو- هي ڳوتم، جو سنڀال آهي تنهنکي اول ڏهرائيندا. ڇو آچاريءَ کي دان ڏيڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟

ڀڳوان- هي آشولائن، تو ڀورن ڄاڻيءَ کي اهميت ڏني، پوءِ ويد پاڙهڻ کي ۽ آخر ۾ چرتر کي. يعني ته چرتر وڙتن جي شڌيءَ جو نمونو جو مون ٻڌايو آهي سوئي تو سنيڪار ڪيو آهي.

ڀڳوان ٻڌ جو اپديش ٻڌي ڪري آشولائن سر جھڪائي ماڻ ڪري ويٺو. هاڻي وڌيڪ ڇا پڇجي سو نٿي سجھيس. پوءِ ڀڳوان کيس اُستد پول جي ڪهاڻي ٻڌائي ۽ آخر آشولائن ٻڌ جو اپاسڪ ٿيو.

## حق ماڻهن کان ٿي حاصل ٿي سگهن ٿا

براهمڻ ڄاتيءَ جا نيتا رکيو اُتر وچڻي مان نٿي ڪري، جو ٻنا ته براهمڻ ورڻ سريشٽ آهي ۽ ٻيا ورڻ نيچ آهن. مجهم نڪاءِ جي نمبر ٩٦ ايسڪار (एसुकारि) سُت مان معلوم ٿئي ٿو ته ٻين جا ڪهڙا فرض آهن، سو ٻڌائڻ جو حق ٻه پنهنجي هٿن ۾ رکندا هوا. سُت جو تاتپرج هي آهي ته-

هڪ ڀيري ٻڌ ڀڳوان شراوستيءَ جي جيتون ۾ اناٿپنڊڪ جي آرام گهر ۾ رهندو هو. تنهن وقت ايسڪاري نالي براهمڻ وٽس ويو ۽ خوش خير عافيت پڇي ڪري هڪ پاسي وڃي ويٺو ۽ چيائين ته، "هي ڳوتم، براهمڻ چار خدمتون ٻڌائين ٿا. براهمڻ جي خدمت

مالا وانگر مٿس ٿيندو؟ ساڳي طرح ڪو براهمڻ جوان ڪنهن ڪنوار ڪنيا سان وواهه ڪندو ۽ پوءِ ڪيس پٽر پيدا ٿيندو ته لوڪ پاڻ ئي ته هو ماءُ پيءُ وانگر نه ٻئي نموني جو ٿيندو؟

آشو- اهڙي گڏيل سڏيل وواهه ڪري جو پٽر پيدا ٿئي ٿو سو ماءُ پيءُ وانگر ئي ماڻهو ٿئي ٿو. اهڙي ٻار کي براهمڻ ڇٽي سگهون ٿا ۽ کتري به ڇٽي سگهون ٿا.

ڀڳوان- ٻڌ هي آشولائن ڪنهن گهوڙي ۽ گڏهه جي لڳ ڪري! جو پيدا ٿئي ٿو، ته پلاهو ماءُ يا پيءُ جهڙو ٿئي ٿو؟ انهيءَ ٻچي کي گهوڙو به ڇٽي سگهبو يا گڏهه به ڇٽي سگهبو؟

آشو- هي گوتم، اهو ٻچو نه گهوڙو نه گڏهه ٿيندو. اهو ته وچائين ٽئين قسم جو جانور ٿئي ٿو. انهيءَ جانور کي اسين ”خچر“ سڏيون ٿا. پر براهمڻ ۽ کتريءَ جي ٻارن ۾ فيرو نٿو ڏسجي.

ڀڳوان- هي آشولائن، ٻن براهمڻ ڀائرن ۾ هڪ چڱو ويد پڙهيل آهي، ۽ پوري طرح پڙهيل آهي ۽ ٻيو اڻ پڙهيل آهي، ته انهن ٻنهي مان براهمڻ ڪنهن کي شراڌ يا يگيه تي ڀوڄن گهرائيندا؟

آشو- هي گوتم، جو سشيل آهي تنهنکي اول گهرائيندا.

ڀڳوان- ها، ٺهي سمجهه، ته ٻنهي مان هڪ وڏو ودوان پر ڪڪرمي آهي ۽ ٻيو ودوان نه آهي پر نهايت سچرتر آهي، ته پوءِ ٻنهي مان ڪنهنکي گهرائيندا؟

جي خدمت ڪرڻ سان شودا، شيل، ٻڌڻ لاءِ چاهه، تياڳ ۽ گيان وڌن ٿا تنهن جي بيشڪ خدمت ڪرڻ گهرجي.

ايسڪاري- هي گوتم، براهمڻ هي چار ڏن ٻڌائين ٿا. ڀکيا وٺڻ براهمڻ جو پنهنجو ئي ڏن آهي، ٻاڻ ۽ ترڪس (تيرن رکڻ لاءِ) کترين جو، کيتي ۽ گوپالن ويشن جو، ۽ ڏاٽو- لوڪري سودرن جو ڏن آهي. اهي چارئي ورڻ جي پنهنجي پنهنجي ڏن جي لاپرواهي ڪندا ته هو چوري ڪندڙ وانگر نڪما ليکيا ويندا. هن بابت توهانجي کهڙي راءِ آهي؟

ڀڳوان- هي براهمڻ، اهي چار ڏن ٻڌائڻ لاءِ ماڻهن براهمڻن ئي کو حق مڙهيو آهي ڇا؟

ايسڪاري- ڪوبہ حق نہ ڏنو اٿن.

ڀڳوان- تہ پوءِ براهمڻن جو هي قصو اهڙوئي آهي جهڙو ڪو غريب ماس کائڻ جي اڇا نہ ڪري ۽ ڀيو ڪو سندس در ئي ماس ٽڪر ڪي کائنس قيمت گهري. هي براهمڻ، آريہ سريشٽ ڌرم ئي سڀني جو پنهنجو ڏن آهي. براهمڻ، کتري، وئش ۽ سودر ڪٽنبن ۾ جنم وٺندڙن کي آهستي براهمڻ، کتري، وئش ۽ سودر ڪري سڏيو وڃي ٿو. جهڙيطرح ڪاٺيءَ، ڪاٺيءَ جي ٽڪرن، گاهه ۽ ڇيڻي مان ٻاريل اڳنيءَ کي چوڻ ۾ ڪاٺيءَ جي، ڪاٺ جي ٽڪرن جي، گاهه جي، ۽ ڇيڻي جي اڳني ڪري سڏيو وڃي ٿو، اهڙيطرح اهي

چارني ورڻ ڪري سگهن ٿا، ڪترين جي خدمت ڪتري، ويش ۽ سودر ڪري سگهن ٿا، ويشن جي خدمت ويش ۽ سودر ڪري سگهن ٿا. ۽ سودرن جي خدمت سودر ئي ڪن. ٻئي ورڻ وارا سندس خدمت ڪيئن ڪري سگهندا؟ انهن خدمتن بابت توهانجي ڪهڙي راءِ آهي؟"

ڀڳوان - هي براهمڻ، انهن براهمڻن جي چوڻ سان سڀ ڀڪراءِ آهن؟ اهڙيون خدمتون مقرر ڪرڻ لاءِ لوڪن ڪين ڪو حق بخشيو آهي؟

ايسڪاري - هي گوتم، ائين نه آهي.

ڀڳوان - ته لاچار چوڻو پوندو ته لوڪن مٿان براهمڻ اهي خدمتون لاڳين ڏيون ٿا جيئن ڪو غريب شخص ماس نه کائي ۽ سندس پاڙيسري سندس در تي ماس رکي چوي ته "هي تون کاءُ ۽ انهيءَ جي قيمت مونکي ڏي." منهنجو چوڻ ايترو آهي ته انسان ڪهڙي به ورڻ جو ڪڻي هجي، پر جنهن جي خدمت ڪرڻ سان سندس ڀلو ٿئي، برو نه ٿئي، تنهن جي خدمت ايشڪ ڪري. ڇئن ورڻن جي سمجهدار ماڻهن کان پڇبو ته اهي به ساڳي ڳالهه چوندا. آءٌ ائين نٿو چوان ته اُتم ڪل يا اُتم ورڻ يا ڏنوان ڪٽنب ۾ جنم وٺڻ چڱو يا برو آهي. اُتم ڪل، اُتم ورڻ، يا ڏنوان ڪٽنب ۾ پيدا ٿيل انسان جي خون وغيره پاپ ڪرڻ لڳي ته سندس خاندان چڱو نه چئبو ۽ جي هو خون ۽ ٻين پاپن کان آجو رهي ته سندس خاندان برو نه چئبو. آءٌ چوان ٿو ته جنهن مدش

هئي، سو ڀنهنجي سائين ۽ سپاهين سان ولس ويو ۽ خوش خير يافت پڇي ڪري هڪ پاسو ولي وينو. پوءِ چيائين ته، ”هي ڪاتياين، براهمڻن جو چوڻ آهي ته براهمڻ ورڻ ئي سريشٽ آهي ۽ ٻيا ورڻ هيٺ آهن ۽ براهمڻ ورڻ ئي گورو آهي ۽ ٻيا ڪارا آهن ۽ براهمڻن کي ئي مڪتي ملي ٿي ۽ ٻين کي نٿي ملي ۽ براهمڻ برهم ديو جي مک مان اُٿيا، برهم جا سچا آهن. تنهن بابت توهانجي ڪهڙي مت آهي؟“

ڪاتياين- هي مهاراج، اهو هڪ سکڻو آواز آهي. سمجهو ته کو کتري ڌن- ان يا راڄ ڪرڻ سان مالان مالا ٿي وڃي ٿو، ته چارئي ورڻ سندس خدمت ڪندا يا نه ڪندا؟

راجا- چارئي ورڻ سندس خدمتون ڪندا.

ڪاتياين- ته پوءِ چارئي ورڻ هڪ جهڙا نه سمجهبا؟

راجا- انهيءَ نقطنظر کان چارئي ورڻ بيشڪ هڪ سمان ئي سمجهبا. مونکي ته منجهن ڪو به فرق نظر نٿو اچي.

ڪاتياين- انهيءَ ڪري آءٌ چوان ٿو ته براهمڻن جو اهين چوڻ ته اسانجو ورڻ ئي سريشٽ آهي، هڪ سکڻو آواز آهي. ڀلا مهاراج اهين نٿو سمجهي ته کتري، براهمڻ، وئش ۽ سودر ورڻن وارا جي خون وغيره پاپ ڪندا ته انهن سڀني جي ساڳي درگتي ٿيندي؟

راجا- چئني ئي ورڻن مان ڪو به شخص پاپ ڪرم

جاٽايون وڃن ٿيون. پر انهن چئني ورڻن جا ماڻهو خون وغيره پاپن کان آجا ٿي وڃن، ته پوءِ ڀلا تنهنجي ليکي رگهو براهمڻ ئي مترتا جي ڀاونا ڪري سگهندا ۽ ٻين ورڻن وارا مترتا جو ڀاو نه ڪري سگهندا؟

ايسڪاري - هي گوتم، برابر ائين نه آهي. ڪهڙي به ورڻ وارو منش مترتا جو ڀاو رکي سگهي ٿو.

ڀڳوان - ڀلا تنهنجي ليکي رگهو براهمڻ ئي درياهه ۾ سنان ڪري سان پنهنجو بدن صاف ستهرو ڪري سگهندا ۽ ٻين ورڻن وارا پنهنجو بدن صاف نه ڪري سگهندا؟

ايسڪاري - هي گوتم، برابر ائين ناهي. چئني ورڻن جا ماڻهو درياهه ۾ سنان ڪري پنهنجو سر پر صاف ڪري سگهن ٿا.

ڀڳوان - ساڳي طرح هي براهمڻ، سڀني ڪلن جا ماڻهو تٿاگت جي اپديش موافق هلي ڪري نياءَ ڌرم جي آراڌنا ڪري سگهن ٿا.

## براهمڻ ورڻ جي سريشٽتا هڪ سکڻو آواز آهي

ٻڌ ڀڳوان جي پرنرواڻ کانپوءِ ٻڌ جا مکيه شش چاتر ورڻن کي نه مڃيندا هوا. چوندا هوا ته اها بناوت هٿرادو آهي. انهيءَ جو هڪ عمدو مثال 'مجهم نڪايه' جي (نمبر ۸۴)، مدرست ۾ ملي ٿو. تاتپرج هي آهي:-

هڪ ڀيري چرنجيو (وڏي عمر هجيس) مهاڪچان (महाकच्चान) مدرا (متھرا) جي ڀرسان گندا بن ۾ رهندو هو. مدرا جي راجا آونتي پتر مهاڪچان جي ڪيرتي ٻڌي

راجا - انهيءَ دِرشٽيءَ سان چارئي ورڻ سمان سمجهبا.

ڪاتيايڻ - سمجهو تہ انهن چئن ورڻن مان ڪنهن بہ ورڻ جو ڪو شخص ڀرو راجڪ ٿئجي ٿو ۽ سداچار ڪري ٿو، تہ ڀوءِ توهين ساڻس ڪهڙو ورتاءُ ڪندا؟

راجا - اسين ڪيس نمسڪار ڪنداسين، سندس آدرستڪار ڪنداسين. چو جو سندس ڪترييٽو، براهمپٽو، ونشپٽو ۽ سودرپٽو ناس ٿي وڃي ٿو ۽ هو فقط شرمڻ جي گڻن وارو ڄاتو وڃي ٿو.

ڪاتيايڻ - تہ اهي چار ورڻ سمان ڪين ثابت ٿيا؟

راجا - هن ريت تہ چارئي ورڻ سمان ثابت ٿيندا.

ڪاتيايڻ - انهيءَ ڪري مان چوان ٿو تہ براهمڻ ورڻ ڪي ٿي سريشٽ سڏڻ هڪ سکڻو آواز آهي.

انهيءَ گفتگوءَ کانپوءِ اونتي پتر راجا تنهن مهاڪاتيايڻ کي چيو تہ، ”هي ڪاتيايڻ، توهانجو اُپديش نهايت سندر آهي. جيئن ڪو اونڌي برتن کي سڌو ڪري رکي، يڪيل شيءِ کي کولي رکي، اونڌهہ ۾ مشال ٻاري ڏئي تيئن سائين جن ڪئين سمجهائين سان ڌرم اُپديش ڏنو آهي. انهيءَ ڪري آءٌ سائين جن جي ڌرم ۽ ڀڪشو سنگهہ جي سرن وٺان ٿو. اڄ کان وٺي موتکي پنهنجو اُپاسڪ ڪري سمجهندا.

ڪاتيايڻ - مهاراج، منهنجي سرن وٺي چا ڪندا. جنهن ڀڳوان ٻڌ جي مون سرن ورتي آهي تنهنجي توهين بہ سرن وٺو.

ڪندو ته ضرور ذرگتي کي پائيندو.

ڪاتياين- نيڪ چئو ٿا. مهاراج، جي ائين آهي ته چارئي ورڻ سمان نه ليکبا؟ تنهن بابت توهانجو ڇا ويچار آهي؟

راجا- هن نقطه نظر کان چارئي ورڻ بيشڪ هڪ سمان ٿي آهن. مونکي ڪوبه فرق منجهن نظر نٿو اچي.

ڪاتياين- چئن ئي ورڻن مان ڪو شخص خون وغيره پاپ ڪان آجو ٿي وڃي، ته هو سرڳ ويندو يا نه ويندو؟

راجا- مان سمجهان ٿو ته هو بيشڪ سرڳ ويندو.

ڪاتياين- انهيءَ ڪري منهنجو چوڻ آهي ته براهمڻ ورڻ کي ئي سريشٽ سڏڻ هڪ سکڻو آواز آهي. هي مهاراج، سمجهو ته توهانجي راڄ ۾ چئن ئي ورڻن مان ڪنهن به ورڻ جو شخص چوري، ڦرلٽ، ڪري ٿو ۽ پرائيءَ استريءَ وٽ وڃي ٿو ۽ راڄ جا عملدار کيس گرفتار ڪري توهان اڳيان اچي پيش ڪن ٿا، ته کيس (سندس جاتيءَ جو ڪوبه ويچار نه ڪري) پوري سزا ڏيندا يا نه ڏيندا؟

راجا- جي خوني هوندو ته سندس خون ڪرائيندس، سزا لائق هوندو سا سزا کيس ڏيندس، جي ديس نيڪاليءَ جو لائق هوندو ته کيس ديس نيڪالي ڏيندس. ڇو جو تنهن مهل سندس اها ذات ته ڪتري - براهمڻ وغيره آهي سا ختم ٿي وڃي ٿي ۽ فقط ايترو ثابت ٿئي ٿو ته هو گنهگار آهي.

ڪاتياين- ته اهي چار ورڻ سمان ڪين ٿيا؟

آهي ۽ ٻئي آسلاين سٽ ۾ اهو خيال ته براهمڻ سي برهم ديو جي مک مان اُتپن ٿيا، سو خيال ٽوڙيو اٿس ۽ ٿئين ايسڪاري سٽ ۾ ثابت ڪيو اٿس ته ٻين ورڻن جو ڪرتويه چا آهي ۽ اڪرتويه چا آهي، سو نهرائڻ جو اڌڪار براهمڻ ورڻ کي نه آهي. چوٿين مڌر سٽ ۾ مهاڪاتيائن اهو ثابت ڪيو آهي ته آرٿڪ يا نيتڪ نظر سان جاتي ڀيد جي ڪلپنا بنهه بيڪار آهي. انهن سڀني سٽن تي غور ڪرڻ سان پڌرو آهي ته ٻڌ ۽ سندس ششين کي جاتي ڀيد بنهه ناپسند هو ۽ اهو ڀيد ڇٽ ڪرڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪيائون. پر اهو ڪم سندن وس کان ٻاهر هو. براهمڻن ته رڳو وچ هندوستان ۾ ٻر گوداوري ڪناري تائين جاتي ڀيد ڦهلائي ڇڏيو هو ۽ سو ڀيد ٽڙي ڪيڏڻ ڪنهن نه شرمڻ سنگهه جي سگهه کان ٻاهر هو.

## شرمڻن ۾ جاتي ڀيد نه هو

ٿنهن هوندي به رشين- منين جي پرمپرا موجب شرمڻن جاتي ڀيد کي پنهنجي سنگهن ۾ ڪا به جڳهه نه ڏني. ڪنهن به جاتيءَ جو منش شرمڻ ٿي ڪري ڪنهن به شرمڻ-سنگهه ۾ داخل ٿي سگهيو ٿي. تائين اڳ ياءَ ۾ اسين ٻڌائي چڪا آهيون ته هرڪيشبل چنڊال هو ۽ نرگرنٿن (جينين) جي سنگهه ۾ هو. ٻڌ جي شرمڻ-سنگهه اندر شوپاڪ (श्वपाक) نالي چنڊال ۽ سنيت نالي ڀنگي وڏا ساڌو ٿيا.* ٻڌ ڀڳوان جو چوڻ هو ته اسانجي سنگهه

* ڏسو ”ٻوڌ سنگهاچا پرچه“ صفحه ٢٥٣- ٢٥٦

راڄا - هي ڪاتيايڻ، سو ڀڳوان هن وقت ڪٿي آهي؟
ڪاتيائڻ - تنهن ڀڳوان ته پرنرواڻ پراپت ڪيو آهي.
راڄا - سو ڀڳوان حياتي هجي ها ته سندس درسن لاءِ مون جهڙو هڪ سؤ يوجنن جي جاترا ڪري وڃي ها. پر هاڻي تنهن ڀڳوان جي، جنهن پرنرواڻ پراپت ڪيو آهي، آءٌ سرن وڃان ٿو. اڄ کان وٺي ائين سمجهو ته آءٌ سندس اُپاسڪ بڻيو آهيان.

ٻئي آڌار پر ڏنل انگوتر نڪايه جي سُتن مان معلوم ٿئي ٿو ته ٻڌ جي حياتيءَ ۾ مٿرا پر ٻڌ ڌرم جو ڪو خاص پرچار نه ٿيو هو. اَونتي پتر راڄا ٻڌ جي پرنرواڻ ڪانپوءِ راڄا ٿيو هوندو. ڇو جو ٻڌ جي جيئري هو گادي نشين ٿئي ها ته ٻڌ بابت ڪيس ڪجهه نه ڪجهه ڄاڻ ضرور هجي ها. مٿي ڏنل سُت جي پوئين ٽڪري مان ڏسجي ٿو ته کيس اهڙي به خبر نه هئي ته ٻڌ جو پرنرواڻ ٿي چڪو هو. ٻڌ جي حياتيءَ ۾ سندس پتا راڄا هو جو براهمڻ ڌرم کي خاص اهميت ڏيندو هو، جنهن ڪري هن ٻڌ ڌرم ڏي ڪو ڌيان نه ڏنو هوندو. مهاڪاتيايڻ اونتيءَ جو رهواسي هو؛ اصل ۾ هو هڪ ودوان براهمڻ هو. انهيءَ ڪري نوجوان اونتي پتر راڄا تي سندس پرڀاو پيو هوندو.

## شرمڻ جاتي - ڀيد کي نه ٽوڙي سگهيا

مٿي ڏنل چئن سُتن مان پهرئين واسشٺ سُت ۾ ٻڌ ڀڳوان چٽيءَ طرح سمجهايو آهي ته جاتي ڀيد قدرتي نه

سسي گهرائي ڪري وڪڻڻ لاءِ آڳيا ڪيائينس. ڪرين
۽ ٻين جانورن جي سسين جو ته روڪي گهڻو اگهه مليو،
پر منش جي سسي ڪنهن به نه خريد ڪئي. تڏهن اشوڪ
چيو ته منش جي سسي ڪنهن کي مفت ۾ ڪڻي ڏيو. پر
يش کي مفت ۾ وٺڻ وارو به ڪو ڪونه مليو. سا ڳالهه
وڃي راجا سان ڪيائين. تڏهن اشوڪ چيس ته، ”منش
جو مستڪ مفت ۾ به ڪير نه ٿو وٺي؟“

يش- جو جو انهن کي هن سسيءَ مان گهرڻا پيدا
ٿئي ٿي.

اشوڪ- لوڪ فقط هن سسيءَ يا منشن جي سسين
سان گهرڻا ڪن ٿا؟

يش- مهاراج، ڪنهن به منش جي سسي لاءِ لوڪن
اڳيان رکبي ته ساڳي طرح نفرت ڪندا.

اشوڪ- تڏهن ڇا منهنجي سسيءَ کان به نفرت ڪندا؟

انهيءَ سوال جو جواب ڏيڻ کان يش هٻڪيو. جڏهن
اشوڪ کيس تسلي ڏني تڏهن چيائين ته، ”مهاراج،
توهانجي سسيءَ سان به ساڳي ڪار ٿيندي.“

اشوڪ- پوءِ اهڙو مستڪ آءٌ ڀڪشن جي چرنن ۾
رکي ڪري سندن مان ڪريان ته توکي ڇو ٿو برو لڳي؟

انهيءَ گفتگوءَ ڪانپوءِ ڪجهه سلوڪ اچن ٿا. تن مان
هڪ هن ريت آهي:-

आवाह कालेऽथ विवाह काले जातेः परीक्षा न तु धर्मकाले ।
धर्मक्रियाया हि गुणा निमित्ता गुणाश्च जातिं न विचारयन्ति ॥

جي ٻين وڏن ڳڻن مان هڪ هي آهي ته منجهس جاتي ڀيد کي ڪوبه استان نه آهي. ڀڳوان چوندو هو، ”هي ڀڪشوئو، گنگا، جمنا، اچراوتي، سرجوءُ، ماهي ۽ ٻيون نديون جڏهن وڃي ساگر ۾ ملن ٿيون تڏهن پنهنجا پنهنجا نالا ڇڏي مهاساگر جوئي نالو وٺن ٿيون. ساڳيءَ طرح کتري، براهمڻ، وئش ۽ سودر اهي چارئي ورڻ تٿاگت جي سنگهه ۾ شامل ٿيڻ سان پنهنجا ڀهريان نالا ۽ گوتر ڇڏي ڪري فقط شاڪيه خاندان جا شرمڻ انهيءَ نالي سان جاتا وڃن ٿا.“*

## اشوڪ جي زماني ۾ ٻڌ-سنگهه ۾ جاتي ڀيد نه هو

”دويادان (दिव्यावदान) ۾ ڏنل يش منتري جي ڪهاڻيءَ مان لڳي ٿو ته اشوڪ جي زماني ۾ ٻڌن جو سنگهه جاتي ڀيد اصل نه رکندو هو.

اشوڪ راجا تازو ٻڌ ڌرم ۾ آيو هو ۽ هو سڀني ڀڪشن کي ڀيري پوندو هو. سو ڏسي ڪري يش نالي سندس منتريءَ چيو ته، ”مهاراج، هنن شاڪيه شرمڻن ۾ هرقسم جون جاتيون مليل آهن. تن سڀني اڳيان توهين پنهنجو راج ٽاڪ وارو مستڪ وڃي جهڪايو ٿا، سو مونکي ٺيڪ نٿو لڳي.“

اشوڪ راجا ڪوبه جواب نه ڏنو. ٿوري وقت کانپوءِ هن ٻڪرين، رڍن ۽ ٻين جانورن جون سسيون گهرائي ڪري اهي وڪڻايون. پوءِ يش معرفت هڪ منش جي

*اُدان ۵/۵ ۽ 'انگوتر نڪايه' اٺڪنپاتا

۽ سندن اندر اچن ٿا. (١) براهمڻ پرش ۽ وئش استريءَ
”امبشٺ“ (अम्बष्ठ)، (٢) کتري پرش ۽ سودر استريءَ مان
اُگر (उग्र)؛ (٣) براهمڻ پرش ۽ سودر استريءَ مان نشاد؛
(٤) سودر پرش ۽ وئش استريءَ مان اَيوگَوَ (अयोगव)؛
(٥) وئش پرش ۽ کتري استري مان ماگڌ؛ (٦) کتري
پرش ۽ براهمڻ استري مان سوُت؛ (٧) سودر پرش ۽
کتري استري مان کتا (क्षता)؛ (٨) وئش پرش ۽ براهمڻ
استريءَ مان ويديھ (वैदेह)؛ (٩) سودر پرش ۽ براهمڻ
استريءَ مان چنڊال...*

اڄ جي منو سمرتي هن سوتر جي پيٽ ۾ ڏاڍي هٿوڪي لڳي ٿي. تنهن هوندي به اهو انومان ڪڍڻ ۾ ڪا به اٽڪ ڪانهي ته هن سوتر جي زماني ۾ براهمڻ ماڻهو منو سمرتي ۾ ٻڌايل اَنلوم ۽ پرتلوم ذاتين جي اُلٽي، ساڳيءَ ريت ٺاهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هوا. شڪ نه آهي ته جينين هيءَ اُلٽي اُلٽي براهمڻن کان ئي سکي ورتي هوندي. ڪيئن به هجي، نرگرنٿ شرمڻن جي معرفت ذاتي ڀيد کي پوري پشتي ڏيڻ جو هي عمدو مثال آهي.

बाले वुड्ढे नपुंसे य की बे जड्डे य वाहिए।
तेणे रायावगारी य उम्मत्ते य अदंसणे ॥
दासे बुद्धे य मुढे य अणत्ते जुंगिए इ य।
उबद्धए च भयए सेहनिप्फेडिया इ य ॥

---

* آچارانگ نيڪتي، اڌياءَ ١، گاٿا ٢١-٢٧

ارٿات، ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي وواهه* ۾ جاتيءَ جو ويچار ڪرڻ نيڪ آهي. پر ڌرمي ڳالهين ۾ جاتيءَ جو ويچار ڪرڻ واجب نه آهي، ڇو جو ڌرمي ڳالهين ۾ گڻ ڏسڻا پون ٿا ۽ گڻن جو جاتيءَ سان واسطو ڪونهي.

## جين ڌرم جاتي ڀيد قبول ڪيو

ٻين ڪيترن شرمڻ-سنگهن مان اڄ فقط نرگرنٿ (جين) سنگهه جي ٿوري گهڻي خبر ملي ٿي. ”آچارانگ“ سوٽر مان لڳي ٿو ته سندن شرمڻ سنگهه اشوڪ جي راڄ کان اڳ ئي جاتي ڀيد کي اهميت ڏني هئي. جين ڌرم وارن جي مڃتا آهي ته اهو سوٽر ڀدرباهوءَ (भद्रबाहु) رچيو هو، جو مهاراجا چندرگپت جو گرو هو. هن سوٽر جي آرنيءَ ۾ جاتي ڀيد بابت جيڪي ڇيل آهي تنهنجو تاٽپرج هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

ڇٽن ورڻن جي ماڻهن سان سورهان ورڻ ٺهيا. براهمڻ پرش ۽ ڪتري استريءَ جي ناتي سان پيدا ڪتري يا سنڪر (*Mixed*) ڪتري اٿين ٿين ٿا؛ ڪتري پرش ۽ وئش استريءَ جي ناتي سان پيدا وئش يا سنڪر (مليل) وئش اٿين ٿين ٿا. وئش پرش ۽ سودر استري جي ناتي سان پيدا سودر يا مليل سودر اٿين ٿين ٿا. هن ريت وڌي ست ورڻ ٿين ٿا. هاڻي هي نوَ ٻيا ورڻ

---

* ’وِوا‘ جو ارٿ پنهنجي ڪنيا کي ساهري موڪلڻ ۽ ’آواهه‘ جو ارٿ نُنهن کي گهر وٺي اچڻ.

انهن ۾ ماتنگ، مڇوا، ٻنسوڙ، درزي، رنگريز، وغيره اڇوت جاتيون دوش ڀريل آهن. چوُت هوندي ته جي ماڻهو استري، مور، مرغيون، طوطا، وغيره پالين ٿا، بانس ۽ رسين تي کيل ڏيکارين ٿا، ننهن صاف ڪن ٿا، سوئر پالين ٿا، شڪار ۽ ٻيا اهڙا ننڍا ڇوٽا ڪم ڪن ٿا، سي ڪوم ڪري دوشت آهن. هٿين پيرن ٻنا، پنگلا، ڪٻڙا، جامڙا، ڪاڻا، وغيره سڀ جا دوشت آهن. جيئن ته عام ماڻهو اهڙن جي ٽيڪا ٽپڻي ڪن ٿا تيئن اهڙن کي به سنگهه اندر داخل ڪرڻ ٺيڪ نه آهي.''*

ٻڌن جي ڀڪشو سنگهه ۾ داخل ٿيڻ لاءِ جاتيءَ جي بندش نه هئي. ڪرم ننڍا ڇوٽا هجن ته اهي ڇڏڻا پيا ٿي، پر انهن ڪري ڪوبه داخل ٿيڻ لاءِ ايوگيه نٿي سمجهيو ويو.

## هندو سماج ۾ غير هندن جو ملڻ

سو سي هوندي به جيئن ۽ ٻڌ پنٿن پرديسي ماڻهن کي هندو سماج ۾ وٺڻ جو اهم ڪم ڪيو. گريڪ، شڪ، هوڻ، مالوَ، گرجر وغيره قومون ٻاهران آيون ۽ انهن ٻن ڌرمن جي کليل دروازن مان هو هندو سماج ۾ شامل اچي ٿيون.

---

* 'پرتچن ساروتر'، دوار ١٠٧. هي مثال مونکي سن شري جن وجيه جي ڳولي ڏنو، جنهن لاءِ آءٌ سندس ٿورائتو آهيان. ليکڪ

## هيٺين جاتين کي جين ساڌو سنگهہ ۾ وٺڻ جي منع

ارٿات: (١) ٻارن، (٢) ٻڍن، (٣) نپونسڪن، (٤) لڇ همٿين، (٥) مورکن، (٦) مريضن، (٧) چورن، (٨) راج دروهين، (٩) چرين، (١٠) آدرسن، (١١) داسن، (١٢) دشٽن، (١٣) بيوقوفن، (١٥) دوش وارن، (١٦) قيدين، (١٧) ٻڌلن، (١٨) ڀڄايل ششن - انهن ارڙهن قسمن جي ماڻهن کي جين ساڌو سنگهہ ۾ داخل ڪرڻ جي روڪ هئي. انهن مان ڪيترن کي ٻڌن جي سنگهہ ۾ به نه ورتو ويندو هو. انهن ٻنهي سنگهن ۾ داخل ڪرڻ جا نيم پيئڻ بلڪل ڪارائتو ٿيندو* پر هن اڌ ٻاءِ ۾ اهو نٿو ڪري سگهجي. مٿي ڏنل ارڙهن قسمن جي ماڻهن مان فقط ١٥ نمبر تي ويچار ڪرڻ ضروري آهي. انهي شبد جو ارٿ هي آهي:-

ارٿات: انهيءَ ريت جاتي، ڪرم، سرير وغيره جي دوش سان منش کي جُنگت (जुंगित) سمجهيو ويندو.

तथा जाति–कर्म–शरीरादिभिर्दूषितो जुंगतिः । तत्र मातंग–कोलिक–वरुड–सुचिक–छिंपादयोऽ पुश्या जाति जुंगिताः । स्पृश्या अपि इस्त्री मयूर–कुक्कुट शुकादिपोषका वंशवरत्रारोहण–नखप्रक्षालनसौकरिकत्ववागुरि कत्वादिनिंदत कर्म कारिणः कर्म जुंगिताः । करचरणावर्जिताः । पंगु–कुब्ज–वामनक–कारग प्रभृतयः शरीर जुंगिताः । तोऽपि न दीक्षार्हा लोकेऽकर्णवाद संभवात् ।

---

*ٻڌ ڌرم جي ڀڪشو سنگهہ ۾ داخل ٿيڻ جي نيمن بابت ڏسو "ٻڌ ڌرم آڻ سنگهہ" صفحو ٥٩-٦٠؛ "ٻوڌ سنگها چا ڀرچيہ"، صفحو ١٧-١٩

آهستي آهستي ٻڌ شرمڻ نه هن ديش مان ڇٽ ٿي ويا ۽ جين شرمڻ ڪنهن نموني ٻچي ويا. پر انهن معرفت سماج سڌار جو ڪوبه وڏو ڪم نه ٿي سگهيو.

## ٻين ديسن ۾ ڀڪشو سنگهن جو ڪم

ٻڌن جا ڀڪشوسنگهه جاتي ڀيد جي سامهون هندستان ۾ نه بيهي سگهيا. پر ٻاهرين ديسن ۾ انهن خوب ڪم ڪري ڏيکاريو. ڏکڻ ۾ سنهل ڊيپ (سيلون)، پورب ۾ برهم ديس (برما) کان وٺندي جپان تائين ۽ اتر ۾ ٽبيٽ، منگوليا وغيره ديسن ۾ ٻڌن جي سنگهه ساري سماج کي هڪ وقت اندر سڀيه بنائي ڇڏيو. اتر ۾ هماليه جي ٻريان ۽ ڏکڻ ۽ پورب ۾ سمندر پار ڪري انيڪ ڀڪشن ٻڌن جي سنسڪرتيءَ جو جهنڊو انهن سڀني ديسن مٿان ڦرڪايو. تنهن جو ٻج ٻڌ ڀڳوان جي مٿي ڏنل ايڊيشن ۾ آهي. ٻڌ ڀڳوان جاتي ڀيد کي ڪٿي به پير رکڻ ڏني ها ته سندس پوئلڳ ڀڪشو ٻين ديسن کي مليڇ سمجهي ٻڌ ڌرم کي بلڪل ڦهلائي نه سگهن ها. اسين چئي سگهون ٿا ته جاتي ڀيد ڪري اسانجي هاڃي نه ضرور ٿي، پر پوربي ايشيائي مها ديپ کي لاڀ ئي ٿيو.

ڀھرئين تہ اھي ماڻھو ٻڌ يا جيني ٿيا ٿي ۽ پوءِ مرضيءَ موجب براھمڻ، کتري يا وئش بڻيا ٿي. ھن ڳالھ جي ثابتي ماي ٿي تہ ساڳئي ڪٽنب مان ھڪ ڀاءُ جي ٻارن کتري پڻو ۽ ٻئي ڀاءُ جي ٻارن براھمڻپڻو اختيار ڪيو.*

## اڇوتپڻي جو نتيجو

ھن طرح وڌھي ڪٽندڙ ماڻھو تہ ھندو سماج اندر ملي جھلي ويا. پر اڇوتن جي حالت ۾ ڪوبہ سڌارو نہ آيو. جين ۽ ٻڌ ڌرم جا شورمڻ سماڻن ٻي پرواھيءَ جي ھلت ھليا، جنھنڪري روز بروز اڇوتپڻي بابت نفرت وڌندي وئي، ڪين ناحق ستايو ويو ۽ انھيءَ جو نتيجو رفتہ برفتہ نہ رڳو سماج پر جين ۽ ٻڌ ڌرم وارن کي ڀوڳڻو پيو.

جيئن جيئن جاتي ڀيد سخت ٿيندو ويو، تيئن تيئن جيني ۽ ٻوڌي ننڍا جوڳ سمجھيا ويا، ڇو جو ھو سيني ڪيا ڪان وٺندا ھوا. جيئين پر اڇوتن کي وٺڻ جي منع ھئي، پر لڳي ٿو تہ ھو سودرن کي وٺندا ھوا. ٻڌ ڌرم پر تہ آخر تائين جاتي ڀيد نہ ليکيو ويو، پر سماج ۾ جاتي ڀيد وڌندو ويو ۽ شمبوڪ جھڙين ڪٿائون ٿاھي گھري اھي لوڪ پريہ پراڻن ۾ ٽنبڻ براھمڻن لاءِ سولو ٿي پيو،

* ڏسو Indian Antiquarry Vol. 40, January, 1911 P. P. 7-37
۾ ٻڌروڪيل Dr. D. R. Bhandarkar's 'The Foreign elements in the Indian population P.' 35-36

ارٿات: ”سؤڪرمدو انهي سوئر جو ڀڄايل گوشت آهي جو نه بلڪل ننڍو ۽ نه وڏو آهي ۽ جو بلڪل ننڍي ٻڪي کان عمر ۾ وڏو آهي. اهو گوشت نرم ۽ چربيدار ٿئي ٿو. اهو تيار ڪرڻ معنيٰ نهايت عمدي طرح: ڪن جو چوڻ آهي ته پنج گورس مان ٺاهيل نرم ان جو اهو نالو هو، جهڙيطرح گوپان (गवपान) هڪ خاص طعام جو نالو آهي. ڪي چون ٿا ته ”سؤڪرمدو“ هڪ ويدڪ ٻوٽي هئي ۽ هڪ دوا جي ارٿ ۾ اهو شبد استعمال ڪيو ويندو آهي. چُنڊ اها ٻوٽي ڀڳوان کي هن ڪري ڏني ته ڀڳوان جو پرنرواڻ (ديهانت) نه ٿئي.“

هن ٽيڪا ۾ ”سؤڪرمدو“ جو مکيه ارٿ سؤر ماس ئي ڪيو ويو آهي. تڏهن به ٻڌ گهوش آچاريه کي اهڙي ارٿ جي خاطري نه هئي. سبب جو تنهن وقت هن شبد جا ٻه ٻيا ارٿ به ڪيا ويا ٿي. انهن ڪانسواءِ ٻه ٻيا به ارٿ ”اُدان انڪٿا“ ۾ ملن ٿا، جي هن ريت آهن:-

केचि पन सूकरमद्दवं ति न सूकरमंसं, सूकरेहि मद्दित वंसकळीरो ति वदन्ति । अञ्ञे सूकरेहि मद्दित पदेसे जातं अहिच्छत्तकं ति ।

ارٿات: ”هڪڙا چون ٿا ته سؤڪرمدو سوئر جو گوشت نه آهي. سو ته سوئرن جو لتاڙيل ٻانس جو سلو آهي. ٻيا چون ٿا ته سوئرن جي لتاڙيل هنڌ لڳل کُمي (कुकुरमुत्ता) آهي.

مطلب ته سؤڪرمدو شبد جي ارٿ بابت ڪافي مت ڀيد آهي تڏهن ته ”انگوتر نڪايه“ جي ٻنهڪ ٽهاسه

أڌياءُ (١١)

# ماس آهار (ڪائڻ)

## ٻڌ ڀڳوان جو ماس آهار

ڀر نرواڻ جي ڏهاڙي ٻڌ ڀڳوان چُند لوهار جي گهر ۾ سوئر جو گوشت کاڌو ۽ اِج ڪالهه ٻڌ ڌرمي ڀڪشو ۽ تورو ڪي گهڻو ماس آهار ڪن ٿا. تنهنڪري سوال اٿي ٿو تہ هڪ پاسي اهنسا کي ٻڌ ڌرم ۾ مهتو وارو ٻئي پاسي سندس ٻوڌن جو ماس ۾ ڪائڻ ڪيتري قدر واجب آهي؟ هن سوال تي هت وچار ڪرڻ ٺيڪ ڪيل ٿيندو.

ڀر نرواڻ جي ڏينهن ٻڌ جا شيءِ کاڌي تنهن جو نالو هو 'सूकरमद्दव' انهي تي ٻڌ گهوش آچاريہ جي هن ريت ٽيڪا آهي :-

सूकरमद्दवं ति नातितरूणस्स नातिजिण्णस्स एक जेट्ठकसूकरस्स पवत मंसं । तं किर मुदुं चेव सिनिद्धं च होति । तं पटियादापेत्वा साधुकं पचापेत्वा ति अत्थो । एके भणन्ति, सूकरमद्दवं ति पन मुदुओदनस्स पञ्चगोरसयूस-पाचनविधानस्स नाममेतं, यथा गवपानं नाम पाकनामं ति । केचि भणान्ति सूकरमद्दवं नाम रसायनविधि, तं पन रसायनत्थे आगच्छति, तं चुन्देन भगवतो परिनिब्बानं न भवेय्या ति रसायनं पटियतं ति ।

पडिगाहेज्जा । से आहच्च पडिगाहिए सियांति णोहित्ति वएज्जा, अणोवति वएज्जा । से त्तमायाय एगंतमवक्कमेज्जा । अवक्कमेत्ता अहे आरामंसि वा अहेउवस्सयंसि वा अप्पंडए जाव संताणए मंसगं मच्छगं भोच्चा अट्ठियाइं कंटए गहाय से त्तमायाए एगंतमवक्कमेज्जा । अवक्कमेत्ता अहेज्झामथं डिलंसि वा अट्ठिरासिंसि वा किट्टरासिंसि वा तुसरासिंसि वा गोमयरासिंसि वाअण्णयरंसि वा तहप्पगारंसि थंडिलंसि पडिलेहिय पडिलेहिय पमज्जिय पमज्जिय तओ संजयामेव पमज्जिय पमज्जिय परिवेज्जा ।

ارٿاسه: ”ڀوءِ انهيءَ ڀڪشوءَ ۽ ڀڪشڻيءَ کي خبر پئجي وڃي ته گهڻن ڪنڊن واري گوشت يا مڇيءَ ۾ ڪانڊا جو مال ٿورو ۽ اڇلڻ جو وڌيڪ ٿو ٿئي. انهي ڪري گهڻن ڪنڊن وارو گوشت يا مڇي ملي ته نه وٺڻ کپين. سو ڀڪشو يا ڀڪشڻي ڪنهن گرهست جي گهر ڀکيا لاءِ وڃن ته گرهست چوندو ته ”هي چرنجيو شرمڻ، هي جهجهن ڪنڊن وارو گوشت يا مڇي توهانکي پسند آهي؟“ سو ٻڌي ڪري هو ٻهرين ئي چوي ته، ”هي ڀائي، (جي استري هجي ته)، هي ڀيڻ وڏن گهڻن هڏن وارو گوشت وٺڻ مونکي نٿو جڳائي. جي تنهنجي مرضي هجي ته مونکي فقط گوشت ڏي، هڏا نه ڏي.“ ايترو چوڻ ڪانپوءِ به هو گرهست هوڏ ڪري ڏيهي ته اهو گوشت نيڪ ته سمجهي ڪري نه وٺي. جي ٻرتن ۾ وجهي ڏهي ته وٺي هڪ طرف وڃي آرام يا آڇهي ۾ اهڙي هنڌ وڃي جتي جيو جنتو بلڪل ٿورا هجن ۽ اُتي گوشت يا مڇي کائي ڪري هڏا ۽ ڪنڊا ڪٽي ٻئي پاسي وجهي.

۾ ٿاٻتي ملي ٿي ته ٻڌ ڀڳوان سوئر جو گوشت کائيندو هو. اُگ گهپتي (उग्ग गहपति) چوي ٿو ته:-

मनापं मे भन्ते सम्पन्नवरसूकर मंसं तं मे भगवा पटिग्गण्हातु अनुकम्पं उपादाया ति । पटिग्गहेसि भगवा अनुकम्पं उपादाया ति ।

ارٿات: هي ڀڳونت، سٺي سوئر جو هي گوشت نهايت عمدي نموني ڀڄائي تيار ڪيو ويو آهي. ڪرپا ڪري ڀڳوان اهو سوئيڪار ڪري. ڀڳوان ڪرپا ڪري اهو سوئيڪار ڪيو.

## جين شرمڻن جو ماس آهار

ڄين شرمڻ ٻنهي ۾ جي سخت تپسوي هئا سي مکيه ڪري جيني ڀڪشڪ جا هوا. ٻيو ڀيو ته "آچارانگ سوتر" مان هيٺ ڏنل ٽڪر مان پڌرو آهي ته جين ڀڪشڪ جا شرمڻ به ماس آهار ڪندا هوا:-

से भिक्खू वा भिक्खुणी वा सेज्जं पुण जाणेज्जा बहुअट्ठियं मंसं वा, मच्छं वा बहुकंटकं, अस्सिं खलु पडिगाहितंसि अप्पे सियाभोयणजाए बहुउज्झिय धम्मिए । तहप्पगारं बहु अट्ठियं वा मंसं, मच्छं वा बहुकंटकं, लाभेवि सन्ते णो पडिगाहेज्जा । से भिक्खू वा भिक्खुणी वा गाहावइकुल पिंडवायपडियाए अणु पविट्ठे समाणे परो बहुअट्ठिएण मंसेण मच्छेण उवणिमंतेज्जा, आउसंतो समणा अभिकंखवि बहुअट्ठियं मंसं पडिगाहेत्तए ? एयप्पगारं णिग्घोसं सोच्चा णिसम्म से पुव्वमेव आलोएज्जा, आउसोत्ति वा भइणीति वा णो खलु मे कप्पइ बहुअट्ठियं मंसं पडिगाहेत्तए, अभिकंखसि से दाउं जावइयं तावइयं पोग्गलं दलयाहि मा अट्ठियाइं । से सेवं वदंतस्स परो अभिहट्टु अंतो पडिग्गहगंसि बहुअट्ठियं मंसं परिभाएत्ता णिहट्टु दलएज्जा, तहप्पगारं पडिग्गहणं पर हत्थंसि वा परपायंसि वा अफासुयं अणेसणिज्जं लाभे त्ति संते णो

مون ڏنا هوا. سچ پچ انهن جي ڪوچنا مون نہ ڪئي هئي.
گوشت کائڻ بابت ڳالهيون نڪرنديون پرسڌ جين پنڊتن ٻي
انهن مثالن ڏي منهنجو ڌيان ڇڪايو ۽ پوءِ اهي مون
ليکہ ۾ درج ڪيا.

اهو ليکہ ظاهر ٿيڻ سان ٿي احمدآباد جي جينين ۾
ڏاڍو جوش پيدا ٿيو. سو پراڻتو مندر جي سنڀالڪن وٽ
دانهن ڪئي ويا تہ آءٌ سندن ڌرم جي نڪتہچيني ڪري
رهيو هوس. سنڀالڪن انهن شڪايتن جو ڪين سڌو جواب
ڏنو ۽ مونکي ذري بہ تڪليف نہ ڏني.

تنهن وقت هڪ بزرگ ۽ آئي رهندڙ ساڌو گلابچند
۽ سندس مشهور شتاوڌاني* شش رتنچند احمدآباد ۾
رهندا هوا. هڪ جين پنڊت سان گڏجي آءٌ سندن
درسن ڪرڻ ويس. سنجهي جو وقت هجي. جين ساڌو
پاڻ وٽ ڏيئو نہ رکندا آهن، سو پنهي ساڌن جو منهن
آءٌ چٽو ڏسي نٿي سگهيس. جيڪو ساڌو وٽي هليو هوم
تنهن رتنچند سوامي† سان منهنجي واقفيت ڪرائي. پڇي
ڇيائين تہ، "توهانجو نالو مون خوب ٻڌو آهي. پر ائين
لکي ڪري تہ اسان جا اڳيان ساڌو ماس آهار ڪندا هوا،
توهان اسانجي ڌرم کي ڌڪو پهچايو آهي. سو چڱو نہ
ڪيو اٿو."

مون چيو تہ، "اج ٻڌ ۽ جين شرمڻ پنٿ باقي وڃي

* جو شخص هڪ وقت ڪئين (سؤ) ڳالهيون ياد ڪري
سلسليوار ٻڌائي سگهي ۽ ڪئين ڪم گڏو گڏ ڪري سگهي.

آئي وڃي ساريل زمين تي، هڏن جي ٽڪرن، ڪٽ
ڪاٺ لوهه جي ٽڪرن جي ٽڪرن، ٿڪن جي ٽڪرن،
سڪل ڇيڻي جي ٽڪرن يا اهڙي قسم جي ٻين ٽڪرن
مٿان، جڳهه کي صاف ڪري اهي ڪندا ۽ هڏا نيڪ
طرح سان رکي.“

هن جو ترجمو دشويڪالڪ (दशवैकालिक) سوتر جي هيٺ
ڏنل گاٿا ۾ مختصر طور ڏنل آهي.

बहु अट्ठियं पुग्गलं अतिमिसं वा बहुकंटयं ।
अच्छियंतिंदुयं बिल्लं, उच्छुखण्डं व सिंबलि ॥
अप्पे सिआ भोअणज्जाए, बहुउज्झिय धम्मियं ।
दिंतिअं पडिआइक्खे न मे कप्पई तारिसं ॥

أرٿات، ”گهڻن هڏن وارو گوشت، گهڻن ڪنڊن
واري مڇي، استڪ وڻ جو ڦل، بيل وڻ جو ڦل، ڪمند،
شامل وغيره شيون (جن ۾ کائڻ جو گهٽ ۽ اڇلائڻ جو
حصو وڏيڪ آهي) کو ڏئي ته وٺندڙ کي چوڻ گهرجي
ته اهي شيون منهنجي وٺڻ جون لائق نه آهن.“

## گوشت کائڻ بابت پرست جين سادن جي راءِ

گجرات ود يا پيٺ ۾ هڪ شاخ جو نالو پراتتو-مندر*
هو. انهيءَ شاخ طرفان ”پراتتو“ نالي هڪ سماهي مخزن
نڪرندي هئي. مخزن جي سال ۱۹۲۵ جي هڪ انڪ ۾
هن آڌياءَ جي ٻنگ تي هڪ ليک لکي مٿيان ۾ مثال

* هن شاخ ۾ جين، ٻڌ ۽ ٻين شاسترن جو سنسڪرت ۽
پاليءَ ۾ اڀياس ڪيو ويندو هو.

١٩٩٥ ، سال ١٤، انڪ ١) ۾ سري گوپالداس جيوا ڀائي پٽيل 'سري مهابير سواميءَ جو ماس آهار' نالي ليک لکيو هو. ليک ۾ هن ڳالهه بابت جيڪي لکيل هو سو مختصر طور هت ڏيان ٿو:-

مهابير سوامي شراوستي نگريءَ ۾ رهندو هو. مکلگوسال (मखलिगोसाल) ۾ اُتي ڀِڪشو ويو ۽ ٻئي جڻا هڪ ٻئي جي جِن* (ٻاڻ جيتيندڙ) ٿيڻ جي خلاف سخت ٽيڪاٽپڻي ڪرڻ لڳا. آخر ۾ گوسال سوامي مهابير سواميءَ کي سراپ ڏنو ته، "منهنجي تپوبل مان جهن مهڻ ڪانهوءَ پِت جي تپ ۾ مري ويندين." تنهن تي مهابير سواميءَ موٽائي سراپ ڏنس ته، "اڄ کان ونهي ستين راتي جو مري ويندين." سو ستين رات گوسال مري ويو، پر سندس سراپ ڪري مهابير سواميءَ کي ڏاڍي تڪليف ٿيڻ لڳي ۽ خون جاري دست شروع ٿي ويس. تڏهن مهابير سواميءَ سنهه نالي پنهنجي شش کي چيو ته، "تون مينڊڪ (मेंढिक) ڳوٺ ۾ ريوتي (रेवती) نالي هڪ استريءَ وٽ وڃ. هن مون لاءِ ٻه ڪبوتر پچائي رکيا آهن. سي مونکي نه گهرجن. تون وڃي کيس چئُه ته "ڪالهه هڪ ٻليءَ جو ماريل مرغو تو تيار ڪيو آهي، سو مونکي ڏي."

سري گوپالداس مول "ڀگوتي سوتر" مان هڪ ٽڪر پنهنجي ليک ۾ ڏنو آهي. سو هت ڏيڻ ليک ٿيندو.

---

*جو ٻاڻ جيتي، منزل تي پهتو (تيرٿنڪر) هجي. جينين جا ٢٤ تيرٿنڪر ليکيا آهن.

رهيا آهن. انهن ٻنهي ڪاڻ منهنجي من اندر ڪيترو نه ڀريم آهي سو ٻنڌ ڌت جيءَ ڪان ڇپندا، جو مونکي وٽي آيو آهي. ٻر ڪوڄنا جي ڪيترو ٻر شرڌا، ڀڳتي يا ٻريم آڏو ته اچڻ ڪين. آءٌ ڄڻو سمجهان ته سچ ٻولڻ سان ڪنهن به سمپرداءِ (پنٿ) کي هاڃي پهچي ٿي. منهنجي خيال موجب سچو ارٿ پرڪاش ڪرڻ ڪوچ ڪندڙ ڄاڻوءَ جو فرض آهي."

ٻڌو ساڌو ڳالا ٻڇند ڪجهه ٻريسرو وٺو هو. اُتان ٿي پنهنجي شش کي چيائين ته، "هن سڄڻ انهن ٻن ٽڪرن جو جيڪو ارٿ ڪيو آهي سو ٺيڪ ارٿ آهي. هن زماني جي ٽيڪاڪارن جيڪو ارٿ ڪيو آهي سو ٺيڪ نه آهي. انهن ٻن مثالن ڪانسواءِ ٻيا به ڪيترا مثال ملندا جن مان ثابتي ملندي ته جين ساڌو ڳڏهن ماس آهار ڪندا هوا."

سو ٻڌي جين سوٽرن مان مثال ڏيڻ شروع ڪيائين. ٻر سندس ودوان شش ڳالهه ڦيرائي اسانجو سنواد ختم ڪري ڇڏيو. مون اهو نه پڇيو ته سندس گروجيءَ جيڪي مثال ڏنا سي ڪهڙا مان ڏنائين. سو پڇڻ مونکي ڪجهه بي موقع لڳو.

## مهابير سواميءَ جي گوشت کائڻ بابت بحث

هاڻي ته ڪيترا مثال هٿ آيا آهن جن مان پڌرو آهي ته مهابير سوامي ماس آهار ڪندو هو. گجراتيءَ ۾ "ٻرستان" ماهوار مخزن جي ڪنهن اڳين انڪ (سنبت

ڪري سان نرگرنٿن کي مسڙو اچي ٿو، ٻر اها ڳالهه ٻنهه ناممڪن آهي ته آءٌ ڄاڻي واڻي ڪاڻي لاءِ ڪنهن ٻراڻيءَ جو ڪوس ڪندس.‟*

هن قسم جو ٻيو به هڪ مثال ”مجهم نڪايه“ ۾ ٥٥ جيوڪ سُتّ ۾ ملي ٿو سو هن نموني جو آهي:-

هڪ ڀيري ڀڳوان ٻڌ راجگرهه جي جيوڪ ڪؤمار ڀرتيه (जीवक कैमारभृत्य) جي انبن جي ٻن ۾ رهندو هو. تڏهن جيوڪ ڪؤمار ڀرتيه ڀڳوان وٽ ويو. ڀڳوان کي نمسڪار ڪري هڪ پاسو وٺي ويٺو ۽ چيائينس ته، ”هي ڀڳونت، توهان تي اهو دوش مڙهيو ٿو وڃي ته جانور مارائي ڪري تيار ڪيل ڀوڄن توهين کائو ٿا. اها ڳالهه سچي آهي؟“ ڀڳوان جواب ڏنس ته، ”اهو دوش غلط آهي. جڏهن ڏسان ٿو يا ٻڌان ٿو ته جانور منهنجي لاءِ ڪُنو ٿو وڃي يا مونکي اهڙو شڪ ٿئي ٿو تڏهن آءٌ چوندو آهيان ته اهو ڀوڄن منع ڪيل آهي.“

تنهن مان ظاهر آهي ته جيني ڪهڙي قسم جو الزام ڀڳوان تي مڙهيندا هوا. جڏهن ڪڏهن ڪو ڀڳوان کي کائڻ جي نيمنڊ ڏيئي ماس آهار ڏيندو هو ته جيني چوندا هوا ته، ”شرمڻ گوتم سنڌس لاءِ کهاڻي تيار ڪيل (उद्दस्सकट) جانور جو گوشت کائي ٿو.“ جين ساڌو ۽ ٻاڙ ته ڪنهن جو به نوتو قبول نه ڪندا هوا. وات ويندي ڀکيا ملندي هين سا وٺندا هوا ۽ جي گوشت ملي ويندو هون ته اهو به وٺندا هوا.

---

* ڏسو ”ٻڌ ليلا سار سنگرهه“ صفحو ٢٧٩-٢٨١

तं गच्छह णं तुमं सीहा, मेंढियगामं नगरं रेवतीए गाहावति णीए गिहे तत्थ णं रेवतीए गाहावतिणीए ममं अट्ठाए दुवे कवोय सरीरा उवक्खडिया तेहिं नो अट्ठो । अत्थि से अन्न पारियासिए मज्जारकडए कुक्कुडमंसए तं आहराहि–एएण अट्ठो ।

اڌ مگڌي ٻوليءَ جو جنهن کي ٿورو ٿي علم هوندو سو بي رياءِ ٿي هي ٽڪرو پڙهندو تہ چوندو تہ گوپالداس وارو ارٿ بنهہ ٺيڪ آهي. پر اڄ سري گوپالداس جي خلاف ڪيترن جين پنڊتن خوب ڏوڙيو ڪٽي وسايو آهي.

## ٻڌ ۽ جين شرمڻن جي ماس آهار ۾ فرق

جڏهن ڏسون ٿا تہ ماس آهار بابت جينين ۽ ٻڌن وچ ۾ ڪنهن قسم جو واد وواد هلندو هو، تہ انهيءَ مان اهڙو ثابت ٿئي ٿو تہ سري گوپالداس جو چوڻ صحيح آهي.

اَئين اَڌياءِ ۾ اسين ٻڌائي چڪا آهيون تہ وئشالي جو سنهہ سيناپتي نرگرنٿن (جينين) جو اُپاسڪ هو. ٻڌ جو اُپديش ٻڌي ڪري هو ٻڌ جو اُپاسڪ ٿيو ۽ ٻڌ کي ڀڪشو سنگهہ سوڌو گهر ۾ گهرائي آدرستڪار سان عمدو ڀوڄن ڪرايو. پر نرگرنٿن کي اها ڳالهہ نہ وڻي. هنن وڃي وئشاليءَ ۾ افواهہ اُڏاري تہ سنهہ هڪ وڏو جانور ڪهي ڪري گوتم ۽ ڀڪشوسنگهہ کي کاڌو کارايو آهي ۽ گوتم کي اها خبر هوندي بہ هن سنهہ جو کاڌو قبول ڪيو. هڪ سڄڻ وڃي ڪري سنهہ ساڻ اها ڳالهہ ڪئي. تڏهن چيائينس تہ، "اها ڳالهہ اجائي آهي. ٻڌ کي بدنام

آهن، تن جا ڪرم ابوتر آهن، نہ گوشت ڪائڻ.

(٦) جي رڪا، شوخ، چغلخور، نردئي، گهمنڊي، ڪنهنکي ڪرڙي نتا ڏين، تن جا ڪرم ابوتر آهن، نه گوشت ڪائڻ.

(٧) ڪروڌ، گهمنڊ، ڪنورتا، وروڌ، مايا، حسد اجائي بڪواس، اجائي وڏائي ڪندڙ ڪرمين جي صحبت اپوتر آهن، نہ گوشت ڪائڻ.

(٨) پاپي، قرضي، چغلخور، رشوتخور، اڌڪاري جي هن لوڪ ۾ پاپ پيدا ڪن ٿا سي نيچ انسان جي ڪرم ڪن ٿا سي ابوتر آهن، نہ گوشت ڪائڻ.

(٩) جن کي پراڻين لاءِ ديا نہ آهي، جي پين کي ڦرين ستائين ٿا، دراچاري، ديڇاريندڙ، گارگند ڪن ٿا، اناد ر ڪن ٿا، تن جا ڪرم ابوتر آهن، نہ گوشت ڪائڻ.

(١٠) اهڙن ڪرمن ۾ لڳل، وروڌ ڪندڙ، گهاتڪ، سدائين سي ڪم ڪندا وتن ٿا جن ڪري پرلوڪ ۾ انتڪار ۾ گهرن ٿا ؛ جي پير مٿي ؛ مٿو هيٺ ڪري نرڳ ۾ وسن ٿا، اهڙا ماڻهو جي ڪرم ڪن ٿا سي ابوتر آهن، نہ گوشت ڪائڻ.

(١١) ماس مڇي ڇڏڻ، ننگو رهڻ، سر منڊائڻ، جٽا رکڻ، پيوتر ملڻ، کهڙو چمڙا پوش ڪرڻ، اگني هوتر جي اپاسنا يا پيون هن لوڪ جون تپسيائون، منترن سان آهوتيون، يگيہ ؛ ٿڌ گرمي سهڻ، - سي سڀ تپسيائون،

## ڪي ٻڌ ڌرمي ماس آهار ڪندا هوا

ڪي ٻڌ جي زماني جا ٻڌ ڌرمي ماس آهار منع ڪيل سمجهندا هوا. منجهائن هڪ ٻڌ ڌرمي ڪتاب جو ٻڌ سان سنواد "ست نپات" جي چوٿين آمگنڌ ست* ۾ ملي ٿو. ست جو ترجمو هن ريت آهي:-

(١) (ڪشيپ ٻڌ ڌرمي) شامڪ، چنگولڪ، چينڪ درختن جا پن، ڪندمول ۽ ڦل، ڌرم موجب وٺي انهن تي گذر ڪري سوادي شين لاءِ ڪوڙ نه ڳالهائيندو هو.

(٢) هي ڪاشيپ، ٻين جو ڏنل سٺو ۽ عمدي طرح (رڌل) جانورن جو سوادي ڀوڄن وٺي، تون آمگنڌ ڀوڄن کائين ٿو.

(٣) هي برهم بنڌو، ڪڪڙ جي گوشت سان مليل جانورن جو ڀوڄن کائيندي تون چوين ٿو ته، "مون لاءِ آمگنڌ ڪاڏو ٺيڪ نه آهي." سو هي ڪاشيپ، توکان پڇان ٿو ته تولاءِ ڪهڙو ڪاڏو آمگنڌ آهي.

(٤) (هي ڪاشيپ) ڪهڻ، مارڻ، ڪاٽڻ، ٻڌڻ، چوري، اسٽيه ٻولڻ، ڌوڪو ڏيڻ، ڦاسائڻ، جلائي مارڻ وغيره ۽ ويڀچار سي ئي آمگنڌ آهن، نه گوشت کائڻ.

(٥) جي استرين بابت سنجم نٿا رکن، واسنا چتور آهن، آمگنڌ ڪرم ڪن ٿا، ناستڪ آهن، ڪنور ۽ هنيلا

*هن آمگنڌ ست ۾ ڏنل اپديش عيسى مسيح جا هينيان وچن ياد ڏياري ٿو: جيڪي وات ۾ وڃي ٿو سو انسان کي ڀرشٽ نٿو ڪري، پر جيڪي وات مان نڪري ٿو سو کيس ڀرشٽ ڪري ٿو- ميٿيو ١٥|١١

زماني جي ٻھوين وانگر جهنگل ۾ قل قول تي نرواھ نہ
ڪري، ماڻھن جي ڏنل ڀکيا تي گذر ڪندا ھوا ۽ تنھن
وقت ماس مڇي بنا خوراڪ ملڻ مشڪل ھئي. براھمڻ
نہ يگيہ ۾ ھزارين جانور ماري ڪري سندن گوشت
اوسي پاسي جي ماڻھن ۾ ورھائيندا ھوا. ٻڌ ناٿا وري
جانورن جون ايون چاڙھي سندن گوشت کائيندا ھوا.
تنھن ڪانسواءِ ڪاسائي نہ ٻنھ رستن جي چوراھي تي ڳئن
جو ڪوس ڪري سندن گوشت وڪڻندا ھوا. اھڙين
حالتن ۾ رڌل کاڌي جي ڀکيا تي گذر ڪندڙ ڀڪشن
لاءِ گوشت بنا ڀکيا ملڻ ناممڪن ھئي.

جينين جي مت موجب پرٿوي، جل، وايو، اگني
ونسپتي ۽ ترس (پراڻين) جي ڪايا ۾ جيون جا ڇھ واسا
آھن. پرٿويءَ جي ڪايا ارٿات پرٿويءَ جي پرم اڻوءَ
(*Atom*) ۾ ساڳي طرح جل، وايو، اگني جا پرم اڻو سَجيو
(جيون سان ڀريل) آھن. ونسپتي جي ڪايا ارٿات وڻ
ٻوٽا وغيره انھن بابت ائين چوڻ جي ضرورت ئي
ڪانھي تہ سڀ سجيو آھن. त्रसकाय ارٿات ڪٽين،
ماڪوڙين کان وٺي ھاٿيءَ تائين سڀ ننڍا وڏا پراڻي
انھن ڇھن ڪايائن جي جيون جي ھنسا ڪرڻ جين شرمڻ
پاپ سمجھندا ھوا. انھيڪري راتِ جو ڏيئو نہ ٻاريندا
ھوا، ٿڌو پاڻي نہ پيئندا ھوا ۽ ڏاڍا ساوڌان رھندا ھوا
تہ متان پرٿوي پرم اڻوءَ وغيره اندر جيون جي ھنسا
نہ ٿي وڃي.

ٻڌ جين اپاسڪ کيتي ڪندا ھوا. انھن ڪمن ڪندي

جو مدش شنڪائن ڪان ٻار نہ پيو آهي، تنهن ڪي ٻوڌ نٿيو ن ڪن.

(١٢) اندربن جو سنجم ڪندڙ، اندرين کي سنڀالي هلڻ وارو، ڌرم تي قائم، اهنڪار بنا، سرل وهنوار ۽ سنتوش رکندڙ، سنگ بنا، جنهن جو سارو دک ناس ٿي ويو هجي، اهڙو ڌير پرش، ڌنل يا بدل پدارٿن جي بندن ۾ نٿو ٻڌجي.

(١٣) هي ارٿ ڀڳوان وري سمجهايو ۽ اهو هن منترن جي ماهر (براهمڻ تپسويءَ) سمجهيو. اهو ارٿ هن ٻوڌ سنگ بنا ۽ سمرٿ منيءَ سندر گاٿائن ۾ پرڪاشت ڪيو.

(١٤) ٻوڌ ۽ دکين جا دک ناس ڪندڙ ٻڌ جا سندر وچن ٻڌي ڪري هن تپسويءَ نمرتا سان تٿاگت کي پرنام ڪيو ۽ آئي ٿي سنياس ورتائين.

## شرمڻن جي ماس آهار جو سمرٿن

هي ست بلڪل جهونو آهي، پر ائين چوڻ جي ڪا بہ ڪي ثابتي ڪانهي تہ اهو خاص ڪاشيپ ٻڌ ٿي رچيو هو. هن مان ايترو ٿي سمجهڻ گهرجي تہ ٻڌ جي سمي ۾ پکشو لوڪ ماس آهار جو هن ريت سمرٿن ڪندا هوا.

هن ست ۾ تپسيائن کي نڪمو ٺهرايو ويو آهي. اها راءِ جيئمين کي پسند نہ پيئي هوندي، ڇو جو هو تہ ڦر ڦر ڏيئي تپسيائون ڪندا هوا. تنهن هوندي بہ هن ماس آهار جو هن ريت سمرٿن ڪيو هوندو، ڇو جو اڳين

ارٿات: ”رڍن جهڙيون ننڍي سياو جون ۽ ڏلا پيري کيو ڏيڻ وارايون ڳايون، پيو يا سڳ يا ٻئي ڪنهن به عضوي سان ڪنهنکي به ايذاءُ نٿيون پهچائين. اهڙين ڳاين جو (براهمڻن جي چوڻ تي) راجا اِڪشواڪوءَ سندن سِڱ جهلي ڪوس ڪيو. هن ريت ڳاين تي ڪاتيون وهائيندي ڏيو، پتر، اِندر آسر، ۽ راڪس ائين چئي ڪروڌت ٿيا ته اَڌرم ٿئي ٿو.“

## ڳئچ وقت تائين براهمڻن ڳئو ماس کائڻ نه ڇڏيو

جيئين ۽ ٻڌ ڌرم وارن جي جتنن ڪري ڳئو ماس آهار جي منع ٿيندي رهي، پر پوءِ به براهمڻ ۾ بندش پوڻ تي ڪئين صديون لڳي ويون. شروع ۾ اها رسم ڪٽي وئي ته يگيه لاءِ ڏيکشا وٺندڙ سو ڳئوماس نه کائي.

स धेन्वै चानडुहश्च नाश्नीयात् । धेन्वनुडुहौ वाऽइदं सर्वं बिभृतस्ते देवा अब्रुवन् धेन्वनडुहौ वाऽइदं सर्वं बिभृतो हन्त यदन्येषां वयसां वीर्यं तद्धेन्वनडुहयोर्दधामेति–तस्माद्ध न्वनडुहयोनाश्नीयात् तदुहोवाच याज्ञवल्क्यो ऽश्नाम्येवाहं मांसलं चेद्भवतीति !

ارٿات: ڳئون ۽ ٻيل نه کائڻ گهرجن. هي سڀ ڳئون ۽ ٻيل ڌارين پالين ٿا. ڏيون چيو ته هي سڀ ڳئون ۽ ٻيل ڌارين ٿا، انهيڪري ٻين قسمن جي پسن جو واڌو اسين ڳئن ۽ ٻيلن ۾ وجهون ٿا. انهيڪري ڳئون ۽ ٻيل نه کائڻ گهرجن. پر ياگيه والڪيه چوي ٿو ته کائڻ سان سرير رشٽ پشٽ ٿئي ٿو، تنهنڪري آءٌ (اهو ماس) ضرور کائيندس.“

پرٿوي، جل، تيج، وايو، ونسپتي ۽ پراڻي - انهن ڇهن پرڪارن جي جيون جي هنسا ٿي ٿي. زمين تي هر ڪاهڻ سان نه رڳو پرٿوي ۾ پوم اڳو ناس ٿي ٿيا، پر هرهڪ ڪيڙن، ڪيڪاڙي، جيت ۽ لڪاها ننڍا وڏا پراڻي به مري ويا ٿي. يوڄن تيار ڪرڻ مهل وري ونسپتي جل، اگني ۽ وايو وغيره ڪاياڻ ۾ پراڻي ناس ٿيا ٿي. ڀڪشن هوندي به جين ساڌو اهڙي يوڄن جي ڀڪيا وٺندا آهن. نه پوءِ ڪنهن جين اُپاسڪ هٿان تيار ڪيل ماس آهار جي ڀڪيا وٺڻ ۾ پراچين جين شرمڻن کي ڪهڙي الڪ ٿي سگهي ٿي؟ ۽ تنهن ڀڪيا جو سمرٿن هو آمگنڌ سٽ جي پڙنگ ئي ٿي نه ڪن ها؟

## ڳئو ماس آهار جي خلاف آندولن

هاڻي اسين هن ڳالهه تي وچار ڪريون نه ماس آهار جي خلاف آندولن ڪيئن شروع ٿيو. سڀ کان اڳ ممڪن آهي نه ڳئوماس آهار جي خلاف ٻڌ ڌرم وارن آندولن شروع ڪيو. ناڻين آڌياءَ ۾، ”براهمڻ ڌارمڪ“ سٽ جي ٻن ڳاٿائن ۾ ٻڌايو ويو آهي نه ڳئن جي ڪهڙي ڳهرج هئي. ٻيون ڳاٿائون ڏسو:-

न पादा न विसाणेन नास्सु हिंसन्ति केनचि ।  
गावो एलकसमाना सोरता कुम्भदूहना ।  
ता विसाणे गहेत्वान राजा सत्थेन घातपि ॥  
ततो च देवा पितरो इन्दो असुर रक्खसा ।  
अब्कमो इति पक्कुन्दुं य सत्थंतिपती गवे ॥

ڏٺا - مڌوپرڪ جي وڏي ماس سان ٺيڪ گهرجي. اٿهي ڌرم شاستر جو مان ڪري گرهست ماڻهو ويد ڄاڻندڙ مهمان جي مرحبا لاءِ وڇڙو يا وڏو ٻيل کهي ڪري سندس گوشت پچائيندا آهن. ڌرم سوتڪارن ۾ اهڙوئي اُپديش ڏنو آهي.

چيو وڃي ٿو ته ڪوي ڀوڀوتيءَ جو سمو ستين صدي هو. تنهن سمي ۾ اڄ جي سمي وانگر گئوماس کائڻ تي سخت بندش هجي ها ته پنهنجي ناٽڪ ۾ وسشٽ جي وڇڙي کائڻ ڏي اشارو نه ڪري ها. اهڙو سنواد اڄ ڪو ناٽڪ ۾ رکي ته سمجهي سگهو ٿا ته هندو سماج کي ڪهڙي نه نفرت اچي؟

## پراڻي مارڻ خلاف اشوڪ جو پرچار

اتهاس ۾ پراڻين جي هنسا خلاف پرچار ڪندڙ پهريون راجا اشوڪ هو. سندس پهرين ٿي شلا ليک (پٿر تي اُڪريل) هن ريت آهي:-

”هيءَ ڌرم جي لپي ديون جي پياري پريه درسي راجا لکائي آهي. هن راڄ ۾ ڪنهن به پراڻيءَ کي ڪهي ڪري هوم هوَن ۽ ميلا نه ڪرڻ گهرجن. ڇو جو اهڙن ميلن ۾ ديون جي پياري پريه درسي راجا کي ڏاڍو دوش نظر اچي ٿو. ڪي ڪي ميلا پياري پريه درسي راجا کي پسند آهن. شروع ۾ پريه درسي راجا جي (ڀوجناليه) ۾ رسوئي واسطي هزارين پراڻي ڪُٺا ويندا هوا. جڏهن کان وٺي هي ڌرم ليک لکيو ويو تڏهن کان فقط

اهو واد وواد ڀڪيہ شالائن تائين محدود هو. ڪيترن جو چوڻ هو تہ ديڪشا وٺندڙ کي ڀڪيہ شالا ۾ گهرڻ کانپوءِ گئوماس نہ کائڻ گهرجي. ٻر ٻاڪيہ وارڪيہ کي اها ڳالهہ پسند نہ هئي. ماس کائڻ سان سريرتازو توانو ٿئي ٿو، جنهنڪري هو گوشت کائڻ ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هو. ٻين موقعن لي گئوماس کائڻ بنسبت براهمڻن ۾ ڪو بہ وادِ وواد نہ هو. نہ رڳو ايترو ٻر ڪو خاص مکيہ مهمان ايندو هو تہ وڏو ٻيل ڪُهي ڪري گوشت وڏي آدرستڪار ڪرڻ جو عام رواج هو. فقط گوتم سوترڪار گئوماس جي منع ڪئي آهي، ٻر ڪيس بہ مدٻرڪ* (मधुपर्क) وڏي ۾ ڪو اتڪاءُ نہ هو. لڳي ٿو تہ براهمڻن ۾ اها وڏي ڪري ڀوٽي جي سمي تائين ٿوري قدر چالو هئي. ”اتر رام چرت“ جي چوٿين ڀاڱي جي آرنڀ ۾ سوڌاڪي (सौधातकि) ۽ ڊنڊاين (दण्डायन) جو ڀاڱو سنواد (گفتگوي) ڏنل آهي. تنهن مان ڪجهہ ٽڪر هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

سوڌاڪي- چا وسشٽ!

ڊنڊاين- ٻيو وري ڪير؟

سوڌا- مونکي لڳو تہ هي تہ ڪو چيتو هو.

ڊنڊا- چوين چا ٿو!

سوڌا- ايندي ئي منهنجي ويچاري ڪملا وڇري کي ڇٽر ڪان ڪٽي جهلپاٽين.

---

*ڏڌ، گيهہ، جل، شهد ۽ کنڊ گڏي ڪري ديوتائن تي چڙهائڻ جي وڌي.

جي ڌرم پرچار ڪري اٿين ٿيو آهي. اڄ اسين ساڪ (ڀاڄي) آهاري آهيون، پر انهيڪري چوڻ ته اسانجا اڳيان به ساڳي طرح ڀاڄيخور هوا، سا ڳالهه حقيقت سان نٿي ٺهڪي.

## چين ديس ۾ سوئر جو قدر

ھن ھنڌ خاص سوئر بابت ٻه چار لفظ لکڻ ٺيڪ ٿيندو. پراچين ڪال کان وٺي چيني لوڪ سوئر کي ڌن سمپتي جي نشاني ڪري ليکيندا آهن. سندن لپي آڪار روپي ٻڌل آهي. انهن آڪار روپي نشانين جي ملائڻ سان شبد ٺاهيندا آهن. مثال طور انسان جي نشانيءَ مٿان تلوار جي نشاني ڏجي ته شبد جو ارٿ ٿيو "امر"؛ استريءَ جا ٻه نشان معنيٰ "جهيڙو"؛ سوئر جو نشان معنيٰ "ڌن"؛ مطلب ته سوئر جو گهر ۾ هجڻ معنيٰ سکيو گهر؛ اڄ به چين ۾ سوئر جي ساڳي اهميت آهي.

## پراچين ڪال جا هندو به سوئر کي سمپتي سمجهندا هوا

هندوستان ۾ سوئر جو ايڏو سارو قدر نه هو، پر تڏهن به سوئر سکر جو هڪ نمونو سمجهيو ويندو هو. آريه پرييسن (अरियपरियेसन) سُت ۾ (مجهم نڪايه ٢٦) ۾ دنيوي سمپتي جو ورنن ڪندي هيٺين چيو ويو آهي:-

किंच भिक्खवे जातिधम्मं ? पुतभरियं भिक्खवे जातिधम्मं । दासीदासं...अजेलकं...कुक्कुटसूकरं...हत्थिगवास्सवलवं...जातरूप-रजतं जातिधम्मं ।

٣ پراڻي - ٻه مور ۽ هڪ هرڻ ماريا ويندا هئا؛ سو هرڻ به روزمره نه ٿو ڪُهيو وڃي ۽ آئينده نه اهي ٽي به نه ڪُهيا ويندا."

هن شلالیک ۾ اشوڪ راجا گاهن بابت ڪجهه ٻڌايو اشارو نه ڪيو آهي. تنهن مان انومان ڪيو وڃي ٿو ته براهمڻ ۽ ٻين آشرم جاتين ۾ تنهن سمي گئوماس آهار قريب بند ٿي ويو هو. نه رڳو ايترو پر اشوڪ اهو پرچار جاري ڪيو هو ته يوڄن لاءِ به ڪنهن پراڻيءَ کي مارڻ نه گهرجي. مٿي مون "سماج" شبد جو انواد "ميلو" ڪيو آهي. اهو ترجمو ٺيڪ نه آهي، پر ڪري ڇڏجي ته هلي ويندو. اڄ ڪالهه جنهن نموني مهاراشٽر ۾ "جاترا" ۽ اتر ڀارت ۾ "ميلا" لڳندا آهن، ساڳئي نموني اشوڪ جي زماني ۾ به "سماج" لڳندا هوندا. ديون ديوتائن تي پراڻين جون بليون چاڙهي "اسو ملهائڻ وارا "سماج" اشوڪ راجا کي پسند نه هوا. پر جن ميلن ۾ پراڻين جون بليون نه چاڙهيون وينديون هيون، اهڙن ميلن لڳائڻ ۾ ڪيس ڪو اعتراض ڪونه هو. سندس زور هڪ ئي ڳالهه تي هو ته يڳين ۽ ميلن ۾ پراڻين جي هتيا نه ڪئي وڃي.

## اسانجا وڏا ماس آهار ڪان ڇڏل نه هوا

اڄ ڪالهه ته يڳيه وغيره گهڻي ڀاڱي بند ٿي ويا آهن. پر ميلن ۾ اڃا به بلدان ڪئين هنڌ ٿين ٿا. پوءِ به ٻين ديسن جي ڀيٽ ۾ هندستان جا ماڻهو گهٽ ماس آهاري آهن. انهيءَ ڏس ۾ شڪ نه آهي ته جينين ۽ ٻڌن

چوڻ ته فقط تنهن موقع تي هن بلڪل گهٽو ڪاڏو سو
چڻ عيب ڪيڻ نٿيندو. مٿي چيل موقع کان ٿي مهنا
اڳ پڳوان وئشاليءَ ۾ بلڪل بيمار هو، جڏهن ڪري سندس
سرير بنهه ڏٻل ٿي ويو هو. چُند جو ڏنل پوڄن ته پاڻ ۾
سندس پرنرواڻ لاءِ بهانو بڻجي آيو. متان انهيءَ سبب
لوڪ چند لهار تي ڪو اُجايو ڏوهه لڳائين، انهيءَ ڪري
پرنرواڻ کان اڳ آنند کي سڏي ڪري پڳوان کيس چيو
ته ”هي آنند، چند لهار کي ڪو ڪٿي چوي ته تنهنجي
ڀکيا سئيڪار ڪرڻ ڪري تٿاگت پرنرواڻ پراپت ڪيو،
انهيءَ ۾ تنهنجي ڏاڍي هاڃي ٿي آهي ۽ انهيءَ ڪري
چند کي ڪو دکي ڪري، ته توهين سندس من جي
اُداسائي هن رهت دور ڪجو- توهين کيس چئجو ته
هي چند، تنهنجو ڏنل دان وٺي ڪري تٿاگت پرنرواڻ
پراپت ڪيو. حقيقت ۾ تنهنجو دان تو لاءِ لاڀڪاري
بڻيو. تٿاگت جي مکان ٻڌو آڻئون ته ٻين ڀکيائن جي
ڀيٽ ۾ ٻن پرڪارن جون تٿاگت کي ڏنل ڀکيائون وڏيڪ
ڦلدائڪ ۽ وڏيڪ تعريف جوڳيون آهن. سي ڪهڙيون
آهن؟ پهريون، اها ڀکيا جا وٺي ڪري تٿاگت سمبوڌگيان
(ٻڌپڻو) پراپت ڪيو ۽ ٻي سا ڀکيا جا وٺي ڪري تٿاگت
پرنرواڻ پراپت ڪيو. چند جو ڪرم ڪيو آهي سو عمر،
ورڻ، سک، سرگ ۽ سواميپڻو ڏيندڙ سمجهڻ گهرجي. هي
آنند، تون هن رهت چند جي اُداسائي دُور ڪج.“

ارڻاحڻ: ”هاٿين، گهوڙن، ڳاين، ۽ ٻين قسمن جي ڏنن ۾ مرغيون ۽ سوئر به ليکيا ويندا هوا. انهن هوندي به پالا سوئر جي گوشت بابت ايتري نفرت ڪيئن پيدا ٿي؟ ڀڳين ۾ جي ٻراڻي ماريا ويندا هوا تن ۾ سوئر جو نالو ٻالي چيل وچنن ۾ ڪٿي به نٿو اچي. مطلب ته ٻڌ جي ڪال ۾ اهو ٻراڻي اڻولو سمجهيو هو پر انهن چوڻ ته اهو نه ڪاڌو ويندو هو، تنهن جي ڪا ثابتي نٿي ملي. جي انهن هجي ها ته ڪترين جي گهرن ۾ ڏن جو حساب ڪندي سوئر هڪ ڏن نه ليکيو وڃي ها. سوئر جي گوشت جي منع پهرين ڏرم سوترن ۾ ملي ٿي. پوءِ ته انهي ڏي اشارو منو سمرتي* ۽ ٻين سمرتين ۾ ملي ٿو پر جهنگ جي سوئر کائڻ جي ته ڪڏهن به منع ڪانه هئي. جهنگلي سوئر جو گوشت هميشه ٻولو سمجهيو ويو آهي§.

## ٻڌ کي ڏوهه ڏيڻ ته گهڻو کائيندو هو

جيڪڏهن اسين قبول ڪريون ته ٻرنواڻ (ڊيهانت) کان اڳ ٻڌ ڀڳوان جيڪي کاڌو سو سوئر جو گوشت هو، ته به خام نڪتچينن جو انهن چوڻ ته ڀڳوان اهو ٻيائي ۾ بدهاضمي هوندي ٿائين کاڌو، جنهنڪري گذاري ويو، سو بلڪل ٺيڪ نه آهي. ته گوتم ٻڌ ڪڏهن به گهڻو کاڌو، تنهنجو ڪٿي به مثال يا ثابتي نٿي ملي. انهن

* ”منو سمرتي“ ١٩/٥
§منو سمرتي ٣/٢٧٠

ڀڳوان ڳيا کان واراڻسي وڃي رهيو هو. واٽ تي اُپڪ ناليِ آڃيون پنٿ جو شرمڻ کيس ڳنڍجي ويو. کيس ڏسي تنهن ٻڌس ته، ”هي آيشمان (وڏي عمر ھجيو) ڳوتم، توهانجو چهرو ٻرسن ۽ توهانجا سندر انگ ٽيجسوي نظر اچن ٿا. توهين ڪهڙي آچاريه جا شش آهيو؟“

ڀڳوان- مون پنهنجو ڌرم-مارڳ پاڻئي ڳوليو ڪڍيو آهي.

اُپڪ- ته توهين اُرهنت (جنهن جا بند ٽٽي پيا هجن) ٿي ويا آهيو؟ تڏهن توهان کي جِنَ (جنهن پاڻ جيتيو هجي) چئي سگهجي ٿو؟

ڀڳوان- هي اُپڪ، مون سڀني پاپڪاري ورتين کي جيتيو آهي. انهيءَ ڪري آءٌ ”جن“ ٿيو آهيان.

ڇوري جي ٻرستتا جا اُپڪ سندس منهن تي تڏهن ڌوڻي سا پڪ آهي ته آخر تائين قائم رهي.

## روزمره جي رهڻي ڪهڻي

بد ڀڳوان منهن اونداهيءَ مهل اُٿندو هو ۽ اُٿڻ سان يا ته ويهي ڌيان ڪندو هو يا ته جڳهه جي آس پاس ۾ پنڌ ڪندو هو. پرڀات جو ڀڪيا وٺڻ لاءِ ڳوٺ ۾ چڪر هڻندو هو. سڀني جاتين کان مليل ۽ رڌل کاڌو پنهنجي ڀڪيا پاتر ۾ وٺي ڪري ڳوٺ کان ٻاهر نڪري ويندو هو. اُتي ڀوڄن ڪري، ٿوري آرام وٺڻ کانپوءِ، هو وري ڌيان ۾ وهندو هو. سنڌيا جي وقت ٻهر پنڌ ڪندو هو ۽ رات جو ڪنهن مندر يا ڌرمشالا ۾ وڃي هيٺان رهندو

آڌياءُ (١٢)

# روزاني رهڻي

## مک جي پرسنتا

گوتم جي ٻوڌيستو اوستا ارٿات سندس گرهست ۽ تپسيا ڪال جي رهڻيءَ تي چوٿين ۽ پنجين آڌياءَ ۾ ويچار ڪيو ويو آهي. ٻر ٻڌ پڻي پراپت ڪرڻ ڪان ويندي پرنرواڻ تائين سندس جيوت ڪهڙي هئي تنهن جي سندر جهانڪي هن آڌياءَ ۾ ڏيکارڻ جو خيال آهي.

ٻڌ پڻو حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ٻوڌي وڻ هيٺان ويهي ٻڌ ڀڳوان پنهنجي آئينده جيون جو ڍنگ ڪهڙي ورتو. تپسيا ڪرڻ هن ڇڏي ڏني هئي ۽ وري سک مزا وٺڻ جي واسنا هن ۾ نه رهي هئي. تنهنڪري سرير کي ٽِڪڻ لاءِ ضروري وستر ٻهري ۽ ٻک لاهڻ لاءِ ضروري ڀوڄن کائي، باقي زندگي ٻين جي ڀلي ۾ ڪاٽڻ جو هن ارادو ڪيو. ٻڌ جي مک مندل تي هن ارادي جو ڪهڙو اثر پيو، تنهن جو ورڻن 'مجهم نڪايه' جي "آريه ٻريسين" (अरीय परियेसन) سُت ۾ ونيه جي مهاوڳ ۾ ملي ٿو.

پنجن جي ٿوايءَ کي اُپديش ڏيڻ جي مراد سان ٻڌ

## ڏورو ڪاڻ

ٻڌ ڀڳوان جو ڪاڏو بلڪل سنڌ جو هوندو هو. ڪاڻ ٻيڻ ۾ هن ڪڏهن به ٻڌ ڀڙهيو نه ڪئي ۽ تنهن بابت ڀڪشن کي وَر وَر ڏئي اپديش ڪندو هو. ”مجهم نڪاي“ جي ”ڪيتاگر“ ست (نمبر ٧٠) مان معلوم ٿئي ٿو ته شروعات ۾ ڀڳوان رات جو ڀوڄن ڪندو هو. ست ۾ ڀڳوان چوي ٿو ته ”هي ڀڪشوئو، مون رات جو ڀوڄن ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي. انهيءَ ڪري منهنجي سرير ۾ بيماري گهٽ ٿي آهي، من ۾ جڙتا گهٽ ٿي آهي، سرير ۾ ٻل آيو آهي ۽ چت کي شانتي ملي آهي. هي ڀڪشوئو، توهين به انهيءَ ريت رهو. جي رات جو ڀوڄن ڇڏي ڏيندا ته توهانجي سرير ۾ بيماري گهٽ ٿيندي، من جي جڙتا گهٽ ٿيندي، سرير ۾ ٻل ايندو ۽ چت کي شانتي ملندي.

ٻڌ ڀڳوان جي ٻارهن وڳڻ کان اڳ ڀوڄن وٺڻ جي رسم جاري ٿي ويئي ۽ ٻارهن وڳڻ کانپوءِ ڀوڄن وٺڻ منع ڪيل سمجهو ويو.

## چارڪا

چارڪا يعني جاترا يا پنڌ ڪرڻ. چارڪا ٻن پرڪارن جي ٿئي ٿي:- هڪ تکو پنڌ ٻيو ڍرو پنڌ. هن بابت انگوتر نڪاي جي پنچڪ نپات جي ٽئين وڳ جي آرنڀ ۾ هي ست آهي:-

ڀڳوان چوي ٿو ته، ”هي ڀڪشوئو، تکي پنڌ ۾ هي

هو. راس جي ٽن ڀڳن مان ڀوڻين ڀاڱي ۾ ڀڳوان ڌيان لڳائيندو يا چڪر هلائيندو هو، وچين ڀاڱي ۾ پنهنجا ٻه وسترو چار تهه ڪري وڇائي، پاڻهن وهاڻو ڪري، ساڄي پاسي ڪروٽ وٺي، ساڄي پير تي کاٻو پير رکي، ڏاڍي ساوڌانيءَ سان سمهي پوندو هو.

## سِنهه شيا

ٻڌ جي هن ليٽڻ کي سنهه شيا (شينهن جو ليٽڻ) چوندا آهن. انگوتر نڪاية جي چتڪ نپات (سُت ٢٤٤) ۾ چئن پرڪارن جون شيائون ڏنل آهن:- (١) پريت (प्रेत) شيا - جي پٺيءَ تي سڌو سمهندا آهن تن جي اها شيا، (٢) ڪام ڀوڳي شيا - ڪام ڀوڳ ۾ سک سمجهڻ وارا ماڻهو ڏائي ڪروٽ وٺي سمهندا آهن، جنهن ڪري هن شيا کي ”ڪاموڀوڳي شيا“ چوندا آهن. (٣) سنهه شيا - ساڄي پير تي ڏائو پير ڪجهه پرو رکي ڪري ۽ من ۾ اهو ياد رکي ته آءٌ فلاڻي وقت اٿي کڙو ٿيندس، خوب ساوڌانيءَ سان ساڄي پاسي ليٽڻ سان سنهه شيا آهي. (٤) تٿاگت شيا - آرتاس چئن ڌيانن جي سماڌي.

انهن چئن مان پوين ٻه شيائون ٻڌ ڀڳوان کي پسند هيون. انهيءَ ڪري راس جي وچڙي يا ته ڌيان لڳائيندو هو يا ته ٻئي ڀاڱي ۾ سنهه شيا ۾ آرام ڪندو هو. وري راس جي ٽئين ڀاڱي ۾ پرمڻ ڪندو هو يا ته ڌيان لڳائيندو هو.

۽ موگلان اهي ٻه پرسڌ شرمڻ ٻڌ جا شش ٿيا ۽ پوءِ ٻڌ
سنگهه جي ترقي شروع ٿي. تڏهن کان وٺي ٻڌ ڀڳوان
ساڻ ننڍو يا وڏو ڀڪشو سنگهه رهندو ٿي هو ۽ سندس
پرمڻ ۾ ڀڪشوسنگهه ساڻ ٿيندو هو. اهڙا واقعا ڪي ٿورا
آهن جن ۾ ٻڌ ڀڳوان ڀڪشوسنگهه کي ڇڏي ڪري اڪيلو
رهيو هجي.

## چالنو گروڪل

ٻڌ جي سمي ۾ شرمڻ سنگهه، ۽ سنڌن نيتا انهيءَ
نموني چڪر لڳائيندا رهندا هوا. ٻڌ کان اڳ ۽ ٻڌ جي
زماني ۾ براهمڻ جا گروڪل هوندا هوا. انهن ۾ اوچ
جاتين جا جوان وڃي اڀياس ڪندا هوا. پر اهڙن گروڪلن
جو لاڀ عام ماڻهن کي بلڪل ٿورڙو ملندو هو. براهمڻ
ويد اڀياس ڪري اڪثري راجائن جي آسري رهندا
هوا، ڪتري ڌنش وديا حاصل ڪري راجائن جي نوڪرين
۾ گهرندا هوا ۽ جيوڪ ڪڙمار پرتيه جهڙا نوجوان آيرويد
سکي ڪري اوچ جاتين جي شيوا ڪندا هوا ۽ آخر راجائن
جو اجهو وٺڻ جي ڪوشش ڪندا هوا. پر شرمڻن جا
گروڪل بند نه هوندا هوا. اهي نه جاتوائون ڪندي
گهمندي سکيا حاصل ڪندا هوا ۽ عام ماڻهن سان ملي
جهلي ڪري ڪين ڌرم اپديش ڏيندا هوا. انهيڪري
عام جنتا تي سنڌن ڏاڍو پرڀاو پيو هو.

## ڀڪشوسنگهه اندر انتظام

ٻڌ ڀڳوان جي ڀڪشوسنگهه ۾ چڱو سنو انتظام هو.

پنج دوش آهن. سي ڪهڙا آهن؟ ڀوريون ته جو ڌرم واکيو ته ٻڌو هجي سو نه ٻڌي سگهبو، جو ٻڌل هوندو سو سوچي ويچاري نه سگهبو. ڪن ڳالهين جو پورو علم نه ملندو، وقتي اهڙي ڪي ڀيانڪ بيماري ٿئي ٿي؛ متر ٿڙا ملن. هي ڀڪشوئو، ٽڪي هلڻ جا اهي پنج دوش آهن.

"هي ڀڪشوئو، آهستي هلڻ جا پنج گڻ آهن. سي ڪهڙا آهن؟ ڀوريون ته جو ڌرم واکيو ته ٻڌو هجي سو ٻڌي سگهبو، جو ٻڌل هوندو سو سوچي ويچاري سگهبو، ڪن ڳالهين جو پورو علم ملندو، هيڪي ڪو ڀيانڪ روڳ نه لڳندو؛ متر ملي وڃن ٿا. ڀڪشوئو ڌيري هلڻ جا اهي پنج گڻ آهن."

هتي ٻڌ ڀڳوان پنهنجي ٻوڌيستو اوستا جا آنيو ٻڌايا آهن. سندس اهو انيو هو ته ڌيري ڌيري هلڻ سان ۽ نه ٽڪي هلڻ سان لاڀ ٿئي ٿو. انهيءَ نموني ڌيري ڌيري هلندي هن ٻين شرمڻن کان گيان ٻراپت ڪيو؛ آخر ۾ پنهنجو مديم مارگ ڳولي ڪڍيو.

## ڀڪشو سنگهه سان پرمڻ

ٻڌ پڻو حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ڀڳوان ٻڌ گيا کان ڪاشيءَ تائين جاترا ڪئي؛ اتي پنجن جي ٽوليءَ کي اپديش ڪري سندن سنگهه ٺاهيو. ڪين ڪاشيءَ ۾ ڇڏي ٻاڻ راجگره موٽي ويو، سا ڪٿا "مهاوڳ" ۾ ڏنل آهي. اهي پنج ڀڪشو انهي چوماسي ۾ ڀڳوان ساڻ هوا، ٽنهن بابت هڪ ٻڪي ثابتي ملي ٿي. راجگرهه ۾ ساريپت

ڀڪشو اڄ ٻئي موٽي وڃن ٿا. جواب مليو ته، ”ٻڌ ڀڳوان اها اسانکي سزا ڏني آهي. انهيءَ ڪري اڄ ٻئي موٽي وڃون ٿا. تڏهن وينتي ڪيائون ته توهين ڀلا هن سڀا منڊپ ۾ ئي اچي رهو ۽ ٻڌ کي پرارٿنا ڪري معافي وٺي ڏناٿون.

## ڌرمي سنواد يا اُتم مؤن

ٻڌ جي سمي ۾ ڪئين مؤن ڌارڻ ڪرڻ وارا مني هوندا هوا. مني شبد مان ئي ”مؤن“ شبد نڪتو آهي. پر انهيءَ قسم جي تپسيا ٻڌ کي پسند نه هئي. ”اُودوان، اناري منش مؤن ڌارڻ ڪرڻ سان مني نٿو بڻجي.“* تنهن هوندي به ڀڳوان جو چوڻ هو ته ڪن موقعن تي مؤن ڌارڻ ڪرڻ ٺيڪ آهي. اَريه پريئسن (अरीयपरीयेसन) سُت ۾ ڀڳوان چوي ٿو ته، ”هي ڀڪشوئو توهين ڌرم بابت ڳالهيون ڪريو يا ته اُتم مؤن ڌاريو.

## شانتيءَ جو مثال

جڏهن ٻڌ ڀڳوان ڀڪشن کي اُپديش نه ڏيندو هو تڏهن به سڀ ڀڪشو بلڪل شانتيءَ ۾ رهندا هوا ۽ ذري به گڙ ٻڙ نه ٿيندي هئي. انهيءَ جو هڪ اُتم مثال ”ديگهه نڪايه“ جي سامڃ ڦل سُت ۾ ملي ٿو. اهو واقعو هن ريت آهي:-

ڀڳوان ٻڌ راجگرهه ۾ جيوڪ ڪومار ڀرتيه جي آنبن جي بغيچي ۾ هڪ وڏي ڀڪشو سنگهه، سان رهندو هو. تنهن

*ڌمپد ٢٦٨

ڪيس اها ڳالهه اصل پسند نه هئي ته ڀڪشو بي انتظاميءَ ۾ رهن. هن بنسبت چاٿم سُت* ۾ ڏنل ڪٿا جو سار هت ڏيڻ واجب سمجهان ٿو.

ڀڳوان ٻڌ چاتما نالي شاڪيه قوم جي ڳوٺ ۾ آملڪي جي وڻن جي ٻن ۾ رهندو هو. تنهن وقت ساريپت ۽ موگلان ٻاڻ سان پنج سؤ ڀڪشو وٺي چاتما ڳوٺ ۾ اچي پهتا. چاتما جي مڪاني ڀڪشن ۽ ساريپت موگلان جي ٻاهران آيل ڀڪشن وچ ۾ خوش خيريافت جون ڳالهيون ٿي رهيون هيون. اُلٽ وهڻ جي جڳهه ڪٿي، ٻوڻ ڪپڙا رکڻ جي جڳهه ڪٿي، تنهنجي پڇا ڪندي ڪجهه گوڙ ٿيڻ لڳو. تڏهن ڀڳوان آنند کي سڏي چيو ته، ”هتي ڇو هيترو گوڙ گنبوڙ ٿي رهيو آهي، ڄاڻ ته مهاڻا مڇيون جهلي رهيا آهن.“

آنند چيو ته، ”ڀڳونت ساريپت ۽ موگلان سان جيڪي ڀڪشو آيا آهن سي ٻاهر ڳالهائين ويٺا. سندن رهڻ، ٻاسڻ ڪپڙا رکڻ بابت ٿوري گڙ ٻڙ ٿي آهي.“

تنهن تي آنند کي موڪلي ساريپت موگلان ۽ ڀڪشن کي سڏائي، کين اها سزا ڏنائين ته وٽس نه رهن ۽ آتان هليا وڃن. سو ٻڌي سڀ لڄي ٿيا ۽ نمسڪار ڪري آتان نڪرڻ لاءِ سنبريا. قسمت سان چاتما جا شاڪيه تنهن وقت ڪرڪار سان پنهنجي نگر منڊپ ۾ اچي گڏ ٿيا هوا. ڏسي عجب لڳن ۽ پڇيائون ته ڇو اچ جا آيل

*مجهم نڪايه، نمبر ٦٧

سان ٻڌ جي درسن لاءِ نڪتو.

جڏهن جيوڪ جي اَمن جي ٻغيچي وٽ پهتو تڏهن تورو شڪجي راڄا چيو ته، ”هي جيوڪ، مونکي ڪو ڏوکو نه ٿو ڏئين؟ تون مونکي منهنجي دشمن جي حوالي ڪرڻ لاءِ ته نه وٺي آيو آهين؟ ڇوين تو ته هٿ هڪ شاهي ڀڪشو سنگهه لڳل آهي. پر شعر نه ڇڪ يا ڪنگهه جو به پٽڪو ٻڌڻ ۾ نٿو اچي.“

جيوڪ جواب ڏنو ته، مهاراج، ڀؤ نه ڪريو. آءٌ نه توهانکي ڪو ڏوکو ڏيڻي رهيو آهيان ۽ نه دشمن جي حوالي ڪرڻ آيو آهيان. اڳتي قدم رنج فرمايو. سامهون مٺبل مال* ۾ ڏيئو ٻري رهيو آهي. (آرٿات اهو ناممڪن آهي ته اجاتشتروءَ جا شترو ڏيئو ٻاري ويٺا رهندا.)

جيستائين هاٿي هلي سگهيا اوستائين راڄا هليو ۽ پوءِ هيٺ لٿو ۽ جيوڪ سان مٺبل مال جي دروازي تائين پنڌ ڪري ويو. اتي ٺهڪي ڪري جيوڪ کي چيائين ته ”ڀڳوان ڪٿي ويٺو آهي؟“

جيوڪ چيو ته، ”مهاراج، منڊل مال جي وچين ٿنڀي پرسان، پورب پاسي منهن ڪري ويٺو آهي.“

اجاتشترو ٻڌ ڀڳوان جي پرسان وڃي بيٺو ۽ ڀڪشو سنگهه کي ماٺ ۾ ويٺو ڏسي چيائين، ”هن سنگهه اندر جا شانتي آهي، سا شل منهنجي اُديه ڀدر

* هڪ ٿنڀوءَ جي روپ جو منڊپ، جو هڪ ٿلهي تي ٺاهيو ويندو هو.

وقت ڪتيءَ جي پورنما جي رات، چانڊوڪيءَ ۾ اجاتشترو راجا منترين ساڻ محل جي ڇت تي ويٺو هو. چوڻ لڳو تہ، "رات ڪهڙي نہ سندر آهي. ڀلا هت ڪو اهڙو شرمڻ يا براهمڻ آهي جو پنهنجي اپديش سان منهنجي چت کي پرسن ڪري؟ تنهن وقت پورڻ ڪسپ (पूरणकस्सप)، مکلگوسال (मक्खलिगोसाल)، اجت ڪسڪنبل (अजितकेसकंबल) پڪڌ ڪچاين (पकुध कच्चायन)، سنجيہ بيلٽ پت (संजय बेलट्ठपुत्त) ۽ نگنٺ ناٿپت (निगण्ठ नाथपुत्त) سڀ پرسڌ شرمڻ پنهنجن پنهنجن سنگهن ساڻ راجگرهہ جي آس پاس لٿل هوا. اجاتشتروءَ جي مترين آهستي سندن ساک ڪري ساڻن ملڻ لاءِ راجا کي مڃائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اجاتشتروءَ ڪوبہ جواب نہ ڏنو ۽ چپ رهيو.

تنهن وقت جيوڪ ڪومار ڀرتيہ اُتي حاضر هو. تنهن کي اجاتشتروءَ چيو تہ، "چو توهين ماٺ ۾ آهيو؟"

جيوڪ جواب ڏنو تہ، "هي مهاراج، ٻڌ ڀڳوان وڏي ڀڪشو سنگهہ ساڻ اسانجي انبن جي بغيچي ۾ لٿل آهي. مهاراج اڄ هن سان ملي، تنهن مان توهان جو چت پرسن ٿيندو."

سواريءَ جي تياري ڪرڻ لاءِ راجا ڪيس آڳيا ڏني. جڏهن سڀ سواريون تيار ٿي آيون تڏهن راجا اجاتشترو پنهنجي هاٿيءَ جي امباريءَ ۾ ويٺي، رڻواس جي استرين کي ڌار ڌار هاٿين تي سوار ڪري، وڏي ڌوم ڌام

ڀورواجڪن جي آشرم ۾ ويو. آتي سڪل دائي* پنهنجي وڏي ڀورواجڪ سڀا ۾ ويٺو هو ۽ اهي ڀورواجڪ راڄ ڪٿا، چور ڪٿا، منتري ڪٿا، سينا ڪٿا، ڀَو ڪٿا، ڀڌ ڪٿا، ۽ وغيره اجايون سجايون ڳالهيون ڏاڍي واڪي سان ڪري رهيا هوا. آشرم کان ڪجهه پري هو ته سڪل دائي ڀڳوان کي ايندو ڏٺو ۽ شش کي چيائين ته، "ڀائرو، ڌير سان ته ڳالهايو. گوڙ بند ڪريو. شرمڻ گوتم اسان وٽ اچي رهيو آهي. کيس آهستي ڳالهائڻ پسند آهي ۽ سندر ڀاشڻ جي هو ساک ڪندو آهي. گوڙ نه ڪنداسين ته هو هن آشرم ۾ اچڻ ليڪ سمجهندو."

سو ڀڌي ڀورواجڪ ماٺ ڪري ويٺا ۽ ڀڳوان اتي ئي اچي پهتو. تڏهن سڪل دائي ڀڳوان ڀڌ کي چيو ته، "ڀڳونت، ڀلي آيا، جيءُ آيا. گهڻن ڏينهن کانپوءِ همت پڌاريا آهيو. توهان لاءِ هي آسن آهي ۽ توهين همت براجمان ٿيو."

ڀڳوان آسن تي ويٺو ۽ ٻئي کان ويٺل سڪل دائي ڀورواجڪ کي چيائين ته، "منهنجي اچڻ کان اڳ توهان جون ٻاڻ ۾ ڪهڙيون ڳالهيون هلي رهيون هيون؟"

اُدائي چيو ته، "جيڪي اسانجون ڳالهيون هلي رهيون هيون سي ڪٿي ڇڏيو. سي ڪي درلڀ ڳالهيون نه هيون، پر هڪ ڳالهه مونکي ياد اچي ٿي. ڪجهه ڏينهن

*سڪل+اُدائي ارٿات ڪاين اُدائي.

(उदयभद्र) ڪمار جي من ۾ شانتي وڃي. اهڙي شانتي
شل ڪيس نصيب ٿئي.

ڀڳوان چيو ته، "مهاراج، توهان پنهنجي پٽ ۾ وچون هي وچن چيا آهن." پوءِ راجا ۽ ڀڳوان وچ ۾ هڪ وڏو سنواد هليو، جو هت ڏيڻ جو ضرور ڪونهي. مطلب ته جڏهن ڀڳوان ٻڌ سنگهه ساڻ رهندو هو تڏهن سنگت ۾ ذرو به گوڙ نه ٿيندو هو.

## ڀڪشو سنگهه جي انتظام جو پرڀاو

پراڻهڪال سمي بڪيا وٽڻ مهل ڀڳوان ٻڌ ڪڏهن ڪڏهن ٻين گهومو سنياسين جي آشرمن ۾ به ويندو هو. ڪيس ڏسي سنياسين جا نيتا پنهنجن ششين کي چتائيندا هوا ته، "شرمڻ گوتم اچي رهيو آهي. کينس گوڙ گنبوڙ پسند نه آهي سو توهين ذور سان ڳالهايو ۽ سانت ڪريو." اهڙي هڪ پرسنگ جو ورنن "مجهم نڪايه" جي مها سڪل دائي (महासकुलदायि) ست (نمبر ٧٧) ۾ اچي ٿو. انهيءَ ۾ ٻڌ جي روزاني رهڻيءَ بابت ٻيون به ڪي ڳالهيون ڏنل آهن، جنهنجو تاتپرج هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

ڀڳوان راجگره ۾ وڻڀو ان جي ڪلندڪ نواپ (ڪوهه پرسان) ۾ رهندو هو. تنهن وقت ڪي پرسڌ پرووراجڪ مور نواپ ۾ پرووراجڪن جي آرام گهر ۾ رهندا هوا. هڪڙي ڏينهن ڀڳوان راجگرهه ۾ بڪيا جي رٿن تي نڪتو. بڪيا وٽڻ جو وقت اڃا نه ٿيو هو، سو واٽ تي انهن

آپديش ڪندو هو، تڏهن سندس شراوڪن ۾ ڇڪ يا ڪنگهه جو پڙڪو به ٻڌڻ ۾ نه ايندو هو. ڏاڍي آڌرسان لوڪ ڪيس ٻڌڻ لاءِ مگن ٿي ويندا هوا ..."

ڀڳوان- هي آڌائي، منهنجا شراوڪ برابر آڌرڀاءِ سان مون سان ورتاءُ ڪندا آهن ۽ منهنجي آسري ۾ رهندا آهن. تنهنجي خيال موجب انهي جو ڪهڙو سبب هوندو؟

آڌائي- آءٌ سمجهان ٿو ته انهن جا پنج سبب ٿي سگهن ٿا. سي ڪهڙا هوندا؟ (١) ڀڳوان الپ (ٿورو) آهار ڪندو آهي ۽ ٿوري کاڌي جا گڻ ٻڌائيندو آهي. (٢) هو ڪهڙن به ڪپڙن سان سنتشٽ رهندو آهي ۽ اهڙي سنتوش جا گڻ ٻڌائيندو آهي. (٣) جا ڀکيا کيس ملي ٿي تنهن تي راضي رهي ٿو ۽ اهڙي راضپي جا گڻ ٻڌائيندو آهي. (٤) رهڻ جي جا جڳهه ملس تنهن تي خوش رهندو آهي ۽ اهڙي خوشيءَ جا گڻ ٻڌائيندو آهي. (٥) ايڪانت ۾ رهي ٿو ۽ ايڪانت جا گڻ ٻڌائيندو آهي. انهن پنجن سببن ڪري ڀڳوان جا شراوڪ ڀڳوان جو مان ڪن ٿا ۽ سندس آجهي ۾ رهن ٿا. منهنجو اهو خيال آهي.

ڀڳوان- هي آڌائي، رڳو شرمڻ گوتم الپ آهاري آهي ۽ الپ آهار جا گڻ ٻڌائي ٿو، الهڪري شراوڪ منهنجو مان ڪري منهنجي آسري ۾ رهندا هجن ها ته منهنجي شراوڪن مان مونکان به گهٽ کائيندڙ شراوڪ منهنجو مان نه ڪن ها ۽ منهنجي آجهي ۾ رهن ها.

ٿيا ته ٽوالن پنٿن جا شرمڻ براهمڻ هڪ ڪؤتوهل شالا* (कौतूहल शाला) ۾ اچي گڏ ٿيا هوا. منجھن ڳالھه ٿي ته هن وقت راجگرهه جي اوسي پاسي ۾ پورڻ ڪشپ، مکل گوسال، اجت ڪيسڪمبل، پڪڌ ڪچاين، سنجيہ ٻيل پت، نگنٿ ناٿپتر ۽ شرمڻ گوتم جھڙا وڏن سنگھن جا ناٿ، چوماسي جي موسم ڪري اچي رهيا آهن. تنهن ڪري انگ مگڌ جي لوڪن کي ڄاڻڪي وڏ ڀاڳي سمجھڻ گھرجي. پر انهن بزرگن ۾ ڪير آهي جنهن جي شراوڪ پوري عزت ڪن ٿا؟ ۽ شراوڪ سندس اَجھي هيٺ ڪيئن رهن ٿا؟"

تنهن تي ڪن چيو ته، "هي پورڻ ڪسپ پرڪياس نيتا آهي، پر شراوڪ سندس مان نٿا ڪن ۽ سندس اَجھي ۾ رهڻ نٿا چاهين. منجھن جھيڙا جھٽا ٿيندا رهن ٿا." ساڳي طرح ٻين وري چيو ته مکل گوسال وغيره نيتائن جي شراوڪن ۾ جھڳڙا آهن. آخر ڪن چيو ته "شرمڻ گوتم پرسد نيتا آهن. سندس شراوڪ سندس پورو مان ڪن ٿا ۽ سندس اَجھي ۾ رهن ٿا. هڪ ڀيري گوتم هڪ شاهي سميلن ۾ ڌرم اپديش ڏيئي رهيو هو. اوچتو هڪ شرمڻ کي کنگھه اچي ڪئي. ٽڏهن ڪيس گوڏي سان اشارو ڪري پر واري ڏيمي آواز ۾ چيس ته، ٻيلي آواز نه ڪر؛ اسانجو گرو اپديش ڪري رهيو آهي. جنهن وقت شرمڻ گوتم سوين لوڪن جي پرشد ۾ ڌرم

* بحث مباحثي لاءِ جڳھه- وندر گاهه

ٻيو جو آءٌ ڪڏهن ڪڏهن وڏن وهارن ۾ به رهندو آهيان.

”هي آدائي، شرمڻ گوتم ايڪانت ۾ رهي ڪري ايڪانت جا گڻ ٻڌائي ٿو، انهيڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان رکي ڪري منهنجي اجهي ۾ رهن ٿا، ته منجهائن جي شراوڪ اڌ مهيني رهن ٿا، فقط پکواري (ٻن هفتن) ۾ هڪ ڀيرو پراتموڪ (گناهه بخشائڻ) لاءِ سنگهه ۾ اچن ٿا، سي مونکي مان ڏيئي منهنجي اجهي ۾ نه رهن ها، ڇو جو ڪڏهن ڪڏهن ڀڪشن، ڀڪشڻين، اُپاسڪن، راجائن، منترين، ٻين سنگهن جي نيتائن ۽ سندن شراوڪن سان آءٌ ملندو رهندو آهيان.

”ٻي هي آدائي، ٻيا پنج گڻ اهڙا آهن جن ڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪري منهنجي اجهي ۾ رهن ٿا. (۱) شرمڻ گوتم شيلوان آهي. (۲) هو سچي ڌرم جو اُپديش ڪري ٿو. (۳) هو گيانوان آهي. انهيءَ ڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ٿا ۽ منهنجي اجهي ۾ رهن ٿا. (۴) ٿنهن ڪانسواءِ آءٌ پنهنجن شراوڪن کي چئن آريه سچن جو اُپديش ڪندو آهيان ۽ (۵) آڌياتمڪ اُنتيءَ جا ٻيا ٻيا نمونا ٻڌائيندو آهيان. انهن پنجن ڳالهين ڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ٿا ۽ منهنجي اجهي ۾ رهن ٿا.

## ڀڪشو سنگهه سان رهڻ وقت سندس روزمره جي رهڻي

سيٺي انورداجڪن سنياسين کي اها خاطري ڏني هئي ...

”هي آدائي، رڳو انهيءَ ڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ها ۽ منهنجي آجهي ۾ رهن ها ڇاڪاڻ ته شرمڻ گوتم ڪي جو ڪپڙو ملي ٿو تنهن تي سنتشٽ رهي ٿو ۽ اهڙي سنتوش جا گڻ ڳائي ٿو، ته منهنجن شراوڪن مان جي مسافي مان ڪجري جي ڏيهه مان يا ٻزار مان لٽڪڙين جي ڏيه مان ڪپڙا سبائي پائين ٿا، سي منهنجو مان نه ڪن ها ۽ نه منهنجي اجهي ۾ رهن ها، ڇو جو آءٌ ته ڪڏهن ڪڏهن گرهستن جي ڏنل ڪپڙي مان وستر ٺهرائي پهريندو آهيان. هي آدائي، شرمڻ گوتم ڪي جا ڀڪيا ملي تنهن تي سنتشٽ رهي ٿو ۽ اهڙي سنتوش جا گڻ ڳائي ٿو، انڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ٿا ۽ منهنجي اجهي ۾ رهن ٿا، ته منجهائن جي رڳو ڀڪيا تي گذر ڪن ٿا، ننڍو يا وڏو گهر نه ڇڏي ڪري ڀڪيا وٺن ٿا ۽ انهيءَ ڀڪيا تي گذر ڪن ٿا، سي مونکي مان ڏيئي منهنجي اجهي ۾ نه رهن ها، ڇو جو ڪڏهن ڪڏهن گرهستن جي نينڊ سٽيڪار ڪري آءٌ سنوڀوڄن ڪندو آهيان.

”هي آدائي، شرمڻ گوتم ڪي جو استان ملي ٿو تنهن تي راضي رهي ٿو ۽ اهڙي راضپي جا گڻ ڳائي ٿو، انهيڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ٿا ۽ منهنجي اجهي ۾ رهن ٿا، ته منجهائن جي وڻ هيٺان يا آسمان جي هيٺان رهن ٿا ۽ اٺ مهنا ڍڪيل جڳهه اندر گهڙن نٿا، سي منهنجو مان ڪري منهنجي اجهي ۾ نه رهن ها،

لاءِ گرهست ماڻهو وٽس ايندا هوا ۽ انهن سان ڏرمي سنواد ڪندو هو. اهڙن ئي موقعن تي سوڻ ڊٽڻ، ڪرُتدٽڻ، وغيره براهمڻن دواران براهمڻن جي وڏن ٽولن سان رڌ جو ماڻ ٿيندو هو ۽ ڌرمي ڳالهيون هلنديون هيون. انهن جي ثابتي 'ديگهه نڪايه' ۾ ملي ٿي. جنهن ڏينهن گرهست نه ايندا هوا تنهن ڏينهن ڀڳوان اڪثري ڀڪشن ڀڪشن کي اُپديش ڏيندو هو.

وري ڏينهن ۾ رکي ڀڳوان جاترا تي نڪرندو هو ۽ هن رستي پورب ۾ ڀاڳلپور ۽ پڇم ۾ ڪُرُن جو ڪلماشدمي (कल्माषदम्य) نالي شهر، اتر ۾ هماليه ۽ ڏکڻ ۾ وندڻيا جي وچ سال ۾ آٺ مهنا ڀڪشو سنگهه ساڻ جاترا ڪندو رهندو هو.

## برسات ۾ واسو

ٻڌ ڀڳوان جڏهن اُپديش ڏيڻ شروع ڪيو تڏهن سندس ڀڪشو برسات جي موسم ۾ هڪ هنڌ نه رهندا هوا. چئوطرف ڦيرا ڏيندي اُپديش ڪندا رهندا هوا؛ ٻين سمپرداين (پنٿن) جا شرمڻ برسات وقت اچي هڪ هنڌ رهندا هوا. انهيءَ ڪري رواجي ماڻهن کي ٻڌ جي ڀڪشن جي هيءَ ڳالهه پسند نه آئي. سو ڀڪشن تي نڪته چيني ڪرڻ لڳا. تڏهن کين آٿت ڏيڻ لاءِ ٻڌ ڀڳوان اهو نيم بنايو ته برسات جي موسم ۾ سڀ ڀڪشو گهٽ ۾ گهٽ ٽي مهنا هڪ هنڌ ويهي رهن.*

* ٻوڌ سنگهاچا پرچيه، ڌسو عشم ۲۴

هئي ته ڀڳوان ٻڌ پنهنجي سنگهه ۾ ڪهڙو انتظام رکي ٿو. هن سڀ مان اهو صاف معلوم ٿئي ٿو ته ڀڳوان ٻڌ جڏهن ٻين ٻوواچڪن جي پريشد ۾ ٻڌاريو هو تڏهن اهي به شانتيءَ سان ڪيس ٻڌندا هوا. ٻڌ ڀڳوان ڪڏهن ڪڏهن گرهستن جو نوتو ۽ گرهستن جا ڏنل وستر سويڪار ڪندو هو، تنهن هوندي به الپ آهار ڪرڻ، ڪاٺي ڪپڙي جي سادگي ۽ ايڪانت واس جي چاهنا ڪري هو مشهور هو. جڏهن ڀڪشو سنگهه ساڻ جاترا ڪندو هو تڏهن ڳوٺ جي ٻاهر، ننڍڙي ٻغيچي يا ٻني اهڙي سهوليت واري استان تي رهندو هو. رات جو ڌيان سماڌي پوري ڪري وچين پهر ۾ مٿي جاڳايل سنهه شيا ۾ ليٽندو هو ۽ منهن اونداهيءَ جو اٿي ڪري وري چڪر هڻندو هو يا ڌيان سماڌيءَ ۾ مگن ٿي ويندو هو.

پرڀاتيءَ جو ڳوٺ يا شهر ۾ اڪثري اڪيلو ڀکيا وٺڻ ويندو هو ۽ مارگ ۾ يا ڀکيا جو رٿن ڪندي، وقت موافق گرهستن کي اپديش ڏيندو هو. سگالو واد(सीगालोवाद) سٽ ڀڳوان ٻڌ وات ويندي رچيو هو ۽ ڪسيارڊواج (कसिभारद्वाज) سٽ ۽ ٻيا اهڙن سٽن ۾ مليل اپديس ڀکيا رٿن ڪندي ڏنا هوائين.

پيٽ گذر لاءِ ڪافي ڀکيا وٺي ڳوٺ يا شهر کان ٻاهر وڃي، ڪنهن وڻ هيٺ يا ٻئي ڪنهن هنڌ ويهي ڪري ڀوڄن ڪندو هو. پوءِ وهار ۾ اچي ٿورو آرام ڪري ڌيان سماڌيءَ ۾ ٿورو وقت لڳائيندو هو. سانجهيءَ ٽاڻي ماڻ

۾ نه ڏيندا هوا. ٻڌ ڀڳوان ۽ ڀڪشن کي نيم موجب ڀڪيا رتن ڪرڻو پوندو هو ۽ ڪو ورلي گرهست جي گهر ۾ نوتو ملندو هون.

## بيمار ڀڪشن جي سار سنڀال

ڀڪشن مان ڪو ڪٿي بيمار ٿيندو هو ته ٻڌ ڀڳوان ٻپهرن جي ڌيان سماڌي پوري ڪري سندس تندرستيءَ جي پڇا ڳاڇا لاءِ نڪرندو هو. هڪ ڀيري مها ڪاشيپ راجگرهه ۾ پپلي (पिप्फली) غفا ۾ بيمار پيو هو. تنهن وقت ڀڳوان ٻاڻ ويڻو بن ۾ رهندو هو. سانجهيءَ وقت مها ڪاشيپ جي سار لهڻ لاءِ ڀڳوان جي وڃڻ جي ڪٿا "بوجنگ سنيت" (बोज्झगसयुत) جي چوڏهين سٽ ۾ آئي آهي ۽ مها موگلان جي سار لهڻ لاءِ ڀڳوان جي وڃڻ جي ڪٿا پندرهين سٽ ۾ آئي آهي. ٻنهي کي ڀڳوان ستن "ٻوڏي انگن" جو سمرڻ ڪرايو، جنهنڪري سندن بيماري متجي ويئي.

## ڪن ڏينهن تائين ايڪانت واس

اسين متي ڄاڻائي چڪا آهيون ته ڀڳوان جڏهن جاترا ڪندو هو يا چوماسي ۾ هڪ هنڌ ويهي رهندو هو، تڏهن ٻپهرن جو هڪ ٻه ڪلاڪ ۽ رات جو ٻئين پهر ۽ ٽئين پهر ۾ ڪجهه وقت ڌيان سماڌيءَ ۾ لڳائيندو هو. تنهن ڪانسواءِ آناپان سمرتي سينت (आनापानस्मृति सयुत) جي نائين سٽ ۾ ڏهيءَ ڪٿا آئي آهي ته ڀڳوان ٻڌ هڪ ڀيري

”مهاوڳ“ ۾ جيڪا چؤماسي جي ڪٿا آهي تنهن جو
ڪالمرج اهو آهي. پر ائين نٿو لڳي ته اها ڪٿا سو رهان
آنا سچي آهي. هڪڙو ته سڀئي شرط چؤماسي ۾ هڪ ئي
هنڌ نه وڃي رهندا هوا ۽ ٻيو ته هن ٻڌايل نيم جا ٻه
ڪيترا اپواد (*Exceptions*) هوا. ڇو ته ڪري يا ٻئي
ڪنهن تڪليف ڪري چؤماسي ۾ ٻه ڀڪشو ٻئي هنڌ
وڃي سگهيا ٿي.

ٻڌ ڀڳوان جڏهن اپديش ڏيڻ شروع ڪيو تڏهن
سنگهه ڪو خاص ناٺو ڪونه هو. انهيڪري ٻاڻ يا سنگهه
نيم و ڀڪشو سنگهه چؤماسي ۾ هڪ هنڌ رهي نٿي سگهيا.
جڏهن چارون طرف سنگهه ناماچارتي ويو تڏهن ٻهريا ئين
اناٿپنڊڪ سيٺ شراوستيءَ جي پرسان جيت بن ۾ سنگهه
لاءِ هڪ وڏو وهار جوڙايو. ٿوري وقت بعد وشالا ناءِ
اپاسڪا ساڳئي شهر جي پر ۾ پورو آرام ناٺي هڪ اعليٰ
عمارت ٺهرائي ٻڌ جي سنگهه کي ارپڻ ڪئي. ڀڳوان ٻڌ
پهنجي بـيابي ۾ اڪثري انهن ٻـن جڳهين ۾ چؤماسو
ڪاٽيندو هو. ٻين هنڌن جي اپاسڪن وٽان ڏوٿو ملندي
ڀڳوان ته وٽن چؤماسي ۾ ويندو هو. برسات جي ڏينهن
۾ ماٿهو جهوپڙيون ناهي ڀڪشن کي رهڻ لاءِ ڏيندا هوا.
ڀڳوان لاءِ هڪ جدا جهوپڙي هوندي هئي جنهنکي
”گند ڪٽي“ چوندا هوا.

چؤماسي ۾ اوسي پاسي جا اپاسڪ درسن لاءِ ايندا
هوا ۽ اپديش ٻڌندا هوا. پر اهي ٻکيا آڻي ڪري وهار

ٻڌي هڪ واقع ٿي ته ڀڳوان ڀڪشوسنگهه ڇڏي ڪري اڪيلي سر پارليبيڪ (पारिलेयक) بن ۾ وڃي رهيو. انهيءَ جو ذڪر مٿي ڇهين اڌياءَ ۾ اچي چڪو آهي. تنهن مان لڳي ٿو ته ڀڳوان ڪڏهن ڪڏهن اهڙن هنڌن وڃي ايڪانت ۾ رهندو هو، جتي ڪيس ڪو ڪونه سڃاڻندو هو. پر جڏهن جتي ڪٿي سندس نالو ٿي ويو ۽ سڀ ڪيس سڃاڻڻ لڳا، تڏهن سنگهه اندر رهندي ڪجهه وقت سنگهه کان جدا رهڻ شروع ڪيائين. پر سندس پنجيتاليهن ورهين جي شيوا ڪرم ۾ اهڙا موقعا ڪي جهجها نه ٿيا.

اڄ ڪالهه ”ڪايا ڪلپ“ جي خوب ساک ٿي رهي آهي. ماڻهوءَ کي مهنو يا ڏيڍ هڪ ڪمري ۾ بند رکيو وڃي ٿو ۽ ڪِريءَ جي ڪاڏي ڪانسواءِ اوشڌيون (ٻوٽين جون دوائون) به ڏنيون وڃن ٿيون. خيال آهي ته ائين ڪرڻ سان ماڻهو وري نؤبنؤ جوان ٻڻجي ٿو. هن قسم جي ڪايا ڪلپ جو ڀڳوان ٻڌ جي ايڪانت واس سان ڪوبه واسطو ڪونه آهي، ڇو جو تنهن وقت ڀڳوان کي به دوائون نه ونندو هو. هو ته فقط آناپان سمرتي سماڌي لڳائي ويهندو هو.

گهڻو وقت ايڪانت اندر رهڻ جي ريت سيلون (سنهل ڏيپ)، برما (برهمديس) يا سيام ملڪن ۾ ڪا ورلي نظر اچي ٿي، پر اها ريت تبيٽ ۾ اڃا چالو آهي. سو ڇا ٻالڪ آئي ته وڏاءَ سان به نظر ۾ اچي ٿي. ڪي تبيٽ جا لاما سالن تائين ڪنهن غفا يا ٻئي اهڙي ٽوڪلي

وڌشالي پرسان مهاوڻ جي ڪوُٽاگار شالا* ۾ رهندي ساڻدهه ڀندرهان ڏينهن ايڪانت ۾ رهيو. فقط هڪ ڀڪشوءَ کي ساڻ رکيائين جو سندس لاءِ ڀڪيا وٺي ايندو هو. تنهن بابت پارهين ست ۾ هن ريت لکيل آهي:-

هڪ ڀيري ڀڳا ننگل (इच्छानगल) ڳوٺ پرسان ڀڳانگل بن ۾ رهندو هو. اُتي ڀڪشن کي چيائين ته، "هي ڀڪشوءُ، آءٌ ٽي مهنا ايڪانت ۾ رهڻ چاهيانٿو. مون وٽ جو ڀڪشو مولکي ڀيٽ لاءِ اُڪر آڻي ڏئي تنهن کانسواءِ ٻيو ڪوبه نه اچي." ڀين سمپرداين (پنٿن) جا پرورواجڪ (سنياسي) توهان کان پڇن ته هن چوماسي ۾ ڀڳوان ڪهڙي ڌيان سمادي لڳائي ويٺو آهي، ته چوندا ته ڀڳوان "آناپان سمرتي سمادي"§ لڳائي ويٺو آهي.

مٿين ست ۾ ٻه چيل آهي ته ڀڳوان ٻندرهان ڏينهن آناپان سمرتي سماڌيءَ ۾ لڳو رهيو، انهي جو اهوئي ارٿ آهي ته لوڪ مٿين سماڌيءَ جي اهميت سمجهي وڃن. ٻندرهن ڏينهن يا ويندي ٽن مهنن تائين انهي سماڌيءَ جي ڀاونا ڪرڻ سان ٻه ماڻهو ٿڪو نٿي، بلڪ سندس سريرجي صحت سڌري ٿي.

*جتي ڪوُٺ يعني ڳهيون ڳالهيون نوڪلائيءَ سان ڪري سگهجن.

§آن جو ارٿ ساهه کڻڻ، اپان جو ارٿ ساهه ڇڏڻ. ساهه کڻڻ ۽ ڇڏڻ واري سماڌي. هن سماڌيءَ بابت "سماڌي مارگ" صفحو ٣٨-٤٩ ۾ ذڪر ڪيل آهي.

سو توهين وٽي ٻنهني کي ڪم ڪار کي لڳو.“

”ونيه پٽڪ“ جي هنن ڪتابن کي سٺ پٽڪ مان آڌار نٿو ملي. مطلب ڏيڻ جي ڳالهه ته معمولي ڳالهه ڇٽي، باقي ديودت جي ڳالهه، ممڪن آهي ته ڪيس ٻنهي نيچ ثابت ڪرڻ لاءِ، ناهي ويٺي هجي. ڪري سگهي ٿو هجي ته ٻه اِلين نٿو لڳي ته ايذاءُ رسڻ ڪري ڀڳوان کي ڪجهه وقت بيمار رهيو. سو هي نديڙو ن بيمار ٿيون ٿيڻ ڪري چٽي سگهبو ته ڪهڙي قدر ڀڳوان تندرست رهندو هو.

## تندرستيءَ جو سبب

ٻڌ ڀڳوان ۽ سندس شش سيني جاتين مان مليل ٻکيا ونندا هوا ۽ ڏينهن ۾ هڪ ئي ويلو کائيندا هوا. پوءِ به سندس صحت چڱي هوندي هئي ۽ سندس چهرو پرسن مک نظر ايندو هو. انهيءَ جي ثابتي هيٺئين سنواد مان ملي ٿي:-

(प्रश्न) — अरञ्ञे विहरन्तानं सन्तानं ब्रह्मचारिनं ।
एकभत्तं भुञ्जमानानं केन वण्णो पसीदति ॥

آرناس، ”بن ۾ رهندي، برهمچريه جو پالن ڪندي، هڪ ويلو کائيندي به سادن جو مک منڊل ڪيئن پرسن رهي ٿو.“

(उत्तर) — अतीतं नानुसोचन्ति नप्प जप्पन्ति नागतं ।
पच्चुप्पन्नेन यापेन्ति तेन वण्णो पसीदति ॥

آرناس، ”هو گذري بابت شوڪ نٿا ڪن، جو ايندو

هنڌ پاڻکي بند ڪري رهن ٿا؛ سڀ رڌ يون سڌ يون پراپت ڪرڻ جو جتن ڪن ٿا.

## بيماري

ڀڳوان جي بيمار پوڻ جي ڳالهه ڪن ٿورن هنڌ ڄاڻايل آهي. هڪ ڀيري راجگرهه جي ڀرسان ويڻو بن ۾ بيمار ٿيو. بوجهنگ ستيت (बोज्झंग सुत्त) جي سورهين سٽ ۾ اها ڪٿا آيل آهي ته انهيءَ وقت مهاچند ڪيس بوڌي آنگ ڇهي ٻڌايا، جنهنڪري هو چاڪ ٿي پيو.

”ونيه پٽڪ“ جي مهاوڳ* ۾ چيل آهي ته ڀڳوان ڪجهه بيمار هو؛ جيوڪ ڪؤمار ڀرتيه ڪيس جلاب ڏيئي ٺيڪ ڪيو. چل وڳ ۾ ديودت جي ڪٿا آهي. گڌرڪوٽ پربت جي چوٽيءَ تان هن هڪ پٿر جي چٽ ڀڳوان جي مٿان ڪيرائي هئي. چٽ ته ڇهون ڇهون ٿي ويئي پر هڪ ٽڪر ڀڳوان جو پير ضربيو، جنهنڪري بيمار ٿيو. متان ديودت ڀڳوان جي هڇيا نه ڪري، ڪي ڀڪشو ڀڳوان جي رهڻ جي استان تي پهرو ڏيڻ لڳا. تن کي ڏسي ڀڳوان آنند کان پڇيو، ”هي ڀڪشو هت ڇا ٿا ويٺا ڪن؟“ آنند وراڻيس ته، ”هي ڀڳونت، هي پهرو ڏيئي رهيا آهن، ته متان توهانکي ڪو ايذاءُ نه پهچائي.“

ڀڳوان پوءِ انهن ڀڪشن کي پاڻ وٽ سڏائي چيو ته، ”منهنجي ديهه جي چنتا ڪرڻ جو ڪو ضرور ڪونهي. منهنجي چاهنا نه آهي ته منهنجا شش منهنجي رکيا ڪن.

* ڏسو ”ٻڌ سنگهاچا پرچيه“، صفحه ۳۴

ڳالهيون مونکان سمجهڻ جي اڇا رکي ٿو؟ مون پنهنجو ڌرم کولي کري کين ٻڌايو آهي. ڪا به ڳالهه مون کائن لڪائي نه رکي آهي. جنهن کي لڳي ته ڀڪشو سنگهه جو نيتا ٿيان ۽ ڀڪشو سنگهه مون تي آڌار رکي، سو ٿي ڀڪشو سنگهه کي کي آخرين ڳالهيون ٻڌائي. پر هي آنند، تٿاگت جي اها اڇا نه آهي ته ڀڪشو سنگهه جو نايڪ ٻڻي يا ڀڪشو سنگهه مٿس آڌار رکي. انهيءَ ڪري تٿاگت ڀڪشو سنگهه کي آخرين طور ڇا چوي؟ هي آنند هاڻ آءٌ ٻڍو ۽ ٻڍ ٿيو آهيان. منهنجي اوستا اسي ورهين کي وڃي رسي آهي. ڄڻ پڳل ڇڪرو جهڙيءَ طرح بانس جي ڇهڙ ين لڳائڻ سان چالو رهي ٿو، اهڙيءَ طرح منهنجي سرير جو گاڏو به گهلجي رهيو آهي. جنهن وقت آءٌ نروڌ (निरोध) سماڌيءَ جي ڀاونا کريان ٿو، تنهن وقت منهنجي ديهه ٺيڪ رهي ٿي. تنهن ڪري هي آنند، هاڻي توهين پاڻ تي ڀاڙيو، سواڌين ٿيو. پاڻ پنهنجا ڏيئا ٿيو ۽ ڌرم کي ئي ڏيئو بڻايو. پنهنجي شرڻ وٺو ۽ ڌرم جي شرڻ وٺو.”

اهڙيءَ حالت ۾ به ڀڳوان ٻيلو ڳوٺ مان ويشالي ڏي موٽيو. اتي آنند کي موڪلي هن ڀڪشو سنگهه کي مهاون جي ڪوٽاگر شالا ۾ ڪٺو ڪيو ۽ ڇڳوتي اپديش ڪيو. تنهن کانپوءِ ڀڳوان ڀڪشو سنگهه ساڻ ڀانڊ گرام، هستي گرام، آمر گرام، جنبو گرام، ڀوڳ نگر وغيره جڳهين جي جاترا ڪندي پاوا ناٿي نگريءَ ۾ چند لوهار جي آڳڻ جي

تنهن بابت ٻڪواس نٿا ڪن، ۽ جو آهي تنهن تي سنتوش ڌارين ٿا، انهيءَ ڪري سندن مک منڊل پرسن رهي ٿو.”*

## آخرين بيماري

ٻڌ ڀڳوان جي آخرين بيماريءَ جو ورنن مها پرنرواڻ ستت ۾ آيل آهي.§ تنهن سال پرساتن کان اڳ ڀڳوان راجگرهه ۾ هو. اتان هڪ وڏي ڀڪشو سنگهه ساڻ جاترا ڪندي هو وئشالي پهتو ۽ ٻيرسان هڪ بيلو (बेळुव) ڳوٺ ۾ چؤماسي لاءِ رهيو. ڀڪشن جي سهوليت موافق ڪين وئشالي جي اوسي پاسي ۾ وڃي رهڻ لاءِ آڳيا ڪيائين. انهيءَ چؤماسي ۾ ڀڳوان ڏاڍو بيمار ٿي پيو. پر سندس جاڳرتيءَ ۾ ڪو قير نه پيو. ڀڪشو سنگهه سان ملڻ بنا پرنرواڻ پراپت ڪرڻ کيس ٺيڪ نه لڳو، جنهن ڪري بيماري سهي ڪري هن پنهنجي جيوت ٻا کي ڏهاڙا جڻ وڌايا. جڏهن ٺيڪ ٿيو تڏهن آنند چيس ته، ”هي ڀڳونت، توهانکي وري تندرست ڏسي ڪري مونکي ڏاڍو سنتوش ٿو ٿئي. توهانجي هيءَ بيماري ڏسي منهنجو جيءُ بلڪل وياڪل ٿي ويو هو. مونکي ڪجهه به آڌر نه هو، ۽ ڏرمي اپديش به ڇڻ نه اڇهندو هو. تڏهن به من ۾ آس هيم ته ڀڪشو سنگهه کي اپديش ڏيڻ بنا ڀڳوان نرواڻ پراپت نه ڪندو.”

ڀڳوان- ”هي آنند، ڀڪشو سنگهه هاڻي باقي ڪهڙي ٻون

---

* ڏسو ”ديوتا سنيت“، ورگ ١، ستت ١٠

§ ڏسو ”ٻڌ ليلا سار سنگرهه“، صفحو ٢٩٢-٣١٢

ڀڄيءَ ۾ وڃي لڪو. چند جي گهر ڀڳوان کي ۽ سندس سنگهه کي نوتو مليو. چند جو کاڌو تيار ڪرايو تنهن ۾ "سوڪرمدو" نالي ۾ هڪ کاڌو هو. سا کائڻ سان ڀڳوان کي اچي دست ٿيا. سو ڪشٽ سهن ڪندي ڀڳوان ڪڪٿا ۽ هرڻيه نالي ٻه نديون پار ڪري ڪسينارا تائين وڃي پهتو. اتي مل قوم جي سال ٻن ۾ راحت جي ٻوٽين پهر ۾ ٻڌ ڀڳوان پرنرواڻ پراپت ڪيو. انهيءَ رات ڀڳوان جو گيان ڏيندڙ ۽ ڪلياڻ ڪندڙ جيون سماپت ٿيو.